# اسان جي آزادي

سنڌي ڪنڌ جي آزاديءَ بابت پڙدي پويان لڪل حقيقتن
۽ ورهاڱي جي اصل محرڪن جو تفصيل


مولانا ابوالڪلام آزاد

سنڌيڪار

جاويد ميمڻ



Sindhica
سنڌيڪا




ڪتاب نمبر

139

ڇپائيندڙ جا سيئي حق ۽ واسطا محفوظ

ڇهريون ڇاپو: 2003ع
ڪتاب جو نالو: اسان جي آزادي
ليکڪ: مولانا ابوالڪلام آزاد
سنڌيڪار: جاويد ميمڻ
ڪمپيوٽر لي آئوٽ: نديم احمد سولنگي، طارق هيسباڻي
ڇپيندڙ: آزاد ڪميونيڪيشنز ڪراچي
ڇپائيندڙ: سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچي

ملهه: =/150 رپيا

**"Asaan Jee Azaadi"**
(India Wins Freedom)
Written By:Moulana Abul Kalaam Azad
Translated By:Javed Memon
Published by: Sindhica Academy, Karachi-74400
Phone: 7737290
E-mail:Sindhica_academy@yahoo.com

**اسٽاڪسٽ**

**سنڌيڪا زونل آفيس 19 بلديه پلازه گهنٽاگهر چوڪ سکر**
**شاهه لطيف ڪتاب گهر گاڏي کاتو حيدرآباد- فڪشن بوڪ شاپ رابعه اسڪوائر حيدرآباد**
**ڪاٺياواڙ بوڪ اسٽور اردو بازار ڪراچي- عثمانيه لائبريري، چنيهاڻي ڪنڊيارو.**
**قليچ ڪتاب گهر، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي حيدرآباد- نوراني بوڪ ڊيو بندر روڊ لاڙڪاڻو**
**نيشنل بوڪ اسٽور بندر روڊ لاڙڪاڻو- رهبر بوڪ اڪيڊمي رابعا سينٽر بندر روڊ لاڙڪاڻو**
**مڪتبه باب الاسلام غالب نگر لاڙڪاڻو- ڪتاب مرڪز فريئر روڊ سکر**
**عزيز ڪتاب گهر بئراج روڊ سکر- قاسميه لائبريري ڪنڊيارو - جاويد بوڪ اسٽور شهداد ڪوٽ**
**صوفي بوڪ اسٽور خيرپور- نيشنل بوڪ اسٽال خيرپورميرس**

**لکپڙهه ۾ وي پي ذريعي گهرائڻ لاءِ**
سنڌيڪا اڪيڊمي
B-24 نيشنل آٽو پلازه، مارسٽن روڊ
ڪراچي 74400

# فهرست

## پبلشر نوٽ

مولانا ابوالڪلام آزاد ننڍي کنڊ ۾ هڪ عظيم ڏاهي ۽ هڪ مدبر سياستدان جي حيثيت ۾ فڪر ۽ عمل جا جيڪي گهرا اثر ڇڏيا آهن، سي بيحد مثالي ۽ غيرمعمولي آهن. هن پنهنجي فڪر جو سرچشمو قرآن مجيد کي بنايو، پاڻ ان تي تفڪر ڪيائين ۽ سندس آڏو انقلاب جي عمل، فلاحي معاشري جي قيام ۽ وحدت انساني جي تشڪيل جون وٽون نروار ٿينديون ويون. پوءِ پاڻ به انهن وٽن تي سرگرميءَ سان عمل جو مظاهرو ڪيائين. ڪيس ان عمل ۾ جهد ۽ خلوص جو هي صلو مليو ته نوجوانيءَ ۾ ئي سڄي هندستان ۾ سندس علمي عظمت جو ڏاڪو ڄميو، چوٽيهن سالن جي عمر ۾ آزاديءَ جي اصل ويڙهه وڙهندڙ پارٽي آل انڊيا نيشنل ڪانگريس جو صدر چونڊيو ويو ۽ لاڳيتو ٽي ڀيرا ڪيس اهو منصب سونپيو ويو.

متحد هندستان مولانا آزاد جي فڪر جو مطلوب هو. هو انهيءَ سلسلي ۾ ايڏو شديد هو جو چوندو هو ته جيڪڏهن آسمان جي ڇانورن مان هڪ فرشتو لهي اچي ۽ چوي ته اوهان کي آزادي چوويهن ڪلاڪن جي اندر ملي ويندي، رڳو هندو مسلم اتحاد تان هٿ کڻو، ته آءٌ ان فرشتي کي چوندس ته انهيءَ شرط تي آزادي نه گهرجي. ڇاڪاڻ ته جيڪڏهن آزادي ملڻ ۾ دير ٿي ته اهو هندستان جو نقصان آهي پر جيڪڏهن هندو مسلم اتحاد ويندو رهيو ته اهو انسانيت جو نقصان آهي. ايڏي شديد چاهت ۽ ڪوشش جي باوجود هندستان متحد نه رهيو ته هي شخص ڀُريو نه، بلڪ باقي بچيل هندستان ۾ وحدت انساني جي فڪر جو علمبردار بڻيو رهيو ۽ سندس حڪمت عمليءَ جي نتيجي ۾ اتي رهجي ويل مسلمانن لاءِ آخري آسيس بڻيو رهيو. نين حالتن ۾ ڪيس سينيئر وزير جي حيثيت ۾ تعليم، سائنس ۽ ٽيڪنالاجيءَ جو وزير بڻايو ويو ته هن پنهنجي تدبر کي ان قلمدان

سان اريي ڇڏيو ۽ ڏسندي ڏسندي هندستان جي تعليم، سائنس ۽ ٽيڪنالاجي باقي دنيا سان همسري ڪرڻ لڳي. اها مولانا ابوالڪلام آزاد جي حڪمت ۽ سرگرمي هئي جنهن جي بنياد تي هندستان جي سڪيولر حيثيت برقرار رهي ورنہ مسلمانن جي لاءِ الڳ مذهبي ملڪ جي قيام ڪانپوءِ هندن جي لاءِ الڳ مذهبي ملڪ جي قيام لاءِ توجيهه موجود هئي.

مولانا جي عظمت ۽ وڏ وڙائيءَ جو هي پهلو ڪيڏو نہ بي مثال آهي جو آزاديءَ جي آخري مرحلن تي نهروءَ جي سياست متحد هندستان جي حق ۾ نہ رهي ۽ نهروءَ جي پلٽي کائڻ سبب ئي انگريزن کي پنهنجي چاهت مطابق ننڍي کنڊ کي ٽڪرا ٽڪرا ڪرڻ جو وجھ ملي ويو. اها ڳالھ هينئر هڪ اسرار نہ رهي آهي تہ ڪانگريس اندر هندو جاگيردار ڪلاس نهروءَ کي ان مسئلي تي پنهنجي گهيراءَ ۾ آڻي ورتو هو ۽ ٻئي طرف وائسراءِ ماؤنٽ بيٽن جي گهر واريءَ سان تعلقات جي نتيجي ۾ ليڊي ماؤنٽ بيٽن نهروءَ کي هي باور ڪرائي ڇڏيو هو تہ تقسيم ڪانسواءِ انگريز هندستان ڇڏيندا ئي ڪونہ. انهيءَ ڪري خود هندن جو پلو بہ هن ڳالھ ۾ آهي تہ تقسيم کي قبول ڪيو وڃي. گانڌي ۽ مولانا آزاد باقي زندگي نهروءَ جي انهي پلٽي کاڌل رويي تي بيحد ڏکائيندڙ ۽ جان ونندڙ صدمي ۾ رهيا. پر ان صدمي جو اظهار بہ مولانا ٽيهن سالن تائين موخر ڪري ڇڏيو جو پنهنجي ڪتاب انڊيا ونس فريڊم جا اهي حصا جن جو تعلق نهروءَ جي انهيءَ ترڪتاليءَ سان هو، اسٽيٽ بينڪ ۾ هن وصيت سان محفوظ ڪرائي ڇڏيا تہ اهي ٽيهن سالن کان پوءِ منهنجي ڪتاب ۾ شامل ڪيا وڃن. اهو سوچي ڪري تہ تاريخ ۾ پل اهو رڪارڊ محفوظ رهي، پر هن موقعي جڏهن اسان هندستان جي نئين تعمير ۾ اشتراڪ عمل سان هڪ ڪابينہ ۾ گڏجي ڪم ڪري رهيا آهيون تہ، ان وقت منهنجو صدمو اسان جي تضادن جو مظهر نہ بڻجي. هن ڪتاب ۾ مولانا آزاد جو اهو ٽيهن صفحن وارو مسودو بہ شامل آهي. اهي ٽيھ صفحا مخلتلف جاين تان ڪٽيل پيراگراف هئا، جيڪي پنهنجي جاءِ تي هن ڪتاب ۾ آيل آهن ۽ انهي سان انڊيا ونس فريڊم جو هن ڪتاب ۾ مڪمل متن آيل آهي.

مولانا ابوالڪلام آزاد جي فڪر جو محور جيئن تہ قرآن مجيد هو، ان ڪري ننڍي کنڊ جي انهن مسلمانن ۾ بيداريءَ جي لهر پيدا ڪرڻ جو ڪم هُن بخوبي نباهيو، جيڪي انگريزي جي غلاميءَ تي هري ويا هئا، سڄي ننڍي کنڊ جي مسلمانن هن جي فڪر مان اتساهه ورتو، ليڪن

بدقسمتيءَ سان پاڪستان جي حصي ۾ آيل مسلمانن جي مٿان انهن ماڻهن جي سياسي ۾ فڪري ڇاپ مسلط رهجي ويئي، جيڪي هندستان مان لڏي آيا هئا. اهي ماڻهو جيئن ته اتي اڳ ۾ ئي ٻه قومي نظريي جي اثر هيٺ اچي چڪا هئا، ويتر لڏپلاڻ جي عمل ڪانپوءِ هتي اچي حاڪم قوتن جي ساٿ سان پنهنجي لاءِ مراعات پيدا ڪرڻ جي فڪرمندي رکندا هئا. تنهن ڪري هتان جي اصلوڪن مسلمانن کي ڪانگريسي عالمن جو مخالف بنائڻ ۾ هنن ڪا ڪسر نه ڇڏي. نتيجي ۾ برصغير جي ٻين حصن جا مسلمان جيئن ڪانگريسي عالمن جي اسلامي افڪار مان بهره ور ٿي پنهنجي ايماني، سماجي ۽ سياسي زندگيءَ جي ڀلاين جو شعور حاصل ڪندا رهيا، پاڪستان جا مسلمان ان شعور کان وانجها رهيا. جنهن جو نتيجو آخرڪار سخت فرقيواريت، تنگ نظري ۽ انتها پسندي جي صورت ۾ گذريل ٻاونجاهه سالن کان هتان جي ماڻهن کي ڀوڳڻو پئجي رهيو آهي. سنڌ ۾ خاص طور تي وري ائين ٿيو جو مولانا تاج محمود امروٽي، مولانا محمد صادق کڏي واري، مولانا حمادالله هاليجوي، حڪيم فتح محمد سيوهاڻي، حڪيم محمد معاذ ۽ مولانا دين محمد وفائي جهڙن انسان ۽ وطن دوست عالمن جي وفات ڪانپوءِ هندستان جي ترقي پسند عالمانه سوچ جو اثر هتي به گهٽبو ويو.

مولانا ابوالڪلام آزاد ۽ سندس ساٿي جڏهن ڪانگريس جي پليٽ فارم تي متحد هندستان جي لاءِ عملي جدوجهد ڪري رهيو هو ته ان وقت ائين ڪونه هو ته، هندستان جي مسمانن جي محفوظ مستقبل کان بي فلڪا هئا، بلڪ سندن خيال ۾ متحد هندستان ۾ مسلمانن جو گڏيل تعداد ئي مسلمانن جي اصل ديني ڪردار ۽ سماجي فلاح جو ضامن هو. سندن خيال ۾ تقسيم جيٰ عمل ذريعي برصغير جا صرف مسلمان ئي ٽئن حصن ۾ ورهائجي رهيا هئا ۽ هندو سڀ هڪ جاءِ تي اڻ ورهايل حيثيت ۾ هئا. ٻي ڳالهه هي ته انگريز نئين قائم ٿيندڙ ملڪ جي حاڪميت پنهنجي ڪمانڊ ۾ قائم ٿيل هڪ مضبوط پنجابي فوج جي حوالي ڪري رهيا هئا، جيڪا فوج انگريزن جي سامراجي مقصدن جي لاءِ دنيا جي مختلف خطن ۾ اڳ ۾ ئي وڏيون خدمتون سرانجام ڏئي چڪي هئي. انهيءَ ڪري پڪ هئي ته اها فوج مسلمانن جي هڪ الڳ وطن جي سرواٽي ڪندي هن خطي ۾ دائمي طور تي سامراجي مفادن جي تحفظ لاءِ ڪم ڪندي اها فوج ان خدمت سرانجام ڏيڻ جي عيوض پنهنجي

مخصوص مفادن ۽ مراعات جي چڪر ۾ مسلمان عوام جي فلاح جو ڪوبہ نظام قائم ٿيڻ يا هلڻ نہ ڏيندي. ٽين ڳالھ تہ ايشيا ۾ هندستان جي سامراج دشمن موثر رول جي عدم موجودگيءَ ۾ چين بہ پنهنجو سامراج دشمن رول موثر نموني ادا ڪري نہ سگهندو، نتيجي ۾ سڄي ايشيا جو عوام سامراجي ڪارستانيون ڀوڳيندو. چوٿين ڳالھ تہ برصغير ۾ مسلمان جو ڪردار اسلام جي هڪ داعي جو آهي. تقسيم جي نفرتن سان ضديت جو ماحول پيدا ٿيندو جنهن ڪري نہ مسلمان داعيءَ جو ڪردار ادا ڪري سگهندو ۽ نہ هندو انهن جو مدعو رهندو. ان جي ڪري صدين ڪان وٺي هتي اسلام جي دعوت واري تحريڪ متاثر ٿيندي.

بعد جي حالتن ٻڌايو تہ، مولانا آزاد ۽ ساڻس لاڳاپيل عالمن جي لڏي جا اهي سڀ خدشا سچ ثابت ٿيا. هندستان جا مسلمان چئن حصن ۾ ورهائجي ويا. مسلمانن جو صدين ڪان وٺي هندستان ۾ داعيءَ وارو رول ماٺو رهجي ويو. پنجاب جي فوج سامراجي مفادن جي تحفظ لاءِ هن خطي ۾ پهرئين دستي جي طور تي ڪردار نباهيو. ٻيو تہ تهيو تاريخ جي هر مرحلي تي اسلامي مفادن جي تحفظ ڪي بہ نوڪرون هنيون ويون. اهڙي طرح ايشيا ڪي جيڪو دنيا ۾ پنهنجي حصي جو ڪردار ادا ڪرڻو هو، سو بہ مغربي سامراج جو طفيلي بڻجي ويو.

هي ڪتاب ننڍي کنڊ جي آزاديءَ جي اصل حقيقتن ۽ هيروز کي اڳيان آڻي ٿو. اهي آزاديءَ جا متوالا جن جي زندگيءَ جو وڏو حصو انگريز سامراج جي زندان ۾ گذريو، تن کي جڏهن آزاديءَ جون چار گهڙيون بہ نصيب ٿيون تہ، انهن گهڙين کي هنن ڪيئن پنهنجي وطن ۽ ماڻهن لاءِ ڪارآمد بڻايو. حقيقت ۾ برصغير جي آزاديءَ جي ويڙھ انهن وڙهي، باقي اسان وٽ جن نقلي اڳواڻن کي هيرو ڪري پيش ڪيو وڃي ٿو، تن لاءِ اهو چئي سگهجي ٿو تہ تقسيم انگريزن جو ڪيس هو ۽ جناح صاحب هڪ ڪامياب وڪيل جي طور تي انگريزن کي اهو ڪيس کٽي ڏنو. اسان جي نون نسلن لاءِ هي حقيقتن جو ٻيو رخ آهي، جنهن کي پڙهي هو اصل نتيجي تي پهچندا. اسان جي سنڌي نوجوانن ۾ اهڙي شعوري پختگي پيدا ٿئي تہ اسان جون محنتون سجايون ٿينديون.

نور احمد ميمڻ
چيئرمين
سنڌيڪا اڪيڊمي

# شروعات

منهنجا ابا ڏاڏا بابر جي دؤر ۾ هرات کان هندستان آيا. پهريان اهي آگري ۾ رهيا، ان کان پوءِ دهليءَ ۾ رهڻ شروع ڪيائون. اهو هڪ علمي خاندان هو. اڪبر جي دؤر ۾ مولانا جمال الدين هڪ عالم دين جي حيثيت سان شهرت حاصل ڪئي. ان کان پوءِ اهو گهراڻو دنيوي معاملن ڏانهن گهڻو مائل ٿي ويو ۽ ان جي ڪيترن ئي فردن اهم انتظامي عهدا حاصل ڪيا. شاهجهان جي دؤر ۾ محمد هادي آگري جي قلعي جو گورنر مقرر ٿيو.

منهنجي والد جو نانو مولانا منظورالدين مغليہ دؤر جي رڪن المدرسين جو خطاب حاصل ڪرڻ وارن آخري ماڻهن مان هو. اهو عهدو شاہجهان جي زماني ۾ جوڙيو ويو هو ۽ ان جو مقصد علم ۽ فضل جي ترقيءَ جي لاءِ رياستي سرگرمين جي نگراني ڪرڻ هو. رڪن المدرسين جي مٿان اها ذميواري هوندي هئي تہ هو عالمن ۽ استادن کي وظيفا، ايراضي ۽ مراعتون ڏيڻ جو انتظام ڪري. ان عهدي جي پيٽ اڄ جي دؤر ۾ ڊائريڪٽر تعليم جي عهدي سان ڪري سگهجي ٿي. ان وقت تائين مغل اقتدار ڪمزور ٿي چڪو هو، پر اهم عهدا اڃا تائين برقرار رهيا.

منهنجو ڏاڏو جڏهن فوت ٿيو تہ منهنجو والد مولانا خيرالدين ننڍي عمر جو هو، ان ڪري منهنجي والد جي پرورش ان جي ناني ڪئي. غدر (1857ع واري جنگ آزادي) کان بہ ورهيہ پهريان هندستان جي صورتحال مان مايوس ٿي مولانا منورالدين مڪي شريف ڏانهن هجرت ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. هو ڀوپال پهتو تہ، نواب سڪندر جهان بيگم ان کي روڪيو. هو اڃان ڀوپال ۾ ئي هو غدر جا هنگاما شروع ٿي ويا، تنهنڪري هو ٻن ورهين تائين اتان نڪري نہ سگهيو. ان کان پوءِ هو بمبئي ويو، پر مڪي شريف نہ پهچي سگهيو، ڇو تہ بمبئي ۾ ئي هو وفات ڪري ويو.

ان وقت منهنجي والد جي عمر تقريباً پنجويهہ ورهيہ هئي. هو مڪي شريف ويو ۽ اتي ئي رهائش اختيار ڪيائين. هن پنهنجي لاءِ هڪ گهر جوڙايو ۽ شيخ محمد ظاهروتري جي نياڻيءَ سان نڪاح ڪيو. شيخ محمد ظاهر مديني شريف جو هڪ وڏو عالم هو. جنهن جي شهرت عربستان کان ٻاهر تائين پهچي چڪي هئي. منهنجي والد

جو هڪ عربي ڪتاب ڏهن جلدن ۾ مصر مان شايع ٿيو ته هو به سڄي عالم اسلام ۾ مشهور ٿي ويو. هو ڪيترائي دفعا بمبئي آيو، ۽ هڪ دفعو ڪلڪتي. بنهي جڳهن تي ڪافي ماڻهو ان جا مداح ۽ مريد بڻجي ويا. هن عراق، شام ۽ ترڪيءَ ۾ به پري پري تائين سفر ڪيا هئا.

مڪي شريف ۾ ماڻهن جي لاءِ زبيده نهر پاڻيءَ جو خاص ذريعو هئي. ان جي تعمير خليفي هارون الرشيد جي گهرواري بيگم زبيده ڪرائي هئي. وقت سان گڏ ان نهر جي حالت خراب ٿي چڪي هئي ۽ شهر ۾ پاڻيءَ جي تمام گهڻي قلت هئي. حج جي زماني ۾ اها قلت سڀ ڪان وڌيڪ شدت اختيار ڪري ويندي هئي ۽ حاجين کي سخت تڪليف جو منهن ڏسڻو پوندو هو. منهنجي والد ان نهر جي مرمت ڪرائي. هن هندستان، مصر، شام ۽ ترڪيءَ مان ويهه لک چندو گڏ ڪيو ۽ نهر جي حالت ايتري بهتر ڪرائي ته بدوي ان کي ٻيهر خراب نه ڪري سگهن. ان وقت سلطان عبدالمجيد ترڪيءَ جو حڪمران هو. منهنجي والد جي خدمت جي اعتراف ۾ سلطان کيس ٻهرين درجي جو مجيدي ٻلو عطا فرمايو.

مان 1888ع ۾ مڪي شريف ڄايس. 1890ع ۾ منهنجو والد سڄي گهراڻي سان ڪلڪتي لڏي آيو. ڪجهه عرصو پهريون جدي ۾ هو ڪري پيو هو ۽ هن جي ڄنگهه جي هڏي ڀڄي پئي هئي. ان کي جوڙيو ته ويو هو، پر سٺي نموني نه ۽ هن کي هي مشورو ڏنو ويو هو ته، ٿوري وقت لاءِ هتي ترسندو، پر هن جا مداح ۽ مريد ان کي وڃڻ ئي نه پيا ڏين. اسان جي ڪلڪتي اچڻ کان هڪ ورهيه پوءِ منهنجي والده جي وفات ٿي وئي ۽ کيس اتي ئي دفن ڪيو ويو.

منهنجو والد هڪ اهڙو ماڻهو هو جنهن جي زندگيءَ جو طريقو قديم آدابن ۾ هو. ان کي مغربي تعليم تي بلڪل اعتماد نه هو ۽ هن مونکي ڪڏهن به جديد قسم جي تعليم ڏيارڻ جو ارادو نه ڪيو. هن جو خيال هو ته، جديد تعليم مذهبي عقيدي کي ڊانوانڊول ڪري ڇڏيندي، ان ڪري هن پراڻي طريقي مطابق منهنجي تعليم جو بندوبست ڪيو.

هندستان ۾ مسلمانن جي تعليم جو پراڻو نظام هي هو ته پهرين انهن کي فارسي پڙهائي ويندي هئي. پوءِ عربي ٻولي سيکارڻ کان پوءِ انهن کي فلسفي، اقليدس، انگي حساب، آلجبرا جي تعليم ڏني ويندي هئي. اسلامي دينيات جو هڪ نصاب به ان تعليم جو لازمي حصو هوندو هو. منهنجو والد مون کي مدرسي ۾ نه پيو موڪلڻ چاهي، ان ڪري هن گهر تي ئي منهنجي پڙهائيءَ جو انتظام ڪيو. اتي ڪلڪتي ۾ به مدرسو هو. پر ان جي باري ۾ منهنجي والد جي راءِ تمام سٺي نه هئي. پهرين ته ان پاڻ ئي مون کي پڙهايو، ان کان پوءِ مختلف مضمونن جي لاءِ مختلف استاد مقرر ڪيا. هو اهو چاهي پيو

تـ هر فن جا سڀ کان مشهور عالم مون کي تعليم ڏين.

اهڙا شاگرد جيڪي تعليم جي قديم نظام جي پيروي ڪندا هئا، ويهن پنجويهن ورهين جي عمر ۾ پنهنجو نصاب ختم ڪندا هئا. ان ۾ اهو عرصو بـ شامل هو، جڏهن نوجوان عالمن کان انهن کي پڙهايو بـ ويندو هو تـ، جيئن اهي ثابت ڪري سگهن تـ جيڪو ڪجهـ انهن کي سيکاريو ويو آهي، ان تي انهن مهارت حاصل ڪئي آهي. مون سورهن ورهين جي عمر ۾ پنهنجو نصاب مڪمل ڪيو ۽ منهنجي والد تقريباً پندرهن شاگرد گڏ ڪيا، جن کي مون اعليٰ سطح جي فلسفي، رياضي ۽ منطق جي تعليم ڏني.

ان کان جلدي پوءِ مون کي سر سيد احمد خان جون تحريرون پڙهڻ جو اتفاق ٿيو. جديد تعليم جي باري ان جي خيالن کان گهڻو متاثر ٿيس. اها حقيقت مون تي واضح ٿي وئي تـ جديد دنيا ۾ سائنس، فلسفي ۽ ادب پڙهڻ کان سواءِ ڪو بـ ماڻهو صحيح معنيٰ ۾ تعليم يافتہ نـ ٿو ٿي سگهي. مون اهو طئہ ڪيو تـ انگريزي ضرور سکندس. مون مولوي محمد يوسف جعفريءَ سان ڳالهايو، جيڪو ان وقت مشرقي نصاب جي تعليم جو صدر هو. ان مون کي انگريزيءَ جي الفابيٽ سيکاري ۽ پيارِي چرن سرڪار جو "پهريون ڪتاب" (First Book) مونکي ڏنو. جيئن ئي ان ٻوليءَ جي مون کي ڄاڻ حاصل ٿي، مون انجيل پڙهڻ شروع ڪيو. مان ان ڪتاب جا انگريزي، فارسي ۽ اردو نسخا گڏ ڪيا ۽ انهن کي گڏ پڙهڻ شروع ڪيو. ان سان مون کي متن سمجهڻ ۾ سولائي ٿي. هڪ لغت جي مدد سان مون انگريزي اخبار بـ پڙهڻ شروع ڪئي. اهڙيءَ طرح مون جلدي ايترو ڪجهـ سکي ورتو تـ انگريزي ڪتاب پڙهي سگهان ۽ پوءِ مون پاڻ کي خاص ڪري تواريخ ۽ فلسفي جي مطالعي لاءِ وقف ڪيو.

منهنجي لاءِ اهو شديد ذهني بحران جو دور هو. مان هڪ اهڙي خاندان ۾ ڄائو هئس، جنهن تي مذهبي روايتن جو رنگ تمام گهرو هو. روايتي زندگيءَ جا آداب ڪڇڻ پڇڻ کان سواءِ ئي تسليم ڪيا ويندا هئا ۽ راسخ طريقن کان ٿورڙو بـ انحراف ان خاندان کي گوارا نـ هو. مان پنهنجو پاڻ کي مروج رسمن سان هم آهنگ نـ ڪري سگهيس ۽ منهنجي دل بغاوت جي هڪ نئين احساس سان پر جي وئي. اهي خيال جيڪي مون پنهنجي خاندان ۽ شروعاتي تربيت جي ذريعي حاصل ڪيا هئا، هاڻي مون کي مطمئن رکڻ کان قاصر هئا. مون محسوس ڪيو تـ سچائيءَ جي ڳولها مون کي پنهنجو پاڻ ڪرڻي پوندي. تقريباً جبلي طور تي مون پنهنجي خاندان جي دائري کان ٻاهر نڪرڻ ۽ پنهنجي راهـ پاڻ ڳولهڻ شروع ڪئي.

پهرين ڳالهـ جنهن مون کي پريشان ڪيو، مسلمانن جي مختلف فرقن وچ ۾ اختلافن جو مظاهرو هو. مان سمجهي نـ سگهندو هئس تـ اهي هڪ ٻئي جي ايترو خلاف ڇو آهن، جڏهن تـ سڀ اها دعويٰ ڪندا هئا تـ انهن جي ڇوتڪاري جو سرچشمو

هڪ آهي. مان ان ماحول سان پاڻ کي هم آهنگ نہ پيو ڪري سگهان، جنهن سان هر فرقو ٻئي کي گمراھ ۽ بدعتي قرار ڏيندو هو. راسخ العقيده مڪتبن جي ان اختلاف مذهب جي باري ۾ ئي منهنجي ذهن کي شڪ جي راھ ڏيکاري. جيڪڏهن مذهب آفاقي صداقت جو اظهار ڪري ٿو تہ پوءِ جدا جدا مذهب جي مڃڻ وارن ۾ اهڙو اختلاف ۽ ٽڪراءُ ڇو آهي؟ هر مذهب ڇو ان ڳالھ جي دعويٰ ڪري سگهي ٿو تہ، صرف اهو ئي صداقت جو پيڪر آهي ۽ باقي سڀ مذهب ڪوڙا آهن؟

ٻن ٽن ورهين تائين اها ڪشمڪش جاري هئي ۽ مان پنهنجي شڪ جو حل ملڻ جي خواهش ۾ ڦاٿو رهيس. هڪ مرحلي مان گذري ٻئي مرحلي تائين ويس ۽ پوءِ اها منزل بہ اچي وئي جڏهن منهنجي ذهن تان خاندان ۽ تربيت جون عائد ٿيل سڀ بندشون هٽي ويون. مون محسوس ڪيو تہ مون کي سيني رسمي بندشن مان ڇوٽڪارو ملي چڪو آهي، ۽ مون اهو طئہ ڪيو تہ رستو پاڻ ناهيندس. ان ئي دور ۾ مون 'آزاد' جو قلمي نالو اختيار ڪرڻ جو فيصلو ڪيو، اهو ظاهر ڪرڻ جي لاءِ تہ مون تي هاڻي موروثي پابندين جي ڪابہ گرفت ناهي. منهنجو ارادو آهي تہ انهن تبديلين جو ذڪر ان کان وڌيڪ تفصيل سان پنهجي آتم ڪٿا جي پهرئين جلد ۾ ڪندس.

اهو ئي دور هو جڏهن منهنجي سياسي خيالن ۾ تبديلي اچڻ شروع ٿي. لارڊ ڪرزن ان وقت هندستان جو وائسراءِ هو. ان جي آمرانہ رويي ۽ انتظامي قدمن هندستان جي سياسي بيچينيءَ کي نين بلندين تائين پهچايو. ان اٿل پٿل جو سراغ سڀ کان وڌيڪ بنگال ۾ ملي پيو، ڇو تہ لارڊ ڪرزن ان صوبي ڏانهن خاص ڌيان ڏيندو هو. سياسي اعتبار کان اهو هندستان جو سڀ کان وڌيڪ ترقي يافتہ علائقو هو ۽ بنگال جي هندن هندستان جي سياسي بيداريءَ ۾ نمايان حصو ورتو هو. 1905ع ۾ لارڊ ڪرزن ان صوبي جي ورهاست جو فيصلو ڪيو، اهو سوچي تہ اهڙي نموني هندو ڪمزور ٿي ويندا ۽ بنگال جي هندن ۽ مسلمانن جي وچ ۾ هڪ مستقل ورهاڱو قائم ٿي ويندو.

بنگال ان قدم کي خاموشيءَ سان تسليم نہ ڪيو. سياسي ۽ انقلابي جوش ۽ خروش جو هڪ طوفان اٿيو. جيڪو ان کان پهرين ڪڏهن نہ اٿيو هو. شري اربندوگهوش بڙودا ڇڏي ڪلڪتي اچي ويو تہ جيئن ان کي پنهنجي سرگرمين جو مرڪز بڻائي. سندس اخبار 'ڪرم يوگن' قومي بيداري ۽ احتجاج جي هڪ علامت بڻجي وئي.

اهوئي زمانو هو جڏهن شري شيام سندر چڪرورتي سان منهنجو رابطو قائم ٿيو، جيڪو ان دور جي اهم انقلابي ڪارڪنن مان هو. ان جي معرفت مان ٻين انقلابين سان بہ مليس. مون کي ياد آهي تہ، ٻن يا ٽن موقعن تي شري اربندوگهوش سان بہ ملاقات ٿي. نتيجو هي نڪتو تہ مان انقلابي سياست ڏانهن ڇڪجڻ لڳس ۽ انقلابين

جي هڪ گروهه ۾ شامل ٿي ويس.

انهن ڏينهن ۾ انقلابي گروهه صرف هندن جي وچئين طبقي مان ڀرتي ڪيا ويندا هئا. اصل ۾ سڀ انقلابي گروهه ان وقت سرگرم طور تي مسلمان مخالف هئا. انهن ڏٺو ته برطانوي حڪومت مسلمانن کي هندستان جي سياسي جدوجهد جي خلاف استعمال ڪري رهي آهي ۽ مسلمان حڪومت جي ڪيڏ ڪيڏي رهيا آهن. اوڀر بنگال هڪ جدا صوبو بڻجي ويو هو ۽ بيم فيلڊ فلر جيڪو ان وقت ليفٽيننٽ گورنر هو، ڪليل نموني چوندو هو ته، حڪومت جي نظر ۾ مسلمانن جي حيثيت لاڏلي زال جهڙي آهي. انقلابي اهو محسوس ڪندا هئا ته هندستان جي آزاديءَ ۾ مسلمان هڪ رڪاوٽ آهن ۽ بين رڪاوٽن وانگر انهن کي به رستي تان هٽائڻ گهرجي.

مسلمانن جي لاءِ انقلابين جي ناپسنديدگيءَ جو هڪ ٻيو سبب به هو. حڪومت سمجهندي هئي ته بنگال جي هندن ۾ سياسي بيداري ان حد تائين پهچي چڪي آهي ته، انهن انقلابي سرگرمين کي منهن ڏيڻ جي لاءِ ڪنهن هندو آفيسر تي ڀروسو نه ٿو ڪري سگهجي. تنهنڪري پوليس جي ڳجهي شاخ ۾ صوبي وارو وفاق مان ڪيترائي مسلمان آفيسر گهرائي رکيا ويا. ان جي نتيجي ۾ بنگال جي هندن محسوس ڪرڻ شروع ڪيو ته، مسلمان سياسي آزاديءَ جي به خلاف آهن ۽ هندو فرقي جي به!

جڏهن شيام سندر چڪرورتي ٻين انقلابين سان منهنجو تعارف ڪرايو ۽ منهنجي نَون دوستن اهو ڏٺو ته مان انهن سان گڏجڻ چاهيان ٿو ته اهي تمام گهڻو حيران ٿيا. شروع ۾ انهن مون تي مڪمل ڀروسو نه ڪيو ۽ ڪوشش ڪئي ته مون کي پنهنجي اندروني حلقي کان ٻاهر رکن. پر وقت گذرڻ سان انهن کي پنهنجي غلطيءَ جو احساس ٿيو ۽ مون انهنجو اعتماد حاصل ڪيو. مان انهن سان بحث ڪرڻ لڳس ته مسلمانن کي هڪ فرقي جي طور تي پنهنجو دشمن سمجهڻ انهن جي غلطي آهي. مون انهن کي سمجهايو ته بنگال ۾ هڪ ٻن مسلمانن آفيسرن جي طرفان پنهنجي تجربن جي بنياد تي انهن کي راءِ نه قائم ڪرڻ گهرجي. مصر، ايران ۽ ترڪيءَ ۾ جمهوريت ۽ آزاديءَ لاءِ مسلمان انقلابي سرگرمين ۾ مصروف آهن. هندستان جا مسلمان به، جيڪڏهن اسان انهن ۾ رهي ڪم ڪيون ۽ انهن کي پنهنجو دوست بڻايون ته، اسان جي سياسي جدوجهد ۾ شريڪ ٿي ويندا.

مون اها نشاندهي به ڪئي ته مسلمانن جي سرگرم جار حيت، ايستائين جو انهن جي لاتعلقي به، سياسي آزاديءَ جي جدوجهد کي تمام ڏکيو بڻائي ڇڏيندي. ان ڪري اسان کي ان فرقي جي دوستي ۽ حمايت حاصل ڪرڻ جي هر ممڪن ڪوشش ڪرڻ گهرجي.

ابتدا ۾ ته مان پنهنجي انقلابي دوستن کي ان ڳالهه جو يقين نه ڏياري سگهيس. پر

آهستي آهستي انهن مان ڪجھ ماڻهن منهنجي نقطہ نظر کي قبول ڪيو. ان دوران مون مسلمانن ۾ پنهنجو ڪم بہ شروع ڪيو هو ۽ مون ڏٺو تہ نوجوانن جو هڪ گروھ نون سياسي مرحلن کي هٿ ۾ ڪڻڻ جي لاءِ تيار آهي.

جڏهن مان شروع ۾ انقلابين سان شامل ٿيس تہ مون کي خبر پئي تہ انهن جون سياسي سرگرميون بنگال ۽ بهار تائين محدود آهن. هتي اهو واضح ڪريان تہ بهار ان وقت بنگال جو حصو هو. مون پنهنجي دوستن کي ان ڏانهن ڌيان ڏياريو تہ اسان کي هندستان جي ٻين حصن تائين پنهنجي سرگرمين کي ڦهلائڻ گهرجي. پهرين تہ انهن دل مَن هنيو ۽ اهو چيو تہ انهن جون سرگرميون ڳجهيون آهن، ڪين پنهنجي رابطن کي وسيع ڪرڻ ۾ انديشا آهن جيڪڏهن ٻين صوبن ۾ شاخون قائم ڪيون وين تہ ٿي سگهي ٿو تہ پنهنجي سرگرمين کي راز ۾ رکڻ، جيڪو ڪاميابيءَ جي لاءِ تمام ضروري آهي، ڏکيو ٿي پوي.

پر نيٺ مان انهن کي قائل ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويس ۽ منهنجي انهن سان شامل ٿيڻ جي ٻن ورهين اندر اتر هندستان ۽ بمبئيءَ جي اهم جڳهن تي ڳجهيون تنظيمون قائم ٿي ويون. اهي تنظيمون ڪيئن ترتيب ڏنيون ويون، ان باري ۾ مان ڪيتريون ئي دلچسپ ۽ پرلطف ڪهاڻيون ٻڌائي سگهان ٿو، پر انهن جي پڙهڻ لاءِ پڙهندڙن کي منهنجي آتم ڪٿا جي پهرئين جلد جي تيار ٿيڻ جو انتظار ڪرڻو پوندو، جنهن ۾ اهو سڀ ڪجھ وڌيڪ تفصيل سان بيان ڪيو ويندو.

اهوئي زمانو هو جڏهن مون کي هندستان کان ٻاهر وڃڻ ۽ عراق، مصر، شام ۽ ترڪيءَ جو هڪ دورو ڪرڻ جو موقعو مليو. انهن سڀني ملڪن ۾ فرانسيسيءَ ٻوليءَ سان مون گهڻو چاھ ڏٺو. منهنجي اندر بہ ان ٻوليءَ جو ذوق پيدا ٿيو ۽ مون ان کي سکڻ شروع ڪيو، پر اندازو اهو ٿيو تہ انگريزي تمام تيزيءَ سان وسيع ترين بين الاقوامي ٻولي بڻجي رهي آهي ۽ منهنجي گهڻين ضرورتن جي ڪفالت ڪري سگهي ٿي.

ان موقعي تي مان هڪ غلطيءَ کي درست ڪرڻ چاهيندس، جنهن کي مهاديو ڊيسائي عام ڪيو هو. ان جڏهن منهنجي سوانح عمري لکي تہ، ان گهڻا سوال ترتيب ڏنا ۽ مون کان انهن جي جوابن جي فرمائش ڪئي. هڪ سوال جي جواب ۾ مون چيو تہ، جڏهن منهنجي عمر ويهن ورهين جي ويجهو هئي تہ، مون وچ اوڀر جو هڪ دورو ڪيو ۽ گهڻو وقت مصر ۾ گذاريم. هڪ ٻئي سوال جي جواب ۾ مون اهو چيو هو تہ روايتي تعليم صرف هندستان ۾ ئي غيرتسلي بخش ۽ غيرمؤثر نہ هئي، قاهره جي مشهور جامع الازهر جو حال بہ اهڙوئي هو. مهاديو ڊيسائي ڪنهن نموني ان جو نتيجو اهو ڪڍيو تہ مان مصر پڙهڻ جي لاءِ ويو هئس.

ڳالھ هيءَ آهي تہ مان اتي هڪ ڏينهن جي لاءِ بہ شاگرد نہ رهيس. شايد اها غلطي ان

گمان سبب پيدا ٿي هجي تہ ڪنهن ماڻهوءَ ڪجھ علم حاصل ڪيو آهي تہ لازمي طور تي ڪنهن يونيورسٽيءَ ۾ ويو هوندو. مهاديو ڊيسائيءَ کي جڏهن اها خبر پئي تہ مان هندستان جي ڪنهن بہ يونيورسٽيءَ جو شاگرد نہ رهيو آهيان تہ ان هي سمجھيو تہ مان ضرور الازهر مان ڪا سند حاصل ڪئي هوندي.

1908ع ۾ جڏهن مون قاهره جو سفر ڪيو، ان وقت الازهر جو نظام ايترو ناقص هو جو ان سان نہ تہ ذهن کي تربيت ملندي هئي ۽ نہ ئي قديم اسلامي علمن ۽ فلسفي جو ڪجھ وڌيڪ علم حاصل ٿي سگهندو هو. شيخ محمد عبده ان نظام کي سڌارڻ جي ڪوشش ڪئي هئي، پر پراڻن قدامت پسند عالمن ان جون سڀ ڪوششون ناڪام بڻايون. جڏهن الازهر کي بهتر بنائڻ جون سڀ اميدون ختم ٿي ويون تہ هن قاهره ۾ هڪ نئين ڪاليج، دارالعلوم جي شروعات ڪئي، جيڪو اڃا تائين قائم آهي. جڏهن الازهر جي صورتحال اها هئي تہ ڪوبہ سبب نہ هو تہ مان اتي تعليم جي لاءِ وڃان.

مصر کان مان ترڪي ۽ فرانس ويس ۽ اتان منهنجو ارادو لنڊن وڃڻ جو هو، پر مون کان اهو ٿي نہ سگهيو، ڇو تہ مون وٽ اها خبر پهتي تہ منهنجو والد بيمار آهي، مان پئرس کان واپس اچي ويس ۽ پوءِ گهڻن ورهين تائين لنڊن نہ ڏسي سگهيس.

اهو مان پهرين ئي چئي چڪو آهيان تہ، 1908ع ۾ ڪلڪتي ڇڏڻ کان پهرين ئي منهنجا سياسي خيال انقلابي سرگرمين ڏانهن مائل ٿي چڪا هئا. جڏهن مان عراق آيس تہ ڪجھ ايراني انقلابين سان بہ ملاقات ٿي. مصر ۾ منهنجو رابطو مصطفىٰ ڪمال پاشا جي پوئلڳن سان قائم ٿيو. مان نوجوان ترڪن جي هڪ گروپ سان بہ مليس، جن قاهره ۾ هڪ مرڪز جو بنياد وڌو هو ۽ اتان هڪ هفتيوار اخبار ڪڍي رهيا هئا. مان ترڪي ويس تہ نوجوان ترڪ تحريڪ (Young Turk Movement) جي ڪجھ اڳواڻن سان منهنجي دوستي ٿي وئي. انهن سان خط و ڪتابت جو سلسلو مون هندستان واپس اچڻ کان پوءِ بہ ڪيترن ورهين تائين جاري رکيو.

انهن عرب ۽ ترڪ انقلابين سان رابطي منهنجي سياسي خيالن کي اڃا بہ پختو ڪيو. انهن ان ڳالھ تي حيرت ظاهر ڪئي تہ هندستاني مسلمان يا تہ لاتعلق آهن يا وري قومي مطالبن جي خلاف آهن. انهن جو خيال هي هو تہ هندستان جي مسلمانن کي آزاديءَ جي قومي جدوجهد جي قيادت ڪرڻ گهرجي. ۽ اهي سمجھي نہ سگهيا هئا تہ هندستاني مسلمان پلا انگريزن جا ساٿي بڻجي ڇو رهجي ويا. ان ڳالھ ۾ منهنجو يقين هاڻي اڳي کان وڌي ويو تہ ملڪ جي سياسي آزاديءَ جي ڪم ۾ هندستاني مسلمانن کي تعاون ڪرڻ گهرجي. اهڙا قدم کڻن گهرجن جن سان اها ڳالھ پڪي ٿي وڃي تہ برطانوي حڪومت انهن جو استحصال نہ ڪري سگهندي. مون اها ضرورت محسوس ڪئي تہ

هندستاني مسلمانن ۾ هڪ نئين تحريڪ شروع ڪئي وڃي، ۽ اهو فيصلو ڪيو تـ هندستان واپس اچي مان پهرين ڪان وڌيڪ ڌيان سان سياسي ڪم هٿ ۾ ڪٿندس.

واپسيءَ تي مان پنهنجي مستقبل جي لائحہ عمل تي غور ڪندو رهيس. مان ان نتيجي تي پهتس تـ اسان کي عام راهه هموار ڪرڻ گهرجي ۽ ان جي لاءِ هڪ رسالي جي ضرورت آهي. پنجاب ۽ يوپيءَ مان ڪجھ روزانو، ڪجھ هفتيوار ۽ ڪجھ ماهوار شايع ٿيندا هئا. پر انهن جو معيار گهٽو بلند نـ هو. انهن جو گيٽ اپ ۽ ڇپائي ايتري ئي معمولي هوندي هئي، جيترو انهن جو مواد. اهي ليٿو ۾ ڇپيا ويندا هئا. ان ڪري جديد صحافت جي ڪابہ وصف پنهنجي اندر پيدا نـ ڪري سگهيا، نـ ئي انهن ۾ هاف ٽون تصويرون ڇاپڻ جي اهليت هئي. مون طئہ ڪيو تـ منهنجو رسالو گيٽ اپ جي لحاظ کان بهترين ۽ پنهنجي اپيل جي اعتبار کان طاقتور هوندو. ان کي ٽائيپ ۾ ترتيب ڏنو وڃي ۽ پوءِ ليٿوگرافيءَ جي عمل جي ذريعي ڇاپيو وڃي. اهڙي نموني مون الهلال پريس قائم ڪئي ۽ جون 1912ع ۾ الهلال جو پهريون شمارو شايع ٿيو.

الهلال جي اشاعت اردو صحافت جي تاريخ ۾ هڪ نئين موڙ جي حيثيت رکي ٿي. ان تمام ٿوري عرصي ۾ بي پناه مقبوليت حاصل ڪئي. عوام ان ڏانهن صرف بهترين طباعت ۽ گيٽ اپ جي ڪري ئي مائل نـ ٿيا. پر ان ڪان وڌيڪ پرڪشش انهن جي لاءِ مستحڪم قوميت جو اهو نئون جذبو هو، جنهن جي ترجماني اخبار سان ٿئي پئي. الهلال عوام ۾ هڪ انقلابي هلچل پيدا ڪئي. پهرين ٽن مهينن ۾ الهلال جي کپت ايڏي گهٽي هئي تـ سڀ پراڻا شمارا ٻيهر ڇاپڻا پيا، ڇو تـ هر نئون خريدار مڪمل سيٽ (Set) رکڻ چاهي پيو.

ان وقت مسلم سياست جي اڳواڻي علي ڳڙهه پارٽيءَ جي هٿن ۾ هئي. ان جا ميمبر پاڻ کي سر سيد احمد خان جي پاليسين جو امين سمجهندا هئا. انهن جو بنيادي تصور هي هو تـ مسلمانن کي برطانوي شهنشاهيت جو وفادار ۽ آزاديءَ جي تحريڪ کان لاتعلق هجڻ گهرجي. جڏهن الهلال هڪ نئون نعرو بلند ڪيو ۽ ان جي مقبوليت ۽ اشاعت تيزيءَ سان وڌي تـ انهن ماڻهن محسوس ڪيو تـ انهن جي اڳواڻي خطري ۾ آهي. اهڙي طرح انهن الهلال جي مخالفت شروع ڪئي ۽ ايتري حد تائين هيٺ لهي آيا تـ ايڊيٽر کي قتل جون ڌمڪيون بہ ڏنيون. پراڻي ليڊرشپ جيتري مخالفت ٿيندي پئي وڃي، قوم ۾ الهلال جي مقبوليت اوتري وڌندي پئي وڃي. ٻن ورهين ۾ الهلال جي هفتيوار اشاعت 26,000 ڪاپين تائين پهچي وئي. ايترو تعداد اردو صحافت جي تاريخ ۾ ان وقت تائين ٻڌو بہ نـ ويو هو.

الهلال جي ان ڪاميابيءَ سان حڪومت بہ پريشان ٿي وئي. پريس ايڪٽ تحت انهن ٻن هزار روپين جي ضمانت گهري ۽ سوچيو تـ، ان سان الهلال جي موقف کي دٻايو

ويندو. اهڙي قسم جي هٿ چراند سان مون پنهنجا حوصلا پست ٿيڻ نہ ڏنا. جلدي حڪومت ضمانت جا پئسا ضبط ڪيا ۽ ڏهہ هزار رپين جي هڪ نئين ضمانت گهري. اهو قدم بہ جلدي بي اثر ثابت ٿيو. ان ئي عرصي ۾ 1914ع جي عالمي جنگ شروع ٿي وئي ۽ 1915ع ۾ الهلال پريس ضبط ڪئي وئي. پنج مهينا پوءِ مون البلاغ جي نالي سان هڪ نئين پريس شروع ڪئي ۽ ان نالي سان ئي اخبار ڪڍي. حڪومت هاڻي اهو محسوس ڪرڻ لڳي هئي تہ صرف پريس ايڪٽ جي ذريعي منهنجي سرگرمين کي نہ ٿي روڪي سگهي. اهڙي طرح هاڻي ان 'ڊفينس آف انڊيا ريگيوليشنز' جو سهارو ورتو ۽ اپريل 1916ع ۾ مون کي ڪلڪتي مان شهر بدر ڪيو ويو.

پنجاب، دهلي، يوپي ۽ بمبئيءَ جي حڪومتن ان ئي قانون تحت پنهنجي صوبن ۾ منهنجي داخلا تي پابندي هنئي. صرف هڪ جڳهہ جتي مان وڃي سگهيس پئي اها بهار هئي. اهڙي نموني مان رانچي هليو ويس. وڌيڪ ڇهن مهينن کان پوءِ مون کي رانچيءَ ۾ نظربند ڪيو ويو ۽ 31 ڊسمبر 1919ع تائين حراست ۾ رهيس. پهرين جنوري 1920ع ۾ مون کي ڪجهہ ٻين نظربندن ۽ قيدين سان شاهہ انگلينڊ جي اعلان تحت رهائي ڏني وئي.

ان وقت تائين مهاتما گانڌي هندستان جي سياسي منظرنامي تي ظاهر ٿي چڪو هو. مان جن ڏينهن ۾ رانچيءَ ۾ نظربند هئس، چمپارن جي هارين ۾ پنهنجي ڪم جي سلسلي ۾ مهاتما گانڌي رانچي آيو. هن مون سان ملڻ جي خواهش ظاهر ڪئي، پر بهار جي حڪومت اها اجازت نہ ڏني. ان ڪري جنوري 1920ع ۾ منهنجي رهائيءَ کان پوءِ ئي اهو ممڪن ٿي سگهيو تہ مون دهليءَ ۾ پهريون دفعو هن سان ملاقات ڪئي. هڪ تجويز اها هئي تہ وائسراءِ تائين هڪ وفد موڪليو وڃي تہ جيئن خلافت ۽ ترڪيءَ جي مستقبل بابت هندستاني مسلمانن جي جذبن کان انهن کي آگاهہ ڪيو وڃي. مهاتما گانڌي ڳالهين ۾ شرڪت ڪئي ۽ ان تجويز سان پنهنجي مڪمل همدردي ۽ دلچسپيءَ جو اظهار ڪيو. ان مسئلي ۾ هن پاڻ کي مسلمانن سان لاڳاپا رکڻ تي پنهنجي آمادگيءَ جو اعلان ڪيو. 20 جنوري 1920ع تي دهليءَ ۾ هڪ ميٽنگ ٿي. مهاتما گانڌيءَ کان سواءِ لوڪ مانيہ تلڪ ۽ ٻين ڪانگريسي ليڊرن بہ خلافت جي سوال تي هندستاني مسلمانن جي موقف جي حمايت ڪئي.

وفد وائسراءِ سان ملاقات ڪئي. مون عرضداشت تي صحي تہ ڪئي هئي، پر مان وفد سان گڏ نہ ويو هيس، ڇو تہ منهنجو خيال هي هو تہ هاڻي معاملا عرضداشت ۽ وفدن جي منزل کان اڳتي نڪري ويا آهن. پنهنجي جواب ۾ وائسراءِ چيو تہ حڪومت ضروري سهولتون مهيا ڪندي، جيڪڏهن هڪ وفد لنڊن موڪليو وڃي تہ جيئن برطانوي حڪومت جي آڏو مسلمانن جو نقطہ نظر پيش ڪري سگهجي. هن پنهنجي طور تي ڪابہ ڪارروائي ڪرڻ کان معذوري ڏيکاري.

هاڻي سوال هي هو تہ، اڳتي وڪ ڪهڙي هجڻ گهرجي؟ هڪ ميٽنگ ڪئي وئي، جنهن ۾ مسٽر محمد علي جناح، مسٽر شوڪت علي، حڪيم اجمل خان ۽ فرنگي محل لکنوءَ جو مولوي عبدالباري بہ موجود هو. مهاتما گانڌي پنهنجو عدم تعاون جو پروگرام پيش ڪيو. ان چيو تہ، وفد ۽ عرضداشتن جا ڏينهن ختم ٿي چڪا آهن. اسان کي حڪومت کان سڄو تعاون واپس وٺڻ گهرجي ۽ اهو ئي واحد طريقو آهي، جيڪو حڪومت کي اسان سان معاملو ڪرڻ تي مجبور ڪري سگهي ٿو. ان مشورو ڏنو تہ سڀ سرڪاري خطاب موٽايا وڃن، قانوني عدالتن ۽ تعليمي ادارن جو بائيڪاٽ ڪيو وڃي، هندستاني نوڪرين تان استعفيٰ ڏين ۽ نئين قانون ساز مجلسن ۾ ڪو بہ حصو وٺڻ کان انڪار ڪن.

جيئن ئي مهاتما گانڌيءَ پنهنجي تجويز بيان ڪئي، مون کي ياد آهي تہ اهو ئي پروگرام هو جنهن جو خاڪو ٽالسٽاءِ ڪجهہ ورهيہ اڳ مرتب ڪيو هو. 1901ع ۾ هڪ انارڪسٽ اٽليءَ جي بادشاهہ تي حملو ڪيو هو. ٽالسٽاءِ انارڪسٽن جي نالي هڪ کليل خط موڪليو هو تہ تشدد جو طريقو اخلاقي طور تي غلط ۽ سياسي طور تي تقريباً بي سود آهي. جيڪڏهن هڪ ماڻهوءَ کي قتل ڪيو ويو تہ ڪو ٻيو ان جي جڳهہ وٺندو. اصل ۾ تشدد هميشہ ڦهرين کان وڌيڪ تشدد جي راهہ ڏيکاريندو آهي.

هڪ يوناني حڪايت مطابق قتل ٿيڻ واري هر سپاهيءَ جي رت مان 999 نوان سپاهي پيدا ٿيندا آهن. سياسي قتل ۾ ملوث ٿيڻ عفريت جي ڏندن جو فصل پوکڻو آهي. ٽالسٽاءِ مشورو ڏنو تہ ڪنهن جابر حڪومت کي بيوس ڪرڻ جو مناسب طريقو هي آهي تہ ٽيڪس ادا ڪرڻ کان انڪار ڪيو وڃي. سيني نوڪرين تان استعفيٰ ڏني وڃي ۽ اهڙا ادارا جيڪي حڪومت جي حمايت ڪن ٿا، انهن جو بائيڪاٽ ڪيو وڃي. سندس خيال هو تہ ان قسم جا پروگرام ڪنهن بہ حڪومت کي مفاهمت جو رستو اختيار ڪرڻ تي مجبور ڪري سگهن ٿا. مون کي اهو بہ ياد آهي تہ مون الهلال جي ڪجهہ مضمونن ۾ ان سان ملندڙ جلندڙ پروگرامن جي تجويز رکي هئي.

ٻين ان تجويز تي پنهنجي ردعمل جو اظهار پنهنجي پنهنجي ذهني پسمنظر مطابق ڪيو. حڪيم اجمل خان چيو تہ، هن پروگرام تي غور ڪرڻ جي لاءِ ڪجهہ وقت گهرجي. ان وقت تائين هو ٻين کي بہ ڪو مشورو نہ ڏيندو، جيستائين هو پاڻ ان پروگرام کي قبول ڪرڻ جي لاءِ راضي نہ ٿي وڃي. مولوي عبدالباري چيو تہ، مهاتما گانڌيءَ جي تجويزن بنيادي سوال اٿاريا آهن ۽ هو انهن جو ڪو بہ جواب نہ ٿو ڏئي سگهي، ايستائين جو مراقبي مان کيس ڪا غيبي هدايت نہ ملي وڃي.

محمد علي ۽ شوڪت علي چيو تہ، هو مولوي عبدالباريءَ جي فيصلي تائين انتظار ڪندا. ان کان پوءِ گانڌيءَ مون ڏانهن ڏٺو. مون هڪ گهڙيءَ جي هٻڪ کان سواءِ چيو

تہ پروگرام مونکي منظور آهي. جيڪڏهن ماڻهو حقيقي طور تي ترڪيءَ جي مدد ڪرڻ چاهين ٿا تہ گانڌيءَ جي مرتب ڪيل پروگرام جو ڪو بہ بدل نہ آهي.

ڪجھ هفتن کانپوءِ، ميرٺ ۾ هڪ خلافت ڪانفرنس رکي وئي. اها ئي ڪانفرنس هئي جنهن ۾ گانڌي هڪ عوامي پليٽ فارم تان پهريون دفعو عدم تعاون جي پروگرام جي تلقين ڪئي. هو ڳالهائي چڪو تہ مون تقرير ڪئي ۽ سندس غيرمشروط حمايت جو اعلان ڪيو.

سيپٽمبر 1920ع ۾ گانڌيءَ جي تيار ڪيل لائحہ عمل تي غور ڪرڻ جي لاءِ ڪلڪتي ۾ ڪانگريس جو هڪ خاص اجلاس ٿيو. مهاتما گانڌيءَ چيو تہ، جيڪڏهن اسان آزادي حاصل ڪرڻ چاهيون ٿا تہ ۽ اطمينان سان خلافت جو مسئلو حل ڪرڻ چاهيون ٿا تہ عدم تعاون جو پروگرام ضرور ڪرڻ گھرجي.

لالا لجپت راءِ ان اجلاس جو صدر هو ۽ مسٽر سي- آر- داس ان جي مشهور شخصيتن مان هو. انهن مان ڪنهن بہ گانڌيءَ سان اتفاق نہ ڪيو. بپن چندر پال هڪ پرجوش تقرير ڪئي ۽ چيو تہ برطانوي حڪومت سان لڙائيءَ جو بهترين هٿيار هي آهي تہ، برطانوي شين جو بائيڪاٽ ڪيو وڃي. گانڌيءَ جي پروگرام جي ٻين نقطن تي ان کي وڌيڪ ڀروسو نہ هو. انهن جي مخالفت جي باوجود عدم تعاون تحريڪ جي قرارداد وڏي اڪثريت سان منظور ڪئي وئي.

ان کانپوءِ ملڪ کي عدم تعاون جي پروگرام جي لاءِ تيار ڪرڻ لاءِ تفصيلي دورا ڪيا ويا. گانڌيءَ ڊگھا سفر ڪيا. مان گھڻو وقت ان سان گڏ رهيس ۽ محمد علي ۽ شوڪت علي بہ ڪيترائي دفعا سفر ۾ اسان سان گڏ رهيا. ڊسمبر 1920ع ۾ ڪانگريس جو ساليانو اجلاس ناگپور ۾ ٿيو. ان وقت تائين ملڪ جو مزاج بدلجي چڪو هو. مسٽر سي- آر- داس ڪُلم ڪلا عدم تعاون جي پروگرام جي حمايت ڪري بيو. لالا لجپت راءِ شروع ۾ تہ ڪجھ خلاف رهيو، پر جڏهن ان ڏٺو تہ پنجاب جا سڀ ميمبر گانڌيءَ جي حق ۾ آهن تہ هو بہ اسان سان شامل ٿي ويو. اهو ئي اهو اجلاس هو جنهن ۾ مسٽر جناح ڪانگريس کان علحدگي اختيار ڪئي.

حڪومت سڄي ملڪ مان اڳواڻن کي گرفتار ڪري پنهنجي غم ۽ غصي جو اظهار ڪيو. بنگال ۾ سڀ کان پهرين گرفتار ٿيڻ وارن ۾ سي- آر- داس هو. سڀاش چندر بوس ۽ بريندر ناٿ سسمال بہ اسان سان جيل ۾ مليا. اسان سيني کي علي پور سينٽرل جيل جي يورپين وارڊ ۾ رهايو ويو، جيڪو سياسي بحث مباحثي جو مرڪز بڻجي ويو هو.

مسٽر سي- آر- داس کي ڇهن مهينن جي سزا ملي هئي. مون تي گھڻي وقت تائين مقدمو هلندو رهيو ۽ آخرڪار مونکي هڪ ورهيہ جي سزا ٻڌائي وئي. واقعو هي آهي تہ،

مون کي پهرين جنوري 1930ع تائين رها نہ ڪيو ويو. مسٽر سي- آر- داس کي پهرين ئي ڇڏيو ويو هو ۽ ان ڪانگريس جي گيا سيشن جي صدارت ڪئي هئي. ان سيشن ۾ ڪانگريسي اڳواڻن ۾ شديد اختلاف راءِ جو اظهار ٿيو. مسٽر سي- آر- داس، موتي لال نهرو ۽ مسٽر اجمل خان سوراج پارٽي جوڙي ۽ ڪائونسل ۾ داخلا جو پروگرام پيش ڪيو. جنهن جي گانڌيءَ جي ڪٽرپوئلڳن مخالفت ڪئي.

اهڙيءَ طرح ڪانگريس ٻن حصن ۾ ورهائجي وئي. هڪ حصو تبديليءَ جي مخالفن جو هو ۽ ٻيو تبديليءَ جي حمايتين جو. مان جڏهن جيل کان ٻاهر آيس تہ ڪوشش ڪيم تہ ٻنهي گروهن ۾ مفاهمت جو ڪو رستو نڪري اچي. ۽ سيپٽمبر 1923ع جي ٽين واري ڪانگريس جي خاص اجلاس ۾ اسان هڪ ناهہ ڪرائڻ ۾ ڪامياب ٿياسين. ان وقت منهنجي عمر پنجٽيهہ ورهيہ هئي ۽ مون کي ان اجلاس جي صدارت ڪرڻ جي لاءِ چيو ويو هو. ماڻهن جي خيال ۾ ڪانگريس جو صدر چونڊجڻ وارو مان سڀ کان ننڍي عمر وارو ماڻهو هئس.

1923ع کان پوءِ ڪانگريس جون سرگرميون خاص طور تي سوراج پارٽيءَ جي هٿن ۾ هيون. تقريباً سڀني قانون ساز مجلسن ۾ ان کي زبردست اڪثريت ملي وئي ۽ پارلياماني محاذ تي بہ ان پنهنجي لڙائي جاري رکي. اهي ڪانگريسي جيڪي سوراج پارٽيءَ کان ٻاهر هئا، انهن پنهنجو تعميري پروگرام جاري رکيو. پر اهي سوراج پارٽيءَ جهڙي عوامي حمايت حاصل نہ ڪري سگهيا. اهڙا تمام گهڻا واقعا ٿيا، جن هندستاني سياست جي مستقبل جي ارتقا تي اثر وڌو. پر ان بابت وڌيڪ تفصيلن جي لاءِ مون کي پڙهندڙن کي اها درخواست ڪرڻي پوندي تہ اهي منهنجي آتم ڪٿا جي پهرئين جلد جي ڇپجڻ جو انتظار ڪن.

1928ع ۾ سائمن ڪميشن جي تقرريءَ ۽ ان جي هندستان اچڻ سان سياسي جوش ۽ جذبو وڌندو رهيو. 1929ع ۾ ڪانگريس آزاديءَ جي قرارداد پاس ڪئي ۽ برطانوي حڪومت کي اهو نوٽيس موڪليو تہ، جيڪڏهن ان قومي مطالبي کي منظور نہ ڪيو ويو تہ هڪ ورهيہ کان پوءِ اهي حڪومت جي خلاف هڪ عوامي تحريڪ شروع ڪندا. انگريزن اسان جو اهو مطالبو ٺڪرائي ڇڏيو ۽ 1930ع ۾ ڪانگريس اعلان ڪيو تہ، لوڻ جا قانون ٽوڙيا ويندا. لوڻ جي تحريڪ جڏهن شروع ٿي تہ گهڻن ماڻهن کي ان جي ڪاميابيءَ تي شڪ هو. پر تحريڪ ۾ جيڪا شدت پيدا ٿيندي وئي، ان حڪومت ۽ عوام ٻنهيءَ کي حيران ڪيو. حڪومت ان جي خلاف سخت ڪارروائي ڪئي ۽ ڪانگريس کي قانون ٽوڙيندڙ جماعت قرار ڏنو ۽ ڪانگريس جي صدر ۽ ورڪنگ ڪميٽيءَ جي ميمبرن جي گرفتاريءَ جو حڪم جاري ڪيو.

ان چئلينج جو مقابلو اهڙي نموني ڪيو ويو تہ، ڪانگريس جي هر صدر کي

پنهنجو جانشين مقرر ڪرڻ جا اختيار ڏنا ويا. مون کي هڪ صدر چونڊيو ويو ۽ مون پنهنجي ورڪنگ ڪميٽي جوڙي. پنهنجي گرفتاريءَ کان اڳ مون ڊا ڪٽر انصاريءَ کي پنهنجو جانشين مقرر ڪيو. پهرين تہ هو تحريڪ ۾ شامل ٿيڻ تي راضي نہ هو، پر مان ان کي راضي ڪرڻ ۾ ڪامياب ويس. اهڙي طرح اسان حڪومت کي ڊوڪو ڏئي پنهنجي تحريڪ کي جاري رکي سگهياسين.

منهنجي گرفتاريءَ جو فيصلو هڪ تقرير جي بنياد تي ڪيو ويو، جيڪا مون ميرٺ ۾ ڪئي هئي. اهڙيءَ طرح مون کي تقريباً ڏيڍ ورهيہ ميرٺ جيل ۾ رکيو ويو.

ان جدوجهد جي هڪ ورهيہ کان ڪجھ مٿي جو عرصو جاري رهڻ کان پوءِ لارڊ ارون مهاتما گانڌيءَ ۽ ورڪنگ ڪميٽيءَ جي ٻين ميمبرن کي آزاد ڪيو. پهرين اسان الہ آباد ۾ ملياسين، پوءِ دهليءَ ۾، ۽ گانڌي- ارون ناهہ تي صحيحون ٿي ويون. نتيجي طور ڪانگريسين جي عام رهائي ۽ گول ميز ڪانفرنس ۾ ڪانگريس شرڪت ڪئي. گانڌيءَ کي اسان جي واحد ترجمان طور موڪليو ويو، پر ڳالهين مان ڪجھ حاصل نہ ٿيو ۽ مهاتما گانڌي هٿين خالي موٽي آيو.

لنڊن کان واپسيءَ تي گانڌيءَ کي ٻيهر گرفتار ڪيو ويو ۽ جبر جي هڪ نئين پاليسي شروع ڪئي وئي. لارڊ ولنگڊن نئون وائسراءِ هو ۽ ان سيني ڪانگريسين جي خلاف سخت ڪارروائي ڪئي. مان دهليءَ ۾ هئس ۽ مون کي هڪ ورهيہ کان وڌيڪ عرصي جي لاءِ دهلي جيل ۾ رکيو ويو. ان عرصي ۾ هندستان جي سياسي تاريخ ۾ ڪيترائي اهم واقعا ٿيا، پر انهن جي تفصيل جي لاءِ بہ پڙهندڙن کي پهرئين جلد جو انتظار ڪرڻو پوندو.

1935ع ۾ گورنمينٽ آف انڊيا ايڪٽ پاس ڪيو ويو، جنهن ۾ صوبائي خودمختياريءَ ۽ مرڪز ۾ هڪ وفاقي حڪومت جي قيام جي منظوري ڏني وئي. هتان ئي ان ڪهاڻيءَ جي شروعات ٿئي ٿي، جنهن کي مان هن ڪتاب ۾ بيان ڪرڻ چاهيان ٿو.

# ڪانگريس اقتدار ۾

صوبائي خودمختياريءَ ملڻ ڪانپوءِ جيڪي پهريون چونڊون ٿيون، ان ۾ ڪانگريس وڏي اڪثريت سان ڪٽيو. وڏن صوبن مان پنجن ۾ ان کي مڪمل اڪثريت ملي وئي ۽ چئن صوبن ۾ اها اڪيلي سڀ کان وڏي پارٽي هئي. صرف پنجاب ۽ سنڌ ۾ ائين ٿيو ته ڪانگريس کي ڪجهه گهٽ ڪاميابي ملي.

ڪانگريس جي اها ڪامرانيءَ اسان کي ان حقيقت جي مقابلي ۾ رکي ڏسڻ گهرجي ته شروع ۾ ته اها چونڊون وڙهڻ جي لاءِ به هٻڪي رهي هئي. 1935ع جي گورنمينٽ آف انڊيا ايڪٽ ۾ مڪمل صوبائي خودمختياريءَ جو لحاظ رکيو ويو هو، پر ان مرهم ۾ هڪ مک به پيل هئي. گورنرن کي خاص اختيار ڏنا ويا هئا ته اهي ايمرجنسي نافذ ڪري سگهن ٿا ۽ هڪ دفعو ائين ڪندي ئي انهن کي اهو حق ملي ويندو هو ته، آئين کي معطل ڪن ۽ سڀني اختيارن تي قبضو ڪري ويهن. اهڙيءَ طرح صوبن ۾ جمهوريت ان وقت تائين هلي سگهندي هئي. جيستائين گورنر ان جي اجازت ڏي. جيستائين مرڪزي حڪومت جو تعلق آهي، صورتحال تمام خراب هئي. ايستائين ته ان ڳاله جي ڪوشش ٿي رهي هئي ته، به عملي اصول کي جيڪو صوبن ۾ اڳ ۾ ئي بدنام ٿي چڪو هو، نئين سري سان لاڳو ڪيو وڃي. اهڙيءَ طرح نه صرف اهو ته مرڪزي حڪومت هڪ ڪمزور وفاق بڻجي وڃي ها پر ان جو جهڪاءُ رياست جي والين ۽ مفادپرستن ڏانهن به ٿي وڃي ها. ان کان عام طور تي اها ئي توقع ڪئي ويندي هئي ته اهي ملڪ جي انگريز حڪمرانن جو ساٿ ڏيندا.

ان ڪري هي واقعو حيران ڪندڙ نه آهي ته، ڪانگريس جيڪا ملڪ جي مڪمل آزاديءَ لاءِ جدوجهد ڪري رهي هئي، ان جي لاءِ هي انتظام قابل قبول نه هو. مرڪزي حڪومت جي لاءِ جنهن قسم جو وفاق سوچيو ويو هو، ڪانگريس صاف لفظن ۾ ان جي مذمت ڪئي. گهڻن ڏينهن تائين ڪانگريس ورڪنگ ڪميٽي صوبائي خودمختياريءَ کي تسليم ڪرڻ جي به خلاف رهي. منهنجو هي خيال هو ته، چونڊن جو بائيڪاٽ ڪرڻ غلط ٿيندو. جيڪڏهن ڪانگريس اهو ڪري ويني ته گهٽ وٺندڙ عنصر مرڪزي ۽ صوبائي قانون ساز مجلس تي قبضو ڪري ويندا ۽

هندستاني عوام جا ترجمان بڻجي ويندا. ان کان سواءِ چونڊن جي مهم عوام کي هندستاني سياست جي بنيادي اصولن جو درس ڏيڻ جو هڪ شاندار موقعو بہ پيدا ڪيو هو. آخر ۾ اهو نقطہ نظر جنهن جي نمائندگي مان ڪري رهيو هئس، تسليم ڪيو ويو ۽ ڪانگريس چونڊن ۾ حصو ورتو. جنهن جي نتيجن ڏانهن مان اڳ ۾ ئي اشارو ڪري چڪو آهيان.

هاڻي ڪانگريس جي قيادت ۾ نوان اختلاف پيدا ٿيا. اهڙا ماڻهو جن چونڊن ۾ حصو ورتو هو، انهن جو هڪ حصو ان ڳالهہ جي مخالفت ڪري رهيو هو تہ ڪانگريس جا نمائندا اقتدار حاصل ڪن. انهن جو دليل هي هو تہ خاص اختيار گورنرن جي لاءِ محفوظ آهن، ان ڪري صوبائي خودمختياري هڪ مذاق آهي. اهڙي طرح ڪانگريسي وزارتن جو انحصار گورنرن جي مرضيءَ تي آهي. جيڪڏهن ڪانگريس پنهنجي چونڊ واعدن کي پورو ڪرڻ چاهي ٿي تہ گورنرن سان ان جو ٽڪراءُ ضرور ٿيندو. ان ڪري انهن جي حجت هيءَ هئي تہ ڪانگريس کي قانون ساز مجلس ۾ رهي ڪري آئين کي ٽوڙڻ جي ڪوشش ڪرڻ گهرجي. ان مسئلي تي بہ اسان مان ڪجهہ ماڻهو مختلف نقطہ نظر رکن پيا ۽ اسان جو چوڻ هي هو تہ صوبائي حڪومتن کي جيڪي اختيار ڏنا ويا آهن، انهن کي پوري نموني لاڳو ڪرڻ گهرجي. جيڪڏهن گورنرن سان ٽڪراءَ جي ڪا صورت پيدا ٿئي تہ ان کي موقعي جي تقاضائن مطابق منهن ڏنو وڃي. پنهنجي اقتدار جو حقيقي استعمال ڪرڻ کان سواءِ ڪانگريس جي پروگرام کي هلائي نہ ٿو سگهجي. ٻئي طرف جيڪڏهن ڪنهن وڏي مسئلي کي ڪٽي، ڪانگريسين کي وزارتون ڇڏڻيون پيون تہ ان سان عوام جي ذهنن تي ڪانگريس جي پڪڙ مضبوط ترين ٿي ويندي.

اِجا اهو بحث جاري هو تہ سيني صوبن ۾ ڪڇيون وزارتون جوڙيون ويون. انهن کي غير ڪانگريسين يا ڪجهہ صورتن ۾ ڪانگريس مخالف عنصرن جوڙيو هو. اقتدار کي قبول ڪرڻ جي سلسلي ۾ ڪانگريس جي هيڪ سان فقط اهو نہ تہ ڪانگريس جي اندروني اختلافن جي نشاندهي ٿئي پئي، پر ان کان وڌيڪ خراب اهو ٿيو تہ رجعت پسند طاقتن کي پنهنجي ناڪاميءَ جي احساس تي ڪنٽرول ڪرڻ ۽ پنهنجي وڃايل زمين کي وري حاصل ڪرڻ جو موقعو ملي ويو. وائسراءِ سان ڊگهي ڳالهہ ٻولهہ جي وقت اها ضمانت وٺڻ جي ڪوشش ڪئي وئي تہ گورنر وزارتن جي ڪم ۾ مداخلت نہ ڪندا. انهن بحثن جو هڪ نتيجو هي نڪتو تہ آخر ۾ ڪانگريس اقتدار پنهنجي هٿن ۾ وٺڻ منظور ڪيو. پهرين ان اهڙين رياستن ۾ جتي انهن کي پارلياماني اڪثريت حاصل هئي، اها واڪ ڪنئي ۽ آخر ۾ جتي بہ ممڪن ٿي سگهيو.

اهو پهريون موقعو هو، جڏهن ڪانگريس انتظامي ذميواري سنڀالي رهي هئي. اهڙي نموني اها ڪانگريس لاءِ آزمائش بہ هئي ۽ ماڻهو ان ۾ اميدون رکي ويٺا تہ اها

تنظيم پنهنجي قومي ڪردار جو حق ڪهڙي طرح ادا ڪري ٿي. ڪانگريس جي خلاف مسلم ليگ جي خاص پروپئگنڊا هيءَ هئي تہ ڪانگريس صرف نالي ماتر قومي جماعت آهي. عام لفظن ۾ ڪانگريس جي مذمت ڪي نا ڪافي سمجهي ليگ اهو الزام بہ لڳايو تہ ڪانگريسي وزارتون اقليتن تي ظلم ڪري رهيون آهن. ان هڪ ڪميٽي مقرر ڪئي، جنهن هڪ رپورٽ پيش ڪئي. ان رپورٽ ۾ مسلمانن ۽ ٻين اقليتن سان هر نموني جي غير منصفاتي ورتاءُ جو الزام لڳايو ويو هو.

مان پنهنجي ذاتي معلومات جي بنياد تي اهو چئي سگهان ٿو تہ، اهي سڀ الزام بلڪل بي بنياد هئا. مختلف صوبن جي گورنرن ۽ وائسراءِ جو بہ ان سلسلي ۾ اهو ئي خيال هو. اهڙيءَ طرح ليگ جي تيار ڪيل رپورٽ باشعور ماڻهن کي ذرو بہ قائل نہ ڪري سگهي.

مسلم ليگ جون ڦهلايل زيادتين جون ڪهاڻيون انهن جي ذهن جي پيداوار هيون، پر ان وقت بہ اهڙا واقعا ٿيا جن رياستي ڪانگريس ڪميٽين جي رويي بابت هڪ خراب تاثر قائم ڪيو. مون کي ڏک سان اهو اعتراف ڪرڻو پوي ٿو تہ، بهار ۽ بمبئي ٻنهيءَ ۾ ڪانگريس پنهنجي قوميت جي امتحان ۾ پوري نموني سرخرو نہ ٿي سگهي. ڪانگريس هڪ قومي تنظيم جي طور تي اڀري هئي ۽ ان کي اهو موقعو مليو هو تہ مختلف فرقن جي ماڻهن جي قيادت ڪري سگهي. بمبئيءَ ۾ مسٽر نريمان ڪانگريس جو مقامي اڳواڻ هو. جڏهن صوبائي حڪومت جوڙڻ جو سوال اٿيو تہ عام سوچ اها هئي تہ، پنهنجي مرتبي ۽ رڪارڊ جي ڪري مسٽر نريمان کي قيادت سنڀالڻ لاءِ چيو ويندو. ان جو مطلب هي هجي ها تہ ڪانگريس اسيمبلي پارٽيءَ جي ميمبرن ۾ هندن جي اڪثريت آهي، پر هڪ پارسيءَ کي وزير اعليٰ بڻايو ويندو. سردار پٽيل ۽ ان جا ساٿي ان صورتحال کي قبول نہ ڪري سگهيا ۽ انهن سوچيو تہ ان اعزاز کان ڪانگريس جي هندو حمايتن کي محروم ڪرڻ، انهن سان ناانصافي ٿيندي. اهڙي طرح مسٽر بي- جي- کير کي اڳيان آندو ويو ۽ ان کي بمبئيءَ ۾ ڪانگريس اسيمبلي پارٽيءَ جو اڳواڻ چونڊيو ويو.

ان فيصلي سان مسٽر نريمان جو پريشان ٿيڻ فطري هو، ان ڪانگريس ورڪنگ ڪميٽي آڏو هي سوال اٿاريو. ان وقت جواهر لال نهرو صدر هو ۽ فرقيوارائي عصبيت کان ان جي مڪمل پرهيز سبب گهڻن کي اميد هئي تہ هو نريمان سان ٿيندڙ زيادتيءَ جو تدارڪ ڪندو، پر بدقسمتيءَ سان اهو ٿي نہ سگهيو. جواهرلال ڄاڻي پيو تہ ماڻهو ان کي سردار پٽيل جو هڪ نقاد ۽ مخالف جي طور تي ڏسن ٿا، پر ان ڪو بہ اهڙو ڪم ڪرڻ پسند نہ ڪيو، جيڪو سردار پٽيل جي دوستن کي جواهرلال تي اعتراض جو موقعو فراهم ڪري. ان ڪري ان پٽيل کي خوش رکڻ جي ڪوشش

ڪئي ۽ نريمان جي اپيل مسترد ڪئي. ائين محسوس ٿئي پيو ته هو ان ڳالهه کي ثابت ڪرڻ چاهي پيو ته پنهنجي صدارت ۾ سردار پٽيل تي هو ڪو الزام اچڻ نه ڏيندو.

نريمان کي جواهر لال جي رويي تي حيراني ٿي. خاص طور تي ان ڪري ته جواهر لال سختيءَ جو رويو رکيو هو ۽ ورڪنگ ڪميٽيءَ جي ميٽنگ ۾ ان کي دابو ڏئي خاموش ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. نريمان گانڌيءَ ڏانهن پنهنجو معاملو موڪليو. گانڌي صبر سان ٻڌندو رهيو ۽ هدايت ڏني ته ڪنهن وچئين ماڻهوءَ جي ذريعي سردار پٽيل خلاف الزام جي ڪوجنا ڪرائي وڃي.

نريمان پاڻ پارسي هو، سردار پٽيل ۽ ان جي دوستن سمجهيو ته انڪوائريءَ جو ڪم ڪنهن پارسيءَ کي ئي سونپيو ويندو. انهن پنهنجي اها چال سوچي سمجهي تيار ڪئي هئي ۽ مقدمو اهڙي طرح ترتيب ڏنو هو جيئن اصل معاملا صاف ظاهر نه ٿي سگهن. وڏيڪ اهو ته انهن مختلف طريقن سان پنهنجا اثر رسوخ استعمال ڪيا ته جيئن ويچارو نريمان انڪوائري شروع ٿيڻ کان اڳ ئي مقدمو هارائي وڃي. آخرڪار فيصلو اهو ئي ٿيو. سردار پٽيل جي خلاف ڪو به الزام ثابت نه ٿيو.

ڪو به ماڻهو جيڪو اندر جي ڪهاڻي ڄاڻي پيو، ان فيصلي سان مطمئن نه ٿيو. اسان سڀنيءَ کي خبر هئي ته سردار پٽيل جي فرقيوارانن مطالبن جي لاءِ سچائيءَ کي قربان ڪيو ويو آهي. نريمان ويچاري جي دل ڀڄي پئي ۽ ان جي عوامي زندگي ختم ٿي وئي.

اهڙو ئي هڪ قصو بهار ۾ به ٿيو. جنهن وقت چونڊون ٿيون، ڊاڪٽر سيد محمود صوبي جو سڀ کان وڏو اڳواڻ هو. هو آل انڊيا ڪانگريس ڪميٽيءَ جو هڪ جنرل سيڪريٽري به هو ۽ اهڙي نموني هن کي صوبي ۾ به حيثيت حاصل هئي ۽ ٻاهر به. ڪانگريس کي جڏهن مڪمل اڪثريت حاصل ٿي ته اهو طئه سمجهيو ويو ته صوبائي خودمختياريءَ تحت سيد محمود کي اڳواڻ چونڊيو ويندو ۽ بهار جو وزير اعليٰ بڻايو ويندو. ان جي ابتڙ ٿيو هي ته، شري ڪرشن سنها ۽ انوگره نارائڻ سنها جيڪي مرڪزي اسيمبليءَ جا ميمبر هئا، انهن کي بهار واپس گهرايو ويو ۽ وزارت اعليٰ جي لاءِ انهن کي تيار ڪيو ويو. ڊاڪٽر راجندر پرساد بهار ۾ اهو ئي رول ادا ڪيو جيڪو سردار پٽيل بمبئيءَ ۾ ڪيو هو. بهار ۽ بمبئيءَ ۾ فرق صرف ايترو رهيو ته جڏهن شري ڪرشن سنها حڪومت جوڙي ته ڊاڪٽر سيد محمود کي به ڪابينه ۾ جڳهه ڏني وئي.

انهن ٻنهي واقعن ان زماني ۾ هڪ بدمزگي پيدا ڪئي. پوئتي نظر ڪري ڏسان ٿو ته، اهو محسوس ڪرڻ کان سواءِ نه ٿو رهي سگهان ته ڪانگريس جن مقصدن جي دعويدار رهئي، انهن تي عمل نه ڪري سگهي. افسوس سان هي تسليم ڪرڻو پوي ٿو ته ڪانگريس جي فوقيت ان حد تائين نه پهچي سگهي هئي جتي فرقيورانين مصلحتن کي

نظرانداز ڪري سگهي ۽ اڪثريت يا اقليت جي سوال ۾ اتڪن ڪان سواءِ اڳواڻن جي چونڊ صرف اهليت جي بنياد تي ڪري سگهي.

جڏهن مان مسٽر نريمان ۽ ڊاڪٽر سيد محمود سان ٿيڻ واري سلوڪ بابت سوچيان ٿو تہ، منهنجو ذهن مسٽر سي- آر- داس ڏانهن وڃي ٿو. جيڪو تحريڪ عدم تعاون سان ايرن وارين سڀ ڪان طاقتور شخصيتن مان هڪ هو. اسان جي قومي جدوجهد جي تاريخ ۾ مسٽر داس هڪ تمام خاص حيثيت جو مالڪ هو. هو هڪ وڏي نظر ۽ وسيع تخيل رکڻ وارو انسان هو. ان سان گڏ هو هڪ عملي ذهن بہ رکندڙ هو، جيڪو هر سوال جو جائزو هڪ حقيقت پسندانہ نقطہ نظر سان وٺندو هو. هن ۾ پنهنجي خيالن جي اظهار جو حوصلو بہ هو ۽ جنهن ڳالہ کي صحيح سمجهندو هو، ان جي لاءِ بي خوفيءَ سان اٿي کڙو ٿيندو هو. جنهن وقت گانڌيءَ عدم تعاون جي تحريڪ شروع ڪئي، مسٽر داس پهرين ان پروگرام جي مخالفت ڪئي هئي.

1920ع جي ڪلڪتي جي خاص اجلاس ۾ ان ڳالہ جي اڏ ذميواري هن جي مخالفت تي عائد ٿئي ٿي تہ ان سلسلي ۾ ڪو بہ قطعي فيصلو چو نہ ٿي سگهيو. هڪ ورهيہ ڪان پوءِ جڏهن ناگپور ۾ ڪانگريس جو اجلاس ٿيو تہ هو اسان سان شامل ٿي ويا ۽ عدم تعاون جو پروگرام منظور ڪيو ويو. ڪلڪتي بار ۾ مسٽر داس جي شاندار پريڪٽس هئي ۽ هو ملڪ جي سڀ ڪان ڪامياب وڪيلن مان هڪ هو. پنهنجي تعيش پسنديءَ جي ڪري گهڻو مشهور هو، پر هن هڪ گهڙيءَ جي هبڪ ڪان سواءِ پريڪٽس ڇڏي ڏني. ڪاڏي پائڻ لڳو ۽ پنهنجو پاڻ کي مڪمل طور تي ڪانگريس جي تحريڪ جي حوالي ڪري ڇڏيائين. مان ان ڪان گهڻو متاثر هئس ۽ ان کي پنهنجي قومي بيداريءَ جي تاريخ ۾ سڀ ڪان طاقتور انسانن ۾ شمار ڪيان ٿو.

جيئن مون عرض ڪيو تہ ڊاڪٽر داس هڪ عملي ذهن رکندڙ هو. سياسي سوالن تي هو ان زاويي سان نظر وجهندو هو تہ ان ۾ مناسب ڇا آهي ۽ قابل عمل ڇا آهي؟ سندس خيال هو تہ جيڪڏن هندستان کي ڳالهين جي ذريعي آزادي وٺڻي آهي تہ اسان کي وک وک تي اڳتي وڌڻ لاءِ پاڻ کي تيار ڪرڻو پوندو. جڏهن ڳالہ ٻولہ جو رستو اختيار ڪيو ويو آهي تہ آزادي اوچتو هٽ نہ ايندي. ان جي پيشنگوئي هيءَ هئي تہ، اسان جي پهرين وک صوبائي خودمختياري حاصل ڪرڻ هوندي. هو ان ڳالہ تي مطمئن هو تہ محدود اختيارن جو استعمال بہ هندستان جي آزاديءَ جي مقصد کي اڳتي وڌائيندو ۽ هندستانين کي ان جي لاءِ تيار ڪندو تہ جڏهن بہ اهي ڪامياب ٿين تہ وسيع ذميوارين جو بار کڻي سگهن.

مسٽر داس جي دورانديشي ۽ بصيرت جو اندازو ان واقعي مان لڳائي سگهجي ٿو تہ، سندس وفات جي تقريباً ڏهن ورهين ڪان پوءِ اهڙي ئي نموني 1935ع جو گورنمينٽ آف انڊيا ايڪٽ پاس ڪيو ويو.

1921ع ۾ ان وقت جو پرنس آف ويلز مونٽيگيو چيمس فورڊ اصلاحن جي اسڪيم جي افتتاح جي سلسلي ۾ هندستان آيو. ڪانگريس فيصلو ڪيو تہ، پرنس جي استقبال جي لاءِ ترتيب ڏنل سيني پروگرامن جو بائيڪاٽ ڪيو ويندو. ان صورتحال هندستاني حڪومت جي لاءِ گهڻي ذکيائي پيدا ڪئي. وائسراءِ برطانوي حڪومت کي يقين ڏياريو هو تہ ملڪ ۾ پرنس جو گرمجوشيءَ سان استقبال ڪيو ويندو. جڏهن ڪيس ڪانگريس جي فيصلي جي خبر پئي تہ ان بائيڪاٽ کي ناڪام بنائڻ جي هر ممڪن ڪوشش ڪئي وئي. ان مقصد ۾ حڪومت ڪامياب نہ ٿي سگهي ۽ تقريباً انهن سيني شهرن ۾ جتي پرنس آف ويلز ويو، ان جو استقبال سرد مهريءَ سان ڪيو ويو. ان جو آخري پروگرام ڪلڪتي ۾ هو، جيڪو ان وقت هندستان جو سڀ کان وڏيڪ اهم شهر هو. راڄڌاني دهلي ڪجي وئي هئي، پر سياري جي هر موسم وائسراءِ ڪلڪتي ۾ گذاريندو هو ۽ ڪلڪتي کي سياري جي موسم جي راڄڌانيءَ جي طور تي ڏنو ويندو هو. شهر ۾ هڪ خاص جلسي جو پروگرام رٿيو ويو هو ۽ پرنس آف ويلز کي وڪٽوريہ ميموريل هال جي پيڙه جو پٿر رکڻو هو. اهڙيءَ طرح ان جي استقبال لاءِ پُرتڪلف انتظام ڪيا ويا هئا ۽ حڪومت پرنس جي ڪلڪتي جي دوري کي ڪامياب ثابت ڪرڻ جي لاءِ ڪا بہ ڪسر نہ ڇڏي.

اسان سڀ ان وقت علي پور سينٽرل جيل ۾ هئاسين. پنڊت مدن موهن مالويہ ڪانگريس ۽ حڪومت جي وچ ۾ هڪ ناہ ڪرائڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو. هن وائسراءِ سان ملاقات ڪئي ۽ هي تاثر کڻي واپس آيو تہ، جيڪڏهن اسان ڪلڪتي ۾ پرنس آف ويلز جو بائيڪاٽ نہ ڪرڻ تي راضي ٿي وڃون تہ حڪومت ڪانگريس سان ڪو بہ معاملو طئہ ڪندي. پنڊت مدن موهن مالويہ مون سان ۽ مسٽر داس سان ان تجويز تي ڳالهہ ٻولهہ جي لاءِ علي پور جيل آيو. تجويز جو بنياد هي هو تہ هندستان جي سياسي مستقبل جي سوال کي حل ڪرڻ جي لاءِ هڪ گول ميز ڪانفرنس گهرائي وڃي. اسان پنڊت مالويہ کي ڪو بہ قطعي جواب نہ ڏنو، ڇو تہ اسان پاڻ ۾ ان مسئلي تي ڳالهہ ٻولهہ ڪرڻ چاهيون پيا.

مسٽر داس ۽ مان ان نتيجي تي پهتاسين تہ اهو اسان جو پرنس آف ويلز جو بائيڪاٽ ئي هو، جنهن هندستاني حڪومت کي مجبور ڪيو آهي تہ ناہ ڪيو وڃي. اسان کي ان صورتحال مان فائدو وٺڻ گهرجي ۽ هڪ گول ميز ڪانفرنس جي تجويز مڃڻ گهرجي. اسان اها ڳالهہ سٺي نموني سمجهون پيا تہ ان سان مڪمل آزادي تہ نہ ملندي، پر اسانجي سياسي جدوجهد ۾ هڪ وڏي ۽ وڌندڙ وک هوندي. گانڌيءَ کان سواءِ ڪانگريس جا سڀ اڳواڻ ان وقت جيل ۾ هئا. اسان اها تجويز پيش ڪئي تہ اسان انگريزن جي پيش ڪش قبول ڪنداسين، پر ان سان گڏ اسان اهو شرط بہ رکيو تہ گول ميز ڪانفرنس کان اڳ ۾ سيني ڪانگريسي اڳواڻن کي آزاد ڪيو وڃي.

ٻئي ڏينهن جڏهن پنڊت مالويہ ٻيهر اسان سان ملڻ آيو تہ، اسان کيس پنهنجي فيصلي کان آگاہ ڪيو. اسان ان کي هي بہ چيو تہ، ان کي گانڌيءَ سان ملڻ گهرجي ۽ ان جي رضامندي حاصل ڪرڻ گهرجي. پنڊت مالويہ وائسراءِ تائين اسان جي ڳالھ پهچائي ۽ هو ٻن ڏينهن کان پوءِ اسان سان ملاقات لاءِ وري جيل آيو. ان چيو تہ، هندستاني حڪومت اهڙن سيني سياسي اڳواڻن کي رها ڪرڻ لاءِ راضي آهي، جيڪي ڳالھ ٻولھ ۾ حصو وٺڻ وارا آهن. انهن ۾ علي برادران ۽ ٻيا گهڻا ڪانگريسي اڳواڻ شامل هئا. اسان هڪ بيان جوڙيو، جنهن ۾ تمام واضح نموني پنهنجا خيال شامل ڪيا. پنڊت مالويہ اهو دستاويز ورتو ۽ بمبئي هليو ويو تہ جيئن گانڌيءَ سان ملي سگهي.

اسان جي لاءِ اها حيرت ۽ افسوس جي ڳالھ هئي تہ مهاتما گانڌي اسان جو مشورو قبول نہ ڪيو. ان اصرار ڪيو تہ سيئي سياسي اڳواڻ، خاص ڪري علي برادران غيرمشروط طور تي رها ڪيا وڃن. ان هي اعلان ڪيو تہ، گول ميز ڪانفرنس جي تجويز تي اسان صرف ان وقت غور ڪري سگهون ٿا، جڏهن انهن ماڻهن کي رها ڪيو وڃي. اسان ٻئي يعني مسٽر داس ۽ مان محسوس ڪريون پيا تہ اهو مطالبو غلط ٿيندو. جڏهن حڪومت اهو مڃي چڪي آهي تہ سڀ ڪانگريسي اڳواڻ گول ميز ڪانفرنس کان اڳ ۾ آزاد ڪيا ويندا تہ ان قسم جي خاص اصرار جو ڪو مطلب نہ آهي. اسان جي ان راءِ سان پنڊت مالويہ ٻيهر گانڌيءَ وٽ ويو، پر هو راضي نہ ٿيو. نتيجو اهو نڪتو تہ وائسراءِ پنهنجي تجويز واپس ورتي. ان پيشڪش سان ان جو خاص مقصد هي هو تہ ڪلڪتي ۾ پرنس آف ويلز جو بائيڪاٽ نہ ٿئي. ڪوبہ ناھ نہ ٿي سگهيو، ان ڪري بائيڪاٽ پوريءَ طرح ڪامياب رهيو. پر اسان سياسي ناھ جو سونهري موقعو وڃائي ڇڏيو. مسٽر داس پنهنجي ناپسنديدگي ۽ مايوسيءَ کي راز ۾ نہ رکيو.

ان کان پوءِ گانڌي بمبئيءَ ۾ هڪ ڪانفرنس گهرائي، جنهن جي صدارت سي شنڪرن نايرکي ڪرڻي هئي. گانڌيءَ ان ڪانفرنس ۾ ٻاڻ ئي هڪ گول ميز ڪانفرنس جي تجويز رکي. ان جا شرط بہ تقريباً ساڳيا ئي هئا، جيڪي ان کان اڳ پنڊت مالويہ پيش ڪري چڪو هو. ان دوران پرنس آف ويلز هندستان مان وڃي چڪو هو ۽ حڪومت کي ان تجويز سان ڪابہ دلچسپي نہ رهي هئي. ان گانڌيءَ جي تجويز تي ڪوبہ ڌيان نہ ڏنو ۽ ان کي بلڪل رد ڪيو. مسٽر داس گهڻي جلال ۾ هو ۽ چوندو هو تہ گانڌيءَ سڄي صورتحال جو ستياناس ڪيو آهي* ۽ هڪ تمام وڏي سياسي غلطي ڪئي آهي. مون کي اهو مڃڻو پوندو تہ ان جي اها راءِ صحيح هئي.

هاڻي گانڌي چوري چورا واقعي جي بنياد تي عدم تعاون جي تحريڪ کي معطل ڪري ڇڏيو. ان سان سياسي حلقن ۾ هڪ شديد سياسي ردعمل پيدا ٿيو ۽ سڄي ملڪ ۾ گهٽ حوصلي وارو ماحول پيدا ٿي ويو. حڪومت ن صورتحال مان ڀرپور

فائدو ورتو ۽ گانڌيءَ کي گرفتار ڪيو. ان کي ڇهه مهينا قيد جي سزا ملي ۽ عدم تعاون جي تحريڪ آهستي آهستي ختم ٿيندي وئي.

مسٽر داس تقريباً روز مون سان ان صورتحال تي ڳالهه ٻولهه ڪندو هو. ان کي يقين هو تہ تحريڪ کي واپس وٺي گانڌيءَ تمام وڏي غلطي ڪئي آهي. ان سان سياسي ڪارڪنن جا حوصلا ايتريقدر پست ٿيا هئا جو عوام ۾ هاڻي وري جوش پيدا ڪرڻ جي لاءِ ڪيترائي ورهيہ لڳي سگهن پيا. ان کان سواءِ مسٽر داس جو هي بہ خيال هو تہ، گانڌيءَ جا سڌا سنوان طريقا ناڪام ثابت ٿي چڪا آهن. ان ڪري هو سمجهندو هو تہ عوام جا حوصلا بحال ڪرڻ جي لاءِ اسان کي ٻيا طريقا اختيار ڪرڻا پوندا. هو ان حق ۾ نہ هو تہ صرف انتظار ڪيو وڃي ۽ اهو ڏٺو وڃي تہ ڪڏهن حالتون بهتر ٿين ٿيون. هو هڪ متبادل پروگرام ۾ يقين رکندو هو ۽ چوندو هو تہ، موجوده صورتحال ۾ اسان کي سڌو سنئون طريقيڪار ترڪ ڪرڻ گهرجي ۽ پنهنجي سياسي لڙائي قانون ساز مجلس جي اندر رهي وڙهڻ گهرجي. گانڌيءَ جي اثر ۾ اچي ڪانگريس 1921ع ۾ ٿيڻ وارين چونڊن جو بائيڪاٽ ڪيو هو.

مسٽر داس اعلان ڪيو تہ، 1924ع ۾ اسان کي قانون ساز مجلس تي قبضي جي تياري ڪرڻ گهرجي ۽ ان کي پنهنجي سياسي مقصدن کي فروغ ڏيڻ لاءِ استعمال ڪرڻ گهرجي. مسٽر داس کي اميد هئي تہ ڪانگريس جا سڀ سرگرم اڳواڻ سندس ان تجزئي ۽ تجويز سان اتفاق ڪندا. مون کي خيال ٿيو تہ، هو ضرورت کان وڌيڪ پر اميد آهي. پر مان ان سان ان ڳالهہ تي متفق هئس تہ جڏهن هو آزاد ٿئي تہ ڪيس دوستن سان مشورو ڪرڻ گهرجي ۽ ملڪ جي لاءِ هڪ نئون لائحہ عمل ترتيب ڏيڻ گهرجي.

مسٽر داس ان وقت آزاد ٿيو، جڏهن گيا ڪانگريس ٿيڻ واري هئي. استقباليہ مجلس ان کي صدر چونڊيو ۽ داس اهو سوچيو تہ هو ملڪ کي پنهنجي پروگرام مطابق هلائي سگهي ٿو. اهو ڏسي حڪيم اجمل خان، پنڊت موتي لال نهرو ۽ سردار ولڀ ڀائي پٽيل ان جي رويي سان اتفاق ڪيو ۽ ان جو حوصلو وڌي ويو. پنهنجي آجيان واري خطبي ۾ مسٽر داس هيءَ تجويز رکي تہ، ڪانگريس کي ڪائونسل ۾ داخلا وارو پروگرام قبول ڪرڻ گهرجي ۽ پنهنجي سياسي جدوجهد قانون ساز مجلس جي اندر کڻي وڃڻ گهرجي. گانڌي ان وقت جيل ۾ هو. ڪانگريس جي هڪ حلقي جنهن جي قيادت راجگوپال آچاريہ ڪري رهيو هو، مسٽر داس جي مخالفت ڪئي. ان جو خيال هو تہ جيڪڏهن سڌو سنئون قدم ترڪ ڪيو ويو ۽ داس جو پروگرام منظور ڪيو ويو تہ ان سان حڪومت اهو نتيجو ڪڍندي تہ گانڌيءَ جي اڳواڻي رد ڪئي وئي آهي.

مان نہ ٿو سمجهان تہ شري راجگوپال آچاريہ جي اها تعبير صحيح هئي. مسٽر داس حڪومت سان مفاهمت جي چڪر ۾ نہ هو، پر صرف اهو چاهي پيو تہ سياسي

جدوجهد جو سلسلو ٻين ميدانن تائين ڦهلجي ويو. هن تفصيل سان ان ڳالهه جي وضاحت ڪئي. پر ڪانگريس جي عام ساٿين کي قائل ڪرڻ ۾ ڪامياب نه ٿي سگهيو. شري راجگوپال آچاريه. ڊاڪٽر راجندر پرشاد ۽ ٻين مخالفت ڪئي ۽ ان تجويز کي ناڪام بڻايو. گيا ڪانگريس ٻن حصن ۾ ورهائجي وئي ۽ مسٽر داس استعيفيٰ ڏئي ڇڏي. ڪانگريسين جي سڄي طاقت هاڻي ٻنهي گروپن جي پاڻ ۾ ڪشمڪش ۾ صرف ٿيڻ لڳي. جنهن ۾ هڪ گروپ تبديليءَ جو حامي ۽ ٻيو تبديليءَ جو مخالف سڏيو ويندو هو.

اڳين ڇهن مهينن کانپوءِ مان جيل کان ٻاهر آيس. مون ڏٺو ته ڪانگريس هڪ شديد بحران ۾ ورتل آهي. انگريزن جي خلاف جدوجهد جي بجاءِ سڀني ڪانگريسين جون توانائيون هڪ ٻئي جي مخالفت ۾ ضايع ٿي رهيون آهن. مسٽر داس، پنڊت موتي لال ۽ حڪيم اجمل خان تبديلين جي حامي ڪيمپ جي اڳواڻي ڪري رهيا هئا. آچاريه، سردار پٽيل ۽ راجندر پرساد تبديلين جي مخالفت ڪرڻ وارن جا ترجمان هئا. ٻئي گروپ مون کي پاڻ سان شامل ڪرڻ چاهين پيا، پر مون پاڻ کي ڪنهن به ڪيمپ سان مڪمل اتفاق جي اجازت نه ڏني.

مان ڏسي رهيو هئس ته اهي اندروني اختلاف خطرناڪ آهن ۽ جيڪڏهن وقت تي رد ڪيا نه ويا ته ڪانگريس جي چيلهه ڀڄي پوندي. ان ڪري مون ٻنهي ڪئمپن کان ٻاهر رهڻ جو فيصلو ڪيو ۽ پنهنجو سڄو ڌيان سياسي جدوجهد ڏانهن رکڻ جي ڪوشش ڪئي. اهو چوندي مون کي خوشي ٿي رهي آهي ته، مان پنهنجي ڪوشش ۾ ڪامياب رهيس. دهليءَ ۾ ڪانگريس جو هڪ خاص اجلاس ٿيو ۽ ٻنهي گروپن جي رضامنديءَ سان مون کي صدر چونڊيو ويو.

پنهنجي صدارتي خطبي ۾ مون ان ڳالهه تي زور ڏنو ته اسان جو اصل مقصد ملڪ جي آزادي آهي. 1919ع کان اسان سڌن سنئون قدمن جي پروگرام تي عمل ڪري رهيا آهيون ۽ ان سان اسان کي ڪجهه نه ڪجهه نتيجا مليا آهن. جيڪڏهن هاڻي اسان مان ڪجهه ماڻهو اهو محسوس ڪن ٿا ته اسان کي پنهنجي لڙائي قانون ساز مجلس جي اندر کڻي وڃڻ گهرجي ته ڪوئي سبب نه آهي ته اسان پنهنجي گذريل فيصلي تي سختيءَ سان قائم رهون. جيستائين اسان جو مقصد هڪ آهي، هر گروپ کي اهو پروگرام اختيار ڪرڻ جي آزادي هجڻ گهرجي جنهن کي هو سڀ کان وڌيڪ بهتر سمجهي ٿو.

دهلي ڪانگريس جو فيصلو هي هو ته تبديليءَ جي حامي ۽ تبديليءَ جي مخالف، ٻنهيءَ کي پنهنجي پنهنجي پروگرام مطابق عمل جي آزادي هجڻ گهرجي. ڊاڪٽر راجندر پرساد، شري راجگوپال ۽ ان جي ساٿين تعميري پروگرام هٿ ۾ کنيو. مسٽر داس، پنڊت موتي لال ۽ حڪيم اجمل خان سوراج پارٽيءَ جو بنياد وڌو ۽ چونڊ وڙهڻ

جو فيصلو ڪيو. ان قدم سڄي ملڪ ۾ تمام گهڻو جوش پيدا ڪيو. سيني صوبائي ۽ گڏوگڏ مرڪزي اسيمبلين ۾ سوراج پارٽيءَ جي قيادت گهڻن ميچي ورتي.

تبديليءَ جي مخالفن جو هڪ وڏو اعتراض هي هو تہ. ڪائونسل ۾ داخلا جي پروگرام سان گانڌيءَ جي اڳوڻي ڪمزور ٿي ويندي. واقعن ثابت ڪيو تہ انهن جو خيال غلط هو. مرڪزي قانون ساز مجلس ۾ سوراج پارٽيءَ اها قرارداد پيش ڪئي تہ گانڌيءَ کي جلدي آزاد ڪيو وڃي. حڪومت ان قدم کان متاثر ٿي ۽ ان کان جلدي پوءِ گانڌيءَ کي آزاد ڪيو ويو.

مان اهو ٻڌائي چڪو آهيان تہ مرڪزي ۽ صوبائي قانون ساز مجلس ۾ سوراج پارٽيءَ جي حامين ۾ زبردست واڌارو ٿيو هو. شايد ان جو واضح ترين ڪارنامو مسلمانن جي لاءِ محفوظ سيٽن حاصل ڪرڻ ۾ ڪامياب هجڻ هو. راءِ ڏيڻ وارا عام طور تي فرقي پرست هئا ۽ صرف مسلمان ووٽرن مسلمان نمائندن کي مجلس جي لاءِ ڪٽرايو هو. ان ڪري مسلم ليگ ۽ ٻيون فرقي پرست جماعتون مسلمانن جي هراس کي هوا ڏيڻ ۾ ڪامياب رهيون ۽ انهن عام طور تي فرقيوراڻي ذهنيت رکڻ وارن اميدوارن جي حمايت ڪئي. مسٽر داس بنگال جي مسلمانن جي تشويش ۽ وسوسن تي ڪنٽرول ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيو ۽ ڪيس مسلمانن جو اڳواڻ مڃيو ويو. جنهن طريقي سان هن بنگال جي فرقيوراڻي مسئلن کي حل ڪيو، اهو يادگار رهندو ۽ ان کي اڄ بہ پنهنجي لاءِ مثال بڻائڻ گهرجي.

بنگال ۾ مسلمان اڪثريتي فرقي جي حيثيت رکندا هئا، پر مختلف سببن جي ڪري تعليمي ۽ سياسي لحاظ کان پوئتي پيل هئا. عوامي زندگي يا سرڪاري نوڪرين ۾ انهن کي مشڪل سان جڳهہ ملي سگهندي هئي. آباديءَ ۾ انهن جو تناسب پنجاهہ سيڪڙو کان وڌيڪ هو، پر سرڪاري نوڪريون مشڪل سان ٽيهہ سيڪڙو انهن کي هٿ اچي سگهيون هيون. مسٽر داس زبردست حقيقت شناس هو ۽ جلد ئي ان سمجهيو تہ هي مسئلو اصل ۾ اقتصادي آهي. ان محسوس ڪيو تہ جيستائين مسلمانن کي پنهنجي معاشي مستقبل لاءِ ضروري تحفظ نہ ڏنو ويندو، انهن مان اها توقع نہ پئي ڪري سگهجي تہ اهي دل سان ڪانگريس سان گڏ هوندا. ان ڪري هن هڪ اعلان ڪيو، جنهن صرف بنگال کي ئي نہ پر سڄي هندستان کي حيران ڪري ڇڏيو. سندس اعلان هي هو تہ:

"بنگال ۾ حڪومت جون واڳون جڏهن ڪانگريس جي هٿ ۾ اچي وينديون تہ ان وقت تائين، جيستائين پنهنجي آباديءَ جي تناسب سان مناسب نمائندگي نہ حاصل ڪن، سيني نين تقررين مان سٺ سيڪڙو مسلمانن جي لاءِ محفوظ رهندو."

ڪلڪتي ڪارپوريشن جي معاملي ۾ هو ان کان بہ اڳتي وڌي ويو ۽ اهڙن ئي شرطن تي

اسي سيڪڙو نين تقررين ڪي محفوظ ڪرڻ جي پيشڪش ڪئي. هن ان ڳالهه جي نشاندهي ڪئي تہ جيستائين عوامي زندگي ۽ نوڪرين ۾ مسلمانن جي مناسب نمائندگي نہ ٿي ٿي وڃي، بنگال ۾ صحيح جمهوريت نہ ٿي اچي سگهجي. هڪ دفعو اها اڻبرابري ختم ٿي وڃي تہ مسلمان مساوي شرطن تي مقابلي جا اهل ٿي ويندا ۽ پوءِ ڪنهن خاص تحفظ جي ضرورت نہ رهندي.

ان جرئتمندانہ اعلان بنگال ڪانگريس کي ان جي بنيادن تائين ڏڪائي ڇڏيو. گهڻن ڪانگريسي اڳواڻن سخت طريقي سان ان جي مخالفت ڪئي ۽ مسٽر داس جي خلاف هڪ مهم شروع ڪئي. هن تي موقعي پرستي، ايستائين جو مسلمانن ڏانهن جانبداريءَ جو الزام لڳايو ويو، پر هو جبل وانگر اڏول رهيو. هن سچي صوبي جو دورو ڪيو ۽ پنهنجو نقطہ نظر هندن ۽ مسلمانن ٻنهيءَ کي هڪجهڙو سمجهايو. سندس مقصد ۾ ايترو خلوص ۽ اهڙي طاقت هئي جو آخر ۾ بنگال ڪانگريس کي ان جو نقطہ نظر قبول ڪرڻو پيو. بنگال ۽ ٻاهر جي مسلمانن تي ان رويي جو تمام گهرو اثر پيو.

مون کي يقين آهي تہ جيڪڏهن وقت کان اڳ ۾ هو فوت نہ ٿي وڃي ها تہ ملڪ ۾ نئون ماحول پيدا ڪري ڇڏي ها. اها وڏي افسوس جي ڳالهه آهي تہ هن جي وفات کان پوءِ بعد ۾ اچڻ وارن مان ڪجهه ماڻهن هن جي رويي تي حملا ڪيا ۽ سندس اعلان کي رد ڪيو ويو. نتيجو هي نڪتو تہ بنگال جا مسلمان ڪانگريس کان پري ٿيندا ويا ۽ ورهاڱي جو پهريون ٻج پوکيو ويو.

هڪ حقيقت مونکي واضح ڪرڻ گهرجي. بمبئيءَ جي صوبائي ڪانگريس ڪميٽيءَ ڊاڪٽر سيد محمود ۽ مسٽر نريمان کي مقامي قيادت کان محروم رکي غلطي ڪئي هئي ۽ ورڪنگ ڪميٽي ايتري مضبوط نہ هئي جو ان غلطيءَ جو تدارڪ ڪري سگهي. ان هڪ لاپرواهيءَ کان سواءِ ڪانگريس پنهنجي اصولن تي پورو لهڻ جي هر ممڪن ڪوشش ڪئي. هڪ دفعو وزارتون جڙي ويون تہ مڪمل ڪوشش ان ڳالهه جي ٿي تہ سيني اقليتن سان حتمي طور تي انصاف ڪرڻ گهرجي. ڪانگريس جي اقتدار ۾ اچڻ تي وزارتن جي ڪم جي نگراني ۽ پاليسيءَ جي معاملن ۾ انهن جي عام رهنمائيءَ جي لاءِ هڪ پارلياماني بورڊ جوڙيو ويو. اهو بورڊ سردار پٽيل، ڊاڪٽر راجندر پرساد ۽ مون تي ٻڌل هو.

اهڙيءَ طرح مان ڪيترن ئي صوبن يعني بنگال، بهار، يوپي، پنجاب، سنڌ ۽ سرحد جي پارلياماني معاملن جو انچارج هئس. هر واقعو جنهن سان فرقيوارانا مسئلا جڙيل هوندا هئا، منهنجي سامهون آندا ويندا هئا. ان ڪري پنهنجي ذاتي علم ۽ ذميواريءَ جي پوري احساس سان مان چئي سگهان ٿو تہ مسلمانن ۽ ٻين اقليتن سان

ناانصافيءَ جا جيڪي الزام مسٽر جناح ۽ مسلم ليگ جي طرفان لڳايا ويا هئا، بلڪل بي بنياد هئا. جيڪڏهن انهن الزامن ۾ سچائيءَ جو ٿورو به ذرو هجي ها ته مان ان ڳالھ ڏانهن پورو ڌيان ڏيان ها ته جيئن ناانصافيءَ جو تدارڪ ٿي وڃي. اهڙن ڪيترن ئي سوالن جي لاءِ مان استعفيٰ ڏيڻ جي لاءِ تيار هئس.

ڪانگريس وزارتون بن ورهين کان ڪجھ گهٽ وقت تائين اقتدار ۾ رهيون، پر ان ٿوري عرصي ۾ اصولي طور تي ڪيترائي اهم مسئلا طئہ ڪيا ويا. زمينداري يا زمين جي ملڪيت، زرعي قرض جو خاتمو ۽ بارن ۽ بالغن، ٻنهيءَ جي لاءِ تعليم جي هڪ وسيع پروگرام بابت ڪانگريس وزارتن جيڪي قانون لاڳو ڪيا، انهن جو ذڪر هتي خاص طور تي ڪري سگھجي ٿو.

زمينداريءَ جي خاتمي ۽ زرعي قرض جي منسوخيءَ جهڙا مسئلا سولائيءَ سان حل ٿيڻ وارا نہ هئا. اهڙن قانونن سان گھڻن قديم مفادن کي ڌڪ لڳندو آهي. ان ڪري اها ڳالھ تعجب جي نہ آهي تہ مفادپرستن وڪ وڪ تي ڪانگريس سان مهاڏو اٽڪايو. بهار ۾ زميني اصلاحن جي قدمن جي مخالفت ڪافي ڏينهن تائين جاري رهي ۽ مونکي ذاتي طور تي ان مسئلي جي حل لاءِ مداخلت ڪرڻي پئي. زميندارن سان ڊگهين ڳالهين کان پوءِ، اسان هڪ اهڙو فارمولو جوڙي سگھيا سين، جنهن سان هارين جي حقن جي ضمانت ڏيڻ سان گڏ زميندارن جي جائز انديشن کي بہ ختم ڪري سگھجي.

اسان اهڙن نازڪ مسئلن کي حل ڪرڻ ۾ گهڻو ڪري ان جي ڪري ڪامياب ٿيا سين، جو مان ڪڏهن بہ ڪانگريس جي ڪنهن خاص حلقي جو وڪيل نہ سمجهيو ويس. مان اڳ ۾ ئي ٻڌائي چڪو آهيان تہ ٻئي ڏهاڪي جي شروعات ۾ ڪانگريس ۾ تبديليءَ جي حامي ۽ تبديليءَ جي مخالف گروپن کي ويجهو آڻڻ ۾ ڪهڙي نموني مدد ڪري سگھيس. اها ڪشمڪش تہ ختم ٿي وئي، پر ٽئين ڏهاڪي ۾ ڪانگريس ٻن واضح حلقن ۾ ورهائجي وئي، جن مان هڪ کي ساڄي پاسي وارو چيو ويندو هو ۽ ٻئي کي کاٻي پاسي وارو. ساڄي پاسي وارا مفاد پرستن جا حامي سمجهيا ويندا هئا، ان جي ابتڙ کاٻي پاسي وارا انقلابي. مون ساڄي پاسي وارن جو گهربل لحاظ رکيو، پر ان سان گڏوگڏ اصلاح جي معاملي ۾ منهنجيون همدرديون کاٻي پاسي وارن سان هيون. اهڙيءَ طرح مون کي ٻن انتهاپسنديءَ واري نقطہ نظر رکندڙ ڌرين ۾ مفاهمت ڪرائڻ جو موقعو مليو ۽ اها اميد پيدا ٿي تہ ڪانگريس ثابت قدميءَ سان ۽ ڪنهن ٽڪراءَ کان سواءِ پنهنجو پروگرام جاري رکندي. بهرحال عالمي طاقتن جي ڪيڏ سبب ڪانگريس جا اليڪشن پروگرام جا سڀ منصوبا 1939ع ۾ معطل ڪيا ويا.

# يورپ ۾ جنگ

پوئين باب ۾ بيان ڪيل واقعن ۾ جنگ جا پاڇا نظر اچي رهيا هئا. ان پوري عرصي ۾ جيڪو اسان بيان ڪري آيا آهيون، يورپ ۾ هڪ بين الاقوامي بحران گهرو ٿي رهيو هو. اها حقيقت وڌ کان وڌ روشن ٿي رهي هئي ته، جنگ ضرور ٿيندي. جرمن رياست ۾ آسٽريا جي شامل ٿيڻ کان پوءِ سوڊيٽين ليند جا مطالبا شروع ٿي ويا.

ان وقت جڏهن مسٽر چيمبرلين پنهنجو ميونخ جو تاريخي دورو ڪيو. جنگ تقريباً اٽٽر ڏسڻ ۾ اچي رهي هئي. هڪ ناهه تحت چيڪوسلوا ڪيا جو هڪ حصو جرمنيءَ جي قبضي ۾ اچي ويو. گهڙي کن جي لاءِ ائين محسوس ٿيو ته جنگ ٽري وئي آهي، پر پوءِ جي واقعن اهي اميدون ختم ڪري ڇڏيون. ميونخ جي دوري جي هڪ سال جي اندر برطانيا جرمنيءَ سان جنگ جو اعلان ڪرڻ تي مجبور ٿيو.

يورپ ۾ جيڪي واقعا ٿي رهيا هئا، انهن تي ڪانگريس خوش نه هئي. مارچ 1939ع ۾ ترپيوري جي هنڌ ٿيڻ واري اجلاس ۾ هيٺين قرارداد منظور ڪئي وئي:

”ڪانگريس برطانوي خارجه پاليسيءَ تي پنهنجي مڪمل ناراضگيءَ کي رڪارڊ ڪري ٿي ته ان نتيجي ۾ ميونخ معاهدو، اينگلو اطالوي معاهدو ۽ باغي اسپين کي تسليم ڪرڻ جو عمل سامهون آيو آهي. اها پاليسي جمهوريت سان سوچيل سمجهيل دغابازي، واعدي خلافي، اجتماعي تحفظ جي نظام جو خاتمو ۽ اهي حڪومتون جيڪي جمهوريت ۽ آزادي جون مخالف آهن، انهن سان تعاون جي برابر آهي. ان پاليسيءَ جي نتيجي ۾ سڄي دنيا بين الاقوامي انارڪيءَ جي ان حال تي پهچي چڪي آهي، جتان بنا ڪنهن رڪاوٽ جي تشدد سرخرو ۽ فتحياب ٿيندو آهي ۽ قومن جي تقدير جو فيصلو ڪندو آهي. ۽ امن جي نالي تي سڀ کان وڌيڪ دهشتناڪ لڙاين مان هڪ جون تياريون زور شور سان جاري آهن.

مرڪزي ۽ ذڪڻ اوله يورپ ۾ عالمي اخلاقيات جي سطح ايتري پست ٿي چڪي آهي جو دنيا وحشت ڀريل نظرن سان يهودي نسل جي ماڻهن جي خلاف نازي حڪومت جي منظم دهشت گرديءَ باغي فوجن جي طرفان شهرن، غير مسلح ماڻهن ۽ بي سهارا پناهگيرن تي لڳاتار هوائي بمباريءَ جو مشاهدو ڪيو آهي.

ڪانگريس پاڻ کي برطانوي خارجه پاليسيءَ کان بلڪل لاتعلق ڪري ٿي، جنهن فاشسٽ قوتن جي مسلسل حمايت ڪئي آهي ۽ جنهن جمهوري ملڪن جي بربادي۾ معاونت ڪئي آهي. ڪانگريس امپريلزم ۽ فاشزم ٻنهيءَ جي خلاف آهي ۽ ان ڳالهه۾ يقين رکي ٿي ته عالمي امن ۽ ارتقا جي لاءِ انهن ٻنهيءَ جو خاتمو ضروري آهي. ڪانگريس جي خيال ۾، هندستان جي لاءِ ان جي فوري ضرورت آهي ته اهو هڪ آزاد ملڪ جي حيثيت سان، پنهنجي خارجه پاليسي پاڻ جوڙي. اهڙيءَ طرح امپريلزم ۽ فاشزم ٻنهيءَ کان پاڻ کي الڳ رکي ۽ پنهنجي امن ۽ آزاديءَ جي رستي تي هلندو رهي."

بين الاقوامي افق تي جيئن ئي طوفان گڏ ٿيا، گانڌيءَ جي ذهن تي هڪ گهري نااميدي ڇانئجي وئي. ان سڄي عرصي ۾ هو هڪ شديد ذهني بحران ۾ مبتلا رهيو هو. يورپ ۽ آمريڪا جي انجمن ۽ ماڻهن جي طرفان ٿيڻ وارين انهن اپيلن ته، ڇانئجندڙ جنگ کي ختم ڪرڻ لاءِ گانڌي ڪا راه ڪڍي، گانڌيءَ جي شخصي پيڙا ۾ واڌارو ڪيو. سڄي دنيا جا امن پسند، امن جي قيام جي خاطر، ان کي پنهنجي قدرتي قاعد جي طور تي ڏسندا هئا.

گانڌيءَ ان سوال تي گهرائيءَ سان غور ڪيو ۽ آخر ۾ اها تجويز ڪانگريس ورڪنگ ڪميٽيءَ جي آڏو رکي ته هندستان کي ان بين الاقوامي بحران جي سلسلي ۾ پنهنجو موقف ظاهر ڪرڻ گهرجي. سندس خيال هو ته هندستان کي ان جنگ ۾ قطعي طور تي شريڪ نه ٿيڻ گهرجي، ڪٿي پوءِ ان شرڪت سان هندستان آزاد ئي ڇو نه ٿي وڃي.

جنگ ۾ شرڪت جي ان سوال تي مون گانڌيءَ سان اختلاف ڪيو. مون اهو سوچيو هو ته يورپ ٻن ڪئمپن ۾ ورهايل آهي. هڪ ڪئمپ نازي ازم ۽ فاشزم جي ترجماني ڪري ٿي، جڏهن ته ٻي ڪئمپ جمهوري طاقتن جي ترجمان آهي. انهن ٻنهي ڪئمپن جي ڪشمڪش ۾ مون کي ان باري ۾ ڪوبه شڪ نه هو ته هندستان جيڪڏهن آزاد ٿي وڃي ته ان کي جمهوريتن جو ساٿ ڏيڻ گهرجي ها. جيڪڏهن انگريزن هندستاني آزاديءَ کي تسليم نه ڪيو ته صاف ظاهر آهي ته اها اميد رکڻ زيادتي هوندي ته هندستان پاڻ ته جمهوريت کان محروم رهي ۽ ٻين جي جمهوريت جي لاءِ جدوجهد ڪندو رهي. ان صورتحال ۾ هندستان کي عدم تعاون کان ڪم وٺڻ گهرجي ۽ برطانوي حڪومت جي جنگي ڪوشش ۾ ان جي ڪابه مدد نه ڪرڻ گهرجي.

جيئن ٻين معاملن ۾ ٿيو هو، ان معاملي ۾ به ڪانگريس ورڪنگ ڪميٽي ورهايل هئي. حقيقت اها آهي ته ڪجھ ميمبرن جو ذهن صاف نه هو. پنڊت جواهر لال اهو سمجهندو هو ته جيڪڏهن گانڌيءَ جي پاليسي پنهنجي منطقي نتيجي تائين اختيار

ڪئي وئي تہ اسان اهڙي مشڪل ۾ ڦاسي وينداسين. جنهن جو ڪو بہ حل نہ آهي. ان ڪري اهي ماٺهو پريشانيءَ جو شڪار ٿيا ۽ ڪانگريس ورڪنگ ڪميٽي ان مسئلي تي غور و فڪر تہ ڪيو پر ڪنهن فيصلي تائين نہ پهچي سگهي.

اڃا ڪانگريس ان بڌتر ۾ ورتل هئي تہ اعلان جنگ ڪان جلدي پوءِ هندستان ۾ هڪ بحران پيدا ٿي پيو. جڏهن برطانيا 3 سيپٽمبر 1939ع تي جرمنيءَ جي خلاف جنگ جو اعلان ڪيو تہ گڏيل انجمن جي سڀني ميمبرن کي بہ ائين ئي ڪرڻ جي اپيل ڪئي. ڊومينين پارليامينٽ پنهنجا اجلاس گهرايا ۽ جنگ جو اعلان ڪيو. هندستان جي معاملي ۾ وائسراءِ مرڪزي قانون ساز مجلس جي مشوري جي رسم ادا ڪرڻ کان سواءِ ئي پنهنجي طور تي جرمنيءَ سان اعلان جنگ ڪيو. وائسراءِ جي ان قدم اها ڳالھ ثابت ڪئي تہ برطانوي حڪومت هندستان کي پنهنجي مرضيءَ جي هڪ غلام جي طور تي ڏسي ٿي ۽ هندستان جي ان حق کي تسليم ڪرڻ تي آماده نہ آهي تہ هندستان پنهنجي رستي جو پاڻ فيصلو ڪري. هندستان کي جڏهن ان توهين آميز طريقي سان جنگ ۾ اڇليو ويو تہ گانڌيءَ جي ذهني پيڙها انتها تي رسي وئي. هو ڪنهن بہ حال ۾ جنگ ۾ هندستان جي شموليت تي پاڻ کي راضي نہ ڪري سگهيو. پر ان جا خيال جيڪي بہ رهيا هجن. هڪ سرڪاري حڪم هندستان کي جنگ ۾ لاهي ڇڏيو هو.

ڪانگريس جا خيال ان قرارداد ۾ واضح طور تي پيش ڪيا ويا هئا. جيڪا 8-15 سيپٽمبر 1939ع تي واردا ۾ ٿيڻ واري ڪانگريس ورڪنگ ڪميٽيءَ جي اجلاس ۾ منظور ڪئي وئي. اها قرارداد جنگ ڏانهن ڪانگريس جي رويي ۽ بين الاقوامي ميدان ۾ جمهوريتن جي رول جي متعلق واضح ترين بيانن مان هڪ آهي. پر مان ان کي نقل نہ ڪري رهيو آهيان. ڇو تہ حوالي جي سڀني ڪتابن ۾ اها موجود آهي.

# منهنجي ڪانگريسي صدارت

3- سيپٽمبر 1939ع تي يورپ ۾ جنگ شروع ٿي وئي. ان مهيني جي ختم ٿيڻ کان اڳ ئي پولينڊ جرمنيءَ جي آڏوگوڏا کوڙيا. پولينڊ جي ماڻهن جي بيوسيءَ ۾ واڌاري جي لاءِ سوويت يونين انهن جي زمين جي اوپر واري اڌ حصي تي قبضو ڪيو. جڏهن هڪ دفعو پولينڊ وارن جي فوجي مدافعت کي ڪچليو ويو تہ يورپ ۾ هڪ اضطراب سان ڀريل خاموشي ڇانئجي وئي. فرانس ۽ جرمني پنهنجي مستحڪم سرحدن تي هڪ ٻئي جي سامهون هئا. پر وڏي پئماني تي ڇيڙ ڇاڙ کي روڪيو ويو هو. ائين لڳي پيو تہ هر ماڻهو ان انتظار ۾ آهي تہ ڪجھ ٿي وڃي، پر ان جا تصوراتي انديشا مبهم ۽ غير متعين هئا.

هندستان ۾ بہ انتظار ۽ انديشي جي هڪ ڪيفيت موجود هئي. ان غيريقيني صورتحال ۾ ڪانگريس جي صدارت جي سوال هڪ نئين اهميت اختيار ڪئي. پوئين سال مون کي مجبور ڪيو ويو هو تہ مان اهو عهدو قبول ڪريان. پر مختلف سببن جي ڪري مون انڪار ڪيو هو. مون محسوس ڪيو هو تہ هاڻي صورتحال ڪجھ بدليل آهي ۽ جيڪڏهن مون وري انڪار ڪيو تہ اها پنهنجي فرض ۾ ڪوتاهي ٿيندي. جنگ ۾ هندستان جي شموليت جي سوال تي گانڌي سان اختلافن جو مان اڳ ۾ ئي اشارو ڪري چڪو آهيان. مون سوچيو تہ هاڻي جڏهن جنگ ڇڙي چڪي آهي، هندستان کي جمهوري طاقتن سان پاڻ کي ڳنڍڻ ۾ ڪا جهجهڪ محسوس نہ ڪرڻ گهرجي. پر سوال اهو آڏو هو تہ هندستان پاڻ غلام رهندي، ڀلا ڪهڙي نموني ٻئي جي آزاديءَ لاءِ وڙهي سگهي ٿو؟ جيڪڏهن برطانوي حڪومت هندستان جي آزاديءَ جو اعلان جلد ڪري تہ سيني هندستانين جو اهو فرض ٿي ويندو تہ جمهوريت جي خاطر پنهنجو سڀ ڪجھ قربان ڪري. ان ڪري مان سمجهندو هئس تہ جنگ جي بحران ۾، هي منهنجو فرض آهي تہ جنهن حيثيت ۾ بہ مون کي چيو وڃي، مان خدمت انجام ڏيان. اهڙيءَ طرح گانڌي جڏهن ٻيهر مون کي ڪانگريس جو صدر بڻجڻ جي درخواست ڪئي تہ مان بنا هٻڪ جي راضي ٿي ويس.

صدارتي چونڊن جي لاءِ ڪو بہ باقاعدي مقابلو نہ ٿيو ۽ اهو اميدوار جنهن کي

منهنجي خلاف بيهاريو ويو هو، وڏي اڪثريت سان ان کي شڪست ملي. رام ڳڙهه ۾ اجلاس ٿيو ۽ هڪ قرارداد منظور ڪئي وئي. جيڪا گهٽي قدر منهنجي انهن خيالن جو اظهار هو. جيڪو مون پنهنجي صدارتي خطبي ۾ ڪيو هو. قرارداد هيٺ ڏجي ٿي:

"ڪانگريس جو هي اجلاس. يورپ ۾ ٿيڻ واري جنگ جي نتيجي ۾ رونما ٿيڻ واري سنگين ۽ تشويشناڪ صورتحال ۽ ان جي متعلق برطانوي پاليسيءَ تي غور ڪرڻ کان پوءِ انهن تجويزن کي جيڪي پاس ٿي چڪيون هيون ۽ جنگ جي صورتحال تي آل انڊيا ڪانگريس ڪميٽي ۽ ورڪنگ ڪميٽيءَ جيڪي قدم کنيا، انهن کي منظور ڪري ٿو ۽ انهن جي تصديق ڪري ٿو. ڪانگريس اهو سمجهي ٿي ته هندستان جي برطانوي حڪومت، جنهن جي حيثيت جنگ ۾ شريڪ هڪ ملڪ جهڙي هئي. ان جو اهو اعلان جنهن ۾ هندستاني عوام جو ڪوبه ذڪر نه آهي ۽ هندستان جي وسيلن جو ان جنگ ۾ جهڙي نموني استحصال ٿي رهيو آهي. اهو سڀ ڪجھ ذلت وارو آهي ۽ ان کي ڪابه آزادي پسند ۽ عزت نفس جو احساس رکڻ واري قوم قبول يا برداشت نه ٿي ڪري سگهي. برطانوي حڪومت جي طرفان هندستان جي باري ۾ تازا اعلان اهو ظاهر ڪن ٿا ته، برطانيا اها لڙائي بنيادي طور تي امپريلسٽ مقصد يا پنهنجي سلطنت جي تحفظ ۽ استحڪام جي جي خاطر وڙهي رهيو آهي. جنهن جو انحصار هندستان جي عوام ۽ ان سان گڏ ٻين ايشيائي ۽ آفريڪي ملڪن جي استحصال تي آهي. انهن حالتن ۾ هي صاف ظاهر آهي ته ڪانگريس ڪنهن به نموني سڌو سنئون يا اڻ سڌي طرح جنگ ۾ ڌر نه ٿي بڻجي سگهي، ڇو ته ان جو مطلب ان استحصال کي جاري رکڻ ۽ ان کي مستحڪم بڻائڻ هوندو. ان ڪري ڪانگريس برطانيا جي طرفان هندستاني فوجن کي لڙائيءَ تي مجبور ڪرڻ ۽ جنگ جي مقصد سان هندستان جي ماڻهن ۽ وسيلن کي استعمال ڪرڻ جي سختيءَ سان مذمت ڪري ٿي. نه هندستانين جي ڀرتيءَ کي ۽ نه ئي هندستان ۾ چندو گڏ ڪرڻ جي مهم کي رضاڪاراڻي امداد سمجهي سگهجي ٿو. ڪانگريسي ماڻهو يا اهي ماڻهو جيڪي ڪانگريس جي اثر ۾ آهن. پنهنجي ماڻهن يا سرمائي يا سامان سان جنگ جاري رکڻ ۾ مدد نه ٿا ڪري سگهن.

هن قرارداد جي ذريعي، ڪانگريس هڪ دفعو وري اهو ٻڌائڻ چاهي ٿي ته مڪمل آزاديءَ کان گهٽ، ڪابه ڳالهه هندستان جي عوام جي لاءِ قابل قبول نه هوندي. هندستاني آزادي امپريلزم جي حلقي ۾ پنهنجي وجود کي قائم نه ٿي رکي سگهي ۽ شهنشاهي ڊانچي جي اندر ڊومينين يا ڪابه ٻي حيثيت هندستانين کي قبول نه آهي ۽ اها هڪ عظيم قوم جي وقار سان هڪجهڙائي نه ٿي رکي. ۽ اها ڪيترن ئي طريقن سان هندستان کي برطانوي پاليسين ۽ اقتصادي ڍانچي سان ٻڌي رکندي. هندستان جو عوام ئي بالغ راءِ جي بنياد تي چونڊجڻ واري دستور ساز اسيمبليءَ جي ذريعي، پنهنجي آئين

ڪي مناسب شڪل ڏئي سگهي ٿو ۽ دنيا جي ٻين ملڪن سان پنهنجي لاڳاپن جو تعين ڪري سگهي ٿو.

ڪانگريس اهو راءِ ٻـ رکي ٿي تـ جتي اها هميشـ وانگر، فرقيوراڻي هم آهنگيءَ کي حاصل ڪرڻ لاءِ ڪوشش ۾ لڳل رهندي، ان جو ڪو بـ مستقل حل نـ آهي، سواءِ هڪ دستور ساز اسيمبليءَ جي، جنهن ۾ سيني تسليم ٿيل اقليتن جي حقن جي حفاظت هڪ معاهدي جي ذريعي ڪئي ويندي، جيڪو مختلف اڪثريتي ۽ اقليتي گروپن جي چونڊيل نمائندن جي وچ ۾ هوندو، يا وري، جيڪڏهن هي معاهدو ڪنهن نتيجي واري نقطي تي نـ ٿو پهچي سگهي تـ ٺئين ڌر جي مدد ورتي ويندي. هندستان جو آئين آزادي، جمهوريت ۽ قومي اتحاد تي ٻڌل هجڻ گهرجي. ڪانگريس هندستان جي ورهاست يا ان جي قوميت کي منتشر ڪرڻ جي هر ڪوشش کي رد ڪري ٿي. ڪانگريس هميشـ اهڙي آئين کي پنهنجو نصب العين بڻايو آهي جنهن ۾ گروهه ۽ فرد کي مڪمل آزاديءَ ترقيءَ جي موقعن جي ضمانت ڏني وئي هجي ۽ جنهن ۾ سماجي ناانصافين جي جڳهه تي هڪ وڌيڪ منصفاڻي سماجي نظام کي قبول ڪيو ويجي."

ڊاڪٽر راجندر پرساد کان صدارت جي چارج وٺڻ کان پوءِ، منهنجي شروعاتي قدمن مان هڪ هي هو تـ، ورڪنگ ڪميٽيءَ کي نئين سر جوڙيو ويجي. (نئين ۽ پراڻي ڪميٽيءَ ۾) ڏهه ميمبر گڏيل هئا، جن جا نالا هي آهن:

(1) شريمتي سروجني نائڊو
(2) سردار ولڀ ڀائي پٽيل
(3) سيٺ جمنالال بجاج (خزانچي)
(4) شري جي- بي ڪرپلاڻي (جنرل سيڪريٽري)
(5) خان عبدالغفار خان
(6) شري ڀولا ڀائي ڊيسائي
(7) شري شنڪر رائو ديو
(8) ڊاڪٽر پروفل چندر گهوش
(9) ڊاڪٽر راجندر پرشاد
(10) مان پاڻ

ڊاڪٽر راجندر پرشاد جي ڪميٽيءَ مان هڪ اهم نالو جيڪو غائب هو، جواهرلال نهرو جو هو. مون ان کي واپس آندو ۽ شري راجگوپال آچاريـ، ڊاڪٽر سيد محمود ۽ مسٽر آصف علي جو بـ واڌارو ڪيو.

هڪ پندرهين نالي جو اعلان بعد ۾ ٿيڻو هو. پر ڪانگريس جي اجلاس کان جلدي پوءِ اسان کي گرفتار ڪيو ويو ۽ اها جاءِ عرصي تائين خالي پئي هئي.

ڪانگريس جي تاريخ ۾ اهو انديشي وارو وقت هو. اسان ٻاهرين دنيا کي ڏوڏيندڙ واقعن کان متاثر ٿي رهيا هياسين. ان کان وڌيڪ پريشان ڪندڙ اسان جا پاڻ ۾ اختلاف هئا. مان ڪانگريس جو صدر هئس ۽ چاهيان پيو ته جيڪڏهن هندستان آزاد ٿي وڃي ته ان کي جمهوريت جي ڪيمپ ۾ شامل ڪرايان. هڪ متصد جنهن جو هندستان کي شديد احساس هو، جمهوريت هئي. اسان جي رستي جي اڪيلي رڪاوٽ هندستان جي غلامي هئي. گانڌيءَ کي بهرحال اهو خيال نه هو. ان جي لاءِ اصل مسئلو امن جو هو، هندستان جي آزاديءَ جو نه. مون ڪليل لفظن ۾ چيو ته، انڊين نيشنل ڪانگريس امن جي تنظيم نه آهي، پر هندستان کي آزاد ڪرائڻ جو هڪ ذريعو آهي. اهڙيءَ طرح گانڌيءَ جو اٿاريل سوال منهنجي اڳيان بي معنيٰ ٿي ويو.

پر گانڌي پنهنجا خيال بدلائي نه پيو سگهي. ان جي دماغ ۾ اها ڳالهه ويهي وئي هئي ته هندستان کي جنگ کان الڳ رهڻ رهڻ گهرجي. هو وائسراءِ سان مليو ۽ ان جي اڳيان پنهنجي خيالن جو اظهار ڪيائين. برطانوي عوام جي نالي هن هڪ ڪليل خط به لکيو، جنهن ۾ انهن کي اها اپيل ڪئي وئي هئي ته انهن کي هٽلر سان وڙهڻ نه گهرجي، پر روحاني طاقت جي ذريعي ان جي مخالفت ڪرڻ گهرجي. اهي واقعا حيران ڪندڙ نه آهن ته برطانوي دلين تي گانڌيءَ جو ڪو به اثر نه ٿيو. جو ته ان وقت تائين فرانس اڳ ۾ ئي مار کائي چڪو هو ۽ جرمنيءَ جي طاقت پنهنجي انتهائي عروج تي هئي.

اهو وقت گانڌيءَ جي لاءِ تمام ڏکيو هو. گانڌيءَ ڏٺو ته جنگ دنيا کي تباه ڪري ڇڏيندي ۽ هو ان کي بچائڻ جي لاءِ ڪجھ به نه پيو ڪري سگهي. هو ايتريقدر مايوس هو جو ڪيترن ئي موقعن تي هن خودڪشيءَ تائين ڪرڻ جو ارادو ڪيو. هن مون کي چيو ته، جيڪڏهن هو جنگ جي آندل مصيبتن کي ختم ڪرڻ جي طاقت نه ٿو رکي ته گهٽ ۾ گهٽ پنهنجي هٿان پنهنجي جان ڏئي ان صورتحال جو شاهد بڻجڻ کان انڪار ته ڪري سگهي ٿو. مون تمام گهرائيءَ سان ان مسئلي تي غور ڪيو پر پنهنجو پاڻ کي قائل نه ڪري سگهيس. منهنجي لاءِ عدم تشدد پاليسيءَ جو معاملو هو، عقيدي جو نه. منهنجو خيال هو ته هندستاني ضرورت وقت هٿيار کڻڻ جو حق رکن ٿا، پر ملڪ ۾ ان وقت جيڪي حالتون هيون، ان جي آڌو گانڌيءَ جو طريقو درست هو. عدم تشدد جي ذريعي اسان جي وڙهڻ جو فيصلو، حالتن جي دٻاءُ جو نتيجو هو. منهنجي يا ٻين گهڻن هندستانين لاءِ اهو معاملو عقيدي يا مسلڪ جو نه هو. جيڪڏهن آزادي لڙائيءَ جي ذريعي حاصل ٿي سگهي ٿي ته بيشڪ اسان وڙهي سگهون ٿا.

ان بنيادي مسئلي تي به ڪانگريس جي ورڪنگ ڪميٽيءَ ۾ اختلاف پيدا ٿي ويو هو، شروعاتي مرحلي ۾ پنڊت نهرو، سردار پٽيل، شري راجگوپال آچاريه ۽ خان عبدالغفار خان منهنجي حمايت ڪئي. ڊاڪٽر راجندر پرشاد، آچاريه ڪرپلاڻي ۽

شري شنڪر رائو ديو. دل ۾ جان سان گانڌيءَ سان گڏ هئا ۽ ان ڳالھ تي متفق هئا تہ هڪ دفعو جيڪڏهن هي محسوس ٿيو تہ آزاد هندستان جنگ ۾ شريڪ ٿي سگهي ٿو تہ، آزاديءَ جي لاءِ هندستان جي پرامن جدوجهد جا بنياد ئي ختم ٿي ويندا.

ٻئي طرف مان اهو سمجهندو هئس تہ آزاديءَ لاءِ هڪ اندروني جدوجهد، ۽ جارحيت جي خلاف هڪ ٻاهرين جدوجهد ٻنهيءَ ۾ فرق آهي. آزاديءَ جي لاءِ لڙائي هڪ ڳالھ هئي ۽ ملڪ آزاد ٿيڻ کان پوءِ وڙهڻ ٻي ڳالھ هئي. منهنجو چوڻ هي هو تہ اسان کي انهن ٻنهي مسئلن کي هڪ ٻئي سان ملائڻ نہ گهرجي.

جولاءِ 1940ع ۾ اي- آءِ- سي- سي جي پونا اجلاس ۾ اهي معاملا فيصلائتي موڙ تي پهچي ويا. ڪانگريس جي رامگڙھ اجلاس کان پوءِ اها ورڪنگ ڪميٽيءَ جي پهرين ميٽنگ هئي. صدر جي حيثيت ۾ مان ڪميٽيءَ جي آڏو مسئلو ان شڪل ۾ پيش ڪيو، جنهن شڪل ۾ ان کي ڏسان پيو. ڪميٽيءَ منهنجي خيالن جي تصديق ڪئي. اهڙيءَ طرح ٻہ قراردادون منظور ٿيون. پهرين قرارداد ۾ ڪانگريس جي ان ڳالھ کي ورجايو ويو تہ هندستان جي آزاديءَ کان پوءِ عدم تشدد جي پاليسي ئي صحيح آهي ۽ ان کي باقي رکڻ گهرجي. ٻي قرارداد ۾ اهو چيو ويو هو تہ، نازي ازم ۽ جمهوريت جي وچ ۾ جنگ ۾ هندستان لاءِ صحيح جڳھ جمهوري ڪيمپ ۾ هئي. بهرحال جيستائين هندستان پاڻ آزاد نہ ٿي وڃي، اهو جمهوريتن جي جنگي ڪوشش ۾ شريڪ نہ ٿو ٿي سگهي. اهي قراردادون آخر ۾ جنهن شڪل ۾ منظور ڪيون ويون، اهي منهنجي ڊرافٽ تي ٻڌل هيون.

جڏهن اها قرارداد جنهن ۾ عدم تشدد کي هندستان جي آزاديءَ جي جدوجهد جو بنياد چيو ويو هو، منظور ٿي تہ گانڌي تمام گهڻو خوش ٿيو. جنگ ڏانهن منهنجي رويي جي روشنيءَ ۾ ائين لڳي پيو تہ گانڌيءَ کي ان ڳالھ جو انديشو هو تہ، اي- آءِ- سي- سي ڪانگريس جي عدم تشدد جي پاليسيءَ کان ڪٿي پري نہ هلي وڃي. مبارڪباد جو ٽيليگرام جيڪو هن مون ڏانهن موڪليو، ان ۾ اهو چيو تہ کيس ان ڳالھ جي خاص طور تي خوشي آهي تہ مان اندروني جدوجهد ۾ عدم تشدد جي مقصد جي وڪالت ڪئي هئي. سندس خيال هو تہ ملڪ جي موجوده مزاج کي ڏسندي اي- آءِ- سي- سي منهنجي ان تجويز کي جلدي ميڄي وٺندي تہ جيڪڏهن هندستان جي آزاديءَ کي تسليم ڪيو ويو تہ، پوءِ ان کي جنگ ۾ شريڪ ٿيڻ گهرجي. ان ڳالھ ۾ ان کي شڪ هو تہ، مان اي- آءِ- سي- سي کي پنهنجي اندروني جدوجهد جي سلسلي ۾ عدم تشدد تي قرارداد جي منظوريءَ لاءِ آماده نہ ڪري سگهندس.

بهرحال ورڪنگ ڪميٽيءَ جا ميمبر جنگ ڏانهن پنهنجي رويي جي سلسلي ۾ ٻڌتر جو شڪار ٿيڻ لڳا. ان مان ڪو بہ اهو وساري نہ پيو سگهي تہ گانڌي اصولي طور

تي ڪنهن به نموني جنگ ۾ شرڪت جي خلاف آهي. نه ئي هو اهو وساري سگهي پيو ته هندستان آزاديءَ جي جدوجهد ۾ پنهنجو هاٿو ڪو رخ گانڌيءَ جي قيادت ۾ حاصل ڪيو آهي. هاڻي اهي ٻهريون دفعو هڪ بنيادي مسئلي تي گانڌيءَ سان اختلاف ڪري رهيا هئا ۽ ان کي اڪيلو ڇڏي رهيا هئا. عدم تشدد ۾ هڪ عقيدي جي طور تي گانڌيءَ جو پڪو يقين، انهن مان انهن جي فيصلي تي اثرانداز ٿيڻ لڳو. پونا اجلاس ڪانپوءِ هڪ مهيني جي اندر سردار پٽيل پنهنجا خيال بدلايا ۽ گانڌيءَ جو موقف اختيار ڪيو. ٻيا ميمبر به ٻڌ ترم ۾ پئجي ويا.

جولاءِ 1940ع ۾ ڊاڪٽر راجندر پرساد ۽ ورڪنگ ڪميٽيءَ جي ٻين ڪيترن ئي ميمبرن مون کي لکيو ته جنگ بابت گانڌيءَ جي خيالن ۾ اهي پختو يقين رکن ٿا ۽ چاهين ٿا ته ڪانگريس انهن ئي خيالن تي عمل ڪري. انهن هي به چيو ته، منهنجا خيال مختلف هئا ۽ اي- آءِ- سي- سي پونا ۾ منهنجي حمايت ڪئي هئي، ان ڪري انهن صحيون ڪندڙن کي شڪ هو ته هاڻي هو پنهنجي ورڪنگ ڪميٽيءَ جي ميمبرن جي حيثيت سان بدستور باقي رهي سگهن ٿا. ورڪنگ ڪميٽيءَ ۾ انهن جي نامزدگي، صدر سان تعاون جي لاءِ ڪئي وئي هئي، پر هاڻي هڪ بنيادي مسئلي تي انهن کي اختلاف ٿي چڪو هو، ان ڪري هاڻي ڪا صورت سواءِ ان جي نه رهجي وئي هئي ته اهي استعفيٰ ڏين. انهن ان مسئلي تي گهرائيءَ سان سوچ ويچار ڪيو هو ۽ ان خيال سان ته مون کي بي عزتيءَ جو احساس نه ٿئي، هو ان وقت تائين ورڪنگ ڪميٽيءَ جي ميمبرن جي حيثيت سان ڪم ڪندو رهڻ لاءِ تيار هئا. جيستائين انهن جي اختلافن جي لاڳو ٿيڻ تي فوري عمل نه ٿئي.

جيڪڏهن برطانوي حڪومت منهنجا شرط قبول ڪيا ۽ جنگ ۾ شرڪت جو سوال حقيقت ۾ آڏو آيو ته اهي محسوس ڪندا هئا ته انهن وٽ استعيفيٰ ڏيڻ کان سواءِ ڪو به چارو نه آهي. انهن هي به لکيو ته. جيڪڏهن مون کي اها صورتحال منظور هجي ته اهي ورڪنگ ڪميٽيءَ جي ميمبرن جي حيثيت سان ڪم ڪندو رهڻ تي راضي آهن. ٻي صورت ۾ ان خط کي انهن جي استعيفيٰ سمجهيو وڃي.

مون کي اهو خط پڙهي تمام گهڻي تڪليف ٿي، جنهن تي جواهرلال ۽ راجگوپال کي ڇڏي ورڪنگ ڪميٽيءَ جي سڀني ميمبرن صحيون ڪيون هيون. ايستائين جو خان عبدالغفار خان به، جيڪو منهنجي سڀ کان پُرجوش حمايتن ۾ شامل هو، هاڻي پنهنجا خيال بدلايا هئا. مون کي پنهنجي ساٿين جي طرفان اهڙي خط جي توقع نه هئي. مون جواب ۾ جلدي اهو لکيو ته مان پوري طرح انهن جي نقطه نظر کي سمجهان ٿو ۽ انهن جي موقف کي قبول ڪريان ٿو. برطانوي حڪومت جي موجوده رويي جي روشنيءَ ۾ هندستاني آزاديءَ کي تسليم ڪرڻ جي مشڪل سان ئي ڪا اميد ڪري

سگهجي پئي. جيستائين برطانوي رويو بدلجي نٿو. جنگ ۾ شرڪت جو سوال هڪ مڪتبي مسئلو بڻيل رهندو، ان ڪري مان انهن کي درخواست ڪندس ته اهي ورڪنگ ڪميٽيءَ جي ميمبرن جي حيثيت سان ڪم ڪندا رهن.

آگسٽ 1940ع ۾، وائسراءِ مونکي هڪ وسيع تر ۽ اڳ کان وڏيڪ اختيار رکڻ واري انتظامي مجلس جي بنياد تي حڪومت ۾ ڪانگريس جي شموليت جي باري ۾ ڳالهه ٻولهه جي لاءِ گهرايو. پنهنجي ساٿين سان مشوري ڪرڻ کان سواءِ مون اها پيشڪش نامنظور ڪئي. مون کي ائين لڳو ته ڪانگريس جي آزاديءَ جي مطالبو ۽ وائسراءِ جي انتظامي مجلس ۾ واڌاري جي پيشڪش جي وچ ۾ ڪو گڏيل بنياد نه آهي. انهيءَ ڪري ٿي وائسراءِ سان ملاقات جو ڪو به مطلب ٿي نه پيو نڪري. مون کي خبر پئي ته گهڻا ڪانگريسي منهنجي فيصلي سان متفق نه آهن. انهن جو چوڻ هي هو ته، مون کي اها دعوت قبول ڪرڻ گهرجي ها ۽ وائسراءِ سان ملڻ گهرجي ها، پر مون کي پهرين به يقين هو ۽ اڄ به آهي ته، مون صحيح فيصلو ڪيو هو.

ان واقعي تي گانڌيءَ جو ردعمل، ڪانگريس جي اڪثريت جي ردعمل کان گهڻو مختلف هو. ان مون ڏانهن هڪ خط لکيو، جنهن ۾ منهنجي فيصلي جي پوري تائيد ڪئي وئي هئي. ان جي خيال ۾ وائسراءِ سان ملاقات ڪرڻ کان منهنجو انڪار هڪ غيبي عطيي جي علامت هو. خدا کي اهو منظور نه هو ته هندستان ان جنگ ۾ شريڪ نه ٿئي. گانڌيءَ جي ويجهو اهو ئي سبب هو، جنهن جي ڪري مون وائسراءِ سان ملڻ کان انڪار ڪيو. اهڙي نموني اهو قصو ختم ٿي ويو. پر جيڪڏهن، ان جي ابتڙ مان وائسراءِ سان ملاقات ڪريان ها ته گانڌيءَ کي خوف هو ته هڪ ناهه تي وڃي ها ۽ هندستان جنگ ۾ ملوث ٿي وڃي ها.

ان کان جلدي پوءِ گانڌيءَ انگريزن جي نالي هڪ ٻي اپيل جاري ڪئي، جنهن ۾ ان وري اها درخواست ڪئي ته اهي هٿيارن تان دستبردار ٿي وڃن ۽ هٽلر جو مقابلو روحاني طاقت جي ذريعي ڪن. برطانوي عوام جي نالي ان خط کي ڪافي نه سمجهندي گانڌي لارڊ لنلٿگو سان به مليو ۽ ان تي دٻاءُ وڌائين ته هو سندس نقطہ نظر قبول ڪري ۽ ان کي برطانوي حڪومت تائين به پهچائي.

جڏهن گانڌي لارڊ لنلٿگو کي اهو چيو ته، برطانوي عوام کي هٿيار ڇڏي روحاني طاقت سان هٽلر جي مخالفت ڪرڻ گهرجي ته، لارڊ لنلٿگو ان مشوري کي جنهن کي هو غير معمولي سمجهندو هو، حيرت ۾ پئجي ويو. هن جو عام معمول هي هو ته هو گهنٽي وڃائي هڪ اي- ڊي- سي کي گهرائيندو هو، جيڪو مو ڪلائڻ وقت گانڌيءَ کي ڪار تائين ڇڏي ايندو هو. ان موقعي تي هو ايترو حيران ٿيو جو، نه گهنٽي وڄائي، نه الوداع چيو. نتيجو هي نڪتو ته گانڌي هڪ خاموش ۽ حيرت ۾ ورتل وائسراءِ کي

چڏي ٻاهر نڪتو ۽ پنهنجي ڪار تائين پاڻ ئي پهتو. گانڌيءَ مون سان ان واقعي جو ذڪر پنهنجي خاص مزاج سان ڪيو.

ڪانگريس ۾ اندروني بحث جاري رهيو. جيستائين گانڌيءَ جو تعلق آهي، ڪانگريس کي ڪنهن به حالت ۾ جنگ ۾ شريڪ نه ٿيڻو هو. مون ان حد تائين ان سان اتفاق ڪيو ته موجوده حالتن ۾ هندستان جنگ ۾ شريڪ نه ٿو ٿي سگهي. پنهنجي بنيادي روين ۾ جتي اسان هڪٻئي سان اختلاف رکون پيا، اتي ان ڳالهه تي به اسان جو اتفاق هو ته موجوده صورتحال ۾ هندستان کي انگريزن سان پنهنجو مڪمل تعاون روڪڻ گهرجي. اهڙيءَ طرح منهنجي پاليسي ۽ گانڌيءَ جي عقيدي ۾ ٽڪراءُ صرف اصولي نوعيت جو رهيو. انگريزن جي رويي اسان کي عمل جي ميدان ۾ متحد ڪيو، توڙي جو اسان جا بنيادي رويا هڪٻئي کان جدا هئا.

هاڻي سوال هي پيدا ٿيو ته موجوده صورتحال ۾ ڪانگريس کي ڇا ڪرڻ گهرجي؟ هڪ سياسي تنظيم جي طور تي اها خاموش نه پئي ويهي سگهي، جڏهن سڄي عالم ۾ هولناڪ واقعا ٿي رهيا هئا. اڳ ۾ گانڌي ڪنهن به نموني جي تحريڪ جو مخالف هو، ڇو ته تحريڪ هندستاني آزاديءَ جي مسئلي کي ڪٽڻ جي صورت ۾ ئي ممڪن هئي ۽ ان ۾ اها رمز به لڪل هئي ته هڪ دفعو آزادي ملي وئي ته هندستان جنگ ۾ شامل ٿي ويندو.

دهلي ۽ پونا جي ميٽنگن کانپوءِ جڏهن انگريز ڪانگريس جي تعاون جي پيشڪش ٺڪرائي ڇڏي ته گانڌيءَ سول نافرمانيءَ جي هڪ محدود تحريڪ جي باري ۾ سوچيو. ان هيءَ تجويز رکي ته مردن ۽ عورتن کي، هندستان کي جنگ ۾ ڇڪڻ خلاف، انفرادي طور تي احتجاج ڪرڻ گهرجي. هو ڪلي عام جنگي ڪوشش کان پنهنجو پاڻ کي لاتعلق رکندا ۽ پنهنجي گرفتاريءَ جي پيشڪش ڪندا. مان اهو سوچيندو هئس ته جنگ جي خلاف تحريڪ ان کان وڏي پئماني تي ۽ وڏيڪ سرگرم هجڻ گهرجي، پر گانڌي راضي نه ٿيو. هو ان کان اڳتي وڃڻ لاءِ آماده نه هو. آخرڪار مون اها ڳالهه مڃي ته گهٽ ۾ گهٽ انفرادي ستيه گره جي تحريڪ شروع ڪرڻ گهرجي.

اهڙيءَ طرح ونوبا ڀاوي کي پهريون انفرادي ستيه گرهي ۽ جنگ جي غيرمسلح مخالف جي حيثيت سان چونڊيو ويو. ڀاوي کان پوءِ ٻئي رضاڪار طور تي پنڊت نهرو پنهنجو پاڻ کي پيش ڪيو ۽ گانڌيءَ اها پيشڪش قبول ڪئي. پوءِ گهڻا ٻيا ماڻهو ايندا ويا ۽ جلدي انفرادي ستيه گره جي هڪ ملڪ گير تحريڪ شروع ٿي. ان تحريڪ جو سبب هي هو ته، عدم تشدد ڏانهن رويي ۾ مون کي گانڌيءَ سان گهڻو اختلاف هو، پر جيڪو پروگرام عمل ۾ آيو، اهو اهڙو هو جنهن تي اسان ٻئي متفق هئاسين.

ڪڏهن ڪڏهن اهڙيءَ طرح جي انفرادي ستيه گره ۾ نقصان وارو پهلو به

نڪري ايندو هو. پنجاب جو هڪ رڪن هو. جنهن گانڌي يا ورڪنگ ڪميٽيءَ جي اجازت حاصل ڪرڻ کان سواءِ ستيہ گره جي پيشڪش ڪئي، جڏهن ان کي گرفتار ڪيو ويو تہ. ڪانگريس جي واضح هدايتن جي برخلاف ان پنهنجو دفاع پيش ڪيو. مقدمو هلائڻ واري مئجسٽريٽ سزا جي طور تي هڪ آني (جي رقم) جو ڏنڊ رکيو ۽ پنهنجي ئي کيسي ۾ ادائگي ڪري انکي ڇڏي ڏنو. ان سان پنجاب ۾ تحريڪ جو اهڙو مذاق اڏايو ويو جو معاملن جي درستگيءَ جي لاءِ مون کي اوڏانهن وڃڻو پيو. واپس ايندي لاهور ۾ مون کي گرفتار ڪيو ويو. اها گرفتاري بہ مذاق کان خالي نہ هئي. صبح سوير هڪ پيالي چانھ لاءِ ريفرشيمينٽ ڪار ڏانهن وڃي رهيو هئس. ان ئي وقت سپرينٽنڊنٽ پوليس آدابن سان گڏ وارنٽ بہ پيش ڪيو. مون جواب ڏنو: اهو خصوصي امتياز جيڪو توهان مون کي عطا ڪيو آهي، ان کي مان پنهنجي لاءِ اعزاز سمجهان ٿو. توهان مون کي گرفتار ڪيو. ان کان اڳ جو مونکي انفرادي ستيہ گره پيش ڪرڻ جو موقعو ملي وڃي ها.

مون کي بہ ورهيہ قيد جي سزا ملي ۽ مونکي نيني جيل ۾ رکيو ويو. ڪجھ عرصو پوءِ ڊاڪٽر ڪاٽجو بہ اتي مون وٽ اچي ويو. اسان، بهرحال سزا جي مدت پوري نہ ڪئي، ڇو تہ دنيا کي ڌوڏيندڙ ٻن اهم واقعن جنگ جو سڄو مزاج بدلائي ڇڏيو. انهن مان پهريون واقعو جون 1941ع ۾ سوويت روس تي جرمنيءَ جو حملو هو، وري ڇهن مهينن جي اندر پرل هاربر (آمريڪا) تي جپان جو حملو هو.

سوويت روس تي جرمنيءَ جي ۽ آمريڪا تي جپان جي حملي جنگ کي صحيح نموني عالمي بڻايو. سوويت تي جرمن حملي کان اڳ اها جنگ صرف مغربي يورپي ملڪن جي وچ ۾ هئي. جرمن حملي جنگ جي محاذن کي ڦهلائي اهڙن وسيع علائقن تائين پهچايو جيڪي اڃا تائين بچيل هئا. آمريڪا برطانيا کي سٺي امداد ڏئي رهيو هو، پر اڃا تائين پاڻ جنگ ۾ شامل ۾ نہ هو. آمريڪي ڪنڌ کي اڃا تائين ڪنهن جو هٿ نہ لڳو هو. پرل هاربر تي جپان جي حملي آمريڪا کي بہ ان طوفان ۾ ڇڪي آندو ۽ جنگ صحيح معنيٰ ۾ عالمي ٿي وئي.

شروعاتي منزلن ۾ جپان جي حيران خيز ڪاميابي جنگ کي هندستان جي دروازي تائين وٺي آئي. ڪجھ هفتن جي اندر جپان، ملايا ۽ سنگاپور تي قبضو ڪيو، جلدي برما تي جيڪو 1937ع کان پهرين هندستان جو ئي هڪ حصو هو، قبضو ٿي ويو. هڪ اهڙي صورتحال پيدا ڪئي وئي جنهن ۾ صاف نظر اچي پيو تہ هندستان تي بہ حملو ڪيو ويندو. جپاني جهاز خليج بنگال ۾ پهرين ئي ڏٺا ويا هئا ۽ جلد ئي انڊمان ۽ نڪوبار جا ٻيٽ جپاني فوجن جي گرفت ۾ اچي ويا.

جنگ ۾ جپان جي شامل ٿيڻ سان آمريڪا کي سڌوسنئون جنگ جون

ذميواريون سنڀالڻيون پيون. انهن اهو وقت اچڻ کان اڳ ئي انگريزن کي مشورو ڏنو هو تہ انهن کي هندستان سان مفاهمت ڪرڻ گهرجي. هاڻي ان برطانيا تي وڌيڪ دٻاءُ وجهڻ شروع ڪيو تہ هو هندستاني مسئلي کي حل ڪري ۽ هندستان کي راضي ڪري ان جو تعاون حاصل ڪري. ان وقت ان ڳالهہ جي خبر نہ پئجي سگهي، پر صدر روز ويلٽ پرل هاربر تي جپاني حملي کان پوءِ برطانوي حڪومت کي درخواست ڪئي هئي تہ هندستاني اڳواڻن سان مصالحت ڪرڻ گهرجي. هندستان جي حڪومت، انهن درخواستن کي نظرانداز نہ پئي ڪري سگهي. هڪ خاص نقطي تائين ان پنهنجي پاليسين کي بدلائڻ جو فيصلو ڪيو.

ڊسمبر 1961ع ۾ وائسراءِ طئہ ڪيو تہ جواهرلال کي ۽ مونکي رها ڪرڻ گهرجي. اهو فيصلو جنگ جي بدليل صورتحال تي ڪانگريس جي ردعمل کي پرکڻ جي نيت سان ڪيو ويو. سرڪار اسان جي ردعمل کي ڏسڻ چاهي پئي ۽ ان کانپوءِ اهو طئہ ڪرڻ چاهي پئي تہ ڇا ٻين کي بہ آزاد ڪري سگهجي ٿو. ڪنهن بہ صورت ۾ منهنجي رهائي ضروري هئي، ڇو تہ جيستائين مون کي آزاد نہ پيو ڪيو وڃي تيستائين ورڪنگ ڪميٽيءَ جي ميٽنگ ئي نہ پئي ٿي سگهي.

مان ذهني اذيت جي هڪ ڪيفيت ۾ مبتلا هئس، جيستائين رهائيءَ جو پروانو مون تائين پهتو. واقعو هي آهي تہ، جڏهن مون کي آزاد ڪيو ويو تہ مون کي هڪ طرح جي بي عزتيءَ جو احساس ٿيو. پوين سڀني موقعن تي، جيل کان آزادي پاڻ سان جزوي ڪاميابيءَ جو هڪ احساس آڻيندي هئي. هن دفعي مون شدت سان اهو محسوس ڪيو تہ جنگ کي جاري رهندي ٻن ورهين کان مٿي وقت ٿي ويو آهي، پر اسان هندستان جي آزادي حاصل ڪرڻ ۾ ڪو مؤثر قدم نہ کڻي سگهيا آهيون. اسان پنهنجي تقدير جا پاڻ مالڪ نہ آهيون، پر حالتن جو شڪار لڳون ٿا.

پنهنجي رهائيءَ کان جلدي پوءِ مون بار دوليءَ جي هنڌ ورڪنگ ڪميٽيءَ جي هڪ ميٽنگ گهرائي. گانڌي اتي رهيل هو ۽ هن خواهش ظاهر ڪئي هئي تہ اتي ئي ميٽنگ سڏائي وڃي. مان ان سان ملاقات جي لاءِ ويس ۽ جلدي محسوس ڪري ورتم تہ اسان ٻنهيءَ جي وچ ۾ فاصلو وڌي چڪو آهي. ان کان اڳ اسان صرف اصول جي سوال تي هڪ ٻئي سان اختلاف ڪيو هو، پر هاڻي هڪ ٻيو بنيادي اختلاف صورتحال بابت سندس ۽ منهنجي تجزئي ۾ پيدا ٿي چڪو هو. لڳي پيو تہ، گانڌيءَ کي يقين ٿي ويو هو تہ، برطانوي حڪومت هندستان کي آزاد تسليم ڪرڻ تي رضامند ٿي وئي آهي، جيڪڏهن هندستان جنگي ڪوشش ۾ پنهنجي مڪمل تعاون جي پيشڪش ڪري سگهي. هو محسوس ڪري پيو تہ حڪومت تي قدامت پسندن جو غلبو آهي ۽ مسٽر چرچل وزير اعظم آهي، پر جنگ هڪ اهڙي منزل تائين پهچي وئي آهي، جتي انگريزن

وٽ تعاون جي قيمت جي طور تي هندستان جي آزاديءَ کي تسليم ڪرڻ کان سواءِ ڪو رستو ئي نہ آهي.

منهنجو پنهنجو جائزو بلڪل مختلف هو. مان اهو سوچيندو هئس تہ برطانوي حڪومت اسان جي تعاون جي لاءِ خلوص سان بيچين آهي، پر اڃا تائين اها هندستان کي آزاد تسليم ڪرڻ لاءِ تيار نہ آهي. مون کي خيال ٿيو تہ برطانوي حڪومت وڏ کان وڏ جيڪو ڪري سگهي ٿي، سو اهو هوندو تہ، وسيع تر اختيارن سان هڪ نئين انتظامي مجلس جوڙيءَ ان ۾ ڪانگريس کي مناسب نمائندگي ڏئي. ان مسئلي تي اسان ڏگها بحث ڪيا، پر مان گانڌيءَ کي قائل ڪرڻ ۾ ناڪام رهيس.

رهائيءَ کان جلدي پوءِ مون ڪلڪتي ۾ هڪ پريس ڪانفرنس ڪئي. جڏهن مون کان پڇيو ويو تہ، ڇا ڪانگريس جنگ ڏانهن پنهنجي پاليسي بدلائڻ لاءِ راضي آهي؟ تہ، مون جواب ڏنو تہ ان جو انحصار برطانوي حڪومت جي رويي تي آهي. جيڪڏهن حڪومت پنهنجو رويو بدلائيندي تہ ڪانگريس بہ بدلائيندي. مون اها ڳالھ واضح ڪئي تہ جنگ ڏانهن ڪانگريس جو رويو ڪنهن اهڙي عقيدي جو مزاج نہ ٿو رکي، جيڪو زوال کان خالي هجي. وري مون کان اهو سوال ڪيو ويو تہ، جيڪڏهن جپان هندستان تي حملو ڪري تہ، هندستانين کي ڇا ڪرڻ گهرجي؟ مون هڪ گهڙيءَ جي بہ هٻڪ کان سواءِ جواب ڏنو تہ، ملڪ جي دفاع لاءِ سيني هندستانين کي تلوار کڻڻ گهرجي. مون وڌيڪ چيو: اسان اهو ان ئي صورت ۾ ڪري سگهون ٿا، جڏهن اهي زنجيرون جن اسان جي هٿن ۽ پيرن کي جڪڙي رکيو آهي، هٽايون وڃن. هٿ ۽ پير ٻڌل هجن تہ اسان ڪيئن وڙهي سگهون ٿا؟

لنڊن جي ڊيلي نيوز Daily News ۽ دي ٽائيمز The Times ان انٽرويو تي تبصرو ڪيو ۽ چيو تہ، ان سان گانڌيءَ ۽ ڪانگريسي اڳواڻن جي راين ۾ اختلاف جو پتو پوي ٿو. گانڌيءَ جنگ ڏانهن هڪ ناقابل تبديل رويو اختيار ڪيو هو. جنهن ڳالهين جي لاءِ ڪابہ گنجائش باقي رهڻ نہ ڏني هئي. ان جي ابتڙ منهنجي بيان ۾ ڳالھ ٻولھ جي اميد موجود هئي.

جڏهن ورڪنگ ڪميٽيءَ جي ميٽنگ ٿي تہ گانڌيءَ برطانيا جي اخباري تبصري جو ذڪر ڪيو. ان اها ڳالھ تسليم ڪئي تہ اهي تبصرا ڪنهن حد تائين ان تي اثرانداز ٿيا آهن ۽ سندس ان يقين کي تقويت پهچائي آهي تہ جيڪڏهن جنگ ۾ ڪانگريس تعاون جي پيشڪش ڪري تہ برطانوي حڪومت پنهنجو رويو تبديل ڪرڻ تي راضي ٿي ويندي. ان سوال تي تہ ڪانگريس جو رويو ڇا هجڻ گهرجي؟ ٻن ڏينهن تائين بحث جاري رهيو، پر ڪو بہ متفق فيصلو نہ ٿي سگهيو.

گانڌي پنهنجي ان خيال تي مضبوطيءَ سان ڄميل هو تہ عدم تشدد هڪ عقيدو

آهي ۽ ڪنهن بہ حالت ۾ ان تان دستبردار نہ ٿيڻ گهرجي. نتيجي طور ان جي لاءِ ڪنهن بہ صورت ۾ اهو ممڪن نہ هو تہ جنگ ۾ هندستان جي شرڪت کي تسليم ڪري. مون پنهنجو پويون خيال ورجايو تہ، ڪانگريس کي وڏيڪ زور هندستان جي آزاديءَ تي ڏيڻ گهرجي، نہ ڪ عقيدي جي حيثيت سان عدم تشدد تي.

ڏکين مسئلن جو حل ڪڍڻ جي لاءِ گانڌيءَ ۾ جيڪا حيرت انگيز طاقت هئي، ان جي نمايان تصديق ان واقعي سان ٿئي ٿي تہ هن اونداهي گهٽيءَ مان نڪرڻ جي لاءِ هڪ فارمولو جوڙيو، جيڪو بنهي ڌرين لاءِ اطمينان بخش ٿي سگهي پيو. هن ۾ پنهنجي خلاف وڃڻ واري نقطہ نظر جي منصفاڻي ترجماني ۽ تفهيم جي هڪ عجيب ۽ غريب صلاحيت هئي. جڏهن هن جنگ ۾ هندستان جي شرڪت جي سوال تي منهنجي بي لوچ رويي کي ڏٺو تہ هن مون تي ان کي بدلائڻ لاءِ وڌيڪ دٻاءُ نہ وڌو. ان جي ابتڙ هن ورڪنگ ڪميٽيءَ جي آڏو هڪ قرارداد پيش ڪئي، جيڪا ديانتداريءَ سان منهنجي نقطہ نظر جي ترجمان هئي.

جلد ئي هندستان جي صورتحال ۾ هڪ ٻي اهم تبديلي آئي. جنگ شروع ٿيندي ئي سڀاش چندربوس هڪ مهم جي شروعات ڪئي، جنهن جو مقصد جنگي ڪوشش جي سرگرم مخالفت هو. انهن سرگرمين هن کي جيل ۾ پهچايو، پر هن احتجاج جي طور تي بک هڙتال ڪئي تہ آزاد ڪيو ويو. 26 جنوري 1941ع تي اها خبر پئي تہ هو هندستان ڇڏي چڪو آهي. هڪ ورهيہ کان وڌيڪ عرصي تائين سندس باري ۾ ڪجهہ بہ نہ ٻڌو ويو ۽ ماڻهن کي يقين نہ هو تہ، هو جيئرو آهي يا نہ!

مارچ 1942ع ۾ اهڙا سڀ شڪ ختم ٿي ويا، جڏهن هن جي هڪ تقرير برلن ريڊيو تان ٻڌي وئي. هاڻي اهو صاف هو تہ هو جرمني پهچي ويو آهي ۽ اتان انگريزن جي خلاف هڪ مورچو قائم ڪرڻ جي ڪوشش ۾ آهي. ان ئي دوران هندستان تي انگريز تسلط جي خلاف جپاني پروپيگنڊا هڪ نئين شدت اختيار ڪئي. جرمني ۽ جپان مان ان پروپيگنڊا جي نتيجي ۾ هندستان ۾ ماڻهن جو هڪ وڏو تعداد متاثر ٿيو. گهڻا ماڻهو جپان جي واعدن ۾ ڪشش محسوس ڪرڻ لڳا ۽ اهو سمجهڻ لڳا تہ، جپان هندستان جي آزاديءَ ۽ ايشيا جي استحڪام جي لاءِ سرگرم آهي. انهن جو خيال هو تہ جپاني حملي برطانوي اقتدار کي ڪمزور ڪيو آهي، ان سان اسان جي آزاديءَ جي جدوجهد کي مدد ملي آهي ۽ اسان کي صورتحال جو پورو پورو فائدو حاصل ڪرڻ گهرجي. ان ڪري ملڪ ۾ ان خيال جي ماڻهن جو هڪ حلقو ٺهي ويو، جنهن جون همدرديون آهستي آهستي جپان سان وڌنديون ويون.

هڪ ٻيو نقطو بہ هو، جنهن تي صورتحال بابت منهنجي جائزي ۽ گانڌيءَ جي جائزي ۾ فرق هو. گانڌي هاڻي ان خيال ڏانهن وڌڪان وڌ مائل ٿيندو پيو وڃي تہ اتحادي

اها جنگ نہ ٽا ڪتي سگهن. هن کي خوف هو تہ، ان جو نتيجو جرمنيءَ جپان جي فتح جي صورت ۾ سامهون اچي سگهي ٿو، يا بهتر ڪان بهتر ڳالهہ اها ٿي سگهي ٿي تہ جمود جي هڪ فضا پيدا ٿي وڃي.

جنگ جي نتيجي بابت گانڌيءَ پنهنجي راءِ جو اظهار واضح لفظن ۾ نہ ڪيو، پر هن سان ڳالهہ ٻولهہ جي دوران مون کي اهو احساس ٿيو تہ اتحادين جي ڪاميابيءَ جي سلسلي ۾ هن جو شڪ گهٽبو وڃي ٿو. مون اهو بہ ڏٺو تہ سياش چندر بوس جي بچي ڪري جرمنيءَ وڃڻ بہ گانڌيءَ تي گهرو اثر وڌو آهي. هن ان ڪان پهرين سياش چندر بوس جي گهڻين سرگرمين کي پسند نہ ڪيو هو، پر هاڻي مون کي هن جي خيالن ۾ تبديلي نظر اچي رهي هئي. هن جي گهڻين ڳالهين مون کي يقين ڏياريو تہ، هو هندستان کان ٻچي وڃڻ ۾ سياش چندر بوس جنهن همت ۽ عقل جو مظاهرو ڪيو آهي، ان کي تحسين جي نظر سان ڏسي ٿو. سياش چندر بوس لاءِ هن جي ان قدر شناسيءَ غير شعوري طور تي جنگ جي سڄي صورتحال جي سلسلي ۾ سندس خيالن کي هڪ نئون رنگ ڏنو.

اها پسنديدگي بہ انهن سببن ۾ شامل هئي، جنهن هندستان ۾ ڪرپس مشن جي دوران ڳالهہ ٻولهہ تي هڪ تڪنڊي ڪيفيت طاري ڪئي هئي. مان اڳئين باب ۾ ان ڪان وڌيڪ تفصيل سان ڪرپس جي آندل تجويزن ۽ ان جي سببن تي بحث ڪندس، جنهن جي ڪري اسان انهن تجويزن کي رد ڪيو هو، پر هتي مان هڪ رپورٽ جو ذڪر ڪرڻ چاهيندس جيڪا ڪرپس جي اچڻ ڪان ٿورو اڳ ڦهلائي وئي هئي.

هڪ اوچتي خبر اها آئي تہ سياش چندر بوس هڪ هوائي حادثي ۾ ختم ٿي ويو آهي. ان خبر هندستان ۾ سنسني ڦهلائي ڇڏي ۽ ٻين سان گڏ گانڌي بہ متاثر ٿيو. هن سياش چندر بوس جي والده ڏانهن هڪ تعزيتي پيغام موڪليو، جنهن ۾ ان جي پٽ کي ۽ هندستان جي لاءِ ان جي پٽ جي خدمتن کي زبردست خراج تحسين پيش ڪيو. پوءِ اها خبر پئي تہ رپورٽ غلط هئي. بهرحال ڪرپس مون سان شڪايت ڪئي تہ مونکي گانڌيءَ جهڙي شخص مان اها اميد نہ هئي تہ هو سياش چندر بوس جي باري ۾ اهڙا تعزيتي جملا چوندو. گانڌي عدم تشدد ۾ پختو يقين رکڻ وارو هو، جڏهن تہ سياش چندر بوس کُلم کلا محوري طاقتن جو ساٿ ڏنو هو ۽ جنگ جي ميدان ۾ اتحادين جي شڪست جي لاءِ هڪ زوردار پروپيگنڊا جاري رکي هئي.

# چين ڏانهن گريز

مان ان تشويش ڏانهن اشارو ڪري چڪو آهيان، جنهن جو اظهار صدر روز ويلٽ جنگ ۾ هندستان جي رضامنديءَ واري شموليت جي سلسلي ۾ ڪيو هو. جنرل ليسميو چيانگ ڪائي شيڪ هرهر اهو ئي خيال ظاهر ڪري رهيو هو. مخالفتن جي شروع ٿينديئي، هن ان ڳالهه تي زور ڏنو ته انگريزن کي هندستان سان مفاهمت ڪرڻ گهرجيءَ ان جو اهو اصرار پرل هاربر تي جپان جي حملي کان پوءِ اڃا به وڌي ويو. جپاني مداخلت جو فطري نتيجو چيانگ ڪائي شيڪ ۽ چيني حڪومت جي اهميت ۾ واڌارو ڪرڻ هو. آمريڪا، برطانيا، سوويت يونين ۽ فرانس وانگر هاڻي چين جو ڳاڻيٽو به دنيا جي وڏين طاقتن ۾ ٿيڻ لڳو. چيانگ ڪائي شيڪ برطانوي حڪومت تي مسلسل اهو دٻاءُ وڌو هو ته هو هندستان جي آزاديءَ کي تسليم ڪري. هيءُ ان جو خيال هو ته جيستائين هندستان رضامنديءَ سان جنگ ۾ شريڪ نه ٿو ٿئي، ان وقت اها مدد نه ٿي ملي سگهي، جنهن جو هو اهل آهي.

جنگ ڇڙڻ کان ڪجهه عرصو پهرين. جواهرلال ڏکڻ چين جو دورو ڪيو هو. چيانگ ڪائي شيڪ ان جو ميزبان هو ۽ اهڙي نموني هن ان سان ويجها واسطا قائم ڪيا هئا. اهڙيءَ طرح هن هندستان جي سياسي صورتحال جي باري ۾ سڌوسنئون معلومات به حاصل ڪئي هئي.

جواهرلال جي دوري جو هڪ نتيجو هي به نڪتو ته چيانگ ڪائي شيڪ هڪ مشن هندستان ڏانهن اماڻيو ۽ انڊين نيشنل ڪانگريس جي صدر جي حيثيت سان منهنجي نالي هڪ خط لکيو. پنهنجي خط ۾ هندستان جي خواهش لاءِ، ان پوري همدرديءَ جو اظهار ڪيو هو ۽ هندستاني فلاح ۽ بهبود جي لاءِ پنهنجي فڪرمندي به ظاهر ڪئي هئي. هاڻي ان فيصلو ڪيو ته ڪيس پاڻ هندستان اچي وائسراءِ ۽ ڪانگريسي اڳواڻن سان ملاقات ڪرڻ گهرجي. اهو ڏسڻ جي لاءِ ته ڇا مفاهمت جي ڪا راه نڪري سگهي ٿي؟ ان کي اميد هئي ته اها وک جنگي ڪوشش سان هندستان جي قومي رهنمائن سان وابستگيءَ ۾ معاون ٿيندي.

مان دهليءَ ۾ هئس ۽ آصف عليءَ سان رهيل هيس. جڏهن مون کي خبر پئي ته،

فيبروري 1942ع جي پهرين اڌ ۾ چيانگ ڪائي شيڪ هندستان اچڻ وارو آهي ۽ ڪجھ ڏينهن ڪان پوءِ مادام چيانگ ڪائي شيڪ جو اهو پيغام مليو تہ اها بہ ان سان گڏ هوندي. ان ڪان جلدي پوءِ حڪومت جي طرفان اهو اعلان ڪيو ويو تہ، چيانگ ڪائي شيڪ ۽ ان جي گهرواري هندستاني حڪومت جي مهمانن جي حيثيت سان دهلي اچي رهيا آهن.

چيانگ ڪائي شيڪ ۽ ان جي گهرواري 9 فيبروري 1942ع تي دهلي پهتا. انهن جي اچڻ ڪان بہ ڏينهن پوءِ مان ۽ جواهر لال انهن سان ملڻ لاءِ وياسين. انهن سان ڳالھ ٻولھ ۾ هڪ ڏکيائي اها هئي تہ انهن کي ڪابہ غيرملڪي ٻولي نہ ايندي هئي. هڪ ترجمان انهن سان گڏ هو. پر ان جي ڪري اسان جي ڳالھ ٻولھ فطري طور تي سست ۽ ڪجھ رسمي ٿي رهجي وئي. چيانگ ڪائي شيڪ اها ڳالھ ثابت ڪرڻ جي لاءِ تہ، سهاري جي محتاج قوم ٻن مان هڪ رستي سان آزادي وٺي سگهي ٿي، هڪ ڊگهي شروعاتي تقرير ڪئي. يا تہ اها هٿيار کڻي ۽ غيرملڪين کي پاڻ وٽان پيچائي ڪڍي. ٻيو رستو هي آهي تہ، اها پرامن ذريعن سان آزادي حاصل ڪري سگهي ٿي. پر ان جو مطلب هي ٿيندو تہ آزاديءَ جو سفر سست رهندو. آزاديءَ ڏانهن وک آهستي کڄندي، ايستائين جو اسان منزل تي پهچي وڃون. هڪ اهڙي قوم جي لاءِ جيڪا ڪنهن غيرملڪي يا قومي آمر جي خلاف جدوجهد ۾ مصروف آهي، ان لاءِ اهي ئي ٻہ طريقا موجود آهن.

هن وڌيڪ چيو تہ. چين ان اصول جي معقول هجڻ جو روشن مثال آهي. چين ۾ قومي تحريڪ 1911ع ۾ شروع ٿي. پر آزاديءَ جي منزل تي پهچڻ کان اڳ ۾ ان کي ڪيترن ئي مرحلن مان گذرڻو پيو. هندستان کي بہ اهو ئي رستو اختيار ڪرڻو پوندو. اهو فيصلو بيشڪ هندستانين کي ئي ڪرڻو آهي تہ هو پنهنجو مقصد ڪيئن حاصل ڪندا. چيانگ ڪائي شيڪ جو چوڻ هو تہ، ان صورتحال جو ڪوبہ بدل نہ آهي تہ جيڪڏهن آزادي هڪ ڌڪ ۾ حاصل نہ ٿئي تہ هندستان کي مرحليوار آزادي حاصل ڪرڻي پوندي. ان ڪانپوءِ هن مون کي ٻڌايو تہ، ان سڄي عرصي ۾ هن برطانوي حڪومت سان رابطو قائم رکيو هو ۽ برطانوي وزير اعظم ڏانهن تفصيلي نياپا موڪليا هئا. هن کي ان طرف ڪان بہ هڪ جواب مليو هو ۽ کيس يقين آهي تہ، جيڪڏهن هندستان دانشمنديءَ تدبر ڪان ڪم ورتو تہ جنگ جي صورتحال مان اهي پورو فائدو وٺي سگهن ٿا ۽ آزادي حاصل ڪري سگهن ٿا.

ان ڪان پوءِ چيانگ ڪائي شيڪ مون ڪان پڇيو: "هندستان جو صحيح رشتو ڪنهن سان آهي؟ ان جي صحيح جڳھ نازي جرمنيءَ سان آهي يا جمهوريتن سان؟"

مون جواب ڏنو: "مون کي اهو چوڻ ۾ ڪابہ هٻڪ محسوس نہ ٿي ٿئي تہ جيڪڏهن اسان جي رستي جون رڪاوٽون هٽايون وڃن تہ مان ان مقصد جي لاءِ ڪا

بہ ڪوشش باقي نہ ڇڏيندس تہ هندستان جمهوريتن جي ڪيمپ ۾ شامل ٿي وڃي."

ان کانپوءِ هن خطيبانہ انداز ۾ هڪ سوال پيش ڪيو. هن چيو تہ، بني نوع انسان جي ڪثير آبادين جي لاءِ هن عالمي جنگ ۾ مسئلو هڪ ئي آهي، آزادي يا غلامي. انهن وڏين دعوائن جي آڌو، ڇا اسان جو هي فرض نہ آهي تہ ڪن بہ شرطن جي اصرار کان سواءِ اسان برطانيا ۽ چين جو ساٿ ڏيون ؟

مون جواب ڏنو تہ، اسان جمهوري ڪيمپ ۾ شامل ٿيڻ جي لاءِ بي چين آهيون، پر شرط اهو آهي تہ اسان آزاد هجون ۽ پنهنجي آزاداڻي سوچ جي مطابق جمهوريتن سان گڏ هجون.

چيانگ ڪائي شيڪ ٻيهر چيو تہ، جيستائين هندستان جو تعلق آهي، هو اهو سوچي ٿو تہ ڊومينن رياستن ۽ مڪمل آزاديءَ ۾ ڪو بہ خاص فرق نہ آهي. ان سوال تي هو دير تائين ڳالهيون ڪندو رهيو ۽ چيائين تہ، جيڪڏهن برطانوي حڪومت ڊومينن رياستن سان گڏ خودمختياريءَ جي پيشڪش ڪري ٿي تہ عقلمندي ان ۾ آهي تہ هندستان ان کي قبول ڪري. هن هي بہ چيو تہ، کيس کي خبر آهي تہ جواهر لال سندس خيال سان متفق نہ آهي ۽ هو مڪمل آزادي چاهي ٿو، پر هندستان جي هڪ خير خواہ جي حيثيت سان، سندس مشورو اهو ئي هوندو تہ اسان کي اهڙي پيشڪش کي نامنظور نہ ڪرڻ گهرجي.

جواهر لال مون سان اردوءَ ۾ ڳالهہ ڪندي چيو تہ، ڪانگريس جي صدر جي حيثيت سان ان سوال جو جواب مون کي ڏيڻ گهرجي.

مون چيانگ ڪائي شيڪ کي چيو تہ، جيڪڏهن برطانوي حڪومت ڊومينن رياستن جي پيشڪش ڪندي ۽ ان تي رضامند ٿي ويندي تہ جنگ جي دوران هندستاني نمائندا آزادي ۽ ذميواريءَ جي احساس سان ڪم ڪري سگهندا، تہ ڪانگريس ان پيشڪش کي نامنظور نہ ڪندي.

ان منزل تي مادام چيانگ ڪائي شيڪ اسان سان شامل ٿي وئي ۽ اسان کي چانهہ جي دعوت ڏني. ان جي موجودگي ڳالهہ ٻولهہ کي سولو ڪيو، ڇو تہ ان جي تربيت آمريڪا ۾ ٿي هئي ۽ هوءَ مڪمل رواني سان انگريزي ڳالهائي سگهي پئي.

چيانگ ڪائي شيڪ چيو تہ، اها ڳالهہ ظاهر آهي تہ برطانوي حڪومت کي ئي جنگ جو وزن کڻڻو پوندو. اها توقع رکڻ تہ جيستائين اها ڪشمڪش جاري رهندي سڄو سيڪڙو ذميواري هندستانين تي وڌي وڃي، معقول نہ ٿيندو.

مون جواب ڏنو تہ، جنگ جي عرصي تائين جي لاءِ هڪ منصوبو جوڙي سگهجي ٿو، جيڪو هندستاني اڳواڻن ۽ برطانوي حڪومت ٻنهي جي لاءِ قابل قبول هوندو. اصل مسئلو بهرحال جنگ کان پوءِ هندستان جي سوال کي طئہ ڪرڻ جو آهي.

برطانوي حڪومت هڪ دفعو اسان کي جنگ کان پوءِ هندستان جي آزاديءَ جو يقين ڏياري تہ اسان ناهہ ڪنداسين.

مادام چيانگ ڪائي شيڪ مون کان پڇيو تہ، جيڪڏهن اسان جي اها ڳالهہ بولهہ برطانوي حڪومت جي نوٽيس ۾ آندي وڃي تہ ڪو اعتراض تہ نہ هوندو. مون جواب ڏنو تہ اهو ئي اهو موقف آهي، جنهن جو اعلان ڪانگريس ڪلي عام ڪري چڪي آهي، اسان جا خيال ڪنهن تائين بہ پهچايا وڃن. ان تي ڪو بہ اعتراض نہ ٿو ٿي سگهي.

ان سڄي عرصي ۾ جيستائين چيانگ ڪائي شيڪ هندستان ۾ رهيو، هندستان جي حڪومت هڪ پريشانيءَ واري ڪيفيت ۾ مبتلا رهي. اها چيانگ ڪائي شيڪ ۽ ڪانگريسي اڳواڻن ۾ ايترا ويجها رابطا پسند نہ ڪندي هئي. ان سان هندستان ۽ ٻاهرين ملڪن ۾ اهو تاثر پيدا ٿي سگهي پيو تہ چيانگ ڪائي شيڪ اسان سان ملڻ جي لاءِ ايندو هو. ٻئي طرف چيانگ ڪائي شيڪ اها ڳالهہ واضح ڪئي هئي تہ هو جنگ جي صورتحال تي صرف وائسراءِ ۽ ڪمانڊران چيف سان ئي نہ پر ڪانگريسي اڳواڻن سان بہ ڳالهہ ٻولهہ جي لاءِ هندستان آيو هو، ان ڪري ان کي حڪومت اسان سان رابطو ڪرڻ کان روڪي نہ سگهي.

چيانگ ڪائي شيڪ تاج محل ڏسڻ جي خواهش جو اظهار ڪيو هو. حڪومت هڪ سرڪاري دوري جو پروگرام جوڙيو هو، جنهن ۾ انهن سان اهي ئي ماڻهو شامل هوندا جن کي حڪومت چونڊيو هجي، پر مادام چيانگ ڪائي شيڪ چيو تہ، جواهر لال بہ انهن سان آگري تائين هلندو. اهڙي طرح هو بہ ان پارٽيءَ ۾ شامل ٿي ويو. هندستاني حڪومت ان ڳالهہ کي بہ شدت سان ناپسند ڪيو هو.

دهليءَ کان چيانگ ڪائي شيڪ ڪلڪتي ويو، بنگال جي حڪومت اهو انتظام ڪيو هو تہ هو علي پور ۾ وائسريگل لاج ۾ رهندو. چيانگ ڪائي شيڪ ان جو اطلاع جواهر لال کي ڏنو ۽ چيو تہ، ڪيس ڪلڪتي ۾ ان سان ٻيهر ملڻ جي اميد آهي. جواهر لال ڪلڪتي ويو ۽ ان سان وڌيڪ ڳالهہ ٻولهہ ڪئي. گانڌي ان وقت برلا پارڪ ۾ رهيل هو ۽ چيانگ ڪائي شيڪ ان سان ملاقات جي لاءِ اوڏانهن ويو. انهن جي اها ملاقات ٻن ڪلاڪن تائين جاري رهي، جنهن ۾ مادام چيانگ ڪائي شيڪ ترجمان جا فرض انجام ڏئي رهي هئي. گانڌيءَ ان کي ٻڌايو تہ ڪيئن هن پهرين ڏکڻ آفريڪا ۾ ستيہ گره شروع ڪئي هئي ۽ ڪهڙي نموني هن هندستان جي سياسي مسئلي کي حل ڪرڻ جي لاءِ تشدد کان عاري عدم تعاون جو طريقو اختيار ڪئي هو.

چيانگ ڪائي شيڪ جي اچڻ وقت مان ڪلڪتي ۾ موجود نہ هئس. جواهر لال پوءِ مون کي انٽرويو بابت ٻڌايو. ان زماني ۾ جواهر لال هر معاملي ۾ گانڌيءَ سان پوري نموني اتفاق نہ ڪندو هو. هن جو خيال هو تہ، گانڌي جنهن طريقي سان چيانگ

ڪائي شيڪ سان ڳالهه ٻولهه ڪئي هئي، ان هن تي تمام سٺو تاثر نه ڇڏيو هو. ان بيان کي قبول ڪرڻ منهنجي لاءِ بهرحال ڏکيو هو. اهو ممڪن آهي ته چيانگ ڪائي شيڪ گانڌيءَ جي موقف جي سيني ڏکيائين کي سمجهي نه سگهيو هجي. ٿي سگهي ٿو ته، هو گانڌيءَ جي دليلن سان قائل به نه ٿي سگهيو هجي، پر مون کي ان ڳالهه جو يقين هو ته اهو مقناطيسي اثر، جيڪو گانڌي غيرملڪين تي وجهندو هو، ان سان لازمي طور تي چيانگ ڪائي شيڪ به متاثر ٿيو هوندو.

موڪلائڻ کان اڳ چيانگ ڪائي شيڪ برطانيا کي پُرزور اپيل ڪئي ته، جيترو جلد ٿي سگهي، حقيقي سياسي اقتدار هندستان کي ڏنو وڃي. پر صاف ظاهر هو ته هو وائسراءِ يا برطانوي حڪومت کي، هندستاني آزاديءَ جي فوري طور تي تسليم ڪرڻ جي ضرورت جو قائل نه ڪري سگهيو آهي.

# ڪرپس مشن

جيئن جيئن جنگ جو بحران گهرو ٿيندو ويو، ماڻهو اها توقع ڪرڻ لڳا ته هندستاني مسئلي ڏانهن برطانوي حڪومت جي رويي ۾ هڪ تبديلي ايندي. ائين ئي ٿيو. ان جو نتيجو 1942ع جو ڪرپس مشن هو. ان مشن تي ڳالهه ٻولهه کان اڳ هڪ گذريل موقعي ڏانهن اشارو ڪرڻ ضروري آهي، جڏهن جنگ لڳڻ کان جلدي پوءِ سر سٽيفرڊ ڪرپس هندستان آيو هو. ان سفر دوران ان جي مون سان ڪافي ڳالهه ٻولهه ٿي. اصل ۾ ڪانگريس ورڪنگ ڪميٽيءَ جي دوران ان ڪيترائي ڏينهن وارڌا ۾ گذاريا. جنگي تياريءَ ۾ هندستان جي شرڪت جو سوال، فطري طور تي اسان جي ڳالهه ٻولهه ۾ هرهر چڙهڻ واري موضوع مان هو.

ان سفر جي دوران ڪرپس هڪ کان وڌيڪ دفعا اها ڳالهه چئي ته جنگ جي باري ۾ گانڌيءَ جا خيال سڀني نموني ڄاتا ويندا آهن ۽ اهو به چيو ته برطانوي حڪومت سان مفاهمت جي اميد مشڪل سان ئي ڪري سگهجي ٿي. منهنجا خيال به ڪافي معروف هئا ۽ ائين لڳي پيو ته ڳالهه ٻولهه جي لاءِ هڪ بنياد مهيا ڪن ٿا. انهن مون کان پڇيو ته ڇا مان انهن کي ان ڳالهه ٻولهه جو يقين ڏياري سگهان ٿو ته جيڪڏهن برطانوي حڪومت هندستاني آزاديءَ جو مطالبو منظور ڪيو ته هندستاني عوام گانڌيءَ جي مقابلي ۾ منهنجي خيالن کي قبول ڪندو. مون انهن کي ٻڌايو ته اسان گانڌيءَ جو سڀ کان وڌيڪ احترام ڪندا آهيون ۽ هو جيڪو ڪجهه به چوندو، ان تي سڀ کان وڌيڪ ڌيان ڏيندا آهيون، پر ان خاص مسئلي تي مون کي اطمينان آهي ته ڪانگريس ۽ ملڪ جي اڪثريت مون سان گڏ آهي. ان ڪري مان انهن کي يقين ڏياري سگهان ٿو ته جيڪڏهن هندستان آزاد ٿي وڃي ته سڄو ملڪ دل ۽ جان سان جنگ جي حمايت ڪندو. هن اهو به پڇيو ته جيڪڏهن اهڙي نموني جو ڪو به امڪان پيدا ٿيو ته ڇا هندستان جبري ڀرتي قبول ڪندو. مون جواب ڏنو ته اسان ان جو آدرياءُ ڪنداسين ۽ ان ڳالهه جو خيال رکنداسين ته هندستاني جنگي ڪوشش مڪمل هجي.

ڪرپس مون ڏانهن هڪ ياداشت مرتب ڪري موڪلي، جنهن ۾ هن اسان جي ڳالهه ٻولهه جو خلاصو ۽ برطانوي حڪومت ۽ هندستاني عوام جي وچ ۾ هڪ ناه جي

لاءِ پنهنجون تجويزون مو ڪليون هيون. بقول سندس برطانوي حڪومت فوري طور تي اهو اعلان ڪرڻ واري هئي تہ مخاصمتن جي ختم ٿيندي ئي هندستان کي بنا ڪنهن دير جي آزاد قرار ڏنو ويندو. اعلان ۾ اها شق بہ شامل هوندي تہ هندستان پنهنجي مرضيءَ جي مطابق طئہ ڪندو تہ هن کي گڏيل برطانوي بادشاهت ۾ شامل رهڻو آهي يا نہ. جنگ جي عرصي تائين جي لاءِ انتظامي مجلس کي نئين سري سان جوڙيو ويندو ۽ ان جي ميمبرن جو عهدو وزيرن جي برابر هوندو. وائسراءِ جي حيثيت هڪ آئيني سربراه جي هوندي. اهڙيءَ طرح عملي طور تي اها اقتدار جي منتقلي هوندي. پر قانوني طور تي اها منتقلي جنگ کان پوءِ ئي ممڪن ٿي سگهندي.

سر سٽيفرڊ ڪرپس ان تجويز جي باري ۾ منهنجو ردعمل پڇيو، مون جواب ڏنو تہ ايتري اهم مسئلي جي باري ۾ ڪنهن قياسي صورتحال جي متعلق مان حتمي طور تي پاڻ کي پنهنجي ڪنهن راءِ جو پابند نہ ٿو ڪرڻ چاهيان. پر مان کيس يقين ڏياري سگهان ٿو تہ هڪ دفعو جيڪڏهن هندستاني عوام کي اهو يقين ٿي ويجي تہ برطانوي حڪومت حقيقت ۾ ڪجھ ڪرڻ چاهي ٿي تہ پنهنجا اختلاف ختم ڪرڻ جي ڪا صورت ڪڍي سگهجي ٿي.

هندستان مان ڪرپس هڪ غيرسرڪاري مهمان جي طور تي روس ويو. ان کان ڪجھ وقت پوءِ، ان کي روس ۾ برطانوي سفير مقرر ڪيو ويو. ڪجھ وقت تي ائين بہ چيو ويو تہ اهو ئي سوويت روس کي اتحادين جي ويجهو آڻڻ جو ذميوار هو. آخر ۾ جرمنيءَ جڏهن روس تي حملو ڪيو تہ هٽلر ۽ اسٽالن جي تعلق ۾ اٿيٽ جو ذميوار بہ ان کي ئي قرار ڏنو ويندو هو. ان واقعي هن کي زبردست نيڪنامي بخشي ۽ برطانوي عوامي زندگيءَ ۾ هن جي عزت ۽ احترام وڌي ويو. مونکي ان تي شڪ آهي تہ هو سوويت پاليسيءَ تي اثرانداز ٿيو هوندو. پر اصليت جيڪا بہ رهي هجي، هن جي نيڪناميءَ ۾ واڌارو ٿيو. جڏهن هو برطانيا واپس آيو تہ ڪيترن ئي ماڻهن اها اميد ڪئي تہ حڪومت جي سربراه جي حيثيت سان هو مسٽر چرچل جي جڳھ وٺي سگهي ٿو.

مان ان دباءَ ڏانهن پهرين ئي اشارو ڪري چڪو آهيان، جيڪو هندستاني سوال کي طئہ ڪرڻ جي لاءِ صدر روزويلٽ برطانوي حڪومت تي وجهي رهيو هو. پرل هاربر واقعي کان پوءِ آمريڪي راءِ عامہ وڌ کان وڌ اصرار آميز ٿي رهي هئي ۽ مطالبو ڪري رهي هئي تہ جنگي تياريءَ ۾ هندستان جو رضامندانو تعاون ضرور حاصل ڪرڻ گهرجي. ويندي مسٽر چرچل پڻ اهو محسوس ڪيو هو تہ هن وقت خيرانديشيءَ جو اظهار ضروري آهي. هن فيصلو ڪيو تہ هڪ نئين وک کڻندو ۽ هن پنهنجي نئين پاليسيءَ جي ترجمان جي حيثيت سان ڪرپس کي چونڊيو.

سوويت يونين کان واپسيءَ بعد، ڪرپس جي مقبوليت تمام بلند هئي. عام راءِ

جي مطابق، هي اهو ماڻهو هو جنهن ماسڪو ۾ ڪاميابيءَ سان هڪ انتهائي نازڪ مشن سنڀاليو هو. ان ڪري صاف ظاهر هو تہ هندستان ڏانهن هڪ مشن جي لاءِ هن جي چونڊ سڀ کان وڌيڪ موزون هئي. ان کان سواءِ هندستاني مسئلي ۾ هن جي دلچسپي پوين ڪيترن ئي ورهين کان هئي. مون وٽ ان يقين جي لاءِ ڪيترائي سبب آهن تہ هندستان جي گذريل سفر دوران وارڌا جي هنڌ هن جيڪا ياداشت مرتب ڪئي هئي، ان کي مسٽر چرچل جي آڏو خود پيش ڪيو هو.

منهنجو خيال آهي تہ چرچل ان ياداشت ۾ اهي تجويزون قبول نہ ڪيون هيون پر ڪرپس جو تاثر هي هو تہ اسڪيم قبول ڪئي وئي آهي. ان ڪري هو وڏي چاهہ سان هندستان اچڻ لاءِ راضي ٿي ويو. چو تہ مون سان پوئين ڳالهہ ٻولهہ جي روشنيءَ ۾، هو هي محسوس ڪندو هو تہ ڪانگريس جي ذريعي سندس تجويزن جي قبول ڪرڻ جو ڪافي امڪان آهي.

ڪرپس مشن جي متعلق بي- بي- سي جي اعلان ۾ حيرت جو هڪ عنصر بہ هو. قياس آرائين جو هڪ سيلاب اٿلي پيو. پر ڪنهن کي يقين سان ان ڳالهہ جي خبر نہ هئي تہ برطانوي حڪومت ڪهڙي تجويز رکندي. هندستان ۾ اهو اعلان رات جو اٺين وڳي ٻڌو ويو. هڪ ڪلاڪ جي اندر پريس مون کان راءِ گهري، مون چيو:

"جيستائين ڏيان سان ان جي جاچ پرک نہ ڪيان تہ ڪرپس جيڪا پيشڪش ڪئي آيو آهي، ان جا صحيح شرط ڪهڙا آهن، مان ڪو بہ جواب نہ ٿو ڏئي سگهان. مان، بهرحال ان جو آدرياءُ ڪندس، هڪ پراڻي دوست جي حيثيت سان ۽ ڪوشش ڪندس تہ جيستائين ٿي سگهي ان جي خيالن کي قبول ڪيان."

پريس جي زبردست دٻاءَ جي باوجود مون پاڻ کي ڪجهہ وڌيڪ چوڻ کان روڪيو. مان وارڌا ۾ هئس جڏهن وائسراءِ منهنجي نالي هڪ تار موڪلي تہ جنگي ڪابينہ ڪرپس کي هڪ مشن جي تحت هندستان موڪلڻ جو فيصلو ڪيو آهي ۽ مون کي دهلي اچڻ گهرجي تہ جيئن انهن تجويزن جي باري ۾ ڳالهہ ٻولهہ ڪري سگهون، جن کي هن هندستاني سوال کي طئہ ڪرڻ لاءِ پاڻ سان گڏ آندو آهي. مون دعوت قبول ڪئي ۽ وائسراءِ کي ان جو اطلاع بہ ڏنو.

هندستان اچڻ کان پهرين ڪرپس وائسراءِ کي لکيو هو تہ، هو ڪانگريسي اڳواڻن سميت مسلم ليگي اڳواڻن سان بہ ملاقات ڪرڻ چاهيندو. وڌيڪ اهو تہ هو رياست جي نمائندن، هندو مها سڀا جي نمائندن ۽ خانبهادر الله بخش سان بہ ملڻ چاهيندو، جيڪو ان وقت سنڌ جو وزير اعليٰ هو. خانبهادر الله بخش قومپرست مسلمان جي ڪنوينشن جي صدارت ڪرڻ کان پوءِ پوين ڪجهہ مهينن ۾ اهميت حاصل ڪئي هئي.

مان ان ڪانفرنس ۾ شريڪ نہ ٿيو هئس، پر پردي جي پٺيان رهندي مون انتظامن ڪرڻ ۾ مدد ڏني هئي. ڪانفرنس شاندار طريقي سان ٿي ۽ هندستان جي سيني علائقن مان چوڏهن سئو ماڻهو شرڪت جي لاءِ دهلي آيا. اجلاس ايترو مؤثر هو جو انگريزي ۽ اينگلو انڊين اخبارن بہ، جيڪي قومپرست مسلمانن جي اهميت کي گهٽائڻ جي لاءِ ڪوشش ڪنديون رهنديون هيون، اهي بہ نظرانداز نہ ڪري سگهيون. انهن کي هي تسليم ڪرڻ تي مجبور ٿيڻو پيو تہ ان ڪانفرنس ثابت ڪيو آهي تہ، قومپرست مسلمانن جي حيثيت ڪنهن بہ ناقابل لحاظ عنصر جي نہ آهي. ايسٽائين جو اسٽيٽس مين ۽ ٽائيمز آف انڊيا اخبارن بہ ان ڪانفرنس تي ادارتي مقالا لکيا.

اهو غور ڪرڻ دلچسپ ٿيندو تہ برطانوي حڪومت هندستان ۾ ايترين گهڻين تنظيمن جي نمائندن سان چو مشورو ڪرڻ چاهي ٿي. اها ڳالهہ عام طور تي چاتي ويندي هئي تہ ڪانگريس هندستاني عوام جي اڪثريت جي ترجمان آهي. اهو صحيح آهي تہ مسلم ليگ مسلمانن جي هڪ حلقي ۾ گهڻو اثر قائم ڪيو هو، پر اهو گهڻو ڪري ان تعاون جي سبب جي ڪري هو جيڪو حڪومت مسلم ليگ کي ڏئي رهي هئي. جيسٽائين ٻين جماعتن جو تعلق آهي تقريباً سڀ حڪومت جون پيدا ڪيل هيون. جيڪڏهن برطانوي حڪومت ڪانگريس سان مناهمت ڪري ٿي تہ انهن جماعتن ۾ نہ تہ ان جي طاقت هئي، نہ همت هئي ۽ شايد اها خواهش بہ نہ هئي تہ ان جي مخالفت ڪن.

ڪرپس سان ملاقات جي لاءِ اهڙين سيني جماعتن کي گهرائڻ جو مقصد هي هو تہ انهن کي امڪاني طور تي ڪانگريس جو وزن گهٽائڻ جي نيت سان استعمال ڪيو وڃي. برطانوي حڪومت ٻاهرين دنيا کي اهو جتائڻ چاهي پئي تہ. هندستان ۾ گهڻيون جماعتون آهن ۽ ڪانگريس سڄي ملڪ جي ترجمان نہ آهي. انگريز شايد اهو بہ سمجهندا هئا تہ اهڙيءَ طرح هو ڪانگريس تي ڪجهہ دٻاءُ وجهي سگهندا. اهو ئي اهو سبب هو جنهن ۾ ڪرپس اهو سوچيو تہ جڏهن هو ٻين هندستاني جماعتن جي اڳواڻن سان ملي رهيو آهي تہ ان کي قومپرست مسلم ڪنوينشن جي صدر کي بہ سڏائڻ گهرجي.

مون ڪرپس جي نئين دهلي اچڻ کان جلدي پوءِ ان سان ملاقات ڪئي. پهرين ميٽنگ 29 مارچ 1942ع تي ڏينهن جو 3 وڳي ٿي. ڪرپس پنهنجي تجويزن تي بدل هڪ بيان تيار ڪري رکيو هو، جنهن کي ضميمي نمبر-2 ۾ ڏسي سگهجي ٿو. ان پنهنجو بيان منهنجي حوالي ڪيو ۽ چيو تہ هو تجويزن تي وڌيڪ ڳالهہ ٻولهہ ۽ جتي ضرورت هجي، وڌيڪ مدافعت جي لاءِ تيار آهي.

مون جڏهن بيان تي نظر وڌي تہ خبر پئي تہ اها تجويز هئي تہ وائسراءِ جي هڪ نئين انتظامي مجلس جي لاءِ، سڀ موجوده ميمبر استيعفيٰ ڏيندا. ان ڪانپوءِ نيشنل ڪانگريس ۽ ٻين نمائنده تنظيمن کي درخواست ڪئي ويندي تہ هو پنهنجي نامزد ڪيل ماڻهن کي موڪلين، جن کي ملائي هڪ نئين انتظامي مجلس جڙي سگهي. اها مجلس جنگ جي عرصي تائين ڪم ڪندي رهندي. برطانوي حڪومت سختيءَ سان پنهنجي ان عهد جو اظهار ڪندي تہ مخاصمتن جي ختم ٿيندي ئي هندستاني آزاديءَ جو سوال بحث هيٺ آندو ويندو.

هڪ تجويز جو تت هي هو تہ، موجوده انتظامي مجلس ۾ برطانوي ميمبرن جي اڪثريت جي بجاءِ هڪ نئين انتظامي مجلس جوڙي ويندي، جنهن ۾ صرف هندستاني هوندا. برطانوي عهديدار سيڪريٽريءَ جي طور تي باقي رهندا. مجلس جي ميمبرن جي حيثيت سان نہ. حڪومت جو نظام بهرحال نہ بدلايو ويندو.

مون ڪرپس کان پڇيو تہ، ان ڪائونسل ۾ وائسراءِ جي ڪهڙي حيثيت هوندي؟ هن جواب ڏنو تہ، برطانيا جي بادشاه وانگر اهو هڪ آئيني سربراه جي طور تي ڪم ڪندو. ان خيال سان تہ شڪ جي لاءِ باقي ڪا بہ گنجائش نہ رهي، مون هن کان ان ڳالھ جي تصديق گهري تہ ان جو مطلب اهو هوندو تہ آئيني سربراه جي طور تي وائسراءِ ڪائونسل جي مشورن جو پابند رهندو. هن چيو تہ، ان ڳالھ جو ارادو آهي. مون ٻيهر پڇيو تہ، بنيادي سوال هي آهي تہ اختيار ڪير استعمال ڪندو، اها ڪائونسل يا وائسراءِ؟ هن اها ڳالھ ورجائي تہ، اختيار ڪائونسل وٽ هوندا، جهڙيءَ طرح هن وقت برطانوي ڪابينہ وٽ آهن. مون وري پڇيو تہ، ان خاڪي ۾ انڊيا آفيس جي جڳھ ڪهڙي هوندي؟ هن چيو تہ، اهو معاملو تفصيل گهري ٿو، جنهن تي اڃا تائين هو غور نہ ڪري سگهيو آهي، پر مون کي هو ان ڳالھ جو يقين ڏيارڻ چاهيندو تہ ان معاملي ۾ ڪانگريس جيڪي بہ خيال رکي ٿي، ان ڏانهن مناسب ڌيان ڏنو ويندو. هن ڪجھ سوچڻ کان پوءِ وڌيڪ چيو تہ، انڊيا آفيس برقرار رهندي ۽ هڪ رياستي حيثيت جو سيڪريٽري هوندو، پر ان جي حيثيت هڪ ڊومينين سيڪريٽريءَ جهڙي هوندي، جيئن ٻين ڊومينينس (Dominions) سان آهي.

مون تفصيل سان اها وضاحت ڪئي تہ ڪهڙي نموني جنگ ڇڙڻ کان پوءِ هندستان هرهر جنگ ۾ شرڪت جي پيشڪش ان شرطتي ڪئي هئي تہ پهرين ان جي آزادي تسليم ڪئي وڃي. اهو الزام انگريزن تي اچي ٿو تہ اهي ان پيشڪش جو فائدو وٺڻ ۾ ناڪام رهيا ۽ اهڙيءَ طرح جنگ ۾ هندستان جي طرفان ڪو بہ وڏو رول ادا نہ ڪرڻ جا ذميوار بہ اهي ئي آهن. ڪرپس هرهر اهو چيو تہ، جنهن شڪل ۾ واقعا ٿي رهيا آهن، انهن جو هن کي افسوس آهي. پر هاڻي ڪيس يقين آهي تہ اها سڄي صورتحال

ختم ٿي ويندي، جيڪڏهن برطانوي ڪابينه ڏانهن جيڪا پيشڪش هو ڪٺي آيو آهي، ان کي قبول ڪيو وڃي.

اهڙيءَ طرح اسان جي پهرين ڳالهه ٻولهه جو خاتمو هڪ اميد سان پريل نوٽ تي ٿيو. 29 مارچ 1942ع تي ڪانگريس ورڪنگ ڪميٽيءَ جي ميٽنگ سڏائي وئي ۽ ان جو سيشن 11 اپريل تائين جاري رهيو. ورڪنگ ڪميٽيءَ جيتريون ميٽنگون ڪيون هيون، انهن ۾ اها ميٽنگ شايد سڀ کان ڏکي هئي. جيئن پهرين توقع ڪئي ويندي هئي، ميمبرن انهن تجويزن کي مختلف ڪيفيتن ۽ مختلف نقطه نظرن سان ڏٺو.

گانڌي پهرين ئي انهن تجويزن کي تسليم ڪرڻ جي خلاف هو. منهنجي خيال ۾ ان جو وڏو سبب جنگ ڏانهن ان جي ناپسنديدگي هئي. پنهنجي جاءِ تي ڪيس انهن تجويزن تي اعتراض نه هو. اصل ۾ انهن تجويزن جي اوصافن بابت ان جي فيصلي تي اهڙي هر ڳالهه کان جيڪا هندستان کي جنگ ۾ ملوث ڪري سگهي، هن جي خلقي ۽ ناقابل تبديل بيزاريءَ جو رنگ چڙهي ويندو هو. تجويزون هندستان جي لاءِ ڪيتريون به سازگار رهيون هجن، جيڪڏهن انهن جو مطلب هي هو ته هندستان کي جنگ ۾ شريڪ ٿيڻو پوندو ته، اهي گانڌيءَ جي لاءِ قطعي طور تي قابل قبول هيون. هن پيشڪش جو آخري حصو به پسند نه ڪيو ويو. جنهن ۾ چيو ويو هو ته، جنگ کان پوءِ ڪانگريس ۽ مسلم ليگ کي فرقيوارانو مسئلو طئه ڪرڻ جو موقعو ڏنو ويندو.

ان مشن جي دوران ڪرپس سان گانڌي پهريون دفعو مليو، ته ڪرپس هن کي اها يادداشت ياد ڏياري جنهن ڏانهن اشارو ٿي چڪو آهي. ڪرپس چيو ته، يادداشت ڪانگريسي اڳواڻن سان، جن ۾ گانڌي به شامل آهي، مشوري کان پوءِ تيار ڪئي وئي هئي. ان جو خلاصو هي هو ته جنگ جي دوران انتظامي مجلس جو مزاج ميمبرن جي قوميت جي لحاظ کان پوري نموني هندستاني ڪيو ويندو. جنگ کان پوءِ هندستان جي آزاديءَ جو اعلان ڪيو ويندو. اهي تجويزون، جن کي هن پاڻ سان گڏ آندو هو، گهڻي حد تائين ساڳيون ئي آهن.

گانڌيءَ چيو ته، کيس اها يادداشت بلڪل ياد نه رهي آهي. ڪرپس سان پوئين سفر جي دوران جيڪا ڳالهه ٻولهه ٿي هئي، ان ۾ بس ايترو ياد رهجي ويو آهي ته سبزي خوريءَ جي سلسلي ۾ ڪجهه ڳالهه ٻولهه انهن پاڻ ۾ ڪئي هئي. ڪرپس جواب ڏنو، اها سندس بدقسمتي آهي ته گانڌيءَ کي غذا جي باري ۾ ته ڳالهه ٻولهه ياد آهي، پر اهي تجويزون جن جي تياري پڻ گانڌيءَ جي مشوري کان پوءِ گهڻي احتياط سان ڪئي وئي هئي، اهي وساري ڇڏيون.

ان ڳالهه ٻولهه جي دوران گانڌي ۽ ڪرپس جي وچ ۾ گهڻيون خوشگوار ڳالهيون به ٿيون، پر اختلافن جا موقعا به آيا، پر انهن جي نوعيت دوستاڻي رهي. گانڌيءَ چيو ته،

اهي تجويزون غير دلچسپ آهن ۽ انهن ۾ ڳالهين جي ڪا گنجائش ڪڏهن ڏکيو آهي. هن ڪلنڊي ڪرپس کي تنبيهه ڪئي تہ مان ان کي تمام گهڻي دير ڏئي رهيو هئس، پر ڪيس محتاط رهڻ گهرجي. ڪرپس بہ مذاق ۾ چيو تہ، هو ڇاڻي ٿو تہ مون وٽ جيڪا رسي آهي، اها ايتري ڊگهي آهي جو ان کي لٽڪائي سگهجي ٿو.

جواهر لال يورپ ۾ ايشيا جي واقعن کان تمام گهڻو پريشان هو ۽ هن کي جمهوريتن جي انجام بابت تشويش هئي. هن جون فطري همدرديون جمهوريتن سان هيون ۽ هو هر ممڪن طريقي سان انهن جي مدد ڪرڻ چاهي پيو. ان ڪري سندس لاڙو انهن تجويزن ڏانهن دوستاڻي توجہ جو هو. پر انگريزن جي خلاف ان وقت هندستاني احساس ايترا شديد هئا جو جواهر لال پنهنجو موقف کولي ۽ زور ڏئي بيان نہ پيو ڪري سگهي. مان بهرحال هن جا خيال پڙهي سگهان پيو ۽ مون کي سندس خيالن سان همدردي هئي.

جيستائين ڪانگريس ورڪنگ ڪميٽيءَ جي ٻين ميمبرن جو تعلق آهي، انهن مان اڪثر جنگ جي باري ۾ ڪا بہ مرتب راءِ نہ رکندا هئا. رهنمائيءَ لاءِ اهي سڀ گانڌيءَ ڏانهن نهاري رهيا هئا. انهن ۾ اڪيلي حيثيت صرف راجگوپال آچاريہ جي هئي. هو پوري نموني انهن تجويزن جي قبوليت جي حق ۾ هو پر سندس سوچ ۾ وڏيڪ وزن نہ هو. اها بدقسمتيءَ جي ڳالھ آهي تہ ڪانگريسي حلقا هن کي هڪ اهڙو ماڻهو سمجهندا هئا جنهن کي اعتدال پسند (Moderate) مشڪل سان چئي سگهجي ٿو.

ورڪنگ ڪميٽي تجويزن تي ٻن ڏينهن تائين بحث ڪندي رهي پر ان بحث جو ڪو بہ نتيجو نہ نڪتو. ان وقت مون اهو ضروري سمجهيو تہ ڪجھ نڪتن تي ڪرپس کان وڌيڪ وضاحتون ۽ وڌيڪ تفصيل گهريو وڃي. بنيادي سوال انتظامي مجلس جي اختيارن متعلق هو. ڪرپس جي تجويز هئي تہ مجلس تہ برقرار رهندي پر ان جي تشڪيل سياسي جماعتن جي چونڊيل هندستاني ميمبرن سان ڪئي ويندي. هن زباني طور مون کي يقين ڏياريو هو تہ وائسراءِ جي حيثيت اهائي هوندي جيڪا هڪ آئيني سربراه جي هوندي آهي. ورڪنگ ڪميٽي چاهي ٿي تہ اها ڳالھ سمجهوتي جي شرطن ۾ صاف صاف آڻڻ گهرجي.

اهڙيءَ طرح پهرين اپريل 1942ع تي مون ڪرپس سان ٻيهر ملاقات ڪئي. اها ملاقات فيصلائتي هئي. اسان جي اها ڳالھ ٻولھ ٽن ڪلاڪن تائين جاري رهي. مون محسوس ڪيو تہ آخري دفعو مان ان سان مليو هئس، ان کان پوءِ هن جي موقف ۾ تمام وڏي تبديلي اچي چڪي هئي. پهرين ڳالھ ٻولھ جي دوران هن جي جواب جي نسبت هاڻي سندس جوابن جو مزاج گهڻو مختلف هو. جڏهن مون انتظامي مجلس جي حيثيت جي باري ۾ سوال ڪيو تہ هن چيو تہ، مون کي اميد آهي تہ مجلس جنگ جي دوران بہ هڪ

ڪابينہ جي طور تي ڪم ڪندي رهندي. ان تي مون پڇيو تہ، ڇا ان مان هي مطلب ڪڍيو ويندو تہ مجلس سڀ مسئلا اڪثريت جي بنياد تي طئہ ڪندي ۽ ان جا فيصلا حتمي هوندا.

ڪرپس هڪ مبهم جواب ڏنو، هو ڪُلي طور اهو نہ پيو چوڻ چاهي تہ وائسراءِ کي آخري فيصلي جو حق هوندو، پر جيڪو ڪجھ هن چيو ان جو تت اهو ئي هو تہ مجلس کي فيصلي جا مڪمل ۽ آزادانا اختيار حاصل نہ هوندا. هن اهو چوندي هن ان نڪتي جي وضاحت ڪرڻ چاهي تہ وائسراءِ کي ان وقت جيڪا حيثيت مليل آهي، ان ۾ قانون کي بدلائڻ کان سواءِ تبديلي نہ ٿي آڻي سگهجي. بهر حال ان ڳالھ تي هن وري وري زور ڏنو تہ قانون مطابق جيڪا بہ حيثيت هجي، پر عملي اعتبار کان وائسراءِ صرف هڪ آئيني سربراه جي طور تي ڪم ڪندو.

مون ڪرپس کي ياد ڏياريو تہ پهرين ڳالھ ٻولھ جي دوران هن ڪجھ وڌيڪ واضح جواب ڏنا هئا. هن منهنجي ان ڳالھ سان اتفاق ڪيو ۽ مون کي قائل ڪرڻ چاهيو تہ سندس بنيادي موقف نہ بدليو آهي. ان وقت هن جو ارادو جيڪو ڪجھ چوڻ جو هو، اهو چئي رهيو هو. مون کيس ياد ڏياريو تہ، پوئين موقعي تي، منهنجي هڪ سوال جي جواب ۾ هن صاف لفظن ۾ چيو هو تہ، انتظامي مجلس جو طريقيڪار هڪ ڪابينہ جهڙو هوندو. پر اڄ هو اهو چئي رهيو آهي تہ قانوني پوزيشن جيئن جو تيئن رهندي ۽ هو اهو چوندي صرف مون کي يقين ڏيارڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو تہ کيس اميد آهي تہ مجلس هڪ ڪابينہ وانگر ڪم ڪندي. اهو تاثر ان طرح جو نہ هو جيڪو پهرين ڳالھ ٻولھ کان پوءِ مون ورتو هو. مون انڊيا آفيس ۽ هندستان جي لاءِ رياستي سيڪريٽري جي سلسلي ۾ هن کي پنهنجي ڳالھ ٻولھ ياد ڏياري.

ان وقت هن چيو هو تہ، هندستان لاءِ رياستي سيڪريٽري، دولت متحده جي سيڪريٽريءَ وانگر ڪم ڪندو. پر هاڻي هن جو چوڻ هي هو تہ، انڊيا آفيس يا هندستان جي لاءِ رياستي سيڪريٽري جي حيثيت ۾ ڪنهن قسم جي تبديليءَ جي لاءِ هڪ نئون پارلياماني ايڪٽ لاڳو ڪرڻ جي ضرورت هوندي. ڪرپس جواب ڏنو تہ سندس خيال ۾ عملي طور تي انڊيا آفيس هڪ نئين بنياد تي ڪم ڪندي، پر ڪنهن قانون جي لاڳو ٿيڻ ۾ عملي مشڪلاتون آهن، جيڪي رياستي سيڪريٽريءَ جي مرتبي کي دولت متحده جي سيڪريٽريءَ جهڙو بڻائيندا.

هاڻي مون اختلافن جي خاتمي تي هندستاني آزاديءَ کي تسليم ڪرڻ جو سوال اٿاريو. ڪرپس چيو تہ، جنگ کان پوءِ هڪ نئين زاويي سان هندستان جي مسئلي تي غور ڪيو ويندو ۽ هندستان کي اهو موقعو ڏنو ويندو تہ جيئن پنهنجي تقدير جو فيصلو اهي پاڻ ڪن. هن وڌيڪ چيو تہ، هڪ دوست جي حيثيت سان هو مشورو ڏيڻ

چاهيندو تہ اسان اڳيان نوان سوال کڻي نيون مشڪلاتون پيدا ڪرڻ نہ ڪپن. هندستان کي اهي تجويزون جنهن شڪل ۾ آڌو آيون آهن، ان ئي شڪل ۾ تسليم ڪرڻ گهرجن ۽ اڳتي وڌڻ گهرجي. سندس ذهن ۾ ذرو بہ شڪ نہ هو تہ جيڪڏهن جنگ جي دوران هندستان برطانيا سان پوري نموني تعاون ڪيو تہ جنگ کان پوءِ ان جي آزادي يقيني آهي.

هندستان ۽ هندستان کان ٻاهر انهيءَ سلسلي ۾ گهڻيون قياس آرائيون ڪيون ويون آهن تہ پهرين ۽ ٻي ڳالہ ٻولہ جي وچ ۾ ڪرپس پنهنجي پوزيشن ڇو بدلائي؟ ان جو هڪ جواب هي ٿي سگهي ٿو تہ، ڪرپس کي اميد هئي تہ پنهنجي قائل ڪرڻ جي صلاحيتن ۽ پنهنجي خوشگوار طور طريقن جي مدد سان هو ڪانگريس کي تجويزن جي منظوريءَ تي راضي ڪري ويندو، چاهي بنيادي صورتحال ۾ ڪا بہ تبديلي نہ اچي. ان ڪري شروع ۾ هڪ سازگار پهريون تاثر قائم ڪرڻ جي لاءِ صاف لفظن ۾ يقين ڏياريو ويو. جڏهن تفصيل سان تجويزن جي جاچ پرک ٿي ۽ خود هن کان جرح ڪئي وئي تہ هن محسوس ڪيو تہ هن کي محتاط رهڻ گهرجي ۽ اهڙي اميد نہ ڏيارڻ گهرجي جنهن کي پورو ڪرڻ سندس وس ۾ نہ هجي. هڪ ٻي ڳالہ اها بہ هئي تہ وچ جي ان عرصي ۾ هندستاني حڪومت جي اندروني حلقي هن تي اثر وجهڻ شروع ڪيو هو. هر وقت هو وائسراءِ ۽ ان جي ساٿين ۾ گهيريل رهندو هو. شايد اهو اثر هو تہ انهن جي نقطہ نظر جو ڪجهہ نہ ڪجهہ رنگ ڪرپس جي بصيرت ۾ شامل ٿي ويو.

هڪ ٽيون سبب اهو آهي تہ وچ واري عرصي ۾ دهلي ۽ لنڊن مان پيغام آيا هئا ۽ برطانوي جنگي ڪابينہ هن کي نيون هدايتون موڪليون هيون، جن هن ۾ اهو احساس پيدا ڪيو هو تہ جيڪڏهن هو تمام اڳتي وڌي ويو تہ ٿي سگهي ٿو تہ ڪيس مسترد ڪيو وڃي.

قطعي طور تي ڪو بہ جواب ڏيڻ ڏکيو آهي تہ اصل سبب ڪهڙو هو. ممڪن آهي تہ مٿيان سبب صورتحال ۾ تبديلي آڻڻ جا ذميوار هجن. ڪرپس بنيادي طور تي هڪ وڪيل هو، ۽ هر شيءِ کي جيئن اها اصل ۾ هوندي هئي، ان جي ابتڙ وڌيڪ خوبصورت بڻائي پيش ڪرڻ جو عادي هو. هو پنهنجي نقطہ نظر سان شين کي ڏسڻ ڏانهن بہ لاڙو رکندو هو ۽ پنهنجي پوزيشن کي ممڪن حد تائين خوبصورت بڻائي پيش ڪرڻ چاهيندو هو تہ جيئن مخالفن تي اثرانداز ٿي سگهي. اسان جڏهن هن کي لاجواب ڪيو تہ هو پوئتي هٽڻ تي مجبور ٿي ويو.

مون پوءِ ٻڌو تہ هو ماسڪو ۾ بہ ڪجهہ وقتن تي اهڙي طرح حد کان وڌي ويو هو. ان کان وڌيڪ هڪ ٻي ڳالہ بہ ٿي سگهي ٿي. هڪ انگريز جي حيثيت ۾ کيس تحريري معاهدن کان وڌيڪ عمل ۽ رسمن تي زور ڏيڻ جي عادت هئي. ٿي سگهي ٿو تہ هن کي

خلوص سان ان ڳالھ جو يقين رهيو هجي تہ هڪ دفعو هن جون تجويزون قبول ڪيون وڃن تہ اهڙيون صورتون پنهنجو پاڻ پيدا ٿي وينديون، جن ڏانهن هن پنهنجي پهرين ڳالھ ٻولھ ۾ اشارو ڪيو هو. پر ظاهر آهي تہ ان سلسلي ۾ رسمي طور تي يقين نہ پيو ڏياري سگهي. اهڙيءَ طرح جڏهن اسان باضابطہ طور تي يقين ڏيارڻ جو مطالبو ڪيو تہ هن ڪي پهرين پوزيشن کان پوئتي هٽڻو پيو.

ان ڪري اها تصوير، جيڪا مون 2 اپريل جي صبح جو ورڪنگ ڪميٽيءَ جي ٻي ميٽنگ ۾، جنهن ڪي ڪرپس سان منهنجي ٻي ڳالھ ٻولھ جي نتيجن تي غور ڪرڻ جي لاءِ گهرايو ويو هو، پيش ڪئي، اها بلڪل نئين هئي. مان سڄي پوزيشن جو خلاصو هيٺ ڏيڻ جي ڪوشش ڪيان ٿو:

(1) هاڻي مون صاف طرح اهو ڏٺو تہ، برطانوي ڪابينہ جنگ جي دوران هندستان کي آزادي ڏيڻ لاءِ تيار نہ هئي. انگريز اهو سمجهندا هئا تہ ائين ڪرڻ خطري ۾ پوڻ هوندو ۽ ان جي لاءِ هو تيار نہ آهن.

(2) جنگ جي حالتن ۽ خاص طور تي آمريڪي دٻاءَ برطانيا جي پوزيشن ۾ ٿوري ترميم ڪئي. ايستائين جو چرچل جي حڪومت بہ هاڻي اهو محسوس ڪرڻ لڳي تہ هندستان کي جنگ ۾ شريڪ ٿيڻ جو موقعو هن جي پنهنجي مرضيءَ جي بنياد تي ڏيڻ گهرجي. اهو ئي اهو سبب آهي، جنهن جي ڪري اهي هڪ خالص هندستاني انتظامي مجلس جوڙڻ جي لاءِ تيار هئا ۽ ان کي جنهن حد تائين ممڪن هو، اختيار ڏيڻ چاهين پيا. قانوني لحاظ کان اها مجلس مجلس ئي رهندي ۽ هڪ ڪابينہ جي حيثيت نہ وٺي سگهندي.

(3) اهو ممڪن هو تہ، واقعي عمل جي سطح تي وائسراءِ رواداريءَ جو رويو اختيار ڪري ۽ مجلس جي فيصلن کي قبول ڪري. مجلس جي پوزيشن بهر حال سندس تابع هوندي ۽ آخري ذميواري مٿس ايندي، مجلس تي نہ.

(4) ان ڪري هي بنيادي سوال جنهن کي ورڪنگ ڪميٽيءَ کنيو هو تہ آخري فيصلي جو حق ڪنهن کي هوندو، ان جو جواب اهو ئي نڪري ٿو تہ، ان حق تي وائسراءِ جو اختيار هوندو.

(5) جيستائين مستقبل جو تعلق آهي، اهو ممڪن هو تہ، ڪرپس جي لفظن ۾ برطانوي حڪومت هڪ نئين زاويي سان هندستاني مسئلي جو جائزو وٺي، پر يقين سان اهو نہ ٿو چئي سگهجي تہ مخالفتن جي خاتمي تي هندستان آزاد ٿي ويندو.

(6) بيشڪ هڪ قوي امڪان ان ڳالھ جو هو تہ جنگ کان پوءِ قدامت پرست حڪومت جنهن جو سربراہ مسٽر چرچل آهي، جي جڳھ تي هڪ نئين حڪومت اچي وڃي. ممڪن آهي تہ اها نئين حڪومت هندستاني مسئلي جو جائزو وڌيڪ سمجھ ۽

همدرديءَ سان ونئي، پر ظاهر ڳالهه اها آهي تہ ان قسم جي امڪاني صورت تجويزن جو حصو نٿي ٿي سگهي.

(7) ان ڪري نتيجو هي نڪتو تہ جيڪڏهن ڪانگريس ڪرپس جي پيشڪش قبول ڪري ٿي تہ اها مخالفت جي خاتمي تي بہ هندستان جي آئيندي بابت ڪنهن واضح يقين ڪان سواءِ هوندي.

اسان انهن نڪتن تي بحث ان اعلان جي روشنيءَ ۾ ڪيو جيڪو بي- بي- سي ڪرپس مشن جي موقعي تي نشر ڪيو هو. ان وقت واضح لفظن ۾ اهو چيو ويو هو تہ هاڻي هندستان کي پنهنجي قسمت جي فيصلي جو موقعو ملي ويندو. پنهنجي پهرين ڳالهه ٻولهه جي دوران ڪرپس بہ اهو ئي تاثر قائم ڪيو هو پر جيئن جيئن ڳالهيون اڳتي وڌنديون ويون، اعتماد ۽ اميد جي شروعاتي ڪيفيت آهستي آهستي ختم ٿيندي وئي.

ان ڪيفيت ۽ ماحول جي تبديليءَ جا ٻيا سبب بہ هئا. مان پهرين ئي عرض ڪري چڪو آهيان تہ ڪرپس هندستان اچڻ ڪان پهرين، وائسراءِ کي چيو هو تہ، گهٽين سياسي پارٽين جي اڳواڻن جي نالي دعوت ناما موڪليا وڃن، جن مان هڪ مرحوم الله بخش بہ هو. هندستان پهچڻ ڪان پوءِ ائين لڳي پيو تہ، ڪرپس کي پنهنجو موقف بدلائڻو پيو. شايد وائسريگل هائوس جي اثر جي ڪري. الله بخش وائسراءِ جي دعوت تي دهلي آيو هو ۽ ڪرپس سان ملاقات جي انتظار ۾ هو، پر ان جو تعين ئي نہ پيو ٿي سگهي. ان سان هڪ خراب صورتحال پيدا ٿي رهي هئي. مون ڪرپس سان ڳالهايو ۽ هن چيو تہ، هو جلدي الله بخش کي گهرائيندو. پر ان واعدي جي باوجود ڪو بہ دعوتنامو نہ موڪليو ويو. آخرڪار الله بخش مايوسيءَ مان بيزار ٿي پيو ۽ چيائين تہ. هو دهليءَ ۾ وڌيڪ انتظار نہ ڪندو.

مون جڏهن اهو ٻڌو تہ مون ڪرپس سان سخت لهجي ۾ ڳالهايو ۽ چيم تہ، اها الله بخش جي ئي نہ پر مسلمانن جي ان تنظيم جي بہ بي عزتي آهي، جنهن جو هو نمائندو آهي. جيڪڏهن ڪرپس کي ان سلسلي ۾ ڪو شڪ هو تہ، الله بخش کي شروع ڪان گهرائي ئي نہ ها. پر دعوت نامو جاري ٿي چڪو هو، ان ڪري قاعدي سان هاڻي ان سان ملڻ گهرجي. منهنجي مداخلت جي نتيجي ۾ ٻئي ڏينهن ڪرپس ۽ الله بخش جي ملاقات ٿي وئي. اها ملاقات صرف هڪ ڪلاڪ جي لاءِ هئي ۽ عام ڳالهه ٻولهه تائين محدود هئي. ڪرپس مسئلي جي جڙ کي هٿ بہ نہ لڳايو.

ان واقعي سان مون تي هڪ خراب تاثر قائم ٿيو. منهنجو خيال هو تہ ڏکين سياسي مسئلن سان منهن ڏيڻ جو اهو مناسب طريقو نہ آهي. منهنجي نظر ۾ ڪرپس جو رويو هڪ مدبر جي رويي جهڙو نہ هو. هندستاني حڪومت جي مشوري ڪان سواءِ دعوت ناما جاري نہ ٿيڻ گهرجن ها. وري جيڪڏهن ڏکيائيون پيدا ٿي ويون هيون تہ،

الله بخش کي سڏو سنئون بڌائڻ گهر جي ها تہ جيئن هو دهليءَ ۾ رهي انتظار نہ ڪندو رهي ها.

هڪ بيو واقعو بہ ٿيو، جنهن مونکي بدمزہ ڪيو. جيئن ئي پريس جنگي ڪابينہ جي تجويزن جو متن جاري ڪيو، هندستاني اخبارن ۾ اعتراضن جو سلسلو شروع ٿي ويو. سڀ کان وڌيڪ اعتراض انهن اخبارن کي هو جيڪي ڪانگريس جي نقطہ نظر جو اظهار ڪنديون هيون. انهن مان هڪ هندستان ٽائيمز هئي، جيڪا پنهنجي راين جي اظهار ۾ سڀ کان وڌيڪ صاف هئي. ڪانگريس ورڪنگ ڪميٽيءَ جو اجلاس اڃا هلي رهيو هو تہ، ڪرپس مون ڏانهن هڪ خط موڪليو، جنهن ۾ هن چيو تہ، هندو اخبارن پيشڪش جو خير مقدم نہ ڪيو آهي، ڪيس (ڪرپس کي) اميد آهي تہ مان تجويز تي هڪ وسيع نقطہ نظر سان غور ڪندس.

هندو اخبارن ڏانهن اهو حوالو مون کي گهڻو نامناسب نظر آيو. مونکي اهو خيال بہ ٿيو تہ هندو پريس تي زور اهي شايد ان ڪري ڏئي رهيا آهن، ڇو تہ مان هڪ مسلمان آهيان. جيڪڏهن ڪيس اخبارن جا تبصرا پسند نہ آيا هئا تہ هو سولائيءَ سان هندو پريس يا ان جي هڪ حصي جو حوالو ڏئي سگهي پيو. مون جواب ڏنو تہ مان هندو پريس ڏانهن ان جي حوالي تي حيران آهيان ۽ مان نہ ٿو سمجهان تہ هندستاني پريس جي مختلف حصن ۾ اهڙي نموني جي امتياز جو ڪو جواز آهي. مون ڪيس يقين ڏياريو تہ ڪانگريس ورڪنگ ڪميٽي انهن تجويزن تي صرف هڪ هندستاني نقطہ نظر سان غور ڪندي ۽ ڪنهن فيصلي تائين پهچڻ کان اڳ، اها مختلف خيال رکڻ وارن حلقن تي ڌيان ڏيندي.

29 مارچ کان 11 اپريل تائين ورڪنگ ڪميٽيءَ جي ڊگهي سيشن دوران مان تقريباً سڄو ڏينهن عملي طور تي ڪميٽيءَ سان گڏ هوندو هئس. 12 اپريل کان پوءِ تقريباً هر صبح مون ڪرپس سان ملاقات بہ ڪئي، انهن مان ڪجھ ميٽنگن ۾ جواهر لال بہ مون سان گڏ هلندو هو. ڪرپس جي ان دوري جو اطلاع جيئن ئي مون کي مليو، مون ورڪنگ ڪميٽيءَ جي سيني ميمبرن کي هڪ گشتي مراسلو موڪليو هو تہ انهن ۾ ڪو بہ الڳ طور تي ڪرپس سان ملاقات نہ ڪري. ان جو سبب هي هو تہ، ان قسم جون جدا ميٽنگيون ڪجھ وقتن تي غلط فهمي پيدا ڪنديون آهن ۽ ائين ٿي بہ چڪو آهي. مون اهو بہ چيو تہ، جيڪڏهن ورڪنگ ڪميٽيءَ جو ڪو بہ ميمبر ڪنهن خاص مسئلي يا پنهنجن پراڻن ناتن جي بنياد تي هن سان ملڻ ٿي چاهي ٿو تہ، ان کي اڳ ۾ مون کي پنهنجو ارادو بڌائڻ گهرجي.

ڪرپس مون سان شڪايت ڪئي تہ، هندستان جي پنهنجي گذريل سفر وقت هو ورڪنگ ڪميٽيءَ جي گهڻن ميمبرن سان مليو هو. هن دفعي هن کي خبر پئي آهي تہ هن

تي ملڻ لاءِ پابندي آهي ۽ هڪ ميمبر بہ هن سان ملاقات جو طلبگار نہ هو. جيڪڏهن ڪنهن سماجي تقريب ۾ ڪنهن سان ملاقات بہ ٿي تہ انهن ڪنهن راءِ جو اظهار نہ ڪيو، چو تہ انهن جو اهو خيال هو تہ ڪانگريس جي صدر کي اهڙي ڳالھ تي اعتراض ٿي سگهي پيو.

مون ڪرپس کي ٻڌايو تہ، ان وقت، جڏهن ڪا ذميوار تنظيم حڪومت سان ڳالهيون ڪري رهي هجي، ان کي اهو ڪجھ فقط باضابطہ نمائندن جي معرفت ڪرڻ گهرجي. ورڪنگ ڪميٽيءَ فيصلو ڪيو هو تہ ڪانگريس جي صدر کي ڳالهيون جاري رکڻ گهرجن. ان ڪري ورڪنگ ڪميٽيءَ جي ٻين ميمبرن لاءِ جدا ڳالھ ٻولھ مناسب نہ هئي. وري بہ، ڪرپس ورڪنگ ڪميٽيءَ جي ڪنهن بہ ميمبر سان، ڪنهن بہ سبب جي ڪري ملڻ چاهي ٿو تہ، مان خوشيءَ سان ان جو انتظام ڪندس.

ڪرپس چيو تہ، هو خاص طور تي پولا پائي ديسائيءَ سان ملاقات جو خواهشمند آهي. هندستان ۾ گذريل سفر دوران هو مون سان گڏ رهي چڪو آهي. کاڌيءَ جو سوٽ جيڪو هن کي پاتل هو، ان ڏانهن اشارو ڪندي هڪ مرڪ سان ڪرپس چيو، هي لباس بہ جيڪو مون کي پاتل آهي، اهو پولا پائي ديسائيءَ جي طرفان تحفو آهي.

ورڪنگ ڪميٽيءَ ۾ پيشڪش تي بحث جاري رهيو. گانڌي ان کي قبول ڪرڻ جي خلاف هو. جواهر لال تجويزن جي حق ۾ هو. مون کي انهن ٻنهيءَ سان اختلاف هو. گانڌي تجويزن جو مخالف ان ڪري هو جو هو جنگ جي خلاف هو. جواهر لال انهن جي حق ۾ ان ڪري هو تہ هن کي جمهوريت سان لڳاءُ هو. هو ان اپيل کان بہ متاثر هو، جنهن ۾ مارشل چيانگ ڪائي شيڪ هندستاني عوام کي خطاب ڪيو هو. ان ڪري هو سمجهندو هو تہ تجويزن کي قبول ڪرڻ گهرجي، جيڪڏهن ڪانگريس پنهنجي موقف تي قائم رهندي اهو ڪري سگهي ٿي تہ.

جيستائين منهنجو تعلق آهي، مون کي تجويزن پرکڻ جو صرف هڪ پئمانو هو. ڇا برطانوي حڪومت جي پيشڪش هندستان کي آزاديءَ جو رستو ڏيکاري سگهي ٿي؟ جيڪڏهن ائين آهي تہ اسان کي اها پيشڪش خوشيءَ سان قبول ڪرڻ گهرجي ۽ ڪنهن ذهني تحفظ کان سواءِ. جيڪڏهن جواب نا ڪار ۾ آهي تہ قطعي طور تي اسان کي ان پيشڪش کي مسترد ڪرڻ گهرجي. منهنجي لاءِ واحد امتحان صرف هندستاني آزاديءَ جو مسئلو هو.

ان ڪري منهنجي پوري ڪوشش ڳالهين جي سڄي عرصي ۾ اها هئي تہ ڪرپس جي پيشڪش ان شڪل ۾ اچي جيڪا اسان کي اهو يقين ڏياري تہ هڪ ڪنوينشن قائم ڪيو ويندو، جنهن جي معرفت انتظامي مجلس عملي طور تي هڪ ڪابينہ وانگر

ڪم ڪنديءَ وائسراءِ هڪ آئيني سربراه جي طور تي. جيڪڏهن اسان ان نقطي تي مطمئن هجون ته پوءِ اسان اها ڪوشش قبول ڪري سگهون ٿا ۽ اسان کي جنگ جي دوران قانوني سطح تي اقتدار جي منتقليءَ جي سلسلي ۾ اصرار نه ڪرڻ گهرجي ها.

جيئن مان پهرين چئي چڪو آهيان، اهي ڳالهيون ٻن هفتن تائين جاري رهيون. ورڪنگ ڪميٽيءَ جي ميٽنگ ڏينهن جو ٿينديون هيون. مان شام جو ڪرپس سان ملندو هئس ۽ ٻئي ڏينهن صبح جو ورڪنگ ڪميٽيءَ جي اڳيان رپورٽ پيش ڪندو هئس. ڪرپس وائسراءِ سان ڳالهايو، جڏهن ته ورڪنگ ڪميٽيءَ جو اجلاس هلي رهيو هو. مون کي به بعد ۾ خبر پئي ته ان عرصي ۾ ڪرپس ٽي دفعا چرچل سان مشورو ڪيو هو. ٿي سگهي ٿو ته، هن جنگي ڪابينه جي ٻين ميمبرن سان به مشورو ڪيو هجي.

ڪرپس مسلسل اهو اصرار ڪندو رهيو ته جنگ جي دوران حتمي حقيقت ان لهجي کي هجڻ گهرجي جيڪو اها جنگ شروع ڪري ٿو. ان وقت جنگ هڪ اهڙي منزل تي پهچي چڪي هئي، جتان جاگرافيائي مصلحتون هندستان تي هڪ ڳرو وزن وجهي رهيون هيون. ان ڪري اهو ضروري هو ته انتظامي مجلس کي ان معاملي ۾ مداخلت جو اختيار هجڻ گهرجي ۽ برطانوي جنگي ڪابينه کي هندستاني انتظامي مجلس تي ڀروسو ڪرڻ گهرجي. هن جو استدلال هي هو ته ان قسم جي صورتحال ۾ اهو ضروري نه هو ته مجلس جي قانوني اختيارن جي توسيع تي اصرار ڪيو وڃي يا واضح لفظن ۾ اهو لکڻ جي ضرورت نه هئي ته آخري فيصلي جو حق ان مجلس کي حاصل ٿيندو. حالتن جو زور وڌڻ سان گڏ انهن هندستاني اڳواڻن تي ذميواري وڌندي ويندي جيڪي انتظامي مجلس کي جوڙيندا.

ان وقت ويول هندستان ۾ ڪمانڊر انچيف هو. ڪرپس هن سان ڪيترائي دفعا ڳالهايو ۽ اهو مشورو ڏنو ته مون کي به ان سان ملڻ گهرجي. سندس خيال هو ته جيڪڏهن مان ويول سان ملان ۽ جنگي صورتحال تي ان کان رپورٽ حاصل ڪريان ته ان جو خوشگوار اثر پوندو. اهڙيءَ طرح هن مون کي ويول سان ملاقات جي لاءِ لکيو. مان خوشيءَ سان تيار ٿي ويس ۽ ڪرپس ملاقات جو وقت مقرر ڪرايو.

ڪرپس جواهر لال کي ۽ مون کي ويول ڏانهن وٺي ويو، پر رسمي تعارف کانپوءِ هو هليو ويو ۽ ويول سان اسان جي ڳالهه ٻولهه ڪلاڪ کان وڌيڪ ٿي. پر ان ڳالهه ٻولهه جو اهڙو نتيجو نه نڪتو جيڪو منهنجي بنيادي سوال جو جواب هجي. ويول جي ڳالهه ٻولهه جو طريقو هڪ سپاهيءَ جي بجاءِ هڪ سياستدان جهڙو هو ۽ هو ان ڳالهه تي زور ڏئي رهيو هو ته، جنگ دوران حڪمت عمليءَ جي مصلحتن کي ٻين سيني مسئلن تي فوقيت ڏيڻ گهرجي. مون ان کان انڪار ته نه ڪيو، پر ان ڳالهه جي نشاندهي ڪئي ته

اسان جو واسطو ان ڳالھ سان آهي تہ هندستان کي هلائڻ جو اختيار ڪنهن جي هٿن ۾ هوندو. ان سوال تي ويول ڪا بہ روشني نہ وجهي سگهيو.

اسان جي اصرار جي نتيجي ۾ اهو تجويز ڪيو ويو تہ انتظامي مجلس جو هڪ ميمبر جنگ جي باري ۾ سيني مسئلن جو نگران هوندو. ڪرپس اسان کي اهو سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي تہ جنگ جي قيادت جي ذميواريءَ ۾ هندستان جي شموليت، اهڙي نموني يقيني ٿي ويندي. بهرحال انهيءَ بابت صاف صاف اهو چوڻ مشڪل هو تہ هندستاني ميمبر ۽ ڪمانڊر ان چيف جي وچ ۾ رشتي جي نوعيت ڪهڙي هوندي. خاص طور تي ان ئي سوال جي باري ۾ ڳالھ ٻولھ جي لاءِ ان ويول سان منهنجي ملاقات جو بندوبست ڪيو. جڏهن مون ويول کان اهو پڇيو تہ. ڇا مجلس جي هندستاني ميمبر جو رول هڪ ذميوار ڪابينہ جي وزير جهڙو هوندو، تہ هو ٻن لفظن ۾ ڪو بہ جواب نہ ڏئي سگهيو. ان سان ڳالهائڻ کانپوءِ مون جيڪو نتيجو ڪڍيو، سو اهو هو تہ هندستاني ميمبر کي ذميواريون تہ ڏنيون وينديون پر ڪو بہ اختيار نہ. هو ڪينٽين، رسد جي محڪمي ۽ ٽرانسپورٽ جو انچارج هوندو پر جنگ ۾ شريڪ فوج جي معاملي ۾ ان کي مداخلت جو حق تقريباً نہ هجڻ جي برابر هوندو.

ان معاملي جو خلاصو مختصر لفظن ۾ هيٺ پيش ڪري سگهجي ٿو:

ڪرپس جي پيشڪش جو سجو زور ان ڳالھ تي هو تہ جنگ کانپوءِ هندستاني آزادي تسليم ڪئي ويندي. جنگ جي دوران واحد تبديلي اها ٿيندي تہ انتظامي مجلس مڪمل هندستاني هوندي ۽ ان ۾ سياسي جماعتن جا اڳواڻ شامل هوندا. فرقيوارائڻ مسئلن جي باري ۾ جنگ کان پوءِ صوبن کي ان فيصلي جو اختيار هوندو تہ هو يونين ۾ شامل هجن يا نہ هجن.

مون ڪرپس جي پيش ڪيل تجويز جي ان بنيادي اصول تي اعتراض نہ ڪيو هو تہ، آزاديءَ کي جنگ کان پوءِ تسليم ڪيو ويندو. بهرحال مان اهو محسوس ڪيان پيو تہ جيستائين عملي اختيار ۽ ذميواري جنگ جي دوران مجلس جي حوالي نہ ڪئي ويندي، اها تبديلي معنيٰ خيز نہ هوندي. پهرين ڳالھ ٻولھ جي دوران ڪرپس مون کي ان نقطي تي يقين ڏياريو هو ۽ چيو هو تہ. مجلس هڪ ڪابينہ وانگر ڪم ڪندي. ڳالهين سان اهو واضح ٿيندو ويو تہ اها يقين دهاني هڪ شعري مبالغو هو، ان جي اصل پيشڪش گهڻي مختلف هئي.

ان کان بہ وڏي رڪاوٽ صوبن کي ڏيڻ وارو اهو اختيار هو تہ. جيڪڏهن اهي چاهين تہ يونين ۾ شامل نہ هجن. ان ۾ فرقيوارانہ مسئلي بابت ڪرپس جي تجويز ڪيل حل گانڌيءَ کي تمام گهڻو پريشان ڪيو هو. انهيءَ جي خلاف گانڌيءَ جو ردعمل تمام شديد هو. ڪرپس سان پنهنجي پهرين ملاقات کان پوءِ جڏهن مان گانڌيءَ سان

مليس تہ مون جلدي اهو سمجهيو تہ ڪرپس جي تجويزن کي هو بلڪل ناقابل قبول تصور ڪري ٿو. سندس خيال هو تہ اهي تجويزون صرف اسان جي مشڪلات کي وڌائيندي يون ۽ فرقيوراڻي مسئلي جي حل کي ناممڪن بڻائينديون.

انهن ڏکيائين تي مون ڪرپس سان تفصيلي ڳالھ ٻولھ ڪئي. مون هن کي اهو ٻڌائڻ جي درخواست ڪئي تہ هو ۽ جنگي ڪابينہ ۾ ان جا ساٿي ڇا سوچي رهيا آهن. ڪرپس مون کي اهو سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي تہ هندستان جو سياسي مسئلو ان وقت تائين حل نہ ٿو ڪري سگهجي، جيستائين فرقيوارانو مسئلو حل نہ ڪيو وڃي. اهو ٻن مان هڪ طريقي سان ممڪن آهي. هڪ اهو تہ ان کي جلدي طئہ ڪيو وڃي ۽ ٻيو طريقو هي آهي تہ ڪو ٻہ فيصلو جنگ کانپوءِ ان وقت تائين جي لاءِ روڪيو وڃي، جيستائين اقتدار هندستاني هٿن ۾ اچي وڃي.

ڪرپس چيو تہ، سندس خيال ۾ ان مسئلي کي ڪٽڻ ئي غلط ٿيندو، اهو ڏکيائين کي وڌائيندو. ان ڪري قابل عمل ڳالھ صرف اها هوندي تہ جنگ جي خاتمي جو انتظار ڪيو وڃي. هن بهرحال مونکي باور ڪرايو تہ جيڪڏهن هندو ۽ مسلمان پاڻ ۾ هڪ معاهدو ڪن تہ، ان ئي وقت هڪ حل ڪڍي سگهجي ٿو.

مون ڪرپس کي ٻڌايو تہ، صوبن کي (پنهنجي مرضيءَ جي مطابق يونين ۾ شامل هجڻ يا) شامل نہ هجڻ جو اختيار ڏنو ويو آهي، ان جو مطلب علحدگي پسنديءَ جو دروازو کولڻ آهي. ڪرپس پنهنجي پوزيشن جو دفاع ڪرڻ جي ڪوشش اهو چوندي ڪئي تہ، اختيار مجموعي طور تي صوبن کي ڏنو ويو آهي، ڪنهن خاص فرقي کي نہ. هيءَ ڳالھ سندس دماغ ۾ ويهجي چڪي هئي تہ، صوبن جو اهو چوڻ جو حق هڪ دفعو مڃيو وڃي تہ پوءِ حقيقت ۾ ڪو بہ صوبو ان جو مطالبو نہ ڪندو. ٻئي طرف ان جو حق نہ ڏيڻ، شڪ، شبهي ۽ بي اعتباريءَ کي ايجا وڌائيندو. صوبا ان سوال کي معروضي طور تي ان ئي صورت ۾ ڏسي سگهندا، جڏهن اهو محسوس ڪرڻ لڳندا تہ انهن کي پنهنجي مرضيءَ جي مطابق فيصلو ڪرڻ جي مڪمل آزادي آهي.

هڪ صبح جو جڏهن اسان ان مسئلي تي ڳالھ ٻولھ ڪري چڪا هئاسين، ان کان پوءِ ان ئي شام ڪرپس مون کي فون ڪيو تہ، ٻئي ڏينهن سردار سڪندر حيات خان ساڻس ملڻ جي لاءِ اچي رهيو آهي. ڪرپس کي اميد هئي تہ، فرقيوراڻي مسئلي کي حل ڪرڻ ۾ سردار سڪندر حيات مددگار ثابت ٿيندو. پنجاب سڀ کان وڏو مسلم اڪثريتي صوبو هو ۽ جيڪڏهن پنجاب هندستان سان گڏ رهڻ جو فيصلو ڪيو تہ، ان سان ٻين مسلم اڪثريتي صوبن جي بہ رهنمائي ٿيندي. مون هن کي اهو ٻڌايو تہ، مون کي انهيءَ ۾ شڪ آهي تہ ڪو سردار سڪندر ان مسئلي کي حل ڪري سگهندو. پر جيڪڏهن هو دهلي اچي رهيو آهي، مونکي ساڻس ملي خوشي ٿيندي.

بئي ڏينهن سردار سڪندر دهلي پهچي ويو ۽ ڪرپس سان ملاقات ڪانپوءِ هو مون سان مليو. سندس راءِ ۾ ڪرپس جي پيشڪش فرقيوراڻي مسئلي جو بهترين ممڪن حل هئي. ان کي يقين هو تہ جيڪڏهن پنجاب اسيمبليءَ ۾ ان معاملي تي ڳٺپ ٿي تہ ان جو فيصلو قومي سوچ موجب ٿيندو، فرقيوراڻي سوچ موجب نہ. مون محيو تہ جيڪڏهن ان ئي وقت ووٽ ورتا ويا تہ، سندس پيشنگوئي صحيح ثابت ٿي سگهي ٿي، پر جنگ جي خاتمي تي ڇا ٿيندو، اهو پڌائڻ هن جي يا منهنجي سوچ کان ٻاهر هو. مون ڪيس چيو تہ مان اهو تسليم نہ ٿو ڪري سگهان تہ ان وقت بہ ان جو ايترو ئي اثر هوندو، جيترو هاڻي آهي.

هندستاني رياستن جي باري ۾ ڪرپس جي پيشڪش رياستن جي نمائندن کي پنهنجي مستقبل جي فيصلي جي پوري آزادي ڏئي ٿي. ان ۾ اهو اختيار بہ شامل هو تہ اهي چاهين تہ صوبن وانگر يونين کان الڳ رهن. منهنجي لاءِ ڪرپس سان انصاف ڪندي ان واقعي جي نشاندهي ضروري آهي تہ رياستن جي نمائندن سان پنهنجي ڳالهہ ٻولهہ ۾ ڪرپس واضح ۽ صاف هو. مهاراجہ ڪشمير هن کي چيو تہ، سندس رياست جو مستقبل هندستان سان آهي. ڪنهن رياست جي واليءَ کي هڪ گهڙيءَ جي لاءِ بہ نہ سوچڻ گهرجي تہ جيڪڏهن هن جدا رهڻ جو فيصلو ڪيو تہ برطانوي حڪمران هن جي مدد لاءِ پهچندا. ان ڪري رياست جي والين کي پنهنجي مستقبل جي لاءِ هندستاني حڪومت ڏانهن واجهائڻو پوندو، نہ ڪي تاج برطانيا ڏانهن. مون کي ياد آهي تہ رياستن جي نمائندن مان گهڻا ڪرپس سان ڳالهائڻ کان پوءِ دل شڪستا ڏسڻ ۾ اچن پيا.

ورڪنگ ڪميٽيءَ ڪرپس جي آندل تجويزن تي هڪ قرارداد پهرين ئي منظور ڪئي هئي. اها 2 اپريل تي هن ڏانهن موڪلي وئي، پر آخر ۾ ڳالهين ٽٽڻ تائين، ان کي پريس جاري نہ ڪيو هو. هندستان کي اقتدار جي منتقليءَ جي عام سوال کي ڇڏي، هڪ وڏي ڏکيائي ڪمانڊر انچيف ۽ انتظامي مجلس جو اهو ميمبر جيڪو دفاع جو انچارج هوندو، انهن ٻنهيءَ جي اختيارن جي تعين جي سوال تي پيدا ٿي. ڪرپس جي تجويز هئي تہ هندستاني ميمبر عام طور تي، تعلقات عامہ، فوجين کي فارغ ڪرڻ، جنگ کان پوءِ جي تعميري ۽ دفاعي فوجن ۽ ميمبرن کي وسيلا فراهم ڪرڻ جو ذميوار هوندو. ڪانگريس انهن ذميوارين کي ناڪافي سمجهي پئي ۽ ان هڪ جوابي تجويز پيش ڪئي هئي تہ، وزير دفاع سواءِ انهن اختيارن جي جيڪي جنگ جي قيادت جي لاءِ ڪمانڊر انچيف کي حاصل هوندا هئا، ٻين سڀني معاملن جو انچارج هوندو. ڪرپس جوابي طور ڪجهہ ٻيون تجويزون پيش ڪيون، پر اهي سڀ اهم معاملا هو ڪمانڊر انچيف جي لاءِ مخصوص ڪرڻ چاهي پيو، ان ڪري اهي تجويزون بہ غيراطمينان بخش

ثابت ٿيون.

ڪرپس سان منهنجي ٻي ميٽنگ 19 اپريل تي ٿيهريءَ جو دير تائين ٿي ۽ 10 اپريل تي صبح جو مون ورڪنگ ڪميٽيءَ آڏو پنهنجي ڳالهه ٻولهه جو نتيجو بيان ڪيو. افسوس سان اسان کي اهو طئه ڪرڻو پيو تہ برطانوي حڪومت جون تجويزون جنهن شڪل ۾ اڳيان آيون، قابل قبول نہ هيون.

اهڙيءَ طرح 10 اپريل 1942ع تي مون ڪرپس کي لکيو تہ اعلان ۾ هندستاني مسئلن ڏانهن رويو نہ صرف غلط آهي، پر ان سان مستقبل ۾ بہ ڏکيائون پيدا ٿي سگهن ٿيون. هن 11 اپريل تي هڪ جواب لکيو. جنهن ۾ اهو سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي تہ اهي تجويزون هندستاني مسئلي جو بهترين حل پيش ڪن ٿيون ۽ ان ڳالهه تي اصرار ڪيو تہ، هن ڪنهن بہ منزل تي پنهنجي پوزيشن تبديل نہ ڪئي آهي.

واقعو هي آهي تہ، هن سچو الزام ڪانگريس تي هڻڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ هو پنهنجو جواب شايع ڪرڻ چاهي پيو. مون ان ئي ڏينهن جواب ڏنو. جنهن ۾ هن جي اعتراض تي افسوس ڪيو ويو هو ۽ ان ڳالهه جي نشاندهي بہ ڪئي هئي تہ اها ڳالهه ٻولهه ڪنهن غيرجانبدار کي بہ اهو باور ڪرائيندي تہ ان جي مشن جي ناڪاميءَ ۾ ڏوه خود هن جو پنهنجو آهي. ڪانگريس جو نہ. منهنجي ٻنهي خطن جا اهم نڪتا هيٺ ڏنا ويا آهن، پر دلچسپي رکڻ وارا پڙهندڙ مڪمل خط ٽئين ضميمي ۾ ڏسي سگهن ٿا.

10 ۽ 11 اپريل 1942ع تي مون ڪرپس جي نالي پنهنجي ٻنهي خطن ۾ جيڪو ڪجھ لکيو هو، اهو مختصر طور تي هيٺ ڏجي ٿو:

> "جيڪڏهن برطانوي حڪومت سچ پچ اهو چاهي ٿي تہ ان حد تائين دير ڪانپوءِ هندستان ۾ هڪ نئون روح ڦوڪيو وڃي ۽ انهيءَ مقصد کي حاصل ڪرڻ جي لاءِ ڪرپس جهڙو ماڻهو موڪليو هو تہ سولي ڳالهه اها هجي ها تہ ان جي ئي معرفت اهو اعلان بہ موڪليو وڃي ها تہ، برطانيا اقتدار تان هٿ ڪڻڻ لاءِ تيار آهي. ان جي بجاءِ برطانوي حڪومت تجويزون مرتب ڪيون هيون ۽ هڪ دفعو ان تي عمل ٿي ويو تہ هندستاني جماعتن ۾ آزاداڻي معاهدي جو مرحلو وڌيڪ ڏکيو ٿي ويندو."

مون ڪرپس کي اهو بہ ٻڌايو تہ، اعلان ۾ موجوده وقت کان وڌيڪ زور مستقبل تي ڏنو ويو هو، جڏهن تہ هندستان کي پنهنجي موجوده نظام ۾ تبديليءَ جي ضرورت آهي.

> "موجوده صورتحال سان لاڳاپيل تجويزون جيڪي ان اعلان ۾ شامل آهن هاڪاري نہ آهن، پر ناڪاري آهن. موجوده حالتن ۾ مان نہ ٿو سمجهان تہ ڪهڙي نموني ڪانگريس انهن تجويزن کي قبول ڪري سگهي ٿي. مون چيو

تـ، جنگ هندستان جي مٿان ڦري رهي آهي. دشمن سان مقابلي جي لاءِ هندستاني عوام ۾ حوصلي ۽ اعتماد جي ضرورت هئي، پر برطانوي رويي جي ڪري لکين انسان جيڪي پنهنجي ملڪ جي لاءِ پاڻ کي قربان ڪري سگهن ٿا، انهن جي دلين مان روشني ختم ٿي چڪي آهي.“

مون ان ڳالهه جي نشاندهي ڪئي تـ اسان جو گڏيل مرحلو، هاڻي اها شيءِ چاهي ٿو تـ، هندستانين جي دلين ۾ وطن پرستيءَ واري جذبي جي چٽنگ کي ڀيهر روشن ڪرڻ جي لاءِ اسان هڪ نفسياتي رويو اختيار ڪريون. ان جي صلاحيت صرف مستقبل جي متعلق واعدن جي ذريعي ممڪن نـ آهي، پر ماڻهن کي اهو محسوس ڪرائڻ گهرجي تـ اڄ هو پنهنجي ملڪ ۾ آزاد آهن ۽ انهن کي پنهجي آزاديءَ ۽ پنهنجي ملڪ جي حفاظت ڪرڻ گهرجي.

منهنجي خط ۾ اها نشاندهي بـ ڪئي وئي هئي تـ هن وقت ملڪ جو دفاع اسان جو اعليٰ ترين مطالبو آهي. جنگ دوران سول انتظاميا کي جنگي تقاضائن جي تابع ٿيڻو پوندو. ان کان سواءِ دفاعي مسئلا هر سول اداري ۾ گهڙي ايندا آهن، دفاع کي وائسراءِ يا ڪمانڊر انچيف جي لاءِ محفوظ رکڻ جو مطلب هي ٿيندو تـ سيني اختيارن کان، جيڪي بظاهر هندستاني هٿن ڏانهن منتقل ٿي چڪا آهن انهن اختيارن سميت، هندستان کي محروم رکيو ويندو.

هڪ ٻيو نڪتو جنهن تي مون زور ڏنو، هي هو تـ، ڪانگريس فرقيوراڻي مسئلي کي حل ڪرڻ جي اهميت کان سڻي نموني باخبر هئي. اسان اهو چاهيون پيا تـ هندستان ۾ سياسي سوال سان منهن ڏيڻ وقت، ڪنهن نـ ڪنهن منزل تي فرقيوراڻن سوالن جو اٿڻ اٽـر هو ۽ انهن کي بهرحال حل ڪرڻو هو. مون انهن کي يقين ڏياريو تـ، جيئن ئي سياسي مسئلو طئـ ٿي ويندو تـ فرقيوراڻن يا ٻين مسئلن جو اطمينان بخش حل ڳولهڻ جي ذميواري اسان جي هوندي. مون کي يقين هو تـ اسان جيئن ئي سياسي سوال کي حل ڪنداسين، فرقيوراڻن مسئلن جو ڪو بـ تسلي بخش حل بـ ڳولهي وٺنداسين.

ان کان پوءِ مون افسوس سان اها نشاندهي بـ ڪئي تـ ڪرپس سان منهنجي پوئين ڳالهه ٻولهه جي نتيجي ۾ جيڪا تصوير اڀري هئي، ان جو شروعاتي تاثر، جيئن جيئن مادي نڪتن تي ڳالهه ٻولهه ڏاڪي بـ ڏاڪي اڳتي وڌندي وئي، آهستي آهستي ڌنڌلو ٿيندو ويو. 9 اپريل جي رات جو جڏهن مان آخري دفعو هن سان مليس تـ سڄي تصوير بدلجي چڪي هئي ۽ مصلحت جون اميدون ختم ٿي چڪيون هيون.

ڪرپس چيو هو تـ، هو منهنجي نالي پنهنجو اهو خط شايع ڪرڻ چاهي ٿو، مون جواب ۾ عرض ڪيو تـ، غالباً اعتراض نـ ٿيندو، جيڪڏهن مون اهي سڀ خط ۽ ان سان گڏ اها قرارداد بـ جيڪا اسان منظور ڪئي هئي، پريس کي جاري ڪيان. اها قرارداد

سيني مستند تاريخن ۾ موجود آهي ۽ منهنجي لاءِ اهو ضروري نہ آهي تہ هتي ان کي نقل ڪيان. ڪرپس پنهنجي جواب ۾ لکيو تہ.ڪيس ڪو بہ اعتراض نہ ٿيندو. اهڙيءَ طرح اهي سڀ ڪاغذ 11 اپريل تي پريس کي جاري ڪيا ويا.

مون 11 اپريل 1942ع تي هڪ پريس ڪانفرنس بہ ڪئي، جتي صحافين جي هڪ وڏي تعداد سان منهنجي ملاقات ٿي ۽ مون انهن جي آڏو انهن سببن جي وضاحت ڪئي، جنهن جي ڪري اسان ڪرپس جي پيشڪش رد ڪئي. مون کي هتي تفصيل سان ورجائڻ جي ضرورت نہ آهي، ڇو تہ اهي قرارداد ۽ خطن بنهي ۾ شامل ڪيا ويا آهن. مون ان نڪتي تي خاص زور ڏنو تہ ڳالهہ ٻولهہ اڳتي وڌڻ سان گڏ اسان کي خبر پئي تہ ڪرپس جي جوڙيل گلابي تصوير ڌنڌلي ٿيندي وئي. ماحول ۾ ان تبديليءَ جو عڪس لارڊ ويول سان منهنجي ڳالهہ ٻولهہ ۾ بہ موجود هو. اسان جي ڳالهہ ٻولهہ دوران ڪرپس هرهر انهن ٽيڪنڪي ڏکيائين تي زور ڏنو، جيڪي ڪنهن هندستاني ميمبر کي دفاع جي سيني اختيارن جي منتقليءَ جي راهہ ۾ اچي پيون. سندس ئي مشوري تي اسان لارڊ ويول سان ملاقات ڪئي هئي، ڇو تہ هو وڌيڪ بهتر طريقي سان سوال جي ٽيڪنيڪي پهلوءَ جي وضاحت ڪري سگهي پيو.

هڪ گهٽي حيرانيءَ جي ڳالهہ آهي تہ، ڪمانڊر انچيف سان اسان جي سڄي ڳالهہ ٻولهہ دوران، جنهن ۾ ٻيا فوجي عهديدار بہ شامل هئا. ڪنهن ٽيڪنڪي ڏکيائيءَ بابت هڪ لفظ بہ نہ چيو ويو. سڄو بحث سياسي مسئلن کان اڳتي وڌيل رهيو. مون کي هڪ گهڙيءَ جي لاءِ بہ اهو خيال نہ آيو تہ، اسان هڪ فوجي ماهر کان انٽرويو ڪري رهيا آهيون. اصل ۾ لارڊ ويول هڪ مڃيل سياستدان وانگر ڳالهائي رهيو هو.

پريس ڪانفرنس دوران مون اهو بہ ضروري سمجهيو تہ، انهن بحثن ۾ مهاتما گانڌيءَ جو حصو هو. ان باري ۾ اخبارن جي هڪ حلقي ۾ ڪجهہ قياس آرائين جي پيدا ڪيل پوزيشن کي صاف ڪندو هلان. ڪنهن بہ جنگ ۾ شموليت متعلق گانڌيءَ جي خيالن جي سينيءَ کي خبر هئي ۽ اهو چوڻ سري کان ئي غلط ٿيندو تہ ورڪنگ ڪميٽيءَ جا فيصلا ڪنهن بہ شڪل ۾ انهن خيالن کان متاثر ٿيا هئا.

گانڌي ورڪنگ ڪميٽيءَ تي اها ڳالهہ سٺي نموني واضح ڪئي هئي تہ، اسان تجويزن جي خوبين ۽ خامين بابت پنهنجي طور تي فيصلو ڪرڻ جي لاءِ پوري نموني آزاد هئاسين. هن ورڪنگ ڪميٽيءَ جي پوئين ويهڪ ۾ شرڪت بہ نہ ڪرڻ چاهي هئي ۽ اهو صرف منهنجي اصرار تي ٿيو هو جو، هو ڪيترن ئي ڏينهن تائين رهڻ لاءِ آماده ٿي ويو هو. بعد ۾ ڪيس هي محسوس ٿيو تہ، هاڻي وڌيڪ ترسڻ هن جي لاءِ ممڪن نہ آهي ۽ منهنجون سڀ ڪوششون ڪيس متاثر ڪرڻ ۾ ناڪام رهيون.

مون پنهنجو پوئين ڏينهن جو بيان بہ ورجايو تہ ورڪنگ ڪميٽيءَ جو فيصلو هر

منزل تي اتفاق وارو هو.

مون اهو چوندي (پريس ڪانفرنس ۾) ڳالهه ختم ڪئي ته، اهو افسوس جو مقام هو. اسان ان نصب العين تائين، جنهن کي اسان گهڻو عزيز رکون پيا. نه پهچي سگهياسين. پر اهو ريڪارڊ ڪرڻ گهرجي ته اهي سڀ بحث، باوجود ان جي ته گهرا اختلاف به ظاهر ٿيا، جيڪي ڪجهه وقت تي پرجوش ڪشمڪش جو سبب بڻيا. هڪ دوستاڻي ماحول ۾ جاري رکيا ويا. ڪرپس ۽ مون هڪ ٻئي کان دوستن وانگر موڪلايو ۽ ڳالهه ٻولهه جي گرمجوشي آخر تائين برقرار رهي.

جيستائين ڪانگريس جو تعلق هو. ان جي لاءِ ڪرپس مشن ختم ٿي ويو، پر جواهر لال ۽ راجگوپال آچاريه سان معاملو اهو نه هو. هندستان جي آزاديءَ جي اڳئين مرحلي ۾ داخل ٿيڻ کان پهرين، مان انهن واقعن ڏانهن ٻنهيءَ جي ردعمل جو خاص طور تي ذڪر ڪرڻ چاهيندس.

ڪرپس جي روانگيءَ کان جلدي پوءِ جواهر لال نيوز ڪرانيڪل (News chronicle) جي نمائندي کي هڪ انٽرويو ڏنو. ان انٽرويو جي پوري لهجي ۽ رويي مان ائين لڳي پيو ته ڪانگريس ۽ انگريزن جي وچ ۾ اختلافن کي گهٽ ڪري ڏيکاريو پيو وڃي. جواهر لال اهو ظاهر ڪرڻ چاهيو ته ڪانگريس ڪرپس جي پيشڪش رد ڪئي هئي، هندستان انگريزن جي مدد جي لاءِ تيار هو ۽ پنهنجو سچو تعاون صرف ان پاليسيءَ جي ڪري نه ٿو ڏئي سگهي، جيڪا برطانوي حڪومت اختيار ڪري رکي هئي.

مون کي اها به خبر پئي ته هڪ تجويز اها هئي ته جواهر لال کي آل انڊيا ريڊيو تان هڪ بيان نشر ڪرڻ گهرجي. ان جي رويي بابت مان جيڪو ڪجهه چاٺان پيو، ان کان مون کي خوف ٿيو ته ڪٿي سندس بيان عوام جي ذهن کي الجهائي نه ڇڏي. جواهر لال الهآباد پهرين ئي روانو ٿي چڪو هو ۽ مون به ڪلڪتي واپسيءَ جون تياريون ڪيون هيون. مون فيصلو ڪيو ته مان رستي ۾ ئي ترسي پوندس ۽ هن سان وڌيڪ ڳالهه ٻولهه ڪندس. مون اهو ئي ڪيو ۽ جواهر لال کي صاف صاف اهو چيو ته هاڻي جڏهن ورڪنگ ڪميٽي هڪ قرارداد منظور ڪري چڪي آهي. تڏهن هن کي ڪجهه به چوڻ وقت گهڻو محتاط رهڻ گهرجي.

جيڪڏهن هن ڪو به اهڙو بيان ڏنو جنهن سان اهو تاثر پيدا ٿئي ته ڪانگريس جو موقف هي هو ته هندستان برطانيا جي مدد لاءِ رضامند هو پر صرف هڪ آزاد ملڪ جي حيثيت سان هو اها مدد ڪري سگهي پيو ۽ مون کي يقين هو ته هن جو رويو به اهو ئي آهي، ان ڪري جيڪڏهن هن ڪا به اهڙي ڳالهه چئي وڌي جنهن سان اهو تاثر پيدا ٿئي ته هندستان برطانوي رويي جو لحاظ ڪرڻ کان سواءِ جنگي تياريءَ ۾ تعاون تي راضي

آهي تہ قرارداد بي معنيٰ ٿي ويندي. مون ان ڪري اها درخواست ڪئي تہ هو ڪو بہ بيان نہ ڏئي. پهرين تہ هن مون سان بحث ڪيو، پر آخر ۾ هن منهنجي نقطہ نظر کي سمجهيو. اهڙي طرح مون کي تمام گهڻي خوشي ٿي، جڏهن هن اهو علان ڪيو تہ هو ڪو بيان نہ ڏيندو ۽ ان اعلان کي جنهن جو هو واعدو ڪري چڪو آهي، منسوخ ڪندو.

مان اهو واضح ڪرڻ چاهيان ٿو تہ، جواهر لال جو اهو رويو هندستان جي آزاديءَ جي سلسلي ۾ ڪنهن شڪ جو سبب نہ هو. هن جو رويو عالمي صورتحال جي ان تفهيم جو فطري نتيجو هو. هو شروع کان ئي فاشسٽ مخالف هو. چين جي دوري ۾ چيانگ ڪائي شيڪ سان سندس ڳالهہ ٻولهہ فاشزم سان سندس نفرت کي مستحڪم ڪيو. جپان خلاف چين جي جدوجهد کان هو ايتري حد تائين متاثر هو جو هو محسوس ڪرڻ لڳو هو تہ ڪنهن بہ قيمت تي جمهوريتن جي حمايت ڪرڻ گهرجي. واقعو هي آهي تہ هن کي ان ڳالهہ تي حقيقي افسوس ۽ اذيت هئي تہ هندستان جمهوريتن سان گڏ لڙائيءَ ۾ شريڪ نہ آهي.

مان هتي اهو بہ ٻڌائيندو هلان تہ جواهر لال هميشہ ٻين گهڻن هندستانين جي ڀيٽ ۾ عالمي مصلحتن کان وڌيڪ متاثر ٿيو هو. سيني سوالن کي هو قومي کان وڌيڪ عالمي نقطہ نظر سان ڏسندو هو. عالمي مسئلن بابت لاڳاپن ۾ مان بہ ساڻس شريڪ هئس، پر منهنجي ويجهو هندستان جي آزاديءَ جو مسئلو سڀ کان اهم هو. مان اهو سمجهندو هئس تہ جمهوريتون ننڍڙي بدي(Lesser Evil) جون نمائنده آهن پر مان اهو وساري نہ پيو سگهان تہ جيستائين هندستان جي معاملي ۾ جمهوري اصول لاڳو نہ ٿو ٿئي، جمهوريت جون سڀ دعوائون کوکليون ۽ غير مخلصاتيون محسوس ٿينديون. پهرين جنگ عظيم کانپوءِ جي واقعن جو سلسلو بہ مون کي ياد هو. ان وقت انگريزن اهو اعلان ڪيو هو تہ برطانيا ننڍين قومن جي حقن جي حفاظت جي لاءِ جرمن امپيريلزم سان وڙهي رهيو آهي. جنگ ۾ آمريڪا جي داخلا تي صدر ولسن پنهنجا مشهور چوڏهن نڪتا مرتب ڪيا ۽ سيني قومن جي خوداختياريءَ جي حق جي وڪالت ڪئي. ان جي باوجود هندستان جي حقن جو احترام نہ ڪيو ويو، نہ ئي چوڏهن نڪتا هندستان جي معاملي ۾ لاڳو ڪيا ويا. ان ڪري مون کي محسوس ٿيو تہ جمهوري لڏي جي باري ۾ سڄي ڳالهہ ٻولهہ بي معنيٰ آهي. جيستائين هندستان جي معاملي تي سنجيدگيءَ سان غور ڪيو وڃي. مون اهي سڀ ڳالهيون هڪ انٽرويو ۾ چيون، جيڪو تقريباً هڪ هفتي کانپوءِ نيوز ڪرانيڪل(News chronicle) کي ڏنو ويو هو.

ان سڄي عرصي ۾ جواهر لال هڪ زبردست ذهني دٻاءَ جي ڪيفيت ۾ مبتلا رهيو. هو تازو ئي چين کان واپس آيو هو ۽ مسٽر ۽ مسز چيانگ ڪائي شيڪ کان تمام گهڻو متاثر ٿيو هو. اها ڳالهہ هن تي واضح ٿي چڪي هئي تہ جيڪڏهن چين جپان جو

مقابلو ڪاميابيءَ سان ڪرڻ چاهي ٿو تہ هن لاءِ لازمي طور تي هندستان جي مدد جي ضرورت پوندي. ورڪنگ ڪميٽيءَ جي ميٽنگ دوران، هڪ شام جو جواهر لال مون وٽ آيو. اسان جي ڳالهہ ٻولهہ مون کي باور ڪرايو تہ هو ڪرپس جي پيشڪش قبول ڪرڻ جي حق ۾ آهي پوءِ چاهي برطانوي موقف ۾ ڪا بہ تبديلي نہ ٿئي. سندس دليل هي هو تہ ڪرپس جي يقين ڏيارڻ جي روشنيءَ ۾ اسان کي هٻڪ نہ ٿيڻ گهرجي. جواهر لال اها ڳالهہ لفظن ۾ تہ نہ ڪئي، پر هن جا سڀ دليل ان ئي رخ ڏانهن هئا.

ان ڳالهہ ٻولهہ جي نتيجي ۾ مان گهڻو پريشان ٿيس ۽ رات جي تقريباً ٻين وڳي تائين سمهي نہ سگهيس. جيئن ئي منهنجي اک کلي، مان شريمتي راميشوري نهرو جي گهر ڏانهن ويس، جتي جواهر لال نهرو رهيل هو. هڪ ڪلاڪ کان وڌيڪ اسان مختلف مسئلن تي بحث ڪندا رهياسين. مون کيس چيو تہ سندس خيالن جو لاڙو اسان جي بهترين مفادن جي خلاف هو. جيڪڏهن حقيقي اقتدار هندستان جي حوالي نہ ڪيو ويو ۽ صرف هڪ نئين انتظامي مجلس جوڙي وئي تہ اسان کي هڪ اڪيلي شيءِ جيڪا ڪرپس کان ملندي، صرف هڪ واعدو هوندو ۽ اهو واعدو بہ جنگ کانپوءِ پورو ڪيو ويندو. موجوده حالتن ۾ اهڙي نموني جي ڪنهن واعدي جو قدر ۽ قيمت تمام گهٽ آهي. ڪنهن کي خبر آهي تہ جنگ جو اختتام ڪيئن ٿيندو. اسان جنگ ۾ هڪ آزاد ملڪ جي حيثيت سان شريڪ ٿيڻ جي لاءِ تيار هئاسين.

ڪرپس جي پيشڪش ان نڪتي تي اسان کي ڪجهہ نہ ڏنو، ايستائين جو جنگ ۾ شريڪ ٿيڻ جو فيصلو بہ اسان جو نہ، پر وائسراءِ جو هو. ڪرپس چاهي پيو تہ وائسراءِ جو اهو فيصلو اسان تسليم ڪريون. اسان کي موقعو ڏيڻ کان سواءِ تہ اسان پاڻ ڪو فيصلو ڪريون. ان جو مطلب اهو ئي ٿيندو تہ اسان جا هيل تائين جا سڀ فيصلا غلط هئا. مون اهو دليل بہ رکيو تہ جنگ کانپوءِ دنيا لازمي طور تي تبديل ٿيندي. ڪو بہ ماڻهو جيڪو عالمي سياسي صورتحال کان آگاهہ آهي، ان ۾ شڪ نہ ٿو ڪري سگهي تہ هندستان آزاد ٿيندو.

اهڙي طرح ڪرپس جي پيشڪش حقيقت ۾ اسان کي ڪجهہ بہ نہ ڏنو. جيڪڏهن اسان ان پيشڪش کي قبول ڪيو تہ مستقبل ۾ اسان کي پشيماني ٿي سگهي ٿي. فرض ڪيو تہ، انگريز پنهنجي واعدي کان ڦري ويا تہ اسان وٽ نئين جدوجهد جي شروعات جو جواز بہ باقي نہ رهندو. جنگ هندستان کي پنهنجي آزادي حاصل ڪرڻ جو هڪ موقعو ڏنو هو. اسان کي صرف هڪ واعدي جي ڀروسي تي اهو موقعو وڃائڻ نہ گهرجي.

اهي سڀ واقعا جيڪي ٿي رهيا هئا، ان بابت جواهر لال تي شديد ذهني دٻاءُ هو. اهو صاف هو تہ پنهنجي پوزيشن جي سلسلي ۾ سندس ذهن واضح نہ آهي. هن جي ذهن ۾

جاري ڪشمڪش ڪيس بيو سيءَ جو احساس ڏياريو. ڪجھ گھڙين تائين هو خاموش رهيو، پوءِ چيائين، مان هڪ گهڙيءَ جي لاءِ بہ پنهنجي شخصي لاڙي جي مطابق ڪو بہ فيصلو نہ ٿو ڪرڻ چاهيان. پنهنجي دماغ مان ان نڪتي تي سڀ شڪ ختم ڪيو. منهنجو فيصلو اهوئي هوندو جيڪو منهنجي ساٿين جو هوندو.

جواهر لال جي طبيعت اهڙي آهي تہ، جنهن وقت هن جي دماغ ۾ ڪا ڇڪ هجي، هو ننڊ ۾ بہ ڳالهائيندو آهي. ڪيس سڄي ڏينهن جو فڪر خوابن جي صورت ۾ آڏو ايندو آهي. جڏهن مان ٻاهر نڪتس تہ شريمتي راميشوري نهرو ٻڌايو تہ پوين ٻن راتين کان جواهرلال ننڊ ۾ ڳالهائيندو رهيو آهي. هن هڪ بحث ڇيڙي رکيو هو. ڪڏهن آهستي، ڪڏهن زور سان ڳالهائيندو هو. شريمتي نهرو هن کي ڪرپس جو نالو وٺندي ٻڌو هو، ڪڏهن گانڌيءَ جو ذڪر ڪندو هو، ڪڏهن منهنجو نالو وٺندو هو. اهو وڏيڪ ثبوت ان ڳالھ جو هو تہ جواهر لال جو ذهن ڪيتري زبردست دٻاءَ ۾ ڪم ڪري رهيو هو.

ٻي شخصيت جنهن تي ڳالهين جو تمام گهڻو اثر پيو، شري راجگوپال آچاريہ جي هئي. ڪجھ عرصي کان ملڪ جي ڪرندڙ فرقيوراڻي صورتحال جي ڪري هو تمام گهڻو پريشان هو. هن جو خيال هو تہ، هندستان جي آزادي ڪانگريس ۽ مسلم ليگ جي پاڻ ۾ اختلافن جي ڪري رڪيل آهي. صورتحال جي مطالعي مون کي ان نتيجي تي پهچايو هو تہ جنگ جي عرصي دوران انگريز ڪو بہ خطرو نہ ٿا کڻڻ گهرن ۽ ٻنهي فرقن ۾ اختلافن سان انهن کي صرف هڪ بهانو مليو تہ اقتدار پنهنجي هٿ ۾ رکڻ گهرجي. راجگوپال آچاريہ ان راءِ سان متفق نہ هو ۽ ڪرپس جي پيشڪش جي رد ڪرڻ کان جلدي پوءِ هن کلي عام اهو چوڻ شروع ڪيو هو تہ. بس جيڪڏهن ڪانگريس مسلم ليگ جا مطالبا تسليم ڪري تہ هندستاني آزاديءَ جي رستي مان رڪاوٽون هٽي وينديون. عام طرح تي پنهنجي خيالن جي اظهار کي ڪافي نہ سمجهندي هن مدراس ڪانگريس ليجسليچر پارٽيءَ ۾ هڪ قرارداد پيش ڪرائي، جيڪا اصل ۾ ڪانگريس جي موقف کي رد ڪري پئي. ان قرارداد جي عبارت ڪانگريسين ۾ زبردست ناراضگي پيدا ڪئي ۽ انهن تمام گهڻا احتجاجي خط مون ڏانهن موڪليا.

ان قرارداد کي پيش ڪرائڻ کان اڳ راجگوپال آچاريہ نہ مون سان مشورو ڪيو هو، نہ ئي هن جيستائين مون کي خبر آهي ڪنهن ٻئي ساٿيءَ سان مشورو ڪيو هو. مون جڏهن قرارداد جي باري ۾ اخبارن ۾ پڙهيو تہ تمام گهڻو پريشان ٿيس. جيڪڏهن ورڪنگ ڪميٽيءَ ۾ منهنجي ويجهن ساٿين مان هڪ ڪانگريس جي فيصلي جي خلاف ڳالهائيندو رهي ٿو تہ ان سان نہ صرف تنظيم جو ڊسيپلين ڪمزور ٿيندو. عوام جي ذهن ۾ بہ انتشار پيدا ٿيندو ۽ امپيرل طاقت جي هٿ ۾ هڪ بهانو اچي ويندو. ٻر

اهڙيءَ طرح مون کي خيال ٿيو تہ. ان معاملي تي ورڪنگ ڪميٽيءَ ۾ بحث ٿيڻ گهرجي.

مون راجگوپال آچاريہ کي ٻڌايو تہ مدراس جي منظور ڪيل قرارداد ڪانگريس جي پاليسيءَ سان مطابقت نہ ٿي رکي. ورڪنگ ڪميٽيءَ جي هڪ ذميوار رڪن جي حيثيت سان هن کي اهڙين قراردادن سان ڪوبہ لاڳاپو نہ رکڻ گهرجي. جيڪڏهن هو ان موضوع تي شدت سان محسوس ڪري ٿو تہ ڪيس پنهنجي خيالن کي عام ڪرڻ کان پهرين ورڪنگ ڪميٽيءَ ۾ پنهنجي ساٿين سان ڳالهہ ٻولهہ ڪرڻ گهرجي ها. جيڪڏهن ورڪنگ ڪميٽي هن سان اتفاق نہ ڪري ها تہ هن کي اها آزادي حاصل هئي تہ استعيفيٰ ڏئي ان کان پوءِ پنهنجي خيالن جو پرچار ڪري.

راجگوپال آچاريہ اعتراف ڪيو تہ، ان معاملي تي قرارداد پيش ڪرڻ کان اڳ ۾ ورڪنگ ڪميٽيءَ سان ڳالهائڻ گهرجي ها. بهرحال هو انهن ٻنهي قراردادن کي واپس وٺڻ کان قاصر هو، ڇو تہ اهي هن جي سوچيل سمجهيل خيالن جي نمائندگي ڪن پيون. هن منهنجي نالي هڪ خط لکيو. جنهن ۾ هن صدر سان مشورو ڪرڻ کان سواءِ هڪ انتهائي متنازعہ سوال جي باري ۾ پنهنجا خيال کلي عام بيان ڪرڻ تي افسوس جو اظهار ڪيو هو ۽ ورڪنگ ڪميٽيءَ ڏانهن پنهنجي استعيفيٰ پيش ڪري ڇڏي.

# بي چينيءَ جو وقفو

ڪرپس مشن جي ناڪاميءَ سان سڄي ملڪ ۾ مايوسيءَ غصي جي فضا پيدا ٿي وئي. گهڻا هندستاني اهو سوچيندا هئا ته چرچل ڪابينه ڪرپس کي صرف آمريڪيءَ چيني دٻاءَ جي ڪري موڪليو هو. پر واقعو هي آهي ته، مسٽر چرچل هندستاني آزاديءَ کي تسليم ڪرڻ جو ڪوبه ارادو نه پيو رکي. گهڻين جماعتن سان ملي ڊيگهه ڪرڻ وارين ڳالهين جو مقصد صرف ٻاهرين دنيا کي اهو ٻڌائڻو هو ته ڪانگريس هندستان جي صحيح نمائنده جماعت نه آهي، ۽ هندستانين جو عدم اتحاد اصل سبب هو جنهن جي ڪري انگريز هندستانين ڏانهن اقتدار منتقل نه ٿا ڪري سگهن. ڪانگريسين ۾ پاڻ ۾ غلط فهميءَ انتشار ڦهليل هو تنهن ڪري مون آل انڊيا ڪانگريس ڪميٽيءَ جو هڪ اجلاس گهرائڻ جو فيصلو ڪيو. اهو اجلاس 29 اپريل کان 2 مئي 1942ع تائين الهآباد ۾ ٿيو ۽ ان کان اڳ ورڪنگ ڪميٽيءَ جو هڪ اجلاس 27 اپريل کان پهرين مئي تائين ٿيو هو.

آل انڊيا ڪانگريس ڪميٽيءَ جي ڪارروائيءَ جي شروعات ڪندي مون ٻڌايو ته، ڏيڍ مهينو پهرين اسان وارڌا ۾ هڪ ميٽنگ ڪئي هئي. ان وقت اها خبر پئي ته برطانوي حڪومت هندستاني مسئلي ڏانهن هڪ نئون انداز اختيار ڪرڻ جو فيصلو ڪيو آهي. اهو اعلان ڪيو ويو ته جنگي ڪابينه جو هڪ ميمبر ڪرپس هندستاني مسئلي کي طئه ڪرڻ جي لاءِ نين تجويزن سان هندستان ڏانهن روانو ٿيندو. وارڌا ۾ ورڪنگ ڪميٽيءَ فيصلو ڪيو ته. ڪانگريس جي صدر جي حيثيت سان مون کي ڪانگريس جي طرفان ڪرپس سان ملاقات ڪرڻ گهرجي.

مون ڪرپس سان سلسليوار ڪيترين ئي ملاقاتون ڪيون ۽ هن کي ٻڌايو ته اعلان جو مسودو مايوس ڪندڙ هو. ان ۾ اسان جي لاءِ هتيءَ ان وقت جي لاءِ ڪجهه نه هو ۽ صرف هڪ غيريقيني مستقبل ڏانهن اشارو هو. حال سان تعلق رکڻ واريون تجويزون نه صرف مبهم هيون پر انهن ۾ عام اختيار حوالي ڪرڻ جي لاءِ ڪجهه به نه هو. دفاع جي سڄي ذميواري برطانيا جي حڪومت جي حوالي هئي. ان تحفظ انگريزن کان هندستانين ڏانهن اقتدار جي منتقليءَ کي بي حقيقت بڻايو هو. جنگ جي زماني ۾

سول انتظاميا جي هر شعبي تي دفاع جو تسلط قائم ٿي ويجي ٿو ۽ جيڪڏهن دفاع جو تحفظ ڪيو ويجي تہ هر شيءِ محفوظ ٿي ويندي آهي.

مون ڪميٽيءَ کي ٻڌايو تہ پنهنجي گذريل ڳالهہ ٻولهہ ۾ ڪرپس اسان کي يقين ڏياريو هو تہ مسوديءَ ۾ جيڪا نيت ڪئي وئي آهي. سا هڪ قومي حڪومت جي آهي. حڪومت ۾ وائسراءِ جي پوزيشن اهائي رهندي جيڪا پنهنجي ڪابينہ جي تعلق سان هڪ آئيني بادشاهہ جي هوندي آهي. بهرحال ان پوزيشن کي برقرار نہ رکيو ويو. ڪرپس جي پيشڪش ۾ هڪ ڪان بہ وڌيڪ انڌ وتندڙ عنصر اهو طريقو هو جنهن مطابق فرقيوراڻن ۽ هندستاني رياستن جي متعلق مسئلن کي حل ڪرڻو هو.

ٽين انڌين گهر جي ها تہ. اهي مسئلا هندستانين جي لاءِ ڇڏڻ گهرجن ها تہ جيئن اهي پاڻ انهن کي حل ڪري سگهن. پر بجاءِ ان جي ڪرپس جي پيشڪش ۾ انهن مسئلن جو هڪ نهايت قابل اعتراض حل تجويز ڪيو ويو هو. وقت گذرڻ سان گڏ. اها تصوير جهن جو جادو ڪرپس ڳالهہ ٻولهہ جي شروعات ۾ جاڳايو هو. ڌنڌلو ٿيندو ويو ۽ باقي جيڪو ڪجهہ رهجي ويو. ان لائق نہ هو تہ ان تي نظر وڌي وڃي.

مون ڪميٽيءَ کي چيو تہ. برطانوي رويو جنگ ڇڙڻ جي وقت کان ئي عدم تعاون جو رهيو آهي. ان جي ابتڙ ڪانگريس ان حد تائين وئي جيستائين وڃي سگهي پئي تہ جيئن مسئلا طئہ ٿي وڃن. پر حقيقت ظاهر هئي تہ برطانوي حڪومت کي ڪانگريس تي ڪو بہ اعتماد نہ هو. حڪومت ان جي لاءِ تيار نہ هئي تہ دفاع هندستانين جي حوالي ڪيو وڃي. ورڪنگ ڪميٽيءَ جيڪو موقف اختيار ڪيو هو. اهو هندستان کي سرگرميءَ سان جنگ ۾ شرڪت جي رستي تي لڳائي ڇڏي ها. اها ڳالهہ گهڻو ڦهلجي چڪي هئي تہ ورڪنگ ڪميٽيءَ جا ڪجهہ ميمبر دل ۽ جان سان عدم تشدد جي حمايت ۾ مهاتما گانڌيءَ سان گڏ هئا. مون کي بهرحال. اهو چوندي خوشي محسوس ٿئي ٿي تہ دهلي مذاڪرات جي پورن ٻن هفتن ۾ ميمبرن پاڻ ۾ پنهنجي نقطہ نظر تي اصرار نہ ڪيو ۽ هر تجويز کي ملڪ جي دفاع جي نظر سان ڏٺو. انهن اها ڳالهہ واضح ڪئي تہ عدم تشدد ۾ پنهنجي پختي يقين سان هم آهنگ رهندي. ان قومي حڪومت جي مدد ڪندا رهندا جيڪا ڳالهہ ٻولهہ جي نتيجي ۾ جوڙي ويندي.

مون عوام ۾ پنهنجي ساٿين جي حب الوطني ۽ وفاداريءَ کي خراج تحسين پيش ڪيو ۽ ڪميٽيءَ کي اهو اطلاع ڏنو تہ. اسان جا سڀ فيصلا متفق هئا. مون اها نشاندهي بہ ڪئي تہ اسانکي انهن ڳالهين جو صاف اندازو آهي. جن تي فرقيوراڻا ۽ ٻيا مسئلا حل ڪيا ويندا هئا. پر اسان ڪرپس جي پيشڪش تي پنهنجي رويي کي ان کان متاثر ٿيڻ نہ ڏنو. اسان ان پيشڪش کي صرف هڪ زاويي سان پرکيو: "اها پيشڪش انگريزن کان هندستاني هٿن ڏانهن اقتدار منتقل ڪندي يا نہ ڪندي." مون کي ان ڳالهہ ۾ ڪو بہ

شڪ نہ آهي تہ. فرقيوراڻي مسئلي جو ڪو بہ تسلي بخش حل اسان پيدا ڪري ونون ها، جيڪڏهن سياسي اقتدار جي منتقليءَ جو سوال تسلي بخش طريقي سان پهرين طئہ ڪيو وڃي ها.

ان کان پوءِ مون ان خيال تي بحث ڪيو جيڪو ڪجهہ ماڻهن ظاهر ڪيو هو تہ جيتوڻيڪ ڪرپس مشن هند برطانوي مسئلي جو ڪو بہ حل پيش نہ ڪري سگهيو، پر هن جنگ ڏانهن ماڻهن جي رويي کي تبديل ڪرڻ ۾ ڪاميابي حاصل ڪئي هئي. منهنجي ويچهو اهو خيال نہ غلط ۽ گمراه ڪندڙ هو. مشن جيڪڏهن ڪجهہ ڪيو هو تہ اهو فقط هند برطانوي مفاهمت کي تقريباً هڪ ناقابل تلافي نقصان پهچايو هو. هن اميدون صرف ان ڪري اپاريون هيون تہ انهن کي مايوسين ۾ بدلائي. هن ان عقيدي جي تصديق ڪئي هئي تہ هڪ غلام هندستان جو جنگ سان ڪجهہ ڏيڻ وٺڻ نہ آهي، صرف آزاد هندستان ئي مدافعت ڪري سگهي ٿو. هاڻي ڪرپس اهو چئي رهيو هو تہ هندستاني صورتحال کي تبديل ڪرڻ لاءِ پهرين وک هندستاني عوام جي اڳواڻن کي کڻڻ گهرجي، نہ کي برطانوي حڪومت کي. مون اعلان ڪيو تہ ڪانگريس ان حد تائين هلي وئي هئي، جيستائين اها وڃي سگهي پئي ۽ هاڻي ان معاملي ۾ اها ڪا اڳرائي نہ ڪندي.

ان کان پوءِ مون سر متان ٿرندڙ ان بربادي‌ءَ جو ذڪر ڪيو، جيڪا جپان جي حملي جي آندل هئي. مون انهن ماڻهن تي سخت تنقيد ڪئي جيڪي اهو سمجهندا يا چوندا هئا تہ جپان هندستان کي آزادي ڏياريندو. قومي عزت نفس جي تقاضا اها هئي تہ اسان پنهنجي مالڪي ۾ تبديلي‌ءَ جي اصلاحن لاءِ نہ سوچيون. انگريزن سان پنهنجي اختلاف جي باوجود، اسان جپاني جارحيت جو مقابلو ڪنداسين. جپان جو ڪو بہ آڌرياءُ نہ ٿو ٿي سگهي، نہ سرگرم نہ ٿڌو. اسان آزاد هجون ۽ جيڪڏهن ڪو بہ ملڪ اسان تي حملو ڪري تہ هٿيار بند ٿي پنهنجو دفاع ڪريون. مسلح مدافعت جو حق اسان کي نہ ڏنو ويو، پر اسان وٽ عدم تشدد جو هٿيار آهي. هي اهو هٿيار آهي جنهن جو استعمال اسان گذريل ٻاويهن ورهين کان ڪندا آيا آهيون ۽ ڪو بہ ماڻهو ان کي اسان کان کسي نہ ٿو سگهي. آل انڊيا ڪانگريس ڪميٽي ورڪنگ ڪميٽي‌ءَ جي موقف جي تصديق ڪئي ۽ ڪرپس مشن متعلق ان جي منظور ڪيل قرارداد جي هڪ دفعو وري توثيق ڪئي. ان اهو بہ فيصلو ڪيو تہ، ورڪنگ ڪميٽي‌ءَ کي اهو اختيار ڏنو وڃي تہ هندستاني آزادي‌ءَ جي جدوجهد کي جاري رکڻ جي لاءِ جيڪي قدم بہ ضروري سمجهي ٿي، اهي کڻي. مان الہ آباد کان ڪلڪتي اچي ويس ۽ چئني پاسن حالتن ۾ حيڪا ابتري پکڙ جي رهي هئي، ان کي ڏسي پريشان هئس. عوام جي ڪثريت کي يقين هو تہ، برطانيا جنگ هارائي ويندو ۽ ڪجهہ ماڻهو جپان جي فتح جو آڌرياءُ ڪندي نظر

اچن پيا. انگريزن جي خلاف تلخي تمام گهڻي هئي. جيڪا ڪنهن وقت ايترو وڌي ويندي هئي جو اهي هندستان تي جپان جي فتح جي نتيجن جي باري ۾ ڪجهه سوچيندا ئي نه هئا.

ڪرپس جي موڪلائڻ کان پوءِ مون گانڌيءَ جي رويي ۾ هڪ وڏي تبديلي به ڏٺي. مان اهو پهرين ئي چئي چڪو آهيان ته. شروع ۾ جنگ جي دوران ڪنهن به تحريڪ جو هو ڪيترو خلاف هو. هن جو خيال هو ته هندستان کي عدم تشدد جو حامي هجڻ گهرجي ۽ ڪنهن به سبب جي ڪري ان کان انحراف نه ڪرڻ گهرجي. ان ڪري منهنجي ڪوشش جي باوجود هو عوام جي ڪنهن تحريڪ جي حق ۾ پنهنجي رضامنديءَ جي اظهار لاءِ راضي نه ٿيو. جو ته هو محسوس ڪندا هو ته. اهڙي قسم جي تحريڪ تشدد ڏانهن وٺي وڃي سگهي ٿي. اصل ۾ هو انتهائي مشڪل سان ٿيو جو مان هن کي انفرادي ستيه گره يا سول نافرمانيءَ جي تحريڪ کي تسليم ڪرڻ تي تيار ڪري سگهيس. ان تي به هن اهڙا گهڻا شرط رکيا جو تحريڪ ڪجهه باقي رهي ئي نه پئي. سواءِ هڪ اخلاقي موقف ڏانهن اشاري جي.

گانڌيءَ جو ذهن هاڻي مڪمل بي عمليءَ جي هڪ انتها کان. منظم عوامي ڪوششن جي ٻي انتها ڏانهن وڌي رهيو هو. اهو سلسلو شايد پهرين ئي شروع ٿي چڪو هو. پر ان ڪرپس جي وڃڻ کانپوءِ واضح شڪل اختيار ڪئي. جون 1942ع ۾ مان هن سان ملڻ لاءِ وارڌا ويس ۽ سائنس تقريباً پنج ڏينهن رهيس. سائنس ڳالهه ٻولهه دوران، مون ڏٺو ته هن جنگ ڇڙڻ جي وقت جيڪا پوزيشن اختيار ڪئي هئي، هاڻي ان کان تمام اڳتي هليو ويو هو.

مان هاڻي اهو محسوس ڪرڻ لڳس ته حڪومت کي هندستان تي هڪ جپاني حملي جو انديشو آهي. حڪومت ان خيال جي نظر اچي ٿي ته جيڪڏهن سڄي ملڪ تي حملو نه ٿي سگهيو. تڏهن به جپاني گهٽ ۾ گهٽ بنگال تي قبضو ڪرڻ جي ڪوشش ضرور ڪندا. حڪومت پهرين ئي ڪجهه ضروري حفاظتي قدم کنيا هئا. ان مختلف جڳهن تي مقابلي جو هڪ منصوبو جوڙيو هو ۽ ان صورت ۾ پوئتي هٽڻ جي ضروت پيش اچڻ تي، پنهنجي پوئتي هٽڻ بابت هنگامي حڪم به تيار ڪيا هئا. حڪومت اهو فيصلو به ڪيو هو ته جپاني حملي جي صورت ۾ سڀ ڪجهه ساڙي رک ڪرڻ جهڙي پاليسيءَ جهڙو ڪو به طريقو اپنائڻو پوندو. ان اهم پلين کي تباهه ڪرڻ ۽ صنعتي نڪائن ۽ ڪارخانن کي برباد ڪرڻ جون تياريون به ڪيون هيون ته جيئن اهي جپانين جي هٿ نه لڳي سگهن. جمشيدپور جي مشهور فولاد ۽ اسٽيل جي ڪارخاني جي تباهيءَ جي منصوبي جي ڪنهن نموني ماڻهن کي خبر پئجي وئي ۽ سڄي علائقي ۾ زبردست تشويش ۽ بي چيني ڦهلجي وئي.

مون گانڌيءَ کي انهن سيني حالتن جي خبر ڏني. مون اهو به ٻڌايو ته اها منهنجي تجويز هئي ته جيڪڏهن جپاني هندستاني سرزمين تي پير رکندا ته اسان سڀنيءَ جو اهو مقدس فرض هوندو ته پنهنجا سڀ وسيلا ڪم آڻيندي انهن جو مقابلو ڪريون. مان سمجهندو هئس ته. اها ڳالهه ناقابل برداشت هوندي ته پراڻن مالڪن کي نون مالڪن ۾ بدلايو وڃي. اصل ۾ اهو اسان جي مفادن جي لاءِ تمام گهڻو نقصانڪار هوندو، جيڪڏهن هڪ نئين ۽ تازي توانائي فاتح ان پراڻي حڪومت جي جڳهه ورتي. جيڪا وقت سان گڏ هاڻي ڪمزور ٿي چڪي آهي ۽ جنهن جي پڪڙ هاڻي آهستي آهستي ڍلي ٿي رهي آهي. مون کي يقين هو ته جپانين جهڙي نئين شهنشاهيت کي ملڪ مان ٻاهر ڌڪڻ گهڻو ڏکيو هوندو.

هندستان تي جپان جي امڪاني حملي جي پيش بنديءَ جي طور تي مون پهرين ئي ڪجهه تياري ڪئي هئي. ڪانگريس جي تنظيم کي مون چيو هو ته. جپانين جي خلاف عوامي مزاحمت جي تعمير جي لاءِ عوامي پروپيگنڊا جي هڪ مهم هلائڻ گهرجي. مون ڪلڪتي کي مختلف واردن ۾ ورهايو هو ۽ رضاڪارن جي جٿي، جن جپان جي مخالفت جو عهد ڪري رکيو هو، انهن جي تربيت ۽ تنظيم شروع ڪئي. انهن رضاڪارن کي اها هدايت ڏني وئي هئي ته. جيڪڏهن جپاني فوج پيش قدمي ڪري ته ان جي راهه ۾ هر ممڪن رڪاوٽ وڌي وڃي.

منهنجي ذهن ۾ اها اسڪيم هئي ته جيئن ئي جپاني فوج بنگال پهچي ۽ برطانوي فوج ٻاهر ڏانهن پوئتي هٽي، ڪانگريس کي اڳتي وڌي ملڪ جي ڪنٽرول تي قبضو ڪرڻ گهرجي. ان کان اڳ جو جپاني پنهنجا قدم ڄمائي سگهن، وچ واري وقفي ۾ اسان کي پنهنجي رضاڪارن جي مدد سان اقتدار تي قبضو ڪرڻ گهرجي. صرف اهڙي ئي نموني اسان پنهنجي نئين دشمن جو مقابلو ڪري سگهون ٿا ۽ پنهنجي آزادي حاصل ڪري سگهون ٿا. اصل ۾ مئي ۽ جون 1942ع ۾ منهنجي وقت جو گهڻو حصو ان نئين تدبير کي اڳتي وڌائڻ ۽ ان تي عمل ڪرڻ ۾ گذريو.

مان اهو ڏسي حيران ٿي ويس ته. گانڌي مون سان متفق نه هو. هن پنهنجي لفظن ۾ مون کي چيو ته. جيڪڏهن جپاني فوج ڪڏهن هندستان اچي وئي ته اها اسان جي دشمن جي طور تي نه پر انگريزن جي دشمن جي طور تي ايندي. هن جو خيال هو ته، جيڪڏهن انگريز هليا ويا ته جپاني هندستان تي حملو نه ڪندا. مان ان تجزئي کي تسليم نه ڪري سگهيس ۽ ڊگهين بحثن جي باوجود اسان ڪنهن مفاهمت تائين نه پهچي سگهيا سين. اهڙيءَ طرح اسان اختلاف جي هڪ نوٽ سان هڪ ٻئي کان جدا ٿي ويا سين.

جولاءِ جي پهرئين هفتي ۾ واردا ۾ ورڪنگ ڪميٽيءَ جي هڪ ميٽنگ ٿي. مان

5 جولاءِ تي وارڌا پهتس ۽ گانڌيءَ "هندستان خالي ڪريو" تحريڪ جي باري ۾ پهريون دفعو مون سان ڳالهايو. مان پنهنجي ذهن کي سولائيءَ سان هن جي ان نئين خيال سان هم آهنگ نه ڪري سگهيس. مون محسوس ڪيو ته اسان غيريقينيءَ جي هڪ مونجهاري ۾ ورتل آهيون. اسان جون همدرديون اتحادي طاقتن سان هيون. پر برطانوي حڪومت هڪ اهڙو رويو اختيار ڪيو جو اسان جي لاءِ انهن سان تعاون ڪرڻ ناممڪن ٿي ويو هو. اسان صرف هڪ آزاد ملڪ جي حيثيت سان انگريزن جو ساٿ ڏئي سگهون پيا، پر انگريز اهو چاهين پيا ته اسان صرف انهن جا ساٿي (Camp fol-lowers) بڻيل رهون. ٻئي طرف جپانين برطانيا تي قبضو ڪيو هو ۽ آسام ڏانهن وڌي رهيا هئا.

مون محسوس ڪيو ته، اسان اهڙو ڪجھ ڪرڻ کان پرهيز ڪيون، جنهن سان جپانين جي حوصله افزائي ٿيندي هجي. مون کي ائين لڳو ته اڪيلو ڪم جيڪو اسان ڪري سگهون ٿا، ته واقعن جي تسلسل تي نظر رکندا اچون ۽ اهو ڏسون ته جنگ ڪهڙي صورتحال اختيار ڪري ٿي. گانڌي ان سان متفق نه هو. هن جو اصرار هو ته وقت اچي ويو آهي ته ڪانگريس کي اهو آواز بلند ڪرڻ گهرجي ته انگريز هندستان ڇڏي وڃن. انگريز جيڪڏهن اهو مطالبو مڃين ٿا ته اسان جپانين کي چئي سگهون ٿا ته، هاڻي ڪين اڳتي نه وڌڻ گهرجي. جيڪڏهن ان جي باوجود هي اڳتي وڌيا ته اهو هندستان تي حملو ٿيندو، انگريزن تي نه! ان قسم جي صورت جيڪڏهن پيدا ٿي ته اسان کي پنهنجي سموري سگھ سان جپانين جو مقابلو ڪرڻو پوندو.

مان پهرين ئي چئي چڪو آهيان ته جنگ ڇڙڻ جي موقعي تي، مان انگريزن جي خلاف هڪ منظم مقابله آرائيءَ جو حامي هئس. ان وقت گانڌي مون سان اتفاق نه ڪيو هو، هاڻي جڏهن هن ۾ تبديلي اچي وئي هئي ته مون پنهنجو پاڻ کي هڪ اوکي پوزيشن ۾ ڏٺو. مونکي يقين نه پيو اچي ته هندستاني سرحد تي دشمن کي ڏسندي، انگريز مزاحمت جي ڪنهن منظم تحريڪ کي برداشت ڪندا. ائين لڳي پيو ته، گانڌيءَ کي هڪ عجيب و غريب يقين هو. سندس چوڻ هو ته، انگريز ڪين اها اجازت ڏيندا ته پنهنجي تحريڪ کي هو پنهنجي مخصوص طريقي سان هلائين. جڏهن مون هن تي اهو بڌائڻ جي لاءِ دٻاءُ وڌو ته مزاحمتي پروگرام جي صحيح شڪل ڪهڙي هوندي ته هن وٽ ڪو واضح خيال نه هو. اسان جي ڳالهه ٻولهه دوران واحد شيءِ جنهن جو هن ذڪر ڪيو، اها هئي ته گذريل موقعي جي ابتڙ هن دفعي ماڻهو رضا ڪاراتي طور تي گرفتاريءَ جي پيشڪش نه ڪندا. انهن کي گرفتاريءَ جي مزاحمت ڪرڻ گهرجي ۽ صرف ان ئي صورت ۾ پاڻ کي حڪومت جي حوالي ڪرڻ گهرجي. جڏهن ائين ڪرڻ جي لاءِ انهن کي جسماني طور تي مجبور ڪيو وڃي.

مون کي جپانين جي واعدن تي شڪ هو ۽ منهنجو خيال هو تہ اسان جپانين جي قول ۽ اقرار تي ڪوبہ اعتبار نہ ٿا ڪري سگهون. مون کي اها ڳالهہ سوچ کان ٻاهر پئي لڳي تہ جپاني پنهنجو فتحمندانو مارچ، انگريزن کي پوئتي هٽندو ڏسي، روڪي ڇڏيندا. مون کي ائين پيو لڳي تہ انهن کي روڪڻ جي بجاءِ، ان قسم جي وک، انهن کي همت ڏياري سگهي تہ اهي داخل ٿي وڃن. انگريزن جي پوئتي هٽڻ کي، ڇا هو هندستان تي قبضو ڪرڻ جو سڀ کان سٺو موقعو تصور نہ ڪندا؟ مان انهن سوالن جو قطعي جواب نہ پيو ڏئي سگهان، ان ڪري مون کي گانڌيءَ جو طريقيڪار اختيار ڪرڻ ۾ تامل هو.

ورڪنگ ڪميٽيءَ جڏهن پنهنجو بحث شروع ڪيو تہ مون انهن نڪتن کي تفصيلي طور تي واضح ڪيو. ورڪنگ ڪميٽيءَ جي ميمبرن ۾ صرف جواهر لال هڪ نقطي تائين منهنجي حمايت ڪئي. ٻيا ميمبر، پوءِ اهي پوري نموني قائل نہ رهيا هجن، پر گانڌيءَ جي خلاف نہ ويندا. منهنجي لاءِ اهو ڪوبہ نئون تجربو نہ هو. جواهر لال کانسواءِ جيڪو اڪثر مون سان اتفاق ڪندو هو، ٻيا ميمبر گانڌيءَ جي تقليد ڪندا هئا. سردار پٽيل، ڊاڪٽر راجندر پرساد ۽ آچاريہ ڪرپلاڻي، جنگ جي باري ۾ ڪوبہ واضح خيال نہ رکندا هئا. تمام گهڻا ميمبرن انهن شين کي پنهنجي طور تي پرکڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ هر معاملي ۾ انهن کي ان جي عادت پئجي چڪي هئي تہ، پنهنجن فيصلن کي گانڌيءَ جي تابع ڪن.

اهڙيءَ طرح انهن سان بحث ڪرڻ فضول هو. اسان جي سيني بحثن کان پوءِ اهي صرف ايترو چئي سگهيا ٿي تہ گانڌيءَ ۾ اسان جو اعتماد قائم رهڻ گهرجي. هو سوچيندا هئا تہ جيڪڏهن اسان گانڌيءَ تي ڀروسو ڪيو تہ هو ڪوبہ رستو ڪڍي وٺندو. هنن 1930ع جي لوڻ ستيہ گره تحريڪ جو مثال ڏنو. جڏهن اها شروع ٿي هئي تہ ڪوبہ نہ پيو ڄاڻي تہ ڇا ٿيڻ وارو آهي. خود حڪومت بہ ان کي حقارت جي نظر سان ڏسندي هئي ۽ ڪلي عام ان تي چٿرون ڪندي هئي. پر آخر ۾ اها تحريڪ زبردست طور تي ڪامياب ثابت ٿي ۽ انگريز کي مصالحت ڪرڻ تي مجبور ڪيو هو. سردار پٽيل ۽ سندس ساٿين جو خيال هو تہ هاڻي گانڌيءَ کي اهڙي ئي ڪاميابي حاصل ٿيندي. مان اعتراف ڪريان ٿو تہ، مون کي اهڙي قسم جو دليل مطمئن نہ ڪري سگهندو هو.

گانڌيءَ جو خيال ڪجهہ نموني جو هو تہ، جنگ هندستاني سرحد تي ٿي رهي آهي. انگريز جيئن ئي ان تحريڪ جي شروعات ٿيندي، ڪانگريس سان ناهہ ڪندا، پر جيڪڏهن ائين نہ ٿي سگهيو تڏهن بہ کيس يقين هو تہ اهڙي وقت ۾ جڏهن جپاني هندستان جو ڪڙو ڪڙ ڪائيندا تہ انگريز ڪوبہ سخت قدم کڻڻ کان ڪيٻائيندا. هن جو خيال هو تہ ان سان ڪانگريس کي اهو موقعو ۽ وقت ملي ويندو تہ هڪ مؤثر تحريڪ کي منظم ڪري سگهي. منهنجو پنهنجو اندازو بلڪل مختلف هو. مون کي يقين هو تہ

جنگ جي ان نازڪ مرحلي ۾ حڪومت ڪابہ عوامي تحريڪ برداشت نہ ڪري سگهندي. انگريزن جي لاءِ اهو زندگي ۽ موت جو سوال هو. ان ڪري اهي ماڻهو اڃا تيزي سان سخت قدم کڻندا. مون کي اهو صاف ڏسڻ ۾ اچي پيو تہ جيئن ئي اسان تحريڪ جي شروعات جو فيصلو ڪنداسين، حڪومت سيني ڪانگريسي اڳواڻن کي گرفتار ڪندي ۽ پوءِ ڪو بہ اهو نہ چئي سگهندو تہ اڳتي ڇا ٿيندو؟

مون کي ان ڳالهہ ۾ پڪو يقين هو تہ عدم تشدد تي ٻڌل تحريڪ، موجوده حالتن ۾ نہ شروع ڪري سگهجي ٿي، نہ هلائي سگهجي ٿي. ڪابہ تحريڪ ان ئي صورت ۾ تشدد کان خالي رهي سگهي ٿي، جڏهن ان جا اڳواڻ موجود هجن ۽ هر وک تي ان جي قيادت جي لاءِ سرگرم هجن. ۽ مون کي يقين هو تہ ڪنهن بہ تحريڪ جي ڀرپور ڪڙڪي سان اڳواڻن کي گرفتار ڪيو ويندو. پر جيڪڏهن ڪانگريس عدم تشدد تان دستبرداريءَ جو فيصلو ڪري ٿي تہ ڪنهن تحريڪ جي لاءِ گنجائش موجود هئي. قيادت کان محروم ماڻهو بہ مواصلات جو نظام درهم برهم ڪري سگهن ٿا، ذخيرن ۽ گدامن کي باهہ لڳائي سگهن ٿا ۽ ڪيترن ئي طريقن سان جنگي تياريءَ ۾ گروهہ پيدا ڪري سگهن ٿا.

مون اهو بہ سمجهيو هو تہ ان قسم جي عام بغاوت هڪ تعطل ڏانهن وٺي ويندي ۽ انگريزن کي مصلحت تي مجبور ڪري سگهي پئي. بهرحال ان ۾ خطرا تمام گهڻا هئا، پر منهنجو خيال هو تہ جيڪڏهن اسان کي خطرو کڻڻو ئي پوي تہ اسان کي ٻئي اکيون کليل رکڻ گهرجن. ٻئي طرف مان هڪ گهڙيءَ جي لاءِ بہ اهو سمجهي نہ سگهيو هئس تہ گانڌيءَ جي ذهن ۾ جنهن قسم جي تشدد کان خالي تحريڪ جو منصوبو آهي، ان کي جنگي حالتن ۾ ڀلا ڇو شروع ڪري ۽ جاري رکي سگهجي ٿو؟

اسان جا بحث 5 جولاءِ تي شروع ٿيا ۽ ڪيترن ئي ڏينهن تائين جاري رهيا. مون ڀرين بہ ڪجهہ موقعن تي ڪنهن نڪتي کي گانڌيءَ سان اختلاف ڪيو هو، پر سڀ کان ڀرين اسان جا اختلاف ڪڏهن ايترا مڪمل نہ هئا. ان وقت معاملا پنهنجي انتها تي پهچي ويا، جڏهن هن ان باري ۾ هڪ خط لکيو تہ، منهنجو موقف هن کان ايتريقدر مختلف آهي تہ اسان گڏ ڪم ڪري ئي نہ ٿا سگهون. جيڪڏهن ڪانگريس چاهي ٿي تہ گانڌي تحريڪ جي قيادت ڪري تہ مون کي صدارت تان استعيفيٰ ڏيڻي پوندي ۽ ورڪنگ ڪميٽيءَ تان بہ پنهنجو نالو واپس وٺڻو پوندو. هن چيو تہ، جواهر لال کي بہ اهو ئي ڪرڻ گهرجي. مون يڪدم جواهر لال کي گهرايو ۽ گانڌيءَ جو خط ڏيکاريو. سردار پٽيل بہ ان وقت اچي نڪتو ۽ ان کي اهو خط پڙهي ڏک ٿيو. جلدي هو گانڌيءَ وٽ ويو ۽ ان وٽ ان فعل جي خلاف سخت احتجاج ڪيائين. سردار پٽيل چيو تہ جيڪڏهن مون صدارت تان استعيفيٰ ڏني ۽ جواهر لال ۽ مان ورڪنگ ڪميٽيءَ کان

الڳ تي وياسين تہ ملڪ تي ان جا تباھ ڪُن اثر پوندا. نہ صرف اھو تہ عوام ۾ ابتري پکڙندي پر ڪانگريس جا بنياد بہ لڏي ويندا.

گانڌيءَ اھو خط مون ڏانهن 7 جولاءِ جو صبح سوير مو ڪليو ھو. ٻپهريءَ جو ھن مون کي گھرايو. ھن ھڪ ڊگهي تقرير ڪئي، جنهن جو خلاصو ھي ھو تہ ھن صبح جو تڪڙ ۾ لکيو ھو، ھائي ھو ان مسئلي تي وڌيڪ سوچي چڪو آھي ۽ پنھنجو خط واپس ونڻ چاھي ٿو. مان سواءِ ان جي ٻيو ڇا ڪيان ھا تہ، ان جي ڳالھ ميڃان. ان ئي ٽپهريءَ جو ٽين وڳي جڏھن ورڪنگ ڪميٽيءَ جي ميٽنگ ٿي، پھرين ڳالھ جيڪا گانڌيءَ چئي، سا اھا ھئي تہ مان گنهگار خادم ٿي مولانا وٽ آيو آھيان.

تجويز ڪيل تحريڪ جي مختلف عنصرن تي اسان وڌيڪ تنصيل سان بحث شروع ڪيو. گانڌيءَ اھا ڳالھ صاف ڪئي تہ ڪانگريس جي ٻين تحريڪن وانگر، ھيءَ تحريڪ بہ عدم تشدد جي بنياد تي ھلندي. اھڙا سڀ طريقا جيڪي تشدد کان خالي ھجن، جائز سمجھيا ويندا. انھن بحثن دوران جواھر لال چيو تہ، گانڌيءَ جي ذھن ۾ جيڪو ڪجھ آھي، اصل ۾ ھڪ کليل بغاوت جو تصور آھي، اھا بغاوت عدم تشدد تي ٻڌل ھوندي. گانڌيءَ کي اھو فقرو پسند آيو ۽ ھن ڪيترائي دفعا عدم تشدد تي ٻڌل انقلاب جو تذڪرو ڪيو. 16 جولاءِ 1942ع تي ورڪنگ ڪميٽيءَ ھڪ قرارداد منظور ڪئي، جنهن جو مفھوم گانڌي ان وقت سمجھي نہ سگھيو، اھا ھئي تہ انگريزن سان مذاڪرات جو امڪان عملي طور تي ختم ٿي چڪو آھي. مون کي ان کي نقل ڪرڻ جي ضرورت نہ آھي، ڇو تہ "ھندستان خالي ڪريو" قرارداد جي پھرئين مسودي جي حيثيت سان اھو ھندستاني تاريخ جو ھڪ حصو بڻجي چڪو آھي.

# هندستان خالي ڪريو

ورڪنگ ڪميٽيءَ جي قرارداد شايع ڪئي وئي، جنهن ملڪ ۾ هڪ برقي لهر ڊوڙائي ڇڏي. ماڻهن اهو سوچڻ جي لاءِ به ساهه نه پٽيو ته ان جون خرابيون ڪهڙيون هيون، پر ايترو محسوس ڪيو ته، نيٺ انگريزن کي هندستان ڇڏڻ تي مجبور ڪرڻ جي لاءِ ڪانگريس هڪ عوامي تحريڪ شروع ڪري رهي هئي. اصل ۾ تمام جلد عوام ۾ حڪومت بنهيءَ ۾ ان قراداد جو ذڪر "هندستان خالي ڪريو" قرارداد جي طور تي ڪيو وڃڻ لڳو. ورڪنگ ڪميٽيءَ جي ڪجھ ميمبرن وانگر، عوام به گانڌيءَ جي قيادت ۾ ڪامل يقين رکندو هو ۽ اهو سمجهندو هو ته، ان جي ذهن ۾ ڪا اهڙي تدبير موجود آهي، جيڪا حڪومت کي مفلوج ڪري ڇڏيندي ۽ ان کي ناه تي مجبور ڪندي. مان اهو اعتراف به ڪندو هلان ته گهڻا ماڻهو اهو ميجيندا هئا ته گانڌي ڪنهن جادو يا مافوق الانساني طريقي جي مدد سان هندستان کي آزادي ڏياريندو ۽ ان ڪري اهي ماڻهو ان جي ضرورت نه سمجهندا هئا ته ڪا خاص انفرادي ڪوشش به ڪئي وڃي.

قرارداد کي منظور ڪرڻ کانپوءِ ورڪنگ ڪميٽيءَ فيصلو ڪيو ته اها حڪومت جي ردعمل جو انتظار ڪندي. جيڪڏهن حڪومت مطالبو منظور ڪيو يا گهٽ ۾ گهٽ مصلحت جي رويي جو اظهار ڪيو ته آئينده جي ڳالهين جي لاءِ گنجائش نڪري ايندي. ان جي ابتڙ جيڪڏهن حڪومت مطالبو رد ڪيو ته گانڌيءَ جي قيادت ۾ هڪ جدوجهد شروع ڪئي ويندي. منهنجي ذهن ۾ ان ڳالهه جو انديشو تمام گهٽ هو ته حڪومت دباءَ ۾ اچي ڳالهه ٻولهه کان انڪار ڪندي. واقعن جي سلسلي ثابت ڪيو ته منهنجو قياس صحيح هو.

ٻاهرين صحافين جو هڪ تمام وڏو جٿو وارڌا پهتو هو. جو ته اهي ماڻهو اهو ڄاڻڻ جي لاءِ بيچين هئا ته ورڪنگ ڪميٽي ڪهڙو فيصلو ڪري ٿي؟ 15 جولاءِ تي گانڌي هڪ پريس ڪانفرنس گهرائي. هڪ سوال جي جواب ۾ هن چيو ته، جيڪڏهن تحريڪ شروع ڪئي وئي ته برطانوي اقتدار جي خلاف اها تشدد کان خالي هڪ بغاوت

هوندي. مون کي اهو اعتراف ڪرڻ گهرجي تہ مان ان سڄي صورتحال مان ناخوش هئس. مون ان قرارداد جي مخالفت نہ ڪئي، جنهن ۾ سڌو سنئون قدمن جي ترغيب هئي، پر مان ان جي نتيجي جي سلسلي ۾ پراميد نہ هئس.

قرارداد جي منظوريءَ کان پوءِ مهاديو ڊيسائي مس سليڊ (جيڪا هندستان ۾ ميرابين جي نالي سان مشهور هئي) کي چيو تہ، هن کي وائسراءِ سان ملاقات ڪرڻ گهرجي ۽ ان جي آڏو قرارداد جي منشا جي وضاحت ڪرڻ گهرجي. اهو مشورو بہ ڏنو ويو تہ ان تحريڪ جي نوعيت ۽ تحريڪ جي طريقيڪار بابت هڪ تفصيلي خاڪو پيش ڪرڻ جي ڪوشش بہ ڪرڻ گهرجي. مس سليڊ وائسراءِ سان ملاقات جي لاءِ واردا کان رواني ٿي ۽ ان سان ڳالهہ ٻولهہ جي هڪ درخواست بہ ڪئي. وائسراءِ جي پرائيويٽ سيڪريٽري جواب ڏنو تہ، جيئن تہ گانڌيءَ اهو اعلان ڪيو آهي تہ، هو بغاوت جي اصطلاحن بابت سوچي رهيو آهي. ان ڪري وئسراءِ ان تي آماده نہ هو تہ ڪيس انٽرويو جي منظوري عطا فرمائي. هن اهو بہ واضح ڪيو تہ حڪومت جنگ دوران ڪنهن بغاوت کي برداشت نہ ڪندي، خواه اها تشدد تي ٻڌل هجي يا تشدد کان خالي. نہ ئي حڪومت هڪ اهڙي تنظيم جي ڪنهن نمائندي سان ملاقات يا ڳالهہ ٻولهہ جي لاءِ آماده هئي، جيڪا ان قسم جي اصطلاحن بابت ڳالهائي.

بعد ۾ مس سليڊ وائسراءِ جي سيڪريٽريءَ سان ملي ۽ ان سان ڊگهي ڳالهہ ٻولهہ ڪئي. ان وقت مان دهليءَ ۾ هئس ۽ هن پنهنجي ڳالهہ ٻولهہ جو مڪمل احوال مون کي ٻڌايو. ان کان پوءِ هوءَ واردا وئي ۽ ڳالهہ ٻولهہ جو سڄو تنصيل گانڌيءَ کي ٻڌايو. ان کان جلدي پوءِ مهاديو ڊيسائي هڪ بيان جاري ڪيو تہ، گانڌيءَ جي ارادن بابت ائين لڳي ٿو تہ، ماڻهن کي ڪجھ غلط فهمي آهي. هن چيو، اهو چوڻ صحيح نہ ٿيندو تہ هن گانڌيءَ جي تجويز ڪيل تحريڪ کي هڪ کليل تشدد کان خالي بغاوت جو نالو ڏنو هو.

مون کي اعتراف آهي تہ مهاديو ڊيسائيءَ جي بيان تي مون کي تعجب ٿيو. واقعو هي آهي تہ، اهو فقرو جيڪو هن ايجاد ڪيو هو ۽ ان کان پوءِ گانڌيءَ ڪيترن ئي موقعن تي ان جو استعمال ڪيو هو. ٿي سگهي ٿو تہ هن پنهنجي ذهن ۾ هن ان فقري کي ڪا خاص معنيٰ ڏني هجي، پر عوام جي آڏو ان بيان جو مفهوم اهو ئي هو تہ، ڪانگريس هاڻي طئہ ڪيو آهي تہ، تشدد آميز طريقو اختيار ڪرڻ کان سواءِ باقي هر طريقي سان برطانوي حڪومت کي اقتدار کان الڳ ڪرڻ تي مجبور ڪندي. مان ٻهريون ئي اهو چئي چڪو آهيان تہ مون کي انگريزن جي امڪاني ردعمل جو اندازو هو ۽ ان ڪري مون کي ان ڳالهہ تي تعجب نہ ٿيو تہ وائسراءِ گانڌي يا ان جي نمائندي سان ملاقات جي منظوري نہ ڏني.

انهن حالتن ۾ رهندي مون فيصلو ڪيو تہ اي- آءِ- سي- سي جي هڪ ميٽنگ

گهرائڻ گهرجي تہ جيئن صورتحال تي وڌيڪ غور ڪري سگهجي ۽ جيڪڏهن ضروري هجي تہ ورڪنگ ڪميٽيءَ جي تجويز جي تصديق ڪئي وڃي. مون کي اهو خيال بہ ٿيو تہ اهڙيءَ طرح حڪومت کي سڄي صورتحال تي غور ڪرڻ جي لاءِ وقت ملي ويندو. اهڙيءَ طرح 7 آگسٽ 1942ع تي بمبئي ۾ اي- آءِ- سي- سي جي هڪ ميٽنگ گهرائي وئي.

14 جولاءِ کان 5 آگسٽ تائين منهنجو سڄو وقت ملڪ جي مختلف حصن مان آيل ڪانگريسي اڳواڻن سان مسلسل ملاقاتن جي نذر ٿي ويو. مان انهن کي اهو جتائڻ چاهيان پيو تہ جيڪڏهن حڪومت اسان جو مطالبو تسليم ڪيو يا گهٽ ۾ گهٽ اسان کي پنهنجو ڪم ڪرڻ جي اجازت ڏني تہ ان تحريڪ کي سختيءَ سان گانڌيءَ جي پاليسيءَ جو پابند رهڻو پوندو، پر جيڪڏهن حڪومت ڪو سخت رويو اختيار ڪيو تہ ملڪ کي هر ممڪن طريقي سان حڪومت جي تشدد جو جواب ڏيڻو پوندو. اها تصوير جهڙي نموني منهنجي آڏو آئي هئي، سا هيئن هئي تہ بهار، بنگال، يو- پي، سي- پي، بمبئي ۽ دهلي پوري نموني تيار هئا ۽ انهن صوبن ۾ تحريڪ ڪافي منظم رهندي. ٻين صوبن بابت مون مناسب ماحول پيدا ڪرڻ جي مون هر ممڪن ڪوشش ڪئي، پر مون کي اعتراف ڪرڻ گهرجي تہ منهنجي نظر ۾ تصوير صاف نہ ٿي سگهي.

مس سليڊ سان وائسراءِ جي ملاقات جي لاءِ انڪار گانڌيءَ تي اها حقيقت روشن ڪئي تہ حڪومت سولائيءَ سان هار ميڙ واري نہ آهي. ان سلسلي ۾ هو جيڪو اعتماد رکندو هو، متزلزل ٿي ويو، پر اڃا تائين هو ان يقين سان چهٽيل هو تہ حڪومت ڪو بہ سخت قدم نہ کڻندي. هن جو خيال هو تہ اي- آءِ- سي- سي کانپوءِ ڪافي وقت ملي ويندو تہ هڪ لائحہ عمل تيار ڪجي ۽ آهستي آهستي ان تحريڪ ۾ زور پيدا ڪجي. مان هن جي ان اميد پرستيءَ ۾ شريڪ نہ ٿي سگهيس. 28 جولاءِ تي مون هن جي نالي هڪ تفصيلي خط لکيو، جنهن ۾ اهو چيو تہ حڪومت پوري نموني تيار هئي ۽ بمبئي ۾ اي- آءِ سي- سي جي ميٽنگ کانپوءِ جلدي قدم کڻندي. گانڌيءَ جواب ڏنو تہ مون کي جلد بازيءَ ۾ ڪو بہ نتيجو نہ ڪڍڻ گهرجي. صورتحال جو مطالعو هو پاڻ بہ ڪري رهيو آهي ۽ هن کي يقين آهي تہ هاڻي ڪو بہ رستو نڪري ايندو.

3 آگسٽ تي مان ڪلڪتي کان بمبئي جي لاءِ روانو ٿي ويس. مون کي ڪامل يقين تہ نہ هو پر دل اهو ئي پئي چيو تہ مان ڪلڪتي مان هڪ ڊگهي عرصي جي لاءِ رخصت ٿي رهيو آهيان. مون کي ڪجهہ اطلاع بہ مليا تہ حڪومت پنهنجا منصوبا مڪمل ڪيا هئا ۽ قرارداد جي منظوريءَ کان جلدي پوءِ سيني اڳواڻن کي گرفتار ڪرڻ جو ارادو رکي ٿي.

ورڪنگ ڪميٽيءَ جي ميٽنگ 5 آگسٽ تي ٿي ۽ ان هڪ قرارداد جو مسودو

تيار ڪيو، جيڪو 7 تاريخ تي اي- آءِ- سي- سي جي آڏو رکيو ويو. پنهنجي شروعاتي لفظن ۾ مون ڪميٽيءَ جي پوئين ميٽنگ کان وٺي هاڻي تائين جي واقعن جو هڪ مختصر جائزو پيش ڪيو. مون ڪجهه تفصيل سان انهن سڀني جي وضاحت به ڪئي، جن ورڪنگ ڪميٽيءَ کي پنهنجو رويو بدلائڻ ۽ قوم کي هندستان جي آزاديءَ جي لاءِ هڪ نئين جدوجهد جي شروعات جي دعوت ڏيڻ تي قائل ڪيو هو.

مون ان ڳالهه جي نشاندهي ڪئي ته اهڙي وقت ۾ جڏهن ان جي تقدير وچ ۾ لٽڪي رهي آهي، قوم هٿ ٻڌي نه ٿي ويهي سگهي. هندستان جمهوريتن کي پنهنجو تعاون ڏيڻ جي جستجو ڪئي هئي، پر برطانوي حڪومت ان باعزت تعاون کي ناممڪن بڻايو. مٿان ڦرندڙ جپاني حملي جي موجودگيءَ ۾، قوم پنهنجي توانائين جي حصول جي فڪر ۾ هئي ته جيئن جارحيت جو مقابلو ڪري سگهجي. انگريز جيڪڏهن چاهين ها ته اهو ڪري سگهن پيا ته هندستان مان پنهنجو پاڻ کي ڪڍن، جيئن انهن سنگاپور، ملايا ۽ برما ۾ ڪيو هو. هندستاني پاڻ ته نڪري نه پيا سگهن، چو ته اهو سندن وطن هو ۽ ان ڪري انهن تي ضروري ٿي پيو ته برطانوي زنجيرن کي ٽوڙڻ لاءِ ۽ ڪنهن نئين حملي آور جي جارحيت جو مقابلو ڪرڻ لاءِ پنهنجي طاقت کي وڌائين. اڳرين تي ڳڻڻ جيترن ڪميونسٽن کي ڇڏي جيڪي ان وک جا مخالف هئا، اي- آءِ- سي- سي جي سيني ميمبرن ورڪنگ ڪميٽيءَ جي ڊرافٽ ڪيل قرارداد جي آجيان ڪئي. گانڌيءَ به اجلاس کي خطاب ڪيو ۽ ٻن ڏينهن جي بحث کانپوءِ 8 آگسٽ تي شام جو دير سان تاريخي "هندستان خالي ڪريو" قرارداد منظور ڪئي وئي.

بمبئيءَ ۾ پنهنجي سفر دؤران عام طور تي مان ڀولا ڀائي ڊيسائي وٽ رهندو هئس. هن دفعي به مون اهو ئي ڪيو. انهن ڏينهن ۾ هو بيمار هو ۽ ڪجهه وقت کان سندس طبيعت ٺيڪ نه هئي. ان ڪري مون کي ڪجهه تعجب ٿيو. جڏهن اي- آءِ- سي- سي جي ميٽنگ کانپوءِ مون ڏٺو ته هو منهنجو انتظار ڪري رهيو آهي. ان وقت ڪافي رات ٿي چڪي هئي ۽ مان ٿڪل هئس ۽ اهو سوچي ته هاڻي هو سمهي چڪو هوندو، مون هن کي ايتري دير جاڳڻ تي ٿوري جٺ به ڪئي. پر هن مون کي ٻڌايو ته منهنجو هڪ عزيز محمد طاهر جيڪو بمبئي ۾ واپار ڪندو هو، مون سان ملڻ آيو هو ۽ دير تائين انتظار ڪيو هئائين. مان جڏهن واپس نه آيس ته هو ڀولا ڀائي ڊيسائي وٽ هڪ نياپو ڇڏي هليو ويو. بمبئي پوليس ۾ محمد طاهر جو هڪ دوست هو ۽ ان کي خبر پئي ته ٻئي ڏينهن صبح جو سوير سڀ ڪانگريسي اڳواڻ گرفتار ڪيا ويندا. طاهر جي دوست اهو به ٻڌايو ته هو يقين سان ته نه ٿو چئي سگهي. پر ان کي اهو اطلاع به مليو ته اسان سڀ هندستان کان ٻاهر شايد ڏکڻ آفريڪا موڪليا وڃون.

مان روانگيءَ کان اڳ ۾، ڪلڪتي ۾ ان قسم جا افواه ٻڌي چڪو هئس، بعد ۾ مون کي خبر پئي ته افواه بي بنياد نه آهن. جڏهن حڪومت فيصلو ڪيو ته اسان سينيءَ

کي گرفتار ڪرڻ گهرجي ۽ هن اهو بہ سوچيو تہ اسان کي ملڪ ۾ رکڻ مصلحت جي خلاف ٿيندو. اصل ۾ ڏکڻ آفريڪا جي حڪومت سان ان سلسلي ۾ ڳالھ ٻولھ ٿي چڪي هئي. پر آخري گهڙيءَ ۾ ڪو مونجهارو پيدا ٿي ويو ۽ بعد ۾ فيصلو بدلايو ويو. جلدي اسان معلوم ڪيو تہ حڪومت اهو منصوبو جوڙيو هو تہ گانڌيءَ کي پونا ۾ روڪيو ويندو، جڏهن تہ باقي اسان سڀنيءَ کي قلعي احمد نگر جيل ۾ بند ڪيو ويندو.

ڀولا ڀائي اها خبر ٻڌي تمام گهڻو پريشان ٿيو ۽ اهو ئي سبب هو جو هو منهنجو انتظار ڪري رهيو هو. مان تمام گهڻو ٿڪل هئس ۽ اهڙي نموني جي افواهن ٻڌڻ جي موڊ ۾ نہ هئس. مون ڀولا ڀائيءَ کي چيو تہ، جيڪڏهن اها خبر صحيح هئي تہ پوءِ مون وٽ آزاديءَ جا ڪجھ ڪلاڪ آهن. بهتر ائين ٿيندو تہ مان جلدي ماني کاوان ۽ سمهي پوان تہ جيئن صبح جو ان کي سٺي نموني منهن ڏئي سگهان. مان سمهڻ پسند ڪندس، بنسبت ان جي تہ پنهنجي آزاديءَ جا ڪجھ ڪلاڪ افواهن تي قياس آرائيءَ ۾ گذاريان. ڀولا ڀائي مون سان اتفاق ڪيو ۽ مان جلدي سمهڻ جي لاءِ ليٽي پيس.

مون کي هميشہ کان سوير جاڳڻ جي عادت رهي آهي. ٻئي ڏينهن بہ مان صبح جو ڇئين بجي اٿيس. پر مان ايترو ٿڪل هئس ۽ مٿو ڳورو محسوس ٿي رهيو هو. مون اسپرين جون ٻہ گوريون کاڌيون ۽ چانھ جي هڪ پيالي پيتي ۽ ڪم ڪرڻ لاءِ ويهي رهيس. اهو طئہ ڪيو ويو هو تہ اها قرارداد جنهن کي اسان منظور ڪيو هو، ان جو هڪ نقل خط سان گڏ صدر روز ويلٽ ڏانهن موڪليو ويندو. اسان سمجهون پيا تہ هندستاني آزاديءَ جي سوال ۾ جيڪا دلچسپي هو وٺي رهيو آهي، ان کي اڳيان رکي گهٽ ۾ گهٽ ايترو ڪرڻو ئي هو. مون صدر روز ويلٽ جي نالي خط ڊرافٽ ڪرڻ شروع ڪيو، پر ان کي مڪمل نہ ڪري سگهيس. شايد ان سبب جي ڪري تہ مان ٿڪل هئس، يا شايد اسپرين جي ڪري، مون کي ٻيهر ننڊ اچڻ لڳي ۽ مان بستري تي ليٽي پيس.

مان نہ ٿو سمجهان تہ مون کي سمهندي پندرهن منٽ گذريا هوندا. ائين لڳو ڄڻ ڪنهن منهنجا پير ڇهيا آهن. مون اکيون کوليون ۽ ڀولا ڀائيءَ جي پٽ، ڌيرو ڀائيءَ کي ڏٺو. جيڪو هڪ پنو هٿ ۾ کنيو بيٺو هو. ڌيرو ڀائيءَ جي اهو ٻڌائڻ کان اڳ تہ بمبئي پوليس جي ڊپٽي ڪمشنر منهنجي گرفتاريءَ جو وارنٽ آندو آهي. مان سمجهي ويس تہ اهو ڇا آهي. هن مون کي اهو بہ ٻڌايو تہ. ڊپٽي ڪمشنر ورانڊي ۾ منهنجو انتظار ڪري رهيو آهي. مون ڌيرو ڀائيءَ کي چيو، مون کي تيار ٿيڻ ۾ ڪجھ وقت لڳندو. هو ڊپٽي ڪمشنر کي اهو ٻڌائي.

مون غسل ڪيو، ان کان پوءِ ڪپڙا بدلايا. مون پنهنجي پرائيويٽ سيڪريٽري محمد اجمل خان کي ڪجھ هدايتون بہ ڏنيون، جيڪو ان وقت تائين مون وٽ اچي ويو

هو. پوءِ مان ورانديءَ ۾ ٻاهر آيس. پولا يانيءَ ان جي ننهن ڊپٽي ڪمشنر سان ڳالهائي رهيون هيون. مان پولا يانيءَ ڏانهن ڏسي مرڪيس ۽ چيم، توهان جو دوست جيڪو پوئين شام جو اطلاع ڪٺي آيو هو، صحيح ثابت ٿيو. پوءِ مان ڊپٽي ڪمشنر ڏانهن مڙيس ۽ چيم: مان تيار آهيان. ان وقت صبح جا پنج وڳا هئا.

مان ڊپٽي ڪمشنر جي ڪار ۾ ويٺس، هڪ ٻي ڪار ۾ منهنجو سامان رکيو ويو ۽ اها اسان جي پٺيان هلي رهي هئي. اسان سڌو وڪٽوريا ٽرمس پهتاسين. اهو لوڪل گاڏين جي هلڻ جو وقت هو، پر اسٽيشن بلڪل خالي هئي. شايد سڀ ٽرينون ۽ مسافر عارضي طور تي روڪيا ويا هئا. جيئن ئي مان ڪار مان هيٺ لٿس، مون اشوڪ مهتا کي ڏٺو. هو به گرفتار ڪيو ويو هو ۽ وڪٽوريا ٽرمنس آندو ويو هو. مان سمجهي ويس ته حڪومت ورڪنگ ڪميٽيءَ جي ميمبرن کي ئي نه، پر بمبئيءَ ۾ ڪانگريس جي مقامي اڳواڻن کي به گرفتار ڪيو هو. مون کي شڪ ٿيو ته سڄي هندستان ۾ اهو ئي ڪيو ويو آهي. پليٽ فارم تي هڪ ٽرين لڳل هئي، جنهن ڏانهن مون کي آندو ويو. ان وقت هڪ انجڻ ٽرين سان ڳنڍي جي رهي هئي. اها هڪ ڪوريڊار (Coridar) ٽرين هئي، جيڪا عام طور تي بمبئي - پونا لائين تي هلندي هئي. مون کي هڪ ڪمپارٽمينٽ ۾ آندو ويو ۽ مان دريءَ سان لڳي ويٺس.

تقريباً ان ئي وقت جواهر لال، آصف علي ۽ ڊاڪٽر سيد محمد به اتي پهتا. جواهر لال مون کي ٻڌايو ته گانڌيءَ کي به اسٽيشن تي آندو ويو هو ۽ ان کي ٻئي ڊبي ۾ وهاريو ويو هو. هڪ يورپي فوجي آفيسر اسان وٽ آيو ۽ پڇيائين ته اسان کي چانهه جي خواهش ته نه آهي؟ مان هڪ پيالي پي چڪو هئس، پر ٻيهر چانهه گهرايم.

هاڻي هڪ ٻيو فوجي آفيسر ظاهر ٿيو ۽ اسان جي ڳڻپ ڪرڻ لڳو. صاف خبر پئي ٿي ته ڪنهن ڳالهه هن کي چڪر ۾ وڌو آهي، ڇو ته هن ڪيترائي دفعا اسان کي ڳڻيو. جيئن ئي هو اسان جي ڊبي ۾ آيو، هن زور سان چيو: ٺيڪ. جڏهن اهو به يا ٽي دفعا ٿي چڪو ته مون به ايتري ئي وڏي آواز ۾ جواب ڏنو: ٺيڪ. ان هن کي وڏيڪ منجهائي ڇڏيو ۽ هو هڪ دفعو وري ڳڻڻ لڳو. بهرحال جلدي گارڊ پنهنجي سيٽي وڄائي ۽ ٽرين حرڪت ۾ اچي وئي. مون مسز آصف کي پليٽ فارم تي بيٺل ڏٺو. اها پنهنجي مڙس کي رخصت ڪرڻ آئي هئي. جيئن ئي ٽرين هلي، هن مون ڏانهن ڏٺو ۽ چيو، منهنجو فڪر نه ڪجو. مان ڪو ڪم ڳولهي وٺنديس ۽ بيڪار نه وهنديس. پوءِ جي واقعن ظاهر ڪيو ته هن جيڪو چيو اهو ئي ڪيو.

مان ٻهرين ئي ٻڌائي چڪو آهيان ته اها هڪ ڪوريڊار ٽرين هئي (جنهن ۾ هڪ ڊبي مان ٻئي ڊبي ۾ وڃڻ جو رستو هوندو آهي). هاڻي مسز نائيڊو اسان جي ڊبي ۾ آئي ۽ چيو ته، گانڌي اسان سان ملڻ چاهي ٿو. اسان ڪوريڊار مان ٿيندا ان ڊبي ۾ وياسين، جيڪو ڪجھ مناصلي تي هو. گانڌي تمام گهڻو پريشان نظر اچي پيو ۽ مون

هن کي ايترو ملول ڪڏهن بہ نہ ڏٺو هو. مان سمجهي ويس تہ ڪيس او چتو گرفتاريءَ جي توقع نہ هئي. صورتحال جي مطالعي ڪانپوءِ هو ان نتيجي تي پهتو هو تہ حڪومت ڪا سخت ڪارروائي نہ ڪندي. مون هن کي هر هر خبردار ڪيو هو تہ، هو ڪجه وڌيڪ خوشنهميءَ مان ڪم وٺي رهيو آهي، پر صاف ظاهر هو تہ گانڌيءَ پاڻ پنهنجي فيصلي تي وڌيڪ پروسو ڪيو هو، هاڻي جڏهن هن جا انداز غلط ثابت ٿي چڪا هئا تہ، هو طئہ نہ پيو ڪري سگهي تہ هاڻي ڇا ڪرڻ گهرجي؟

اسان منٽ بہ ڳالهايو تہ گانڌيءَ چيو: "توهان جيئن ئي پنهنجي منزل تي پهچو تہ حڪومت کي اطلاع ڪيو تہ توهان ڪانگريس جي صدر جي حيثيت سان پنهنجو ڪم جاري رکڻ چاهيو ٿا. ان مقصد جي لاءِ توهان کي پنهنجي پرائيويٽ سيڪريٽريءَ بين ضروري سهولتن جو مطالبو ڪرڻ گهرجي. جڏهن پوئين دفعي توهان گرفتار ڪيا ويا هئا ۽ نيني جيل ۾ رکيا ويا هئا تہ حڪومت اهي سهولتون مهيا ڪيون هيون. توهان کي انهن ئي سهولتن جو وري مطالبو ڪرڻ گهرجي ۽ جيڪڏهن ضرورت پوي تہ ان مطالبي کي هڪ مسئلو بڻائڻ گهرجي."

مان گانڌيءَ سان اتفاق نہ ڪري سگهيس. مون هن کي ٻڌايو تہ هاڻي صورتحال بلڪل مختلف آهي. اسان ڪليل اکين سان اهو رستو چونڊيو آهي ۽ اسان کي ان جا نتيجا بہ ڀوڳڻا پوندا. مان اهو تہ سمجهي سگهان پيو تہ، هو ڪنهن اهڙي مسئلي جي بنياد تي، جنهن کي ڪانگريس اختيار ڪيو هجي، اهو چاهي پيو مان لڙائي ڪريان، پر ان جو جواز ڪهڙو ٿي سگهي ٿو تہ مان ڪجه ذاتي سهولتن جهڙن ننڍن مسئلن تي وڙهي پوان. مان نہ ٿو سمجهان تہ منهنجو اهو مطالبو صحيح هوندو تہ منهنجي پرائيويٽ سيڪريٽريءَ کي مون سان ملڻ جي اجازت ڏني وڃي تہ جيئن مان ڪانگريس جو ڪم جاري رکي سگهان. اهو مطالبو مشڪل سان ان قابل هو جو مان ان جي بنياد تي موجوده صورتحال ۾ هڪ جهڳڙو ڪيان.

اسان اجا ڳالهائي ئي رهيا هئاسين تہ بمبئي پوليس جو ڊپٽي ڪمشنر جيڪو ان ئي ٽرين ۾ اسان سان گڏ هو، اندر آيو. هن اسان کي پنهنجي ڪمپارٽمينٽ ڏانهن وڃڻ لاءِ چيو. هن مون کي ٻڌايو تہ صرف مسز نائيڊو ئي گانڌيءَ سان ترسي سگهي ٿي. اهڙيءَ طرح جواهر لال ۽ مان پنهنجي دٻي ۾ واپس اچي وياسين. هاڻي گاڏي تيزيءَ سان ڪلياڻ ڏانهن روان دوان هئي. ڪلياڻ ۾ ٽرين رڪجڻ بجاءِ پونا جو رستو ورتو. مون سوچيو شايد اسان کي اتي ئي رکيو ويندو ۽ جڏهن ٽرين اتي بيٺي تہ منهنجو يقين اجا بہ پڪو ٿي ويو.

ائين لڳي پيو تہ اسان جي گرفتاريءَ جي خبر ڪهڙي بہ نموني پوني پهچي چڪي هئي. پليٽ فارم پوليس سان ڀريل هو ۽ عام ماڻهوءَ کي اتي اچڻ جي اجازت نہ هئي. پر پل جي مٿان تمام وڏو ميڙ گڏ ٿي ويو هو. جيئن ئي ٽرين اسٽيشن جي اندر آئي تہ ميڙ

نعرا هڻڻ شروع ڪيا، ”مهاتما گانڌيءَ جي جئي.“ ان نعري بلند ٿيڻ سان ئي پوليس ماڻهن تي لٺ چارج شروع ڪري ڏني. ڊپٽي ڪمشنر چيو، مون کي مٿان کان حڪم مليو آهي ته ڪنهن به مظاهري يا نعري جي اجازت نه هوندي.

جواهر لال به دريءَ جي پرسان وينو هو. جيئن هن ڏٺو ته پوليس لٺ چارج ڪري رهي آهي ته، هن دٻي مان ٽپ ڏنو ۽ رڙيون ڪندي اڳتي ويو، ”توهان کي لٺ چارج ڪرڻ جو ڪو به حق نه آهي.“ پوليس ڪمشنر هن جي پويان ڊوڙيو ۽ جواهر لال کي سندس دٻي ۾ واپس آڻڻ جي ڪوشش ڪئي.

جواهر لال هن جي ڳالهه ٻڌڻ وارو نه هو، هو اهڙي نموني غصي ۾ ڳالهائڻ لڳو. ان وقت تائين ورڪنگ ڪميٽيءَ جو ميمبر شنڪر رائو به پليٽ فارم تي اچي چڪو هو. جيئن پوليس وارن ان جو گهيرو ڪيو ۽ کيس چيو ته، ٽرين ۾ واپس وڃي. جڏهن هن ائين ڪرڻ کان انڪار ڪيو ته، پوليس وارن کيس جسماني طور تي کڻي واپس آندو. مون جواهر لال کي آواز ڏنو ته واپس اچي. جواهر لال غصي ۾ هو، پر هن منهنجي درخواست مڃي. پوليس ڪمشنر مون وٽ آيو ۽ به يا ٽي دفعا چيو، ”سائين! مون کي گهڻو افسوس آهي، پر مون کي اهي حڪم ڏنا ويا آهن ۽ مون کي ان تي عمل ڪرائڻو پوندو.“

مون پنهنجي دريءَ کان ڏٺو ته مسز نائيڊو ۽ گانڌيءَ کي ٽرين کان ٻاهر آندو تي ويو. بمبئيءَ جو هڪ ٻيو ماڻهو جيڪو گاڏيءَ مان لٿو هو، پليٽ فارم کان اڳتي وڃڻ چاهي پيو، پر پوليس واري ان کي روڪيو. هو ان وٽ تائين نه مڙيو جيستائين پوليس وارن هن کي زبردستي جسماني طور تي نه روڪيو. منهنجو خيال هو ته هو گانڌيءَ جي هدايتن تي عمل ڪري رهيو آهي. يادرهي ته موجوده تحريڪ شروع ڪرڻ وقت گانڌيءَ چيو هو ته، ڪنهن کي رضا ڪاراڻي طور تي پاڻ کي گرفتار نه ڪرائڻ گهرجي. صرف ان صورت ۾ ماڻهو جيل وڃڻ لاءِ تيار هجن، جڏهن جسماني طاقت جو استعمال ڪيو وڃي.

گانڌيءَ کي ٽرين مان لاهڻ کان پوءِ ٽرين وري روانو ٿي. هاڻي مان سمجهي ويس ته احمد نگر وٺي وڃي رهيا آهن. ڏينهن جو تقريباً ڏيڍ بجي اسان اسٽيشن تي پهتاسين. سواءِ ڪجھ پوليس عملدارن ۽ هڪ اڪيلي فوجي عهديدار جي سڄو پليٽ فارم خالي هو. اسان کي لهڻ لاءِ چيو ويو ۽ اسان کي ڪارن ۾ ويهاريو ويو جيڪي اسان جو انتظار ڪري رهيون هيون. اهي جلدي هليون ۽ ان وقت تائين نه بيٺيون جيستائين قلعي جي اندر ٿين ڦاٽڪ تائين نه پهچي ويا سين. اتي هڪ فوجي عملدار بيٺو هو. پوليس ڪمشنر هڪ فهرست آندي ۽ ان کي ڏني. فوجي عملدار هڪ هڪ ڪري اسان جا نالا ڪنيا، پوءِ اسان کي اندر وڃڻ لاءِ چيو ويو. اصل ۾ پوليس ڪمشنر اسان کي فوجي عملدار جي حوالي ڪري رهيو هو. هاڻي اسان فوج جي قبضي ۾ هئاسين.

# قلعو احمد نگر جيل

ورڪنگ ڪميٽيءَ جا نَوَ ميمبر مون سان گڏ احمد نگر آندا ويا هئا. يعني جواهر لال. سردار پٽيل. آصف علي. شنڪر رائو ديو. گوند بلڀ پنت. ڊاڪٽر پٽابي سيتارميا. ڊاڪٽر سيد محمود. آچاريہ ڪرپلاڻي ۽ ڊاڪٽر پرفلا گهوش. راجن بابو بہ ورڪنگ ڪميٽيءَ جو ميمبر هو. پر هن بمبئيءَ واري ميٽنگ ۾ شرڪت نہ ڪئي هئي. ان ڪري هن کي پٽنہ ۾ گرفتار ڪيو ويو ۽ ڪيس اتي ئي نظربند ڪيو ويو.

اسان کي قلعي جي اندر آندو ويو. وري هڪ اهڙي عمارت ۾ پهچايا وياسين. جيڪا ڏسڻ ۾ فوجي بئرڪ لڳي پئي. ان ۾ تقريباً بہ سؤ فوٽ ڊگهو ورانڊو هو. جنهن جي چئني طرفن کان ڪمرا هئا. اسان کي پوءِ خبر پئي تہ پهرين عالمي جنگ دوران هتي اطالوي قيدي رکيا ويا هئا. اسان جو سامان اندر آندو ويو تہ هڪ جيلر جنهن جي بدلي پوني کان هتي ڪئي وئي هئي. ان جي چيڪنگ ڪئي. مون وٽ هڪ ننڍو (Portable) ريڊيو هو. جنهن کي مان هميشہ پاڻ سان رکندو هئس. منهنجون بيون شيون تہ اندر اچي ويون پر ريڊيو روڪيو ويو ۽ مون پنهنجي آزاديءَ تائين ان جي شڪل نہ ڏٺي.

ٿوري دير کانپوءِ اسان کي لوهہ جي پليٽن ۾ کاڌو ڏنو ويو. اسان کي اهي سٺيون نہ لڳيون ۽ مون جيلر کي چيو تہ اسان چيني مٽيءَ جي پليٽن ۾ کائڻ جا عادي آهيون. جيلر معذرت ڪئي تہ هن وقت ڊنر سيٽ جو بندوبست ڪرڻ ممڪن نہ آهي. پر بئي ڏينهن بندوبست ڪيو ويندو. پوني مان هڪ قيدي اسان جي ماني پچائڻ لاءِ آندو ويو هو. پر هو اسان جي پسند جو کاڌو نہ پيو پچائي سگهي. جلدي ان کي بدلايو ويو ۽ هڪ بيو بورچي مقرر ڪيو ويو.

اسان جي نظربنديءَ جي جڳهہ راز ۾ رکي وئي هئي. مون کي اها ڳالهہ بيوقوفيءَ واري پئي لڳي. ڇو تہ ظاهر هو تہ واقعن کي وڌيڪ ڏينهن تائين لڪائي نہ پيو سگهجي. پوءِ بہ حڪومت جي ڪارروائيءَ تي مون کي تعجب نہ ٿيو. شايد سڀ حڪومتون اهڙن موقعن تي اهڙيون ئي بيوقوفيون ڪنديون آهن. ٻن ٽن ڏينهن کان پوءِ بمبئيءَ جي جيلن جو انسپيڪٽر جنرل اسان سان ملڻ آيو. هن اسان کي ٻڌايو. حڪومت جا

حڪم اهڙا آهن تہ اسان پنهنجي مائٽن کي نہ خط موڪلي سگهون ٿا ۽ نہ انهن جا خط وصول ڪري سگهون ٿا. نہ ئي اسان کي ڪا اخبار ڏني ويندي. هن گهڻي معذرت ڪئي ۽ چيو تہ اهي حڪم سخت آهن ۽ هن کي انهن حڪمن جي بجاءِ آوري ڪرڻي آهي. پوءِ بہ هن کي اسان جي ڪا بہ ضرورت پوري ڪرڻ ۾ خوشي ٿيندي.

جڏهن مان 3 آگسٽ تي ڪلڪتي کان بمبئيءَ لاءِ روانو ٿيس تہ، منهنجي طبيعت ٺيڪ نہ هئي. اي- آءِ- سي- سي جي ميٽنگ دوران بہ مان انفلوئنزا ۾ مبتلا هئس ۽ حڪومت کي ان ڳالھ جي خبر هئي. انسپيڪٽر جنرل هڪ ڊاڪٽر هو ۽ چاهي پيو تہ منهنجي طبي جاچ ڪري، پر مان ان تي راضي نہ ٿيس.

اسان باهرين دنيا کان پوري نموني ڪٽجي ويا هئاسين ۽ اسان کي ڪا خبر نہ هئي تہ باهر ڇا ٿي رهيو آهي. اسان سوچيو تہ پنهنجي صحت ۽ همت کي بحال رکڻ جي لاءِ اسان کي پنهنجن سرگرمين جو هڪ خاڪو بنائڻ گهرجي. جيئن مان پهرين چئي چڪو آهيان ورانڊي جي چوڌاري ڪمرا ٺهيل هئا. مون هڪ طرف جو پهريون ڪمرو ورتو. پرسان واري ڪمري ۾ جواهر لال هو ۽ ٽئين ۾ آصف علي ۽ ڊاڪٽر سيد محمود. ان قطار جو آخري ڪمرو اسان جو ڊائننگ روم هو. اسان هر صبح 8 بجي ناشتي جي لاءِ ۽ يارهين بجي مانيءَ جي لاءِ گڏ ٿيندا هئاسين. ان کانپوءِ ڪلاڪ پن جي لاءِ منهنجي ڪمري ۾ مختلف موضوعن تي ڳالھ ٻولھ ٿيندي هئي. وري اسان ٿوري دير آرام ڪندا هئاسين ۽ چئين بجي ٽيپهريءَ جو وري چانھ جي لاءِ گڏ ٿيندا هئاسين. چانھ کان پوءِ ورانڊي ۾ ورزش ڪئي ويندي هئي. رات جو کاڌو اٺين بجي ملندو هو ۽ ڏهين بجي تائين اسان ڳالهيون ڪندا هئاسين. پوءِ اسان پنهنجن ڪمرن ۾ هليا ويندا هئاسين.

جنهن وقت اسان اتي پهتاسين، ورانڊو گهڻو ويران هو. جواهر لال تجويز رکي تہ، اتي هڪ گلن جو باغ لڳايو وڃي، جو تہ اهڙي نموني اسان پنهنجو پاڻ کي مصروف رکنداسين ۽ ان جڳھ کي خوبصورت بہ بنائينداسين. اهو خيال اسان کي پسند آيو ۽ اسان پوني کان ٻج گهرايو. ان کان پوءِ اسان ٻارا ناهيا. جواهر لال ان معاملي ۾ سڀنيءَ کان اڳتي هو. اسان تقريباً ٽيهن يا چاليهن قسمن جا ٻج پوکيا. روزانو ٻارن کي پاڻي ڏيندا هئاسين ۽ انهن جي صفائي بہ ڪندا هئاسين. ٻوٽن ۾ گونچ نڪرڻ لڳا تہ اسان انهن کي محويت سان وڌندو ڏسندا هئاسين. گلن اسرڻ شروع ڪيو تہ اهو مسرت ۽ حُسن جو مقام بڻجي ويو.

ان جيل ۾ آئي اسان کي پنج ڏينهن ٿيا هئا تہ هڪ آفيسر ظاهر ٿيو، جنهن جي باري ۾ اسان کي خبر پئي تہ ان کي اسان جي لاءِ جيل جو سپرينٽينڊنٽ مقرر ڪيو ويو هو. هو شهر ۾ رهندو هو. هر صبح اٺين بجي ايندو هو ۽ شام جو هليو ويندو هو. هن جي

نالي جي اسان کي خبر نہ هئي. اسان سوچيو تہ، هن جي لاءِ ڪو نالو چوندڻ گهرجي. مونکي ياد آيو تہ، چاند بيبي جڏهن هن ئي جيل ۾ نظربند ڪئي وئي هئي تہ هڪ حبشي انهن جو جيلر هو، جنهن جو نالو چيتا خان هو. مون مشورو ڏنو تہ اسان کي سپرينٽينڊنٽ جو اهوئي نالو رکڻ گهرجي. منهنجا ساٿي خوشيءَ سان راضي ٿي ويا. اهو نالو اهڙو مشهور ٿيو جو، تمام جلدي هر ماڻهو هن کي چيتا خان چوڻ لڳو. مون کي حيراني ٿي جڏهن ٽن يا چئن ڏينهن کان پوءِ جيلر آيو ۽ اسان کي ٻڌايائين تہ، ان ئي ڏينهن صبح جو سوير چيتا خان هليو ويو آهي.

چيتا خان جي نالي سان ئي مان هن جو ذڪر ڪندس، ان وقت پورٽ بليئر ۾ هو، جڏهن جپانين حملو ڪيو ۽ اندمان جي ٻيٽن تي قبضو ڪري ويو.

25 آگسٽ تي مون وائسراءِ جي نالي خط لکيو، جنهن ۾ مون چيو تہ، مون کي ان جي شڪايت نہ هئي تہ حڪومت مون کي ۽ منهنجي ساٿين کي گرفتار ڪرڻ ضروري سمجهيو پر مون کي ان سلوڪ جي شڪايت ضرور آهي جيڪو اسان سان ٿي رهيو آهي. سزايافتہ قيدين کي بہ ان ڳالهہ جي اجازت هوندي آهي تہ پنهنجي ويجهن عزيزن سان خط و ڪتابت ڪري سگهندا آهن. اسان جي معاملي ۾ ان حق تي پابندي لڳائي وئي هئي. مون لکيو تہ، مان بہ هفتا انتظار ڪندس ۽ جيڪڏهن حڪومت جي طرفان ڪو بہ تسلي بخش جواب نہ مليو تہ، منهنجا ساٿي ۽ مان فيصلو ڪنداسين تہ اسان جو لائحہ عمل ڇا هجڻ گهرجي؟

10 سيپٽمبر تي چيتا خان آيو ۽ چيائين تہ، ڪيس حڪم مليا آهن تہ اسان هفتي ۾ هڪ دفعو پنهنجي عزيزن ڏانهن خط لکي سگهون ٿا ۽ اسان کي هر روز هڪ اخبار بہ ڏني ويندي. ٽائيمز آف انڊيا جي هڪ ڪاپي منهنجي ميز تي رکي وئي ۽ هاڻي اسان کي اخبار پابنديءَ سان ملندي هئي. ان رات دير تائين مان اخبار پڙهندو رهيس. سهيني کان اسان کي ڪا خبر نہ ملي هئي. نيٺ هاڻي اسان کي خبر پئي تہ اسان جي گرفتاريءَ کان پوءِ ملڪ ۾ ڪهڙا واقعا ٿيا آهن ۽ جنگ ڪهڙي صورتحال اختيار ڪئي هئي.

ٻئي ڏينهن مون چيتا خان کي چيو تہ، مونکي پوين تاريخن جون اخبارون موڪلي. هاڻي جڏهن حڪومت اسان کي اخبار ڏيڻ تي راضي آهي تہ منهنجي ان درخواست تي ڪو بہ اعتراض نہ ٿيڻ گهرجي. منهنجي ان ڳالهہ سان چيتا خان کي اتفاق هو. اهڙيءَ طرح ٻن يا ٽن ڏينهن کان پوءِ هن مون ڏانهن ٽائيمز آف انڊيا جو مڪمل فائيل موڪليو.

جيئن مون اخباري رپورٽون پڙهيون، مونکي خبر پئي تہ صورتحال کي ڏسي منهنجو اهو قياس تہ اسان جي گرفتاريءَ کان پوءِ سڄي ملڪ ۾ شديد ساريون هنگاما ٿيندا، صحيح ثابت ٿيو. بنگال، بهار، يوپي ۽ بمبئي حڪومت جي خلاف جدوجهد

جي معاملي ۾ اڳيان هئا. رسد جو نظام درهم برهم ٿي ويو ۽ ڪارخانا بند ڪيا ويا هئا. پوليس چوڪين تي حملا ڪيا ويا ۽ انهن کي ساڙيو ويو. ريلوي اسٽيشنن تي ماڻهن حملا ڪيا ۽ ڪجھ جڳهن تي انهن کي تباھ ڪيو ويو. فوجي گاڏيون بہ وڏي تعداد ۾ ساڙيون ويون. ڪارخانا بہ بند ٿي ويا ۽ جنگي سامان جي پيداوار ختم ٿي وئي يا تمام گهٽ ٿي وئي.

مختصر اهو تہ حڪومت جي ظلم ۽ تشدد جو جواب سڄي ملڪ تشدد آميز طريقي سان ڏنو هو. هاڻي اها تحريڪ تشدد کان خالي مزاحمت تائين محدود نہ هئي. ان جو اندازو مون کي پهرين بہ هو ۽ مون پنهنجي ڪارڪنن کي ان باري ۾ ڪنهن حد تائين مشورو بہ ڏنو هو ۽ انهن سان ڳالھ ٻولھ بہ ڪئي هئي.

1942ع جا باقي مهينا بغير ڪنهن واقعي جي گذري ويا.

1943ع جي شروع ۾ فضا هڪ دفعو وري تبديل ٿي. فيبروريءَ ۾ اسان اخبارن ۾ پڙهيو تہ گانڌيءَ وائسراءِ کي لکيو هو تہ، تنزيہ ذات جي ڪري هو روزو رکندو. مون کي يقين هو تہ گانڌي اها وک ٻن خاص سببن جي ڪري کڻڻ چاهي پيو. جيئن مان پهرين ئي چئي چڪو آهيان، هن کي توقع نہ هئي تہ حڪومت ڪانگريسي اڳواڻن کي ايترو جلدي گرفتار ڪندي. هن کي اها اميد بہ هئي تہ ڪيس ايترو وقت ملي ويندو جو پنهنجي نظرئي جي مطابق تحريڪ کي تشدد کان خالي ڪري اڳتي آڻي سگهي. هن جون اهي ٻئي اميدون ٽٽي ويون. جيڪو ڪجھ ٿيو هو، ان جي ذميواري هن قبول ڪئي ۽ جيئن هن جو معمول هو پنهنجي غلطيءَ جي ڪفاري جي لاءِ هو روزو رکندو ۽ ڪو بہ مفروضو اهڙو نہ هو، جنهن جي بنياد تي مان ان روزي کي بامعنيٰ سمجهي سگهان.

بهرحال حڪومت هن جي ان فعل کي هڪ بلڪل ئي مختلف نقطہ نظر سان ڏسي رهي هئي. ان جو خيال هو تہ ان عمر ۾ ۽ صحت جي موجوده حالت ۾ ايڪويهن ڏينهن تائين هو روزو نہ رکي سگهندو. اهو روزو رکڻ، يقيني موت جي دعوت ڏيڻ هو. حڪومت جي خيال ۾، گانڌي اهو ئي چاهي پيو ۽ اهڙي طرح حڪومت کي پنهنجي موت جو ذميوار نهرائڻ چاهي پيو. پوءِ اسان کي خبر پئي تہ هو ان روزي کان بچي نہ سگهندو. حڪومت ان جي ڪريا ڪرم جي لاءِ صندل جي ڪاٺي بہ خريد ڪئي هئي. ان جو ردعمل هي هو تہ گانڌي پنهنجي موت جي ذميواري حڪومت تي وجهڻ ئي چاهي ٿو تہ حڪومت ان ذميواريءَ کي قبول ڪندي. ان جون آخري رسمون آغا خان پيلس ۾ ادا ڪيون وينديون، جتي هو نظربند ڪري رکيو ويو هو ۽ ان جي رک سندس پٽن ڏانهن موڪلي ويندي.

ڊاڪٽر بي- سي- راءِ حڪومت کي لکيو تہ، هو گانڌيءَ جي روزو رکڻ دوران ان جي معالج جي حيثيت سان ڪم ڪرڻ چاهي ٿو. ان تي حڪومت کو اعتراض نہ

ڪيو. روزي جي دوران هڪ منزل تي ائين لڳو تہ حڪومت جا انداز صحيح ثابت ٿيڻ وارا آهن. ايستائين جو ان جي معالجن بہ اميد ڇڏي ڏني. بهرحال گانڌيءَ حڪومت ۽ پنهنجي معالجن جا قياس پلٽائي ڇڏيا. اذيت برداشت ڪرڻ جو غيرمعمولي مظاهرو هن ہن موقعن تي ڪيو هو، هن دفعي ان جو اظهار هڪ ناقابل يقين حد تائين ٿيو. هن جي اندروني توانائي موت جي چئلينج تي حاوي ٿي وئي ۽ ايڪويهن ڏينهن کان پوءِ هن روزو ڪوليو.

گانڌيءَ جي روزي سان جيڪا هلچل پيدا ٿي، ان کان پوءِ اسان وري پنهنجي معمول تي اچي وياسين. گانڌيءَ جي ان روزي دوران اسان کي قيد ۾ پنهنجي بيوسيءَ جو شديد احساس ٿيو هو. اهو ئي احساس ٻئي سال مون کي شدت سان ٿيو. منهنجي گهرواري ڪيترن ئي ورهين کان بيمار هئي. 1961ع ۾ جڏهن مان نيني جيل ۾ هئس، ان جي حالت ايترو بگڙجي وئي جو انکي ڏسڻ جي لاءِ مون کي رها ڪيو ويو هو. مون ڊاڪٽرن کان صلاح ورتي تہ انهن آبهوا جي تبديليءَ جو مشورو ڏنو ۽ هوءَ رانچي هلي وئي، وري جولاءِ 1942ع تي واپس آئي. ان وقت اها ڪجھ بهتر هئي، پر آگسٽ جي پهرئين هفتي ۾ جڏهن مان بمبئيءَ لاءِ روانو ٿيس تہ هن جي صحت هڪ دفعو وري تشويشناڪ صورت اختيار ڪئي.

9 آگسٽ تي منهنجي ۽ منهنجي ساٿين جي گرفتاريءَ جي خبر هن کي زبردست صدمو پهچايو هوندو ۽ هن جي صحت جيڪا پهرين کان ئي خراب هئي، هاڻي اڃا بہ وڌيڪ خراب ٿي وئي. قيد دوران منهنجي سڀ کان وڏين پريشانين مان هڪ پريشاني هن جي ڪرندڙ صحت جي متعلق اطلاع هو. 1944ع جي شروع ۾، گهر کان مون کي خبر ملي تہ هوءَ وري سخت بيمار آهي. ان کان پوءِ وڌيڪ پريشان ڪندڙ خبرون مليون. هن جا معالج هن لاءِ فڪرمند هئا. انهن پنهنجي طور تي حڪومت کي لکيو تہ، هن جي بچڻ جي اميد گهٽ آهي. ان ڪري هڪ دفعو مون کي ان کي ڏسڻ جو موقعو فراهم ڪيو وڃي. حڪومت معالجن جي ان خط کي نظرانداز ڪيو، مون بہ وائسراءِ کي لکيو، پر اسان جي خط و ڪتابت اڌوري رهجي وئي.

هڪ دفعي اپريل ۾ ٻپهريءَ جو چيتا خان آيو. اها ڳالھ معمول جي بلڪل خلاف هئي. هن ڪجھ چيو نہ، پر هڪ ٽيليگرام مون کي هٿ ۾ ڏنو. اهو خفيہ اشارن جي ٻوليءَ ۾ هو. پر انگريزيءَ ۾ ان جي عبارت بہ گڏ ڏني وئي هئي. اهو ڪلڪتي مان آيو هو ۽ اها خبر کڻي آيو هو تہ منهنجي گهرواريءَ جو انتقال ٿي چڪو آهي. مون وائسراءِ کي لکيو تہ، هندستاني حڪومت عارضي طور تي سولائيءَ سان مون کي ڪلڪتي منتقل ڪرڻ جو انتظام ڪري سگهي پئي، تہ جيئن مان موت کان پهرين پنهنجي گهرواريءَ کي ڏسي سگهان، ان خط جو مون کي ڪو بہ جواب نہ مليو.

ٽن مهينن کان پوءِ قسمت ۾ منهنجي لاءِ هڪ ٻيو صدمو لکيل هو. منهنجي ڀيڻ آبرو بيگم جيڪا ڀوپال ۾ رهندي هئي، بيمار ٿي پئي. تقريباً ٻن هفتن جي اندر اها خبر آئي ته ان جو به انتقال ٿي ويو آهي.

ان ئي زماني ۾ اسان اوچتو اخبارن ۾ پڙهيو ته، گانڌيءَ کي آزاد ڪيو ويو آهي. منهنجو ڌيان ان خيال ڏانهن ويو ته، خود گانڌيءَ کي به آزاديءَ جو سبب معلوم نه هوندو. لڳي پيو ته، هو سوچيندو هجي ته هن جي آزاديءَ جو دارومدار برطانوي پاليسيءَ ۾ تبديليءَ تي آهي. پوءِ جي واقعن ثابت ڪيو ته هو غلطيءَ تي آهي. هن جي صحت ان روزي جي ڪري برباد ٿي چڪي هئي. ان کان پوءِ هو اڪثر بيمار رهندو هو. پونا جي سول سرجن هن جو معائنو ڪيو ۽ رپورٽ ڏني ته گهڻو ڏينهن تائين هن جي بچڻ جي اميد نه آهي. اهو روزو هن جي قوت برداشت کان ٻاهر هو ۽ سول سرجن جو خيال هو ته هن جي زندگيءَ جا ڏينهن هاڻي ڳڻجي چڪا آهن.

وائسراءِ وٽ جڏهن اها رپورٽ پهتي ته هن ان جي رهائيءَ جو فيصلو ڪيو ته جيئن هن جي موت جي ذميواري حڪومت تي نه اچي. ان کان قطع نظر، سياسي صورتحال هاڻي ايتري بدلجي چڪي هئي جو انگريزن کي هن کان ڪو خطرو نه رهيو هو. جنگ جو بحران ختم ٿي چڪو هو، اتحادين جي فتح هاڻي بس ڏينهن جي ڳالهه هئي. حڪومت اهو به محسوس ڪري پئي ته اهڙي صورت ۾ جڏهن ڪانگريس جا سڀ اڳواڻ جيل ۾ آهن، گانڌي اڪيلو شايد ئي ڪجهه ڪري سگهي. ان جي ابتڙ ان جي موجودگي، اهڙن عنصرن کي قابو ۾ رکڻ جو ذريعو بڻجي سگهي پئي، جيڪي تشدد وارو طريقو اختيار ڪرڻ جي ڪوشش ۾ هئا.

رهائيءَ کان پوءِ ڪجهه عرصي تائين گانڌي ايترو بيمار هو جو ڪا مؤثر وڪ کڻڻ سندس لاءِ ممڪن نه هو. ڪجهه مهينن تائين هن جو علاج ٿيندو رهيو. وري جيئن ئي هن پنهنجي حالت ۾ بهتري محسوس ڪئي، هن ڪيترائي سياسي قدم کنيا. ان مان به انهيءَ جا مستحق آهن ته، انهن جو ذڪر خاص طور تي ڪيو وڃي. گانڌيءَ مسلم ليگ سان مناهمت جي هڪ نئين ڪوشش ڪئي ۽ مسٽر جناح سان ملاقات جو اهتمام ڪيو. ان جو ٻيو قدم حڪومت سان نئين سري سان ڳالهين جو دروازو کولڻ جي هڪ ڪوشش هو. پنهنجي پوين اعلانن جي ابتڙ هن اهو بيان جاري ڪيو ته جيڪڏهن هندستان جي آزاديءَ جو اعلان ڪيو وڃي ته هو رضا ڪاراڻي طور تي انگريزن جي حمايت ڪندو ۽ جنگي تيارين ۾ پنهنجو مڪمل تعاون ڏيندو. مان حيرت ۾ پئجي ويس ۽ اهو ڄاڻان پيو ته اهي ٻئي قدم ناڪام ٿيندا.

منهنجو خيال آهي ته ان موقعي تي مسٽر جناح ڏانهن گانڌيءَ جو وڃڻ هڪ وڏي سياسي غلطي هئي. هن مسٽر جناح کي هڪ نئين ۽ وڏيڪ اهميت ڏني، جنهن جو هن بعد

۾ پورو فائدو حاصل ڪيو. گانڌيءَ جناح ڏانهن اصل ۾ شروع کان ئي عجيب ۽ غريب رويو رکيو هو. ٻي ڏهائيءَ ۾ ڪانگريس کان علحدگيءَ کان پوءِ، جناح پنهنجي سياسي اهميت تقريباً وڃائي ويٺو هو. ان جو وڏو سبب گانڌيءَ جا ڪجھ قدم هئا جو جناح هندستان جي سياسي زندگيءَ ۾ پنهنجي اهميت وري حاصل ڪئي. واقعتاً ان ڳالھ ۾ شڪ آهي تہ گانڌيءَ جي رويي کان سواءِ جناح کي ڪڏهن بہ برتري حاصل ٿئي ها.

هندستاني مسلمانن جا وسيع حلقا مسٽر جناح ۽ ان جي پاليسيءَ جي باري ۾ شڪ رکندا هئا، پر جڏهن انهن ڏٺو تہ گانڌي مسلسل هن جي پٺيان پيچي رهيو آهي ۽ هن کي خوش ڪرڻ ۾ رڌل آهي تہ ڪافي ماڻهن جي دلين ۾ جناح جي لاءِ هڪ نئين عزت پيدا ٿي وئي. انهن جو خيال اهو بہ هو تہ، فرقيوراڻي مفاهمت ۾ فائدي وارين شرطن جي تڪميل لاءِ شايد جناح بهترين ماڻهو آهي.

هتي مان اهو بہ عرض ڪندو هلان تہ گانڌي ئي هو جنهن مسٽر جناح جي لاءِ سڀ کان پهرين قائد اعظم، يعني تمام وڏو اڳواڻ جي خطاب جو رواج وڌو. گانڌيءَ جي ڪيمپ ۾ هڪ بيوقوف پر نفيس عورت هئي، جنهن جو نالو امت السلام هو. هن ڪجھ اردو اخبارن ۾ جناح جو ذڪر قائد اعظم جي طور تي ڏٺو هو. جڏهن گانڌي ملاقات جي لاءِ جناح جي نالي خط لکي رهيو هو تہ ان عورت گانڌيءَ کي چيو تہ، اردو اخبارون جناح کي قائد اعظم لکن ٿيون، اهڙيءَ طرح گانڌيءَ کي بہ اهڙي ئي نموني خطاب ڪرڻ گهرجي. ان قدم جي خراب اثرن تي هڪ گهڙيءَ جي لاءِ غور ڪرڻ کان سواءِ گانڌيءَ جناح کي قائد اعظم جي طور تي خطاب ڪيو. اهو خط جلدي اخبارن ۾ ڇپجي ويو. هندستاني مسلمانن جڏهن اهو ڏٺو تہ، گانڌي جناح کي قائد اعظم چوي ٿو تہ، انهن سو چيو تہ جناح سچ پچ قائد اعظم آهي.

جولاءِ 1944ع ۾ جڏهن مون اها رپورٽ پڙهي تہ گانڌي جناح سان خط و ڪتابت ڪري رهيو آهي ۽ ان سان ملاقات لاءِ بمبئي وڃي رهيو آهي تہ مون پنهنجي ساٿين کي چيو تہ، گانڌي تمام وڏي غلطي ڪري رهيو آهي. هن جو اهو فعل مسئلا حل تہ نہ ڪندو، پر ان جي ابتڙ هندستاني سياسي صورتحال کي ڏکيو بڻائيندو. جناح ان صورتحال مان مڪمل فائدو ورتو ۽ پنهنجي پوزيشن بڻائي. پر هن هڪ بہ اهڙي ڳالھ نہ ڪئي جيڪا ڪهڙي بہ نموني هندستان جي آزاديءَ جي مقصد ۾ مددگار ثابت ٿي سگهي.

گانڌيءَ حڪومت ڏانهن ٻيو قدم جيڪو بہ کنيو، اهو وقت کان اڳ ۾ هو. ياد هوندو تہ جنهن وقت مخالفتون شروع ٿيون، مون ڪانگريس کي اهو سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي هئي تہ اها هڪ هاڪاري ۽ حقيقت پسنداڻو رويو اختيار ڪري. ان وقت گانڌي ان ڳالھ تي اڙجي ويو تہ، هندستان جي سياسي آزادي بيشڪ اهم آهي پر عدم تشدد جي اصول تي قائم رهڻ ان کان بہ وڌيڪ اهم آهي. اصل ۾ ڪيترن ئي موقعن تي هن صاف صاف اهو چيو هو تہ هندستان جي آزاديءَ جو اڪيلو رستو

جيڪڏهن تشدد مان ٿي نڪري ٿو ته، گهٽ ۾ گهٽ هو پاڻ ان کي نه اختيار ڪندو.

هاڻي هو چوي ٿو ته. جيڪڏهن هندستان جي آزاديءَ جو اعلان ٿي وڃي ته ڪانگريس کي انگريزن سان تعاون ڪرڻ گهرجي. هيءَ هن جي پوين خيالن جي ابتي شڪل هئي ۽ ان سان هندستان ۾ ۽ هندستان کان ٻاهر غلط فهميون ڦهلجڻ لڳيون. هندستاني پنهنجي طور تي ذهني مونجهارا ۾ جڪڙيل هئا، ٻئي طرف برطانيا ۾ جيڪو تاثر پيدا ٿيو، اهو ايا وڌيڪ ناخوشيءَ وارو هو. گهڻا انگريز اهو سمجهندا هئا ته گانڌيءَ انگريزن جي مدد کان لنوايو آهي. جنهن جو مقصد ان وقت جڏهن اتحادين جي فتح يقيني هئي، برطانوي همدردي حاصل ڪرڻ هو. نتيجي جي طور تي ان پيشڪش ڏانهن ڌيان نه ڏنو ويو، جنهن جي اميد گانڌيءَ کي هئي. وڌيڪ اهو ته، هاڻي انگريز هندستان جي حمايت جا ايترا محتاج نه رهيا هئا. جيترا جنگ جي شروعاتي ڏينهن ۾ هئا. ان جي ڪري گانڌيءَ جي وڪن کان بي نياز رهيا.

هاڻي جڏهن 1957ع ۾ مان اهي ڳالهيون لکي رهيو آهيان ۽ پوئتي نظر ڪري واقعن ڏانهن ڏسي رهيو آهيان ته اهو چوڻ کان نه ٿو رهي سگهان ته، گانڌيءَ جي سڀ کان ويجهن پوئلڳن جي رويي ۾ هڪ واضح تبديلي ڏسڻ ۾ آئي. سردار پٽيل، ڊاڪٽر راجندر پرساد، آچاريه ڪرپلاڻي ۽ ڊاڪٽر پرفلا گهوش ان وقت ورڪنگ ڪميٽيءَ تان استعيفيٰ ڏني هئي. جڏهن ڪانگريس اها قرارداد منظور ڪئي هئي ته جيڪڏهن انگريزن هندستان جي آزاديءَ جو اعلان ڪيو ته، هوءَ جنگي تيارين ۾ مدد ڏيندي، هو سرعام اهو چوندو هو ته عدم تشدد هن جي لاءِ هڪ عقيدو هو ۽ هندستاني آزاديءَ کان به اهم هو.

بهرحال 1947ع ۾ جڏهن هندستان آزاد ٿيو ته، انهن مان ڪنهن هڪ به اهو نه چيو ته، هندستاني فوج کي ختم ڪرڻ گهرجي. ان جي ابتڙ انهن ان ڳالهه تي زور ڏنو ته هندستاني فوج کي ورهائڻ گهرجي ۽ ان کي هندستاني حڪومت جي اختيار جو تابع هجڻ گهرجي. اهو ان وقت جي ڪمانڊر انچيف جي پيش ڪيل تجويزن جي بلڪل ابتڙ هو. ڪمانڊر انچيف جي تجويز اها هئي ته ٽن ورهين جي لاءِ هڪ گڏيل فوج ۽ ان جي گڏيل ڪمانڊ هجڻ گهرجي. پر عدم تشدد جا اهي علمبردار ان تي تيار نه پيا ٿين. جيڪڏهن عدم تشدد واقعي انهن جو عقيدو هو ته انهن جي لاءِ اهو ڪيئن ممڪن ٿيو ته هڪ اهڙي حڪومت جي ذميواري قبول ڪن جيڪا ساليانو هڪ ڪروڙ کان وڌيڪ رقم فوج تي خرچ ڪري پئي؟ سچ ته اهو آهي ته انهن مان ڪجهه ماڻهو فوج جا خرچ وڌائڻ چاهين پيا، گهٽ ڪرڻ نه پيا چاهين.

مون کي هميشه ان ڳالهه جو احساس رهيو آهي ته، اسان جا اهي دوست ۽ ساٿي سياسي معاملن تي پنهنجي عقل کان ڪم نه وٺندا هئا. اهي گانڌيءَ جا پڪا پوئلڳ هئا.

جڏهن بہ ڪو سوال اٿندو هو، اهي انهيءَ انتظار ۾ رهندا هئا تہ، ڏسون گانڌي ڪهڙو ردعمل ظاهر ڪري ٿو؟ گانڌيءَ جي احترام ۽ عقيدت ۾ مان انهن مان ڪنهن کان بہ پٺتي نہ آهيان. پر هڪ گهڙيءَ جي لاءِ مان اهو نہ ٿو مڃي سگهان تہ اسان ڪي گانڌيءَ جي انڌي پوئواري ڪرڻ گهرجي. عجيب ڳالھ آهي تہ انهن دوستن 1940ع ۾ ورڪنگ ڪميٽيءَ تان جنهن سوال تي استعيفيٰ ڏني هئي، اڄ اها انهن جي نگاه کان اوجهل آهي. هو هڪ گهڙيءَ جي لاءِ بہ هڪ فوج کان سواءِ وسيع دفاعي انتظامن جي حڪومت کي هلائڻ جي باري ۾ سوچي نہ پيا سگهن. نہ ئي انهن جنگ جي امڪان کي رد ڪيو آهي. جواهر لال ان ورڪنگ ڪميٽيءَ جو اڪيلو ميمبر هو، جيڪو منهنجي خيالن ۾ پوري نموني شريڪ هو. منهنجو يقين آهي تہ، واقعن جي منطق ان جي ۽ منهنجي موقف جي تائيد ڪئي آهي.

جون 1944ع ۾ اسان "ڊي- ڊي" جي باري ۾ رپورٽون پڙهيون. ان نقطي سان جنگ پاسو بدلايو. اتحادين جي فتح هاڻي يقيني هئي ۽ ڏسڻ ۾ اچي پئي. دنيا بہ هاڻي سمجهڻ لڳي هئي تہ جنگ جي دوران نمايان ٿيندڙ واري سڀ کان وڏي شخصيت صدر روز ويلٽ جي هئي. ائين لڳي پيو تہ، مستقبل جي جيڪا تصوير هن جي ذهن ۾ هئي، مسلسل طور تي صحيح ثابت ٿي رهي هئي.

ايشيا ۽ آفريڪا بئي اتحادي طاقتون ڪامياب ٿيون هيون ۽ هٽلر جي يورپي نڪاٽي ڏانهن وڌي رهيون هيون. مون کي ان تي ٿورو بہ تعجب نہ ٿيو. گهڻي وقت کان مان سوچيان پيو تہ پهرين عالمي جنگ وانگر. هن دفعي جرمنيءَ ٻن محاذن تي وڏي غلطي ڪئي آهي. اصل ۾ جنهن ڏينهن هٽلر سوويت يونين تي حملي جو فيصلو ڪيو، ان ڏينهن هن پنهنجي زوال جو ٻج پوکيو. هن جي يا هن جي قوم جي لاءِ تباهيءَ کان بچڻ جو هاڻي ڪو بہ رستو نہ هو.

قلعي احمد نگر ۾ اسان جي زندگيءَ جو معمول اوچتو هڪ نئين واقعي جي ڪري بگڙي ويو. هڪ ڏينهن چيتا خان آيو ۽ چيائين تہ، ڊاڪٽر سيد محمود جي آزاديءَ جا حڪم مليا آهن. اسان سڀ حيران هئاسين. ڇو تہ اها ڳالھ اسان جي سمجھ ۾ نہ پئي اچي تہ صرف ان کي ئي ان ورتاءَ جو مستحق ڇو سمجهيو ويو؟

ڪجھ مهينا پهرين احمد نگر ۾ دسمبر جي بيماريءَ جو خطرو پيدا ٿي ويو هو. چيتا خان اسان کي ان بيماريءَ جا ٽڪا لڳائڻ جو مشورو ڏنو. اسان مان پنجن، جواهر لال، پٽاڀي سيتارميا، آصف علي، ڊاڪٽر سيد محمود ۽ مون ان مشوري تي عمل ڪيو. آچاريہ ڪرپلاڻي، شنڪر رائو ديو ۽ ڊاڪٽر پروفلاگهوش ضمير جي بنياد تي انڪار ڪيو. مون کي ٽڪو لڳائڻ جي ڪري ٿورو بخار نڪتو، پر لڳي پيو نہ ڊاڪٽر محمود کي ٽڪي کان الرجي آهي. هن کي تقريباً پندرهن ڏينهن تائين مسلسل ۽ غير معمولي طور

تي گهڻو بخار رهيو. اسان سڀ هن جي طرفان شديد فڪرمند هئاسين ۽ جواهر لال پنهنجي روايتي دوستيءَ جي ڪري هن جو خيال رکي رهيو هو. آخر ۾ هن جو بخار ختم ٿي ويو، پر هن جي هوڙن مان مسلسل رت اچڻ لڳو. هو چيتا خان جي علاج هيٺ هو ۽ تقريباً صحتياب ٿي چڪو هو، جڏهن هن جي آزاديءَ جا حڪم جاري ٿيا. اهڙيءَ طرح صرف هن جي بيماري هن جي آزاديءَ جو معقول سبب نه ٿي بڻجي سگهي. اسان سمجهيو ته شايد ان جو مطلب حڪومت جي پاليسيءَ ۾ ڪا تبديلي آهي. هاڻي اها وڏيڪ نرميءَ سان پيش اچڻ لاءِ تيار هئي ۽ صحت جي بنياد تي ڊاڪٽر سيد محمود کي آزاد ڪيو ويو هو.

ڊاڪٽر صاحب جڏهن پٽنه پهتو ته پريس هن جو انٽرويو ورتو، جنهن ۾ هن اهو اشارو ڪيو ته، پنهنجي آزاديءَ جي سبب هن کي خبر نه آهي. سندس بيان جو نتيجو انتهائي غيرمتوقع هو. حڪومت فيصلو ڪيو ته، اها ان جي ترديد ضرور ڪندي. اهڙيءَ طرح هن پريس کي هڪ خط جاري ڪيو، جيڪو سيد محمود احمد نگر مان وائسراءِ جي نالي لکيو هو. حڪومت جو چوڻ هو ته، ڊاڪٽر سيد محمود کي ان خط جي بنياد تي آزاد ڪيو ويو آهي.

اسان احمد نگر جيل ۾ جڏهن اهو خط پڙهيو ته، اسان سڀني کي غصو آيو ۽ شرم محسوس ٿيو. اسان ڪڏهن به يقين نه پيا ڪري سگهون ته، ڊاڪٽر سيد محمود ان قسم جو خط لکندو ۽ اسان مان ڪنهن کي ٻڌائيندو به نه، ته هن حڪومت سان خط و ڪتابت ڪئي آهي. اهو صحيح آهي ته ڪجهه انگريزي فقرن ۽ محاورن بابت هن اسان مان ڪجهه مائهن سان مشورو ڪيو هو. جواهر لال ۽ مون سمجهيو ته شايد هو ڪتاب لکڻ ۾ مصروف آهي ۽ ڪجهه لفظن جي سلسلي ۾ پنهنجو شڪ ختم ڪرڻ چاهي ٿو. اسان جي دماغ ۾ اها ڳالهه آئي ئي نه، ته هو وائسراءِ جي نالي معافي نامو ترتيب ڏئي رهيو آهي.

پنهنجي خط ۾ ڊاڪٽر سيد محمود لکيو ته، "جڏهن 'هندستان خالي ڪريو' قرارداد منظور ڪئي وئي، هو ورڪنگ ڪميٽي يا اي- آءِ- سي- سي جي ميٽنگن ۾ شريڪ نه ٿيو هو." ان تي مون کي اجا وڏيڪ تعجب ٿيو. ڇو ته هو انهن ميٽنگن ۾ موجود به هو ۽ قرارداد جي باري ۾ بحث ۾ هن حصو به ورتو هو.

جيئن مون عرض ڪيو، ان واقعي تي اسان سڀ شرمنده هئاسين. عجيب ڳالهه هئي ته هن ان قسم جو خط لکيو ۽ ان کان وڏيڪ عجيب ڳالهه اها هئي ته هن پٽنه ۾ پريس کي انٽرويو دوران ان خط جو ڪو به ذڪر نه ڪيو. شايد هن کي اهو خيال هو ته وائسراءِ جي نالي ان خط جي ڪنهن کي به خبر نه پوندي. حڪومت جڏهن اهو خط جاري ڪيو ته، هو تمام پريشان ٿيو ۽ ڳانڌيءَ سان ملڻ لاءِ ويو. ان سان ڳالهه ٻولهه ڪانپوءِ هن هڪ

بيان ڏنو تہ جيتوڻيڪ اهو خط هن لکيو هو، پر گهڻن ڏينهن تائين انکي وائسراءِ ڏانهن نہ اماڻيو. اصل ۾ هو فيصلو نہ پيو ڪري سگهي تہ ان کي موڪلڻ گهرجي يا نہ؟! ان دوران هن ٽي دفعا قرآن شريف مان فال ڪڍي. هر دفعي هن جي نظر هڪ ئي جملي تي بيٺي، جنهن ۾ چيو ويو هو تہ پنهنجي خواهش جي مطابق هن کي عمل ڪرڻ گهرجي. ڊاڪٽر سيد محمود جو چوڻ هو تہ، هن ان کي غيبي اشارو سمجهيو، اهڙي طرح خط وائسراءِ ڏانهن اماڻيو. مون کي اعتراض آهي تہ هن جي اها صفائي مون کي هن جي عمل کان بہ وڌيڪ عجيب ۽ غريب نظر اچي پئي. پنهنجي عمل جي ذميواري الله تي وجهڻ سان اهو معاملو بهتر تہ نہ ٿي ويو!

اهڙن سيني معاملن ۾ گانڌيءَ جو رويو فياضيءَ وارو هوندو هو. سيد محمود جڏهن هن سان مليو ۽ پنهنجي غلطي تسليم ڪئي تہ، گانڌيءَ کي هن تي ترس آيو. هن بيان جاري ڪيو تہ. ڊاڪٽر محمود جو وائسراءِ جي نالي اهڙي نموني خط لکڻ، جيل ۾ پنهنجي دوستن کي ٻڌائڻ کان سواءِ هرگز مناسب نہ هو، پر هندستاني عوام کي هن جي پڇتائڻ جو لحاظ رکڻ گهرجي ۽ هن جو سخت محاسبو نہ ڪرڻ گهرجي.

يقيني طور تي اسان کي ان جي ڪا خبر نہ هئي، پر ائين لڳي پيو تہ، اسان جي قيد جا ڏينهن هاتي ختم ٿيڻ وارا آهن. 1946ع جي پوئين اڌ ۾ ڪنهن وقت هندستاني حڪومت ان نتيجي تائين پهتي تہ اسان کي احمد نگر ۾ نظر بند رکڻ هاتي بلڪل ضروري نہ هو. هتي اسان کي ڪيترن ئي سببن جي ڪري آندو ويو هو. حڪومت اهو سمجهيو تہ اسان جي نظربندي راز ۾ رکي ويندي. اها اهو بہ سمجهندي هئي تہ جيڪڏهن اسان کي ڪنهن سول جيل ۾ رکيو ويو تہ ان ڳالھ جو امڪان آهي تہ ٻاهرينءَ دنيا سان اسان رابطو قائم ڪيون. فوجي ڪنٽرول تحت نظربنديءَ ۾ اهو امڪان ختم ٿي ويندو. احمد نگر ڪئمپ جيل ۾ صرف يورپي فوجي تعنيات هئا ۽ يقين هو تہ اهي ٻاهرينءَ دنيا سان رابطو قائم ڪرڻ نہ ڏيندا. ايستائين جو جسماني طور تي بہ ٻاهرين دنيا سان رابطي جي پابندي هئي. جن بئرڪن ۾ اسان کي رکيو ويو هو، انهن ۾ روشندان نہ هئا، جنهن مان آسپاس جو ماحول ڏسڻ ۾ اچي پيو. اسان کي اتي آڻڻ کان اڳ انهن کي بند ڪيو ويو هو. پلاسٽر ايترو نئون هو جو، جڏهن اسان اتي پهتاسين تہ ان ۾ اڃا آلاڻ باقي هئي. احمد نگر ۾ پنهنجي ساڍن ٽن ورهين جي نظربندي دوران اسان مشڪل سان ڪو ٻاهر جو هندستاني ڏٺو. هڪ يا ٻہ دفعا عمارتن جي معمولي مرمت جو ڪجھ ڪم ٿيو، پر ان لاءِ بہ ڪنهن هندستاني مزدور کان ڪم نہ ورتو ويو. اهڙيءَ طرح اسان دنيا کان بلڪل ڪٽجي وياسين.

حڪومت ٻاهرين دنيا سان اسان جي رابطي کي روڪڻ ۾ تہ ڪامياب ٿي وئي. پر ان جو پهريون مقصد ناڪام ثابت ٿيو هو. عوام کي هڪ هفتي جي اندر خبر پئجي

وئي تہ اسان سڀ احمد نگر جيل ۾ قيد آهيون. هاڻي ان کي راز ۾ رکڻ جي ضرورت بہ ختم ٿي چڪي هئي. انگريزن جي فتح هاڻي سامهون هئي. هندستاني حڪومت هاڻي سوچيو تہ، ان جي ضرورت نہ رهي آهي تہ اسان کي فوجي قيد ۾ رکيو وڃي ۽ هاڻي اسان کي پنهنجي صوبن جي سول جيلن ۾ اطمينان سان رکي سگهجي ٿو.

سردار پٽيل ۽ شنڪر رائو ديو سڀ کان پهرين نڪتا ۽ پونا جيل آندا ويا. آصف عليءَ کي بنُالي جيل موڪليو ويو. جتي دهليءَ جا قيدي عام طور تي رکيا ويندا هئا. جواهر لال کي الہ آباد جي ويجهو نيني، ان کان پوءِ الموڙہ آندو ويو. موڪلائڻ وقت جواهر لال چيو تہ. شايد اسان جي آزاديءَ جو وقت ويجهو پهتو آهي. هن مون کي درخواست ڪئي تہ آزاديءَ کان پوءِ جلدي ورڪنگ ڪميٽي يا اي- آءِ- سي- سي جي ڪا بہ ميٽنگ مون کي نہ سڏائڻ گهرجي. هن چيو تہ آرام ۽ تفريح جي لاءِ ۽ ان سان گڏ هندستان جي باري ۾ هڪ ڪتاب جيڪو هو لکي رهيو هو، ان کي مڪمل ڪرڻ جي لاءِ هن کي ٿورو وقت گهربل هو.

مون جواهر لال کي چيو تہ، مان پاڻ بہ اهو چاهيان ٿو تہ، مون کي آرام جي لاءِ ۽ پنهنجي صحت جي بحاليءَ لاءِ ڪجھ وقت گهرجي. ان وقت مون کي خبر نہ هئي تہ اسان اهڙين حالتن ۾ آزاد ڪيا ويندا سين. جڏهن جيل مان نڪرندي ئي فوري ۽ سرگرم سياسي مصروفيتون گهربل هونديون ۽ شايد اسان جي باقي زندگيءَ ۾ آرام جو سوال ئي پيدا نہ ٿيندو.

منهنجي جيل بدليءَ جو وقت آيو تہ. چيتا خان چيو، منهنجي طبيعت ٺيڪ نہ آهي، ان ڪري منهنجي حق ۾ سٺو نہ ٿيندو تہ مان ڪلڪتي وڃان، جتان جي آبهوا صحيح نہ آهي. هن اشارتاً چيو تہ، مونکي بنگال جي اندر ڪنهن خشڪ ترين جڳھ تي موڪليو ويندو. هڪ ڏينهن ٽپهريءَ جو هن مون کي تيار ٿيڻ لاءِ چيو. منهنجو سامان پنهنجي ڪار ۾ رکائڻ کان پوءِ، هو مون کي وٺي هلڻ لڳو، احمد نگر اسٽيشن ڏانهن نہ پر هڪ ٻي جي ڳوٺاڻي اسٽيشن ڏانهن. سبب اهو هو تہ جيڪڏهن مان احمد نگر کان سفر ڪيان ها تہ جلدي ماڻهن کي خبر پئجي وڃي ها. حڪومت منهنجي وڃڻ کي راز ۾ رکڻ چاهي پئي.

احمد نگر جيل ۾ پنهنجو گهڻو وقت مون شديد ذهني دٻاءَ ۾ گذاريو. منهنجي صحت تي ان جو تمام خراب اثر پيو. جنهن ڏينهن مان گرفتار ڪيو ويس، منهنجو وزن 170 پائونڊ هو. احمد نگر کان منتقليءَ وقت منهنجو وزن گهٽجي 130 پائونڊ رهجي ويو. منهنجي بک ختم ٿي چڪي هئي ۽ مان مشڪل سان ڪجھ کائي سگهان پيو.

مون سان گڏ وڃڻ جي لاءِ بنگال جو هڪ سي- آءِ- ڊي انسپيڪٽر چئن ڪانسٽيبلن سان گڏ آيو هو. چيتا خان مون کي انهن جي حوالي ڪيو. اسان احمد نگر

ڪان ڪلياڻ ۽ اتان ٿيندي آسنسول ڏانهن وڌياسين. آسنسول ۾ مون کي ريٽائرنگ روم ۾ پهچايو ويو، جتي منهنجي لاءِ خاص انتظام ڪيا ويا هئا. سڄي معاملي کي راز ۾ رکڻ جي حڪومتي ڪوشش جي باوجود پريس کي ڪنهن نموني خبر پئجي وئي هئي. آسنسول ۾، مون ڪلڪتي جي ويجهو ڪجھ صحافين ۽ گڏوگڏ الهآباد جي ميان محمد فاروق کي ڏٺو. مقامي ماڻهن جو هڪ ميڙ بہ گڏ ٿي ويو هو.

آسنسول جي پوليس سپرينٽنڊنٽ اسٽيشن تي مون کي لاتو ۽ هڪ ذاتي گذارش ڪئي. هن چيو تہ، جيڪڏهن مان عوام سان ملڻ چاهيان تہ، هو مون کي روڪي تہ نہ ٿو سگهي، پر جيڪڏهن مون اهو ڪيو تہ حڪومت هن سان تمام سختيءَ سان پيش ايندي. اهڙيءَ طرح هو ٿوراٿو ٿيندو جيڪڏهن مان مٿئين منزل جي هڪ ڪمري ۾ هليو وڃان ۽ عوام کي ٿاري ڇڏيان. مون هن کي يقين ڏياريو تہ، مان هن کي نقصان پهچائڻ يا حڪومت جي ناراضگيءَ جو شڪار بڻجڻ نہ ٿو چاهيان، اهڙيءَ طرح مان مٿئين منزل جي هڪ ڪمري ۾ هليو ويس.

پوليس سپرينٽينڊنٽ ڍاڪا جي نواب جو مائٽ هو. هو ۽ ان جي گهرواري ٻئي منهنجي نظرداري ڪري رهيا هئا ۽ هن جي گهرواريءَ جو اصرار هو تہ مان هڪ آٽوگراف بڪ تي صحيح ڪريان. هن مون کي آرام پهچائڻ جي هر ممڪن ڪوشش ڪئي.

هاڻي مون کي خبر پئي تہ، مون کي بنڪورا ڏانهن ونڃي وڃن ٿا. گاڏي پليٽ فارم تي ڇئين وڳي ويجهو پهتي ۽ ان کان ٿوري دير پوءِ مون کي پنهنجي دبي ۾ پهچايو ويو. ان وقت تائين پليٽ فارم تي ڪافي رش ٿي چڪي هئي. مقامي ماڻهن کي ڇڏي ڪلڪتي، الهآباد ۽ لکنوءَ مان بہ ڪافي ماڻهو آيا هئا. پوليس سپرينٽنڊنٽ ۽ ان جو انسپيڪٽر، ٻئي ان تشويش ۾ مبتلا هئا تہ مان ڪنهن سان بہ ملي نہ سگهان. اُس تيز هئي ۽ انهن منهنجي لاءِ هڪ ڇٽي آندي هئي. جنهن کي انسپيڪٽر سنڀالي رکيو هو، پر ان فڪر ۾ تہ مان ميڙ کان لڪل رهان، هن ڇٽيءَ کي جهڪايو ايستائين جو اها منهنجي مٿي تي ٽڪي پئي. ان جو مقصد اهو هو تہ ماڻهو منهنجو منهن نہ ڏسي سگهن. هن جو خيال هو تہ، ان طريقي سان ماڻهن جو ڌيان حاصل ڪرڻ کان سواءِ هو مون کي ڪمپارٽمينٽ پهچائيندو.

مون کي ڪنهن سان ملڻ جي ڪا خاص خواهش نہ هئي، پر جڏهن مون ڏٺو تہ ماڻهو ڪلڪتي، الهآباد ۽ لکنوءَ کان منهنجي ديدار لاءِ آيا آهن تہ مون کي اها ڳالهہ نامناسب لڳي تہ انهن کي هڪ جهلڪ بہ نہ ڏيکاريان. اهڙيءَ طرح مون انسپيڪٽر کان ڇٽي ورتي ۽ ان کي بند ڪيو. هاتي ماڻهو مون ڏانهن ڊوڙيا. پر مون انهن کي ويهڻ لاءِ چيو. ظاهر آهي تہ منهنجي لاءِ فرداً فرداً انهن سان ملڻ ناممڪن هو. پوءِ بہ مون عمومي

طور تي انهن سان ڳالهايو ۽ ڪلندي چيو: پوليس سپرينٽينڊنٽ ۽ انسپيڪٽر هر گهڙي وڏڪان وڏ پريشان ٿي رهيا آهن ۽ مان نـٿو چاهيان تـه ان سخت گرميءَ ۾ مٽي جي سور ۾ مبتلا ٿي وڃان.

ماڻهن کي خدا حافظ چوڻ جي انداز ۾ هٿ هلائي مان پنهنجي دٻي ۾ ويس. پر ميڙ چئني طرفن کان وڪوڙي ويو. پليٽ فارم تي موجود ماڻهن کانسواءِ، پليٽ فارم جي چوڌاري بـه ڪافي ماڻهو گڏ ٿي ويا ۽ ٻئي پاسي کان منهنجي دٻي تائين اچي ويا. جلدي ٽـرين هلي ۽ سٽين وڳي تائين اسان بنڪورا پهچي وياسين. بنڪورا جي پوليس سپرينٽينڊنٽ ۽ ٻين عهديدارن مون کي لاٿو ۽ شهر کان ٻاهر هڪ ٻـه منزلـه بنگلي تائين مون سان گڏ آيا.

اها اپريل جي شروعات هئي ۽ ڏينهن گرم ٿي رهيا هئا. بهرحال مان جڏهن پهرين منزل جي ورانڊي ۾ ويٺس تـه محسوس ٿيو تـه شام جي خوشگوار هوا جا جهونڪا منهنجي منهن سان کيڏي رهيا هئا. صبح ۽ شام هتي خراب نـه هوندي هئي. پر ڏينهن جو گرمي تمام وڌي ويندي هئي. مون وٽ بجليءَ جو هڪ پکو هو ۽ برف بـه هئي. پر ٻپهريءَ جي وقت ايتري گرمي ٿيندي هئي جو ان سان ڪم هلي نـه سگهندو هو. ڪلڪيٽر هفتي ۾ هڪ دفعو ملڻ ايندو هو.

هڪ ڏينهن هن چيو تـه هو حڪومت کي پهرين ئي لکي چڪو آهي تـه مان هاڻي بنڪورا ۾ وڌيڪ نـٿو رهي سگهان. هن کي جواب جو انتظار هو ۽ جيئن ئي اهو جواب موصول ٿيو تـه هو مون کي ڪنهن ٺـڌي جڳهه تي موڪليندو.

سٺو بورچي ملڻ هميشـه ڏکيو هوندو آهي. بنڪورا ۾ شروع ۾ ڪجهه ڏکيائي پيش آئي، پر جلدي هڪ تمام سٺو بورچي ملي ويو. مون حڪومت کي چيو تـه منهنجي لاءِ امرت بازار پتريڪا بـه گهرائي. ڊپٽي ڪمشنر جي چيف سيڪريٽريءَ سان مشوري کان پوءِ اهو انتظام بـه ٿي ويو.

مان پهرين ئي ذڪر ڪري چڪو آهيان تـه قلعي احمد نگر ۾ داخلا جي وقت منهنجو ريڊيو سيٽ مون کان ورتو ويو هو. ڪجهه ڏينهن کان پوءِ چيتا خان مون کان پڇيو تـه ڇا هو ان کي استعمال ڪري سگهي ٿو؟ مون خوشيءَ سان اجازت ڏني پر احمد نگر کان رخصت ٿيڻ تائين مون کي ريڊيو نظر نـه آيو. جڏهن مان بنگال منتقل ٿيڻ لڳس تـه ريڊيو بـه منهنجي سامان سان رکيو ويو. هاڻي مون ان کي استعمال ڪرڻ چاهيو تـه خبر پئي تـه اهو خراب آهي. بنڪورا جي ڊپٽي ڪمشنر هڪ ٻيو سيٽ منهنجي لاءِ ڏنو ۽ ڪافي عرصي کان پوءِ ٻين ملڪن مان سٺو سٺيون خبرون ٻڌي سگهيس.

اپريل جي آخر ۾ پريس جي خبرن مان مون کي خبر پئي تـه آصف علي بنالي جيل ۾ سخت بيمار آهي. هڪ ڏکهي عرصي تائين هن تي بيهوشي طاري هئي ۽ هن جي بچڻ جي

اميد باقي نہ رهي هئي. حڪومت فيصلو ڪيو تہ هن کي آزاد ڪيو وڃي ۽ هن کي دهلي واپس موڪليو وڃي.

اپريل يا مئي ۾ هندستان جي سياسي صورتحال تي وڌيڪ ڳالهہ ٻولهہ لاءِ لارڊ ويول لنڊن ويو. مئي جي آخر ۾ هو هندستان واپس اچي ويو. هڪ شام جو دهليءَ ڪان نشريات ٻڌڻ وقت منهنجي ڪَن تي اها ڳالهہ پئي تہ پوين برطانوي واعدن مطابق، هندستاني سياسي مسئلي کي حل ڪرڻ جي لاءِ نوان قدم کنيا ويندا. شملہ ۾ هڪ ڪانفرنس بہ ٿيندي، جنهن ۾ ڪانگريس، مسلم ليگ ۽ ٻين سياسي پارٽين جا اڳواڻ سڏيا ويندا. ورڪنگ ڪميٽيءَ جي صدر ۽ ميمبرن کي آزاد ڪيو ويندو تہ جيئن ڪانگريس ڪانفرنس ۾ شريڪ ٿي سگهن.

ٻئي ڏينهن مون ٻڌو تہ منهنجي ۽ منهنجي ساٿين جي آزاديءَ جا حڪم جاري ڪيا ويا آهن. اها خبر مون نائين وڳي ڌاري ٻڌي. ڊسٽرڪٽ مئجسٽريٽ بہ اها نشريات ٻڌي ۽ ڏهين وڳي مون ڏانهن پيغام موڪليو تہ هن نشريات تہ ٻڌي آهي، پر ڪو سرڪاري حڪم اڃا تائين نہ مليو آهي. جيئن ئي اهو حڪم ملندو، هو مون کي ان کان آگاهہ ڪندو. اهڙيءَ طرح اڌرات جو جيلر آيو ۽ مون کي آزاديءَ جو حڪم پڙهي ٻڌايو ۽ مون کي ٻڌايائين تہ ڪلڪتہ ايڪسپريس بنڪورا کان صبح جو پنجين وڳي رواني ٿي چڪي آهي. منهنجي لاءِ ان ٽرين ۾ هڪ فرسٽ ڪلاس ڪوپو مخصوص ڪيو وڃي ٿو.

ڪجهہ ڪلاڪن اندر ڪلڪتي کان اخباري نمائندا مون سان ملڻ لاءِ آيا. مقامي ماڻهو بہ هزارن جي تعداد ۾ آيا. ساڍي ٽين وڳي ٽيپهريءَ جو مقامي ڪانگريس ڪميٽيءَ هڪ ميٽنگ جو اهتمام ڪيو، جنهن ۾ مون شرڪت ڪئي ۽ مختصر خطاب ڪيو. وري ايڪسپريس جي ذريعي مان ڪلڪتي جي لاءِ روانو ٿي ويس ۽ ٻئي ڏينهن صبح جو هوڙہ پهتس.

هوڙہ اسٽيشن ۽ پليٽ فارم تي ماڻهن جو سمنڊ اٿلي پيو هو. تمام وڏي مشڪل سان مان پنهنجي دٻي مان لٿس ۽ پنهنجي ڪار ۾ ويٺس. بنگال ڪانگريس جو صدر مسٽر لايانيہ پريادت ۽ ٻيا ڪيترائي مقامي اڳوان ڪار ۾ مون سان گڏ هئا. اسان هلڻ وارا ئي هئاسين تہ، مون ڏٺو تہ منهنجي ڪار جي آڏو هڪ بينڊ وڄي رهيو آهي. مون مسٽر دت کان پڇيو تہ، اهو بينڊ ڇو ڪٺي آيا آهن. هن جواب ڏنو تہ، اهو منهنجي آزاديءَ جو جشن ملهائڻ جي لاءِ آهي. مون کي اهو سٺو نہ لڳو ۽ مون انهن کي چيو تہ، اهو خوشي ملهائڻ جو موقعو نہ آهي مان اهو ميڄان ٿو تہ، مون کي آزاد ڪيو ويو آهي پر منهنجا هزارين دوست ۽ ساٿي جيلن ۾ آهن.

منهنجي درخواست تي بينڊ روڪيو ويو ۽ هٽايو ويو. ڪار جنهن وقت هوڙہ پل

کي پار ڪري رهي هئي. منهنجو ذهن گذريل ڏينهن ڏانهن سفر ڪرڻ لڳو. مون کي اهو ڏينهن ياد آيو، جڏهن تي سال اڳ ورڪنگ ڪميٽي ۽ اي- آءِ- سي- سي جي ميٽنگن ۾ شرڪت لاءِ مان بمبئي روانو ٿيو هئس. منهنجي گهر واريءَ مون کي رخصت ڪرڻ لاءِ گهر جي دروازي تائين آئي هئي. هاڻي ٿن ورهين کان پوءِ مان موٽي رهيو هئس، پر هوءَ پنهنجي قبر ۾ هئي ۽ منهنجو گهر خالي هو .مون کي وردس ورٿ جون هي سِٽون ياد اچي ويون:

پر هوءَ، پنهنجي قبر ۾ آهي، ۽، آه

منهنجي لاءِ دنيا ڪيتري بدلجي وئي آهي!

مون پنهنجي ساٿين کي چيو تہ هو ڪار موڙين. چو تہ مان گهر وڃڻ کان پهرين هن جي قبر تي حاضري ڀرڻ چاهيان ٿو. ڪار ۾ ڪافي گل پيا هئا. مون ڪجھ کنيا ۽ هن جي قبر تي رکيا ۽ خاموشيءَ سان فاتحہ پڙهيم.

# شمله ڪانفرنس

جنگ جي شروعات کان ئي آمريڪي راءِ عامه اهو دٻاءُ وجهي رهي هئي ته، برطانيا هندستان کي آزادي ڏئي. پرل هاربر تي جپاني حملي کان پوءِ آمريڪا سڌو سنئون جنگ ۾ ملوث ٿي ويو. صدر روز ويلٽ چرچل آڏو هرهر اهو سوال اٿاريو ۽ شايد انگريز هاڻي سوچڻ لڳا هئا ته آمريڪي مطالبا ميڙڻ لاءِ ڪجھ ڪرڻو پوندو. جنهن وقت ڪرپس مشن آيو، بي- بي- سي جي اوورسيز سروس تان هرهر نشر ڪيو ويو ته هندستان کي پنهنجي آزادي کٽڻ ۽ جنگ جي باري ۾ آزاد فيصلو ڪرڻ جو موقعو مليو آهي. صدر روز ويلٽ جو هڪ ذاتي نمائندو هندستان به آيو ۽ منهنجي لاءِ هن جو هڪ خط آندائين. ان خط ۾ صدر اها اميد ظاهر ڪئي هئي ته هندستان ڪرپس جي پيشڪش کي قبول ڪندو ۽ اتحادين جي طرفان جنگ ۾ شامل ٿي ويندو. پر ڪرپس مشن ناڪام رهيو ۽ صورتحال جيئن جو تيئن رهي.

آگسٽ 1942ع ۾ جڏهن اسان کي گرفتار ڪيو ويو، ان آمريڪا ۾ هڪ ناخوشگوار ردعمل پيدا ڪيو هو. ان وقت اسان کي خبر نه پئي هئي، پر پوءِ اها خبر پئي ته ماڻهن برطانوي قدم تي شديد ناپسنديدگيءَ جو اظهار ڪيو هو.

سينيٽ (Senate) آف ريپريزنٽيٽو (House of Representative) ۾ ان معاملي تي بحث ٿيو هو ۽ ڪجھ سخت تقريرون به ٿيون هيون.

يورپ ۾ جيئن جيئن جنگ جي صورتحال بهتر ٿيندي وئي، آمريڪي هندستان جي سياسي مسئلي جي حل جي لاءِ نئين سري سان دٻاءَ وڌائڻ لڳا. ٿي سگهي ٿو ته اهو به هڪ سبب رهيو هجي، جنهن جي ڪري اهو فيصلو ڪيو ويو ته لارڊ ويول ۽ هندستان جي لاءِ سيڪريٽري آف اسٽيٽ جي وچ ۾ ڳالھ ٻولھ جي نتيجي ۾ هڪ گول ميز ڪانفرنس سڏائي وڃي. يورپ ۾ جنگ عملي طور تي اپريل ۾ ختم ٿي چڪي هئي، پر ايشيا ۾ ان جي جلد خاتمي جا آثار نه هئا. جپان جي قبضي ۾ اڃان به وسيع علائقا هئا ۽ هن جي پنهنجي سرزمين کي عملي طور تي ڪھن هٿ به نه لڳايو هو. جنگ جي يورپي ٿيٽر ۾ آمريڪي هٿيارن جو اڳ کان وڌيڪ ڀيرا استعمال ٿيندو ڏسجي چڪو هو، پر ان جي نتيجي ۾ اڃا تائين جپاني شڪست جو ڪو به امڪان نظر نه پيو اچي. آمريڪا

لاءِ جپان جي شڪست جرمنيءَ جي شڪست کان به وڌيڪ اهميت رکي پئي. آمريڪين سمجهيو ته هندستانين جي مڪمل حمايت حاصل ٿي وڃي ته جپان کي شڪست ڏيڻ سولي ٿي پوندي. جپان ان وقت برما، سنگاپور ۽ انڊونيشيا تي قابض هو. انهن سڀني علائقن ۾ سڀ کان وڌيڪ مدد هندستان ڏئي سگهي پيو.

هٽلر يورپ ۾ شڪست کائي چڪو هو، پر جپان کي جلد هارائڻ جي لاءِ هندستاني تعاون ضروري هو. اهو هڪ خاص سبب هو، جنهن جي ڪري هندستاني حمايت حاصل ڪرڻ لاءِ آمريڪي دٻاءُ وڌي رهيو هو.

ڪلڪتو انهن ڏينهن ۾ اوير ۾ آمريڪي فوج جي سڀ کان وڏن مرڪزن مان هڪ هو. ان ڪري اتي آمريڪي اخباري نمائندا ۽ فوجي آفيسر تمام گهڻا هئا. انهن کي مون سان ملڻ جو اشتياق هو. ڪلڪتي پهچڻ جي ٻئي ڏينهن انهن مان ڪجھ مون وٽ ملاقات لاءِ آيا. فضول ڳالهيون ڪرڻ کان سواءِ، هو سڌو سنئون اصل مسئلي تي اچي ويا. انهن مون کان سوال ڪيو ته، وائسراءِ جيڪا پيشڪش ڪئي آيو آهي، ان سلسلي ۾ ڪانگريس جو ردعمل ڪهڙو هوندو؟ مون جواب ڏنو ته، جيستائين مونکي ان پيشڪش جي تفصيل جي خبر نه پوندي تيستائين مان ڪو قطعي جواب ڏيڻ جي پوزيشن ۾ نه آهيان. جيستائين هندستان برطانيا جي سياسي اقتدار جي تابع رهندو، اها ڳالھ واضح آهي ته اهو جنگ جي سلسلي ۾ ڪنهن جوش ۽ خروش جو احساس نه ٿو ڪري سگهي. اهو ماڻهو جنهن جا هٿ ٻڌل هجن ته اهو ڀلا ڪيئن انهن ئي ماڻهن جي دشمن سان لڙائيءَ جي لاءِ پر جوش ٿي سگهي ٿو، جن انهن کي ٻڌو آهي؟

ان جواب کي انهن اهو سوال ڪندي رد ڪيو ته، ائٽلانٽڪ چارٽر ذريعي هندستان جي آزاديءَ جي ضمانت نه ڏني وئي هئي. مون جلدي اهو جواب ڏنو ته، مون ان چارٽر کي ڪٿي به لکيل نه ڏٺو آهي ۽ مون کي خبر نه آهي ته اها ڪهڙي شيءِ آهي ۽ ڪٿي آهي؟

مون وڌيڪ چيو ته، گهڻو ڪري انهن جو اشارو ان بيان ڏانهن آهي جيڪو صدر روز ويلٽ چرچل سان پنهنجي ڳالھ ٻولھ کان پوءِ جاري ڪيو هو. صدر چيو هو ته، جنگ کان پوءِ سڀني ملڪن کي پنهنجي راءِ جو حق جي اصول مطابق پنهنجي مستقبل جي فيصلي جو موقعو ڏنو ويندو. جڏهن چرچل کان پارليامينٽ ۾ اهو سوال ڪيو ويو ته، ڇا هندستان جي مستقبل جو فيصلو ان ئي بيان تي ڪيو ويندو ته هن زور ڏيندي قطعي طور تي چيو هو ته نه! هن هڪ دفعو نه پر ٽي دفعا اهو اعلان ڪيو هو ته اهو نام نهاد چارٽر هندستان تي لاڳو نه ٿيندو ۽ اها ڳالھ واضح ڪئي هئي ته صدر جو بيان هندستان تي لاڳو نه ٿيندو. جڏهن مسٽر روز ويلٽ جو ڌيان مسٽر چرچل جي بيان ڏانهن ڪرايو ويو ته صدر اعتراف ڪيو ته، برطانوي وزير اعظم سان ان جي ڳالھ ٻولھ جو

ڪو ريڪارڊ نہ آهي. اهڙيءَ طرح چرچل جو اهو بيان ڪابہ سياسي قدر ۽ قيمت نہ ٿو رکي ۽ نہ ئي ان تي عائد ٿئي ٿو.

آمريڪي اخباري عيوضي انهن خبرن کان بيخبر نہ هئا. ان ڪري جڏهن مون چيو تہ، چارٽر ڪهڙي شيءِ آهي ۽ ڪٿي آهي تہ انهن صرف مرڪيو. انهن ۾ هڪ عورت بہ هئي. هن مون کان سوال ڪيو تہ، چارٽر وجود جي متعلق منهنجي ڳالہ جو اشارو صدر جي ان اعتراف ڏانهن تہ نہ آهي تہ، مسٽر چرچل سان ان جي ڳالہ ٻولہ جو ڪو تحريري ريڪارڊ نہ ٿو ملي.

مون چيو، بيشڪ اها ئي ڳالہ منهنجي ذهن ۾ هئي. آخري سوال جيڪو هنن مون کان پڇيو، اهو هو تہ، ويول جي پيشڪش ڪانگريس منظور ڪئي تہ ڇا مان فوج ۾ هندستانين جي جبري ڀرتيءَ جي حمايت ڪندس؟

مون جواب ڏنو تہ، جيڪڏهن هندستان کي ان جي آزاديءَ جو يقين ڏياريو وڃي تہ هو رضامندانہ طور تي جنگ ۾ شامل ٿي ويندو. ان وقت اسان جو پهريون فرض قومي طاقت کي ڪم آڻڻ هوندو. اسان جبري ڀرتيءَ جي حمايت ڪنداسين.

اخباري عيوضين کي مون پنهنجو اهو بيان ياد ڏياريو، جيڪو گهڻو اڳ 1940ع ۾ انڊين نيشنل ڪانگريس جي صدر جي حيثيت سان مون ڏنو هو. مون اهو اعلان ڪيو هو تہ، جيڪڏهن هندستان جو سياسي مسئلو حل ٿي وڃي ٿو، تہ هو نہ صرف اهو تہ پنهنجي مرضيءَ سان جنگ ۾ شامل ٿي ويندو، پر جبري ڀرتيءَ جي بہ حمايت ڪندو ۽ هر تندرست نوجوان مرد کي جنگ جي محاذ تي موڪليندو. ان وقت مون اهو بہ چيو هو تہ، اسان جي ڪوشش صرف جيئرو رهڻ نہ آهي، پر جمهوريت جي لاءِ جان ڏيڻ بہ آهي. اها افسوس جي ڳالہ آهي. مون چيو تہ، انگريزن اسان کي عزت سان مرڻ جو موقعو نہ ڏنو ۽ اسان جي پيشڪش رد ڪئي.

14 جون 1945ع تي هندستان جي لاءِ اسٽيٽ سيڪريٽري مسٽر ايل- ايس- ايمبري هائوس آف ڪامنز ۾ هڪ بيان ڏنو، جنهن ۾ هن اهو اعلان ڪيو تہ، هندستان کي هڪ آزاد ملڪ طور تي جنگ جي باري ۾ فيصلي جو پورو اختيار ڏنو ويندو. وڌيڪ ان سوال تي تہ ڇا انڊين نيشنل ڪانگريس جي اڳواڻن کي حڪومت هلائڻ جي آزادي هوندي، مسٽر ايمبري چيو تہ، هو ڪانگريس ۽ مسلم ليگ جي نمائندن سان حڪومت جوڙڻ جي درخواست ڪري رهيو آهي. اهڙيءَ طرح ڪانگريس کي پنهنجي پسند مطابق ڪي بہ نمائندا چونڊڻ جي پوري آزادي هوندي.

ان بيان هندستان ۾ اهو عام تاثر پيدا ڪيو تہ، آخرڪار هندستاني سياسي مسئلو هاڻي حل ٿيڻ جي ويجهو آهي. ماڻهو اهو محسوس ڪرڻ لڳا تہ هاڻي هڪ سبب موجود آهي، جنهن جي بنياد تي ڪانگريس پيشڪش کي نامنظور بہ ڪري سگهي

تي. مونکي هر روز سوَن جي تعداد ۾ ٽيليگرام ۽ خط ملڻ لڳا، جن ۾ مون تي اهو دٻاءُ وڌو ويندو هو تہ ڪانگريس کي پيشڪش قبول ڪرڻ گهرجي. مون جڏهن ملڪ ۾ اهو ماحول ڏٺو تہ پريس ڏانهن هڪ مختصر بيان موڪليو. مان ان ڳالھ جي نشاندهي ڪئي تہ ڪانگريس ذميواريءَ کان ڪڏهن بہ نہ لنوايو آهي، پر هميشہ ان جو آدرڀاءُ ڪيو آهي. جيڪڏهن هندستان کي اهو موقعو ڏنو وڃي ٿو تہ پنهنجي سياسي ۽ انتظامي تقدير جو فيصلو اها پاڻ ڪري تہ منهنجي تمام ڪوشش اها ئي هوندي تہ ان چئلينج کي قبول ڪيو وڃي. مون قطعي طور تي اهو اعلان ڪيو تہ مان آزاديءَ جو ايوان جوڙڻ چاهيان ٿو. منهنجو رويو تخريبي نہ، پر تعميري آهي.

پنهنجي آزديءَ جي ٻئي ڏينهن، ڪلڪتي ۾ مون کي وائسراءِ طرفان گول ميز ڪانفرنس ۾ شرڪت جو دعوت نامو مليو، جيڪا 25 جون تي شملہ ۾ ٿيڻ واري هئي. مون جواب ڏنو تہ، مون 21 جون 1945ع تي بمبئيءَ ۾ ورڪنگ ڪميٽيءَ جي ميٽنگ گهرائي آهي. ورڪنگ ڪميٽي ان خط تي غور ڪندي ۽ پنهنجا نمائندا نامزد ڪندي. مون ان کي اهو بہ لکيو تہ ڪانفرنس کان پهرين مان ان سان ملڻ چاهيندس ۽ اهو پڇيو تہ احمد نگر جيل مان منهنجي خط و ڪتابت هن سان ٿي هئي، ان کي جاري ڪيان تہ هن کي ڪو اعتراض تہ نہ ٿيندو.

ان وقت منهنجي صحت تمام خراب هئي. منهنجو وزن چاليهن پائونڊن کان وڌيڪ گهٽجي ويو هو ۽ مان مشڪل سان ڪجھ کائي سگهان پيو. مون کي هڪ همہ گير قسم جي ڪمزوري هئي ۽ مان پاڻ کي گهڻو ٿڪل محسوس ڪريان پيو. ڊاڪٽرن مشورو ڏنو تہ مان وائسراءِ سان ڪانفرنس کي ٻن هفتن جي لاءِ ملتوي ڪرڻ لاءِ درخواست ڪريان. اهڙيءَ طرح مون کي علاج ۽ صحت کي بحال ڪرڻ جو موقعو ملي ويندو. مون بهرحال ان کي مناسب نہ سمجهيو تہ ذاتي صحت جي بنيادن تي هڪ اهڙي عاليشان ڪانفرنس جي التوا جي درخواست ڪيان.

مون ان وقت همايون ڪبير کي جيڪو ان وقت بنگال ليجسليٽو ڪائونسل جو هڪ سرگرم ميمبر هو، اهو چيو تہ، شملہ ڪانفرنس دوران منهنجي سيڪريٽريءَ جا فرض انجام ڏئي. مون ان کي جواهر لال جي نالي هڪ پيغام سان گڏ پهرين ئي بمبئي موڪليو هو. جواهر لال کي مون اهو چيو هو تہ، ورڪنگ ڪميٽيءَ جي رسمي ميٽنگ کان اڳ ان کي مون سان ملي پنهنجو لائحہ عمل تيار ڪرڻ گهرجي. جواهر لال منهنجي تجويز سان اتفاق ڪيو ۽ چيو تہ، ان ئي طريقيڪار جو خيال هن جي ذهن ۾ بہ آيو هو.

21 جون تي مان بمبئي پهتس. حسب معمول ڀولا ڀائي ڊيسائيءَ سان رهئس. هي اهو ئي ڪمرو هو، جتان مون کي 9 آگسٽ 1942ع جي صبح جو گرفتار ڪيو ويو هو. جڏهن مان وراندي ۾ ويٺو هئس ۽ دوستن سان ڳالهيون ڪري رهيو هئس تہ،

مشڪل سان يقين اچي پيو تہ ان واقعي کي ٽي ورهيہ گذري ويا آهن ۽ مون کي ائين لڳو تہ اها ڪالھ جي ئي ڳالھ آهي. ۽ 19 آگسٽ کان پوءِ جڻ ڪو واقعو ٿيو ئي نہ آهي. چاتل سجاتل آسپاس ۽ پراڻا دوست، سڀ ڪجھ اهو ئي هو. منهنجي آڏو افق تي عربي سمنڊ ڦهليل هو.

گانڌيءَ پنهنجي عام روش مطابق برلا هائوس ۾ ترسيل هو. مون ورڪنگ ڪميٽيءَ جي ميٽنگ اتي ئي رکي تہ جيئن سولائيءَ سان هو ان ۾ حصو وٺي سگهي. مون ورڪنگ ڪميٽيءَ کي ان دعوت نامي جي باري ۾ ٻڌايو، جيڪو مون کي شملہ ڪانفرنس ۾ شرڪت لاءِ مليو هو. ورڪنگ ڪميٽيءَ خط تي غور ڪيو ۽ فيصلو ڪيو تہ مون کي گول ميز ڪانفرنس ۾ ڪانگريس جي نمائندگيءَ جو اختيار ڏيڻ گهرجي. اهو اطلاع وائسراءِ ڏانهن موڪليو ويو جنهن بمبئي کان اسان جي سفر جو انتظام ڪرايو. هن هڪ هوائي جهاز اسان لاءِ وقف ڪيو، جنهن ۾ اسان انبالہ ويا سين، اتان اسان شملہ پهتاسين. هتي مان اهو واڌارو ڪندو هلان تہ بمبئيءَ مان روانو ٿيڻ کان اڳ ۾، وائسراءِ جي طرفان مون کي ان خط جو جواب مليو. جيڪو مون ڪلڪتي مان روانو ڪيو هو. هن ڪانفرنس کان اڳ ۾ مون سان ملڻ تي خوشيءَ سان پنهنجي رضامنديءَ جو اظهار ڪيو، پر خط و ڪتابت جاري ڪرڻ بابت اهو چيو تہ، مان شملہ اچي رهيو آهيان، ان ڪري هو ان مسئلي تي مون سان زباني ڳالھ ٻولھ ڪرڻ پسند ڪندو.

ان ڏينهن سخت گرمي هئي ۽ جڏهن اسان دهلي پهتاسين تہ مان پوري طرح ٿڪ ۾ چور هئس. انبالہ کان ڪالڪا تائين موٽر جو سفر ايجان بہ مشڪل ثابت ٿيو. رستي ۾ اسان کي ماڻهن جا ميڙ ملندا رهيا. ماڻهو اسان جي ڪار کي گهيرو ڪندا هئا. سائيڊ بورڊ تي بيهي رهندا هئا ۽ ايستائين جو ڇت تي چڙهي ويندا هئا. سخت ترين دشوراين سان اسان اڳتي وڌي سگهيا سين. ائين لڳي پيو تہ ماڻهو ديوانا ٿي پيا آهن ۽ اهي ڪار کي ان وقت رستو ڏيندا هئا، جڏهن اسان هر هر انهن کي منٿون ڪندا هئاسين تہ، اسان کي وڃڻ ڏين تہ جيئن دير نہ ٿئي. رات جو ڏهين وڳي ڌاري اسان شملہ پهتاسين. اسان سڌو سيواءِ هوٽل وياسين، جتي اسان لاءِ ڪمرا مخصوص ڪيا ويا هئا.

ٻئي ڏينهن صبح جو مون وائسراءِ سان ملاقات ڪئي. هن خوش اخلاقيءَ سان منهنجو آدرياءُ ڪيو ۽ برطانوي حڪومت طرفان جيڪي تجويزون آنديون هيون، مختصر طور تي انهن جي وضاحت ڪئي. هن چيو تہ، جنگ جي عرصي تائين ڪھڙي بہ نموني ڏور رس آئيني تبديليون نہ ڪيون وينديون، پر وائسراءِ جي انتظامي مجلس مڪمل طور تي هندستاني هوندي ۽ هو اها رسم قائم ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو تہ وائسراءِ هميشہ انتظامي مجلس جي مشوري تي عمل ڪري.

هن مون کي درخواست ڪئي ته. حڪومت تي ڀروسو رکان. ان جي مخلصانه خواهش اها هئي ته جنگ ختم ٿيندي ئي هندستان جو مسئلو حل ٿيڻ گهرجي. هن اها نشاندهي ڪئي ته جنگ هاڻي ختم ٿيڻ تي هئي. اهڙيءَ طرح هندستان جي حق ۾ اهو سٺو ٿيندو ته پيشڪش قبول ڪري ۽ جنگ کي هڪ فتحمندانه خاتمي ڏانهن وٺي وڃڻ ۾ انگريزن سان تعاون ڪري. ان کان پوءِ هن مسلم ليگ جو ذڪر ڪيو ۽ چيو ته. ڪانگريس ۽ مسلم ليگ ۾ مصالحت لازمي طور تي ٿيڻ گهرجي.

مون هن کي صاف چيو ته، مفاهمت تمام مشڪوڪ نظر اچي ٿي. اهي ماڻهو جن جي هٿن ۾ مسلم ليگ جي اڳواڻي آهي، اهو تاثر ڏيڻ جي ڪوشش ڪن ٿا ته، انهن کي حڪومت جي حمايت حاصل آهي ۽ ان ڪري هو ڪو به معقول شرط قبول نه ڪندا.

وائسراءِ زور ڏئي چيو ته. حڪومت جي طرفان ليگ جي حمايت ڪرڻ جو ڪو به سوال ئي پيدا نه ٿو ٿئي. جيڪڏهن مسلم ليگ جا اڳواڻ ان قسم جو ڪو به خيال رکن ٿا ته، اهي غلطيءَ تي آهن. هن مون کي يقين ڏياريو ته حڪومت غير جانبدار هئي ۽ غير جانبدار رهندي. پوءِ مون احمد نگر جيل مان ساڻس پنهنجي خط و ڪتابت جو سوال اٿاريو ۽ اها اميد ظاهر ڪئي ته ان جي اشاعت تي هن کي ڪو اعتراض نه هوندو.

وائسراءِ چيو ته. هن کي اعتراض نه هوندو. جيڪڏهن واقعي مان ان لاءِ مشتاق هجان، پر هن کي ائين لڳي پيو ته. في الوقت ان جي اشاعت افسوسناڪ هوندي. هن اها نشاندهي ڪئي ته اسان اجا ان ڪوشش تحت ملي رهيا آهيون ته، هندستاني مسئلو هڪ نئين جذبي سان حاصل ڪيو وڃي ۽ ان جي خواهش آهي ته ماڻهو ماضيءَ جي تلخين کي وسارين. جيڪڏهن اهڙي وقت ۾ پراڻيون يادون تازيون ڪيون وڃن ته فضا بدلجي ويندي ۽ دوستي ۽ رفاقت جي جاءِ تي بي اعتمادي ۽ غصي جي جڳهه وٺندي. هن مون کي گذارش به ڪئي ته مان ان خط و ڪتابت جي اشاعت تي اصرار نه ڪريان ۽ چيو ته، مان جيڪڏهن هن جو اهو مشورو مڃيو ته هو احسانمند رهندو.

مون محسوس ڪيو ته. وائسراءِ پنهنجي رويي ۾ مخلص آهي ۽ حقيقت ۾ اهو چاهي پيو ته. فضا ۾ تبديلي اچي وڃي. مون هن کي ٻڌايو ته، هن جي خواهش ۾ مان به هن سان گڏ آهيان ته اسان کي هڪ نئون ماحول پيدا ڪرڻ گهرجي. مان اهڙي ڪا به ڳالهه نه ڪندس جيڪا ان تبديليءَ جي لاءِ نقصانڪار هجي ۽ ان ڪري مون کي ان جو مشورو قبول آهي.

وائسراءِ ٻيهر اها ڳالهه ورجائي ته ان رويي تي هو منهنجو شڪرگذار آهي. ان کان پوءِ وائسراءِ پنهنجي تجويز جا تفصيل بيان ڪيا. منهنجو پهريون ردعمل اهو هو ته پنهنجي مواد جي لحاظ کان ان تجويز ۽ ڪرپس جي پيشڪش ۾ ڪو به فرق نه آهي. پر

حالتن ۾ هڪ مادي فرق ضرور آهي. ڪرپس جي پيشڪش ان وقت آڏو آئي جڏهن انگريزن کي هندستاني تعاون جي شديد ضرورت هئي. پر اڄ يورپ ۾ جنگ ختم ٿي چڪي آهي ۽ اتحادين هٽلر تي فتح حاصل ڪئي آهي. ان جي باوجود برطانوي حڪومت هندستان ۾ هڪ نئين سياسي فضا پيدا ڪرڻ لاءِ پنهنجي پوئين پيشڪش ورجائي آهي.

مون وائسراءِ کي ٻڌايو تہ، انڊين نيشنل ڪانگريس مون کي اختيار ڏنو آهي تہ، انهن جي طرف کان جيڪو چاهيان ڪريان، پر انجي باوجود ڪو بہ قطعي جواب ڏيڻ کان پهرين مان پنهنجي ساٿين سان مشورو ڪرڻ چاهيندس. ان ڪري مون شملہ ۾ ورڪنگ ڪميٽيءَ جي ميٽنگ سڏائي آهي تہ جيئن تجويز تي غور ڪيو وڃي. اهڙيءَ طرح مان ڪانگريس جي آڏو ڪانگريس جو فيصلو پيش ڪري سگهندس. مان بهرحال لارڊ ويول کي يقين ڏياريو تہ منهنجي ڪوشش هڪ حل ڳولهڻ لاءِ هوندي، دشواريون پيدا ڪرڻ لاءِ نہ!

منهنجي آڏو وائسراءِ تجويزون بيان ڪيون تہ، مان ان جي صاف گوئي ۽ خلوص کان متاثر ٿيس. مون ڏٺو تہ هن جو رويو ڪنهن سياستدان جو نہ، پر هڪ سپاهيءَ جو آهي. هو ٿورن لفظن ۾ ۽ سڌي سنئين انداز ۾ ڳالهيون ڪندو هو ۽ هيڏانهن هوڏانهن جي ڳالهين ۾ منجهڻ کان سواءِ اصل نڪتي تي اچي ويندو هو. او چتو مون کي احساس ٿيو تہ، هن جو رويو ڪرپس جي رويي کان گهڻو مختلف آهي. ڪرپس پنهنجي تجويزن کي ان حد تائين سٺي روشنيءَ ۾ ڏيکارڻ جي ڪوشش ڪئي هئي، جنهن حد تائين ممڪن ٿي سگهي پيو. هن پنهنجي مضبوط نڪتن کي وڌائي پيش ڪيو ۽ ڪمزورين کي لڪائڻ جي ڪوشش ڪئي.

لارڊ ويول ڪنهن رنگ آميزيءَ جي ڪوشش نہ ڪئي ۽ بنا شڪ جي هو مون کي مرعوب ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪري رهيو هو. هن برجستي انداز ۾ چيو تہ جنگ اڃان جاري آهي ۽ جپان هڪ طاقتور حريف آهي. اهڙيءَ صورتحال ۾ برطانوي حڪومت ڪو ڏوررس قدم کڻڻ تي آماده نہ آهي. اهڙين ڳالهين لاءِ جنگ جي خاتمي جو انتظار ضروري آهي. پر هن جو خيال هو تہ ڏور رس تبديلين لاءِ هن وقت بنياد رکي سگهجن ٿا. انتظامي مجلس بلڪل هندستاني هوندي. اهڙيءَ طرح ملڪ جا اعليٰ ترين انتظام هندستاني هوندا. هڪ دفعو اهو ٿي وڃي تہ پوءِ هڪ نئين صورتحال اڀرندي ۽ جنگ کان پوءِ وڌيڪ ترقي يقيني ٿي ويندي.

لارڊ ويول سان منهنجي ڳالهہ ٻولهہ شملہ ۾ هڪ نئين فضا پيدا ڪئي. ان رات هو هڪ سرڪاري دعوت جو اهتمام ڪري رهيو هو ۽ ائين لڳي پيو تہ مانيءَ وقت منهنجي باري ۾ هن گهڻا تعريفي جملا چيا. هن ٻين ڪانگريسي اڳواڻن جو ذڪر بہ ڪيو ۽ چيو

تہ انهن جي سياسي راءِ يا حڪومت سان انهن جا اختلاف جيڪي بہ هجن، اهي سٺا ماڻهو آهن. وائسراءِ جو اهو قول شملہ ۾ ڦهلجي ويو ۽ هن سرڪاري ۽ غير سرڪاري، ٻنهي حلقن ۾ هڪ نئين لهر دوڙائي. گهڻا ماڻهو جن هن وقت تائين ڪانگريس جي سلسلي ۾ سرد مهريءَ جو رويو اختيار ڪيو هو ۽ جيڪي مشڪل سان منهنجي وجود کي سڃاڻن پيا، انهن ۾ اوچتو اسان لاءِ جذبن ۾ گرمي اچي وئي. انهن منهنجي لاءِ ڪافي تحفا آندا ۽ مونکي اهو باور ڪرائڻ چاهيو تہ هو دل سان هميشہ ڪانگريس جا مداح ۽ حمايتي رهيا هئا.

24 جون جي ٽيپهريءَ جو سردار هرنام سنگهہ جي جڳهہ تي جتي گانڌي ترسيل هو، ورڪنگ ڪميٽيءَ جي ميٽنگ ٿي. مون وائسراءِ سان پنهنجي انٽرويو جو مختصر طور تي تفصيل پيش ڪيو ۽ ان راءِ جو اظهار ڪيو تہ، هن جي پيشڪش ڪرپس ڪان مختلف نہ آهي، پر اسان کي منظور ڪرڻ گهرجي. پنهنجي موقف جي تائيد ۾، مون بدليل حالتن ڏانهن اشارو ڪيو. يورپ ۾ جنگ هاڻي ختم ٿي رهي هئي ۽ جپان هاڻي وڌيڪ ڏينهن تائين بيهي نہ سگهندو. هڪ دفعو جنگ ختم ٿي وڃي تہ پوءِ انگريزن وٽ اسان جي تعاون جي ڳولها جو ڪو خاص سبب نہ رهندو. ان ڪري اسان لاءِ اها ڳالهہ مناسب نہ هئي تہ ويول جي پيشڪش کي رد ڪيو وڃي. اسان کي ان ڪانفرنس ۾ ان خيال سان شريڪ ٿيڻ گهرجي تہ جيڪڏهن شرط اسان جي لاءِ مناسب هجن تہ انهن کي قبول ڪيو وڃي.

هڪ ڊگهو بحث ٿيو، پر آخر ۾ ورڪنگ ڪميٽيءَ فيصلو ڪيو تہ ڪانفرنس ۾ اسان کي هيٺين نڪتن تي زور ڏيڻ گهرجي:

(1) وائسراءِ سان انتظامي مجلس جي تعلق جي سلسلي ۾ اسان وٽ هڪ واضح بيان هئڻ گهرجي. جيڪڏهن انتظامي مجلس ڪنهن متفق فيصلي تائين پهچي ٿي تہ ڇا ان جو فيصلو وائسراءِ کي بہ تسليم ڪرڻو پوندو يا وائسراءِ کي اهڙن معاملن ۾ فيصلي کي ڪالعدم قرار ڏيڻ جو اختيار هوندو؟

(2) فوج جي حيثيت جو بہ تعين هجڻ گهرجي. ان وقت فوج ۽ عوام جي وچ ۾ هڪ پيت بيٺل آهي، اُن کي بدلائڻ گهرجي تہ جيئن هندستاني اڳواڻن کي فوج سان رابطو قائم ڪرڻ جو موقعو ملي سگهي.

(3) برطانوي حڪومت هندستاني راءِ عامہ سان مشوري کان سواءِ هندستان کي جنگ ڏانهن ڌڪيو آهي. ڪانگريس ان پوزيشن کي قبول ڪرڻ کان انڪار ڪيو هو. جيڪڏهن ڪا مفاهمت ٿي وئي هئي ۽ هڪ نئين انتظامي مجلس جوڙي وئي هئي تہ ان کي ان جو حق هئڻ گهرجي تہ جنگ ۾ هندستان جي شرڪت جي سوال کي هو هندستاني ليجسليٽو اسيمبليءَ جي حوالي ڪري. جپان خلاف جنگ ۾ هندستان

صرف برطانوي فيصلي جي نتيجي ۾ شريڪ نہ ٿيندو، پر پنهنجن ئي نمائندن جي راءِ سان ٿيندو.

گانڌي جيڪو سڄي ميٽنگ ۾ موجود هو، ان فيصلي ۾ شريڪ هو، ان موقعي تي هن اهو سوال نہ اٿاريو تہ جنگ ۾ شرڪت جو مطلب هي آهي تہ ڪانگريس عدم تشدد تان دستبردار ٿي رهي آهي. ٻين لفظن ۾، هڪ لمحي لاءِ بہ هن تشدد يا عدم تشدد جو سوال نہ اٿاريو. ورڪنگ ڪميٽيءَ جا اهي ميمبر جيڪي ان مسئلي تي استعيفيٰ ڏئي چڪا هئا، اهي بہ ايترائي خاموش هئا.

وائسراءِ جي اعلان موجب ڪانفرنس ۾ انڊين نيشنل ڪانگريس ۽ مسلم ليگ جي صدر ڪان سواءِ، شيڊولڊ ڪاسٽ ۽ سکن جي نمائندن بہ شرڪت ڪئي. مرڪزي اسيمبليءَ ۾ ڪانگريس جا اڳواڻ ۽ مسلم ليگ جو ڊپٽي ليڊر، ڪائونسل آف اسٽيٽ ۾ ڪانگريس پارٽي ۽ مسلم ليگ جا اڳواڻ ۽ ان سان گڏ اسيمبليءَ ۾ نيشنلسٽ پارٽي ۽ يورپين گروپ جي اڳواڻن کي بہ سڏايو ويو. ٻيا شريڪ ٿيندڙ اهي هئا جيڪي ان وقت صوبائي حڪومت جا سربراه هئا يا حال تائين سربراه رهي چڪا هئا. هندو مهاسڀائين بہ سڏ وٺڻ جي ڪوشش ڪئي پر وائسراءِ انهن جي دعويٰ تسليم نہ ڪئي.

اسان کي چيو ويو هو تہ، ڪانفرنس جي شروعات جي مقرر وقت کان ٿورو اڳ ۾ اچي وڃون. وائسريگل لاج جي چبوتري تي وائسراءِ اسان جو استقبال ڪيو. جتي اسان جو رسمي تعارف بہ ڪرايو ويو. مان ان وقت تمام ڪمزور هئس ۽ ڪجهہ منٽن کان وڌيڪ بيهڻ منهنجي ممڪن نہ هو. وائسراءِ جي پرائيويٽ سيڪريٽري سرايوان جنيڪنس سان مون ان جو ذڪر ڪيو ۽ هو مون کي هڪ پاسي وٺي ويو، جتي هڪ صوفو رکيل هو. منهنجي ڪجهہ منٽ اتي ويهڻ کان پوءِ هو هڪ عورت سان گڏ واپس آيو ۽ مون سان ان جو تعارف هڪ لائق عربي اسڪالر جي طور تي ڪرايو. مون ان سان عربيءَ ۾ ڳالهائڻ جي ڪوشش ڪئي، پر اندازو ٿيو تہ ان عورت جي عربي نعم (ها) ۽ لا (نہ) کان اڳتي نہ پئي وڃي، پوءِ مون انگريزيءَ ۾ پڇيو تہ، پرائيويٽ سيڪريٽريءَ هن کي عربيءَ جو ڄاڻو ڪيئن سمجهيو هو. هن چيو تہ، بغداد ۾ هن ڪجهہ مهينا گذاريا هئا ۽ پوئين رات جي ڊنر پارٽيءَ ۾ ڪجهہ مهمانن هن کي اهو ٻڌايو تہ عرب جڏهن بہ حيران ٿيندو آهي تہ عجيب عجيب چوندو آهي. هن ڪلندي وڌيڪ چيو تہ، مهمان هن جي ان ڳالهہ مان صاف طور تي مرعوب ڏسڻ ۾ آيو ٿي ۽ هن تي اهو تاثر قائم ٿيو تہ هو عربي اسڪالر آهي.

ڪجهہ منٽن کان پوءِ لارڊ ويول آيو ۽ چيائين تہ هاڻي ڪانفرنس روم ۾ هلڻ جو وقت اچي ويو آهي. نشستون اهڙي نموني ترتيب ڏنيون ويون هيون جو وائسراءِ

بلڪل وچ ۾ هو. خاص حزب مخالف جي طور تي ڪانگريس ان جي ڪابي پاسي ۽ ليگ
ان جي ساڄي پاسي، اهو شايد غيرشعوري طور تي ان جو اعتراف هو تہ مسلم ليگ
حڪومت جي حامي آهي. سڄو ڏينهن بحث هلندا رهيا، وچ ۾ صرف مانيءَ جو وقفو
ٿيو. ڪانفرنس نجي نوعيت جي هئي ۽ پريس کي سڏ نہ ڏنو ويو هو. پهرين نشست
ڪانپوءِ مون لارڊ ويول کي چيو تہ، اسان جي ڳالھ ٻولھ جي باري ۾ زبردست قياس
آرائيون ڪيون وينديون، ايستائين جو سرڪاري طور تي اخبارن کي ڪجھ ٻڌايو
وڃي. ان لاءِ بهتر ٿيندو تہ هڪ پريس رپورٽ جاري ڪئي وڃي، پر اها اهڙي هجڻ
گهرجي جنهن تي پارٽيون متفق ٿي سگهن. هن چيو تہ، هر نشست کان پوءِ هڪ
سرڪاري بيان جاري ڪيو ويندو ۽ جاري ڪرڻ کان پهرين ڪانفرنس ان جي
تصديق ڪندي. اهڙيءَ طرح ان ئي شام مون کي هڪ مسود مليو ۽ هڪ ٻن معمولي
ترميمن سان مون ان کي واپس موڪليو. پريس کي ڏيڻ کان پهرين بيان ۾ اهي
ترميمون شامل ڪيون ويون. ان ئي طريقيڪار تي سڄي ڪانفرنس دوران عمل
ٿيندو رهيو.

ڪانفرنس شروع ٿيڻ کان جلدي پوءِ ڪانگريس ۽ مسلم ليگ جا اختلاف کلي
سامهون آيا. ٻئي ڏينهن تائين ڪجھ خاص اصولن مثال: اقليتن جي نمائندگي، جنگي
تياريءَ جي دل سان حمايت ۽ گورنمينٽ آف انڊيا ايڪٽ جي تحت نئين سري سان
انتظامي مجلس جوڙڻ کي برقرار رکڻ تي ڪانفرنس جو اتفاق هو. پر انتظامي مجلس
جي جوڙڻ جي مسئلي تي اختلاف بہ سامهون آيا. مسٽر جناح جو مطالبو اهو هو تہ،
ڪانگريس سيني هندو ميمبرن جي نامزدگي ڪري سگهي ٿي، پر مسلمان ميمبرن
جي نامزدگي مسلم ليگ طرفان ٿيڻ گهرجي.

مون اها نشاندهي ڪئي تہ، ڪانگريس ان قسم جي مطالبي کي ڪڏهن بہ
تسليم نہ ٿي ڪري سگهي. هن سيني سياسي مسئلن جي سلسلي ۾ قومي نقط نظر
وارو رويو اختيار ڪيو هو ۽ سياسي مسئلن تي هندو مسلمان جي ورهاست قبول نہ
ڪئي هئي. اها ڪنهن بہ حالت ۾ هڪ هندو تنظيم ٿيڻ جي لاءِ تيار نہ آهي. ان ڪري
مون اصرار ڪيو تہ، ڪانگريس کي پنهنجي پسند جي ڪنهن بہ هندستانيءَ کي نامزد
ڪرڻ جي آزادي هجڻ گهرجي، ان حقيقت کان بي نياز ٿي تہ اهو هندو آهي يا مسلمان يا
عيسائي يا پارسي يا سک. ڪانگريس يا تہ هندستاني قوميت جي بنياد تي شريڪ
ٿيندي يا تہ شريڪ ئي نہ ٿيندي. جيستائين مسلم ليگ جو تعلق هو، اهو فيصلو هن کي
پاڻ کي ئي ڪرڻو آهي تہ هن جا نمائندا ڪير هوندا.

26 جون جي صبح جو ڪانفرنس وري شروع ٿي، پر منجهند جي مانيءَ کان
پهرين ئي ختم ٿي وئي تہ جيئن شريڪ ٿيندڙ پاڻ ۾ ڳالھ ٻولھ ڪري سگهن. مسٽر

جناح اها خواهش ظاهر ڪئي هئي تہ، هو ڪانگريس سان هڪ غير رسمي ڳالهہ ٻولهہ ڪندو. مان ان مقصد جي لاءِ پنڊت گووند ولڀ پنت ڪي نامزد ڪيو، جنهن جي باريءَ ۾ منهنجو خيال هو تہ مسٽر جناح سان ڳالهہ ٻولهہ لاءِ موزون ترين ماڻهو هوندو. ان جي گفتگو ڪيترن ئي ڏينهن تائين هلندي رهي، پر آخر ۾ لا حاصل ثابت ٿي. خضر حيات خان جيڪو پنجاب جي سربراه جي حيثيت سان ڪانفرنس ۾ شريڪ ٿيو هو، ان عرصي دوران مون سان ڪيترائي دفعا مليو. مون کي اهو ڏسي خوشي ٿي تہ، سيني سوالن تي هن هڪ انتهائي معقول رويو اختيار ڪيو هو ۽ جيئن جيئن مسئلا اٿندا ويا، انهن کي حل ڪرڻ ۾ هو معاون ۽ مددگار ثابت ٿيو.

هندستان جي سياسي تاريخ ۾ شملہ ڪانفرنس کي اهم حيثيت حاصل آهي. اهو پهريون موقعو هو جڏهن ڳالهيون هندستان ۽ برطانيا جي وچ ۾ بنيادي سياسي مسئلي کي ڪٽي نہ پر مختلف هندستاني گروهن کي ورهائڻ وارن فرقيوارانہ مسئلي جي بنياد تي ناڪام ٿيون. ان تبديليءَ کي سمجهڻ لاءِ مسلم ليگ جي تاريخ تي پوئتي مڙي نظر وجهڻ ضروري آهي. سياسي مسئلن ڏانهن مسلم ليگ جي رويي ۾ ٽن مرحلن جي نشاندهي صاف طور تي ڪري سگهجي ٿي.

مسلم ليگ جو قيام 1906ع ۾ ڪرسمس جي دوران مسلم ايجوڪيشنل ڪانفرنس جي اجلاس کان پوءِ ڊاڪا ۾ عمل ۾ آيو هو. ان جي شروعات نواب مشتاق حسين جي ڪوشش سان ٿي. ان جلاس ۾ مان موجود هوس ۽ ليگ جي قيام جي لاءِ جيڪي سبب پيش ڪيا ويا، مون کي ياد آهن. اهو چيو ويو هو تہ ليگ جي مقصدن مان هڪ اهو هوندو تہ هندستان جي مسلمانن ۾ برطانوي حڪومت جي لاءِ وفاداريءَ جي احساس کي تقويت ۽ ترقي ڏني وڃي. ٻيو مقصد تاج برطانيا تحت ملازمتن جي سلسلي ۾ هندن ۽ ٻين فرقن جي مقابلي ۾ مسلمانن جي حقن کي فروغ ڏنو وڃي ۽ اهڙيءَ طرح مسلم مفادن ۽ حقن جي حفاظت ڪئي وڃي. تنهنڪري ليگ جا اڳواڻ فطري طور تي ڪانگريس جي ذريعي اٿارڻ واري سياسي آزاديءَ جي مطالبي جا مخالف هئا. انهن جو خيال هو تہ، جيڪڏهن مسلمان اهڙي ڪنهن مطالبي ۾ شامل ٿي ويا تہ تعليم ۽ ملازمتن ۾ انگريز انهن سان خاص مراعتن جي دعوائن جي حمايت نہ ڪندا.

اصل ۾ ڪانگريس کي هو باغين جي هڪ بي وفا تنظيم جو نالو ڏين پيا ۽ گوکلي يا سر فيروز شاه مهتہ جهڙن اعتدال پسند سياسي اڳواڻن کي بہ انتها پسند سمجهندا هئا. ان مرحلي ۾ برطانوي حڪومت مسلم ليگ کي ڪانگريس جي مطالبن کي بي اثر بڻائڻ جي هڪ ذريعي طور تي استعمال ڪيو.

پنهنجي سرگرمين جي ٻئي مرحلي ۾ مسلم ليگ ان وقت داخل ٿي، جڏهن هن ڏٺو تہ ڪانگريس جي دٻاءَ جي نتيجي ۾ حڪومت ڪجهہ اصلاحون پيش ڪرڻ تي

مجبور آهي. جڏهن هن ڏٺو تہ ڪانگريس وڪ وڪ تي پنهنجو مقصد حاصل ڪري رهي آهي تہ، اها ڪجھ پريشان ٿي. ليگ اڃان تائين سياسي جدوجهد کان لاتعلق هئي، پر جيئن ئي ڪا پيش رفت ٿيندي هئي ها مسلمانن جي فرقي ڏانهن ڪا دعويٰ پيش ڪندي هئي. مسلم ليگ جو اهو منصوبو سنڌي نموني حڪومت کي راس ايندو هو. اهڙا سبب موجود هئا جن جي ڪري اهو سوچي سگهجي ٿو تہ، مسلم ليگ انگريزن جي خواهش مطابق عمل ڪري رهي آهي. مورلي منٽو اصلاحات ۽ ان سان گڏ صوبائي خودمختياريءَ جي منٽو فورڊ اسڪيم دوران ليگ اهو ئي رويو اختيار ڪيو هو.

ان کان پوءِ ٻي عالمي جنگ دوران ليگ جي منصوبي جو ٽيون مرحلو سامهون آيو. ڪانگريس زبردست وقار ۽ طاقت حاصل ڪئي هئي. هاڻي اهو واضح ٿي چڪو هو تہ برطانوي حڪومت کي هندستان جي آزادي تسليم ڪرڻي پوندي. مسٽر جناح هاڻي مسلم ليگ جو اڳواڻ بڻجي ويو هو ۽ اهو سمجهندو هو تہ ان کي ڪانگريس ۽ حڪومت جي وچ ۾ هر اختلاف مان لازمي طور تي فائدو حاصل ڪرڻ گهرجي. جڏهن بہ اقتدار جي منتقليءَ جي سلسلي ۾ ڪانگريس ۽ حڪومت جي وچ ۾ ڳالهيون ٿيون، شروع ۾ مسٽر جناح خاموش رهندو هو. جيڪڏهن ڳالهيون ناڪام ٿي وينديون هيون تہ مسٽر جناح ٻنهي پارٽين جي مذمت ۾ هڪ ڪمزور بيان جاري ڪندو هو. اهو چوندي تہ ڪو ناہ نہ ٿيو، ان ڪري برطانوي پيشڪش تي مسلم ليگ کي ڪابہ راءِ ظاهر ڪرڻ جي ضرورت نہ آهي. هن آگسٽ 1940ع جي پيشڪش ۽ 1942ع جون ڪرپس تجويزن دوران اهو ئي ڪجھ ڪيو. پر شملہ ڪانفرنس هن کي هڪ اهڙي صورتحال ۾ وڌو جنهن سان هن جو واسطو ڪڏهن نہ پيو هو.

جيئن مان پهرين چئي چڪو آهيان، سياسي مسئلن تي ڪانگريس ۽ حڪومت جي وچ ۾ سڀ ڳالهيون اڃا تائين ناڪام ثابت ٿي چڪيون هيون. ڪانگريس اهڙي ڪنهن حل کي مڃڻ لاءِ تيار نہ هئي، جيڪو هندستان جي آزاديءَ جو يقين نہ ڏياريندو هجي. ان ڪري ڳالهہ ٻولهہ سياسي مسئلن تي ئي ختم ٿي ويندي هئي ۽ ڪڏهن ڪڏهن فرقيوارائڻ سوال تائين نہ پهچندي هئي. شملہ ڪانفرنس ۾ مون ڪانگريس ورڪنگ ڪميٽيءَ کي لارڊ ويول جي پيشڪش قبول ڪرڻ تي راضي ڪيو. هاڻي جڏهن هندستان ۽ برطانيا جي وچ ۾ سياسي مسئلو حل ٿيندي نظر اچي پيو تہ، نئين انتظامي مجلس ۾ فرقيوارائڻ نمائندگيءَ جي سوال تي ڪانفرنس ناڪام ٿي.

مان اها وضاحت پهرين ئي ڪري چڪو آهيان تہ، ان سوال تي ڪانگريس هڪ قومي موقف اختيار ڪيو هو. جڏهن تہ مسلم ليگ اهو مطالبو ڪري پئي تہ ڪانگريس پنهنجي قومي ڪردار کي ترڪ ڪري ۽ هڪ فرقي پرست تنظيم طور تي ڪم ڪري. مسٽر جناح اها عجيب و غريب دعويٰ ڪئي تہ ڪانگريس انتظامي مجلس جا صرف

هندو ميمبر نامزد ڪري سگهي ٿي. مون ڪانفرنس آڏو اهو سوال رکيو ته ڪانگريس ڪنهن کي نامزد ڪري. ان سلسلي ۾ حڪم جاري ڪرڻ جو حق مسٽر جناح يا مسلم ليگ کي ڪيئن پهچي ٿو؟ جيڪڏهن ڪانگريس مسلمانن، پارسين، سکن يا عيسائين جا نالا پيش ڪري ٿي ته ان سان هندو نمائندن جو تعداد گهٽبو. پر ان سان مسلم ليگ کي ڇا ڏيٺو وڃٽو؟ لارڊ ويول کي مون اها گذارش ڪئي ته قطعي لفظن ۾ ٻڌائي ته ڇا مسلم ليگ جي موقف کي معقول قرار ڏئي سگهجي ٿو؟

لارڊ ويول ٻن لفظن ۾ جواب نه ڏنو. پر جيڪو ڪجهه هن چيو، ان مان اهو مطلب نڪري پيو ته، مسلم ليگ جي موقف کي هو معقول نه ٿو سمجهي. ان سان گڏ هن اهو به چيو ته، اهو معاملو اهڙو آهي جنهن جو فيصلو ڪانگريس ۽ مسلم ليگ جي وچ ۾ ٿيڻ گهرجي ۽ حڪومت جي لاءِ يا هڪ فرد جي حيثيت ۾ خود هن لاءِ مناسب نه هوندو ته ڪنهن به پارٽيءَ تي پنهنجو فيصلو مڙهي.

انتظامي مجلس جڙڻ جي باري ۾ اهي اختلاف سياسي مسئلي تي مفاهمت جي منزل تائين پهچڻ کان پوءِ ڪليل نموني سامهون آيا. جڏهن عام خاڪو منظور ڪيو ويو ته پارٽين ڏانهن پنهنجا نمائندا تجويز ڪرڻ جو وارو آيو. ظاهر آهي ته ڪانگريس جي فهرست ۾ پهريون نالو ڪانگريس جي صدر جو هو. اسان جواهر لال ۽ سردار پٽيل جا نالا به شامل ڪيا. ٻين ٻن نالن بابت اسان ۾، ان کان پهرين ته اسان ڪجه طئه ڪيون، ڪافي بحث ٿيو، مون هڪ پارسي ۽ هڪ عيسائي کي شامل ڪرڻ جي حق ۾ هئس.

اهو واضح ڪرڻ ضروري آهي ته، مون اقليتن جي انهن نمائندن جي شموليت تي زور ڇو ڏنو. آگسٽ 1942ع ۾ جڏهن اسان گرفتار ڪيا وياسين، ان وقت برطانوي حڪومت ڪجه اقليتن کي ڪانگريس جي خلاف اُڀارڻ جي ڀرپور ڪوشش ڪئي هئي. ان ۾ هڪ اقليت پارسين جي هئي. اهو هڪ تمام ننڍو فرقو آهي، پر پنهنجي تعليم، دولت ۽ لياقت جي ڪري قومي زندگيءَ ۾ هن هڪ اهم مقام حاصل ڪيو هو. منهنجو خيال هو ته، جڏهن نريمان کي نظرانداز ڪري بي- جي- کير کي بمبئيءَ جو وزير اعليٰ چونڊيو ويو هو. ان وقت ان فرقي جي هڪ فرد سان ناانصافي ڪئي وئي هئي. ان واقعي ڏانهن اشارو مان پهرين ئي ڪري چڪو آهيان.

1937ع ۾ ڪانگريس جي هڪ فيصلي سان به پارسي متاثر ٿيا هئا. شراب تي جڏهن سيني ڪانگريسي صوبن ۾ پابندي لڳائي وئي هئي ته ان قانون جو اثر ٻين فرقن جي بنسبت پارسي واپارين وڌيڪ پيو هو. شراب جي واپار تي تقريباً انهن جي اجاره داري هئي ۽ شراب بنديءَ جي ڪري انهن جو ڪروڙن جو ڪاروبار ٺپ ٿي پيو. پر انهن واقعن سان بطور هڪ فرقي جي پارسي متاثر نه ٿيا، ڇو ته انهن انگريزن جي هٿان

راند يڪو بڻجڻ کان انڪار ڪيو هو. هڪ بيان تي جنهن تي ان فرقي جي تقريباً سڀني اهم ۽ معتبر اڳواڻن صحيحيون ڪيون هيون، صاف لفظن ۾ اهو اعلان ڪيو ويو هو تہ بين معاملن ۾ پنهنجي اختلافن جي باوجود، هندستان جي آزاديءَ جي مسئلي تي اهي ڪانگريس سان گڏ هئا ۽ گڏ رهندا.

جڏهن مون احمد نگر جيل ۾ اهو بيان پڙهيو تہ، مان گهڻو متاثر ٿيس ۽ پنهنجي ساٿين کي چيم تہ، اهو بيان جاري ڪري پارسين هندستان جي سڀني خدمت ڪئي آهي. مون اهو مشورو بہ ڏنو تہ ان حسن سلوڪ جو مناسب اعتراف ڪرڻ گهرجي. توڙي جو پارسين جو فرقو تعداد جي لحاظ کان تمام ٿورو آهي پر منهنجو خيال هو تہ، هندستان جي آئينده حڪومت ۾ انهن کي ضرور جڳهہ ملڻ گهرجي. اهڙيءَ طرح جنهن وقت اسان جي انتظامي مجلس لاءِ نامزد ڪيل ڪانگريسين جي فهرست تيار ڪري رهيا هئاسين، مون اصرار ڪيو تہ. ڪانگريس طرفان ڏنل فهرست ۾ هڪ پارسيءَ جو نالو ضرور هجڻ گهرجي. بهرحال اهي ان تي رضامند ٿي ويا تہ آئينده حڪومت ۾ هڪ پارسيءَ لاءِ جڳهہ ناهڻ جي هر ممڪن ڪوشش ڪئي ويندي. پر مان ان سان اتفاق نہ پيو ڪري سگهان. مون چيو تہ مستقبل غيريقيني آهي، هاڻي جڏهن اسان کي پنهنجي پسند جي ماڻهن کي نامزد ڪرڻ جو موقعو مليو آهي، اسان کي پنهنجي فهرست ۾ هڪ پارسيءَ کي ضرور شامل ڪرڻ گهرجي. ٻن ڏينهن جي بحث کان پوءِ منهنجي ڳالهہ مڃي وئي.

مون ڪانگريس جي فهرست ۾ هڪ هندستاني عيسائيءَ جي شامل ٿيڻ تي بہ زور ڏنو. مان سمجهان پيو تہ ان فرقي جو ڪو بہ نمائندو ڪنهن ٻئي ذريعي سان نہ پيو اچي سگهي، (انتظامي مجلس ۾) سکن ۽ شيڊولڊ ڪاسٽ جي نمائندگي تہ هر حال ۾ ٿي ويندي، پر جيستائين ڪانگريس جي طرفان ضمانت نہ ڏني وڃي، حڪومت ۾ ڪنهن سک کي جڳهہ نہ ملي سگهندي. مون کي اهو بہ ياد هو تہ هندستاني عيسائي فرقو هميشہ ڪانگريس سان گڏ رهيو آهي ۽ اسان جي سڀني سياسي مسئلن ۾ هن هڪ قومي رويو اختيار ڪيو آهي.

نتيجو هي نڪتو تہ ڪانگريس جي پيش ڪيل فهرست ۾ صرف بہ هندو نالا شامل هئا. ان سان اهو ثابت ٿي ويو، جيڪڏهن ان قسم جي ڪنهن ثبوت جي ضرورت هئي تہ ڪانگريس هڪ هندو تنظيم نہ آهي. اهو چئي سگهجي ٿو تہ هندو، جيڪي هندستان جي سڀ کان وڏي اڪثريت آهن، ان تجويز تي اعتراض ڪري سگهن پيا، پر انهن جي تعريف ۾ اها ڳالهہ وڃي ٿي تہ هندستان جي هندو اڪثريت مضبوطيءَ سان ڪانگريس جي پوئلڳ آهي ۽ ان وقت بہ جڏهن هن ڏٺو تہ ڪانگريس جي پنجن ماڻهن تي ٻڌل فهرست ۾ ٽي مسلمان، پارسين ۽ عيسائين جا نمائندا آهن، هن جي رويي ۾ ڪو بہ فرق نہ آيو. هندو مهاسڀائين ڪانگريس جي ان فيصلي مان سياسي فائدو وٺڻ

جي جي ڪوشش ڪئي، پر سيني کي خبر آهي ته اهي ڪهڙي خراب نموني ناڪام ٿيا. اها قسمت جي ڪهڙي انوکي ستم ظريفي آهي ته مهاسڀائين وانگر مسلم ليگ به ان جي مخالفت ڪئي هئي ته ڪانگريس پنهنجي فهرست ۾ ڪو مسلمان نالو شامل ڪري.

ڏهن ورهين کان پوءِ انهن واقعن ڏانهن مڙي ڏسندي مان اهو سوچي حيران ٿيان ٿو ته مسلم ليگ جي رويي جي ڪري ڪيتري عجيب صورتحال پيدا ٿي وئي هئي. اها فهرست جيڪا خود لارڊ ويول تيار ڪئي هئي، ان ۾ ڪانگريس ۽ مسلم ليگ جي پنجن پنجن نالن کان سواءِ وڌيڪ چار نالا شامل هئا. انهن ۾ هڪ سکن جو نمائندو هو، ٻه شيڊولڊ ڪاسٽ جا ۽ چوٿون نالو خضر حيات خان جو هو، جيڪو ان وقت پنجاب جو وزير اعليٰ هو. جناح ان تجويز تي ته، انتظامي مجلس ۾ ٻه اهڙا مسلمان ٻه هجن جن جي نامزدگي پاڻ جناح نه ڪئي هجي، تمام شديد ردعمل جو اظهار ڪيو.

خضر حيات خان مون سان ملاقات جي لاءِ آيو ته مون کيس يقين ڏياريو ته ڪانگريس سندس شموليت تي اعتراض نه ڪندي. مون اهائي ڳالهه لارڊ ويول جي آڏو به ورجائي. ان ڪري جيڪڏهن ڪانفرنس جناح جي مخالفت جي ڪري ناڪام نه ٿي هجي ها ته، نتيجو اهو نڪري ها ته مسلمان جن جي آباديءَ جو تناسب هندستان ۾ صرف پنجويه سيڪڙو جي لڳ ڀڳ آهي، چوڏهن ميمبرن جي ڪائونسل ۾ انهن جا ست نمائندا هجن ها. اهو ڪانگريس جي سخاوت جو ثبوت آهي ۽ ان سان مسلم ليگ جي حماقت تي تيز روشني پوي ٿي. ليگ کي مسلم مفادن جو سرپرست سمجهيو ويندو هو، پر اهو ان جي مخالفت جو ئي نتيجو هو ته اڻ ورهايل هندستان جي حڪومت ۾ هندستان جا مسلمان هڪ معقول حصو حاصل ڪرڻ کان محروم رهيا.

ڪانفرنس ختم ٿيڻ کانپوءِ مون پريس کي خطاب ڪيو ۽ ڪانفرنس ۾ ڪانگريس جي شموليت جي راهه ۾ جيڪي ڏکيائيون هيون، انهن جي وضاحت ڪئي. اسان جي آڏو تجويزون او چتو پيش ڪيون ويون هيون. 13 جون تي مون کي ۽ منهنجي ساٿين کي آزاد ڪيو ويو هو ۽ اسان کي ان منصوبي جو جلدي فيصلو ڪرڻو هو. اسان هڪ نئين دنيا ۾ اچلايا ويا هئاسين ۽ ڏکيائين جي باوجود ورڪنگ ڪميٽيءَ ڪانفرنس ۾ شرڪت جو فيصلو ڪيو هو. اسان کي اهو احساس هو ته عالمي ميدان ۾ وسيع تبديليون اچي چڪيون آهن ۽ بنا شڪ جي انهن تبديلين جو اثر هندستان جي مسئلي تي به پئجي رهيو هو. انهن تبديلين جو اٽل نتيجو اهو هو ته هندستان جي آزادي ۽ بين ايشيائي ملڪن جي آزاديءَ جي سوال کي سڀ کان نمايان جڳهه ڏني وڃي.

مون پريس کي ٻڌايو ته وائسراءِ سان پنهنجي ڳالهه ٻولهه جي دوران مون ڪانگريس جي قومي ڪردار تي زور ڏنو هو. مون وائسراءِ تي اهو به واضح ڪيو هو ته، موجوده تعطل کي ختم ڪرڻ لاءِ، ڪانگريس ورڪنگ ڪميٽي هر معقول طريقي

سان پنهنجو تعاون ڏيڻ چاهي ٿي. اهڙيءَ طرح خراب حالتن باوجود ڪانفرنس ۾ شرڪت لاءِ ڪانگريس شمله آئي هئي، پر ورڪنگ ڪميٽي ڪهڙا به فيصلا ڪري، ان جي تصديق ۽ توثيق آل انڊيا ڪانگريس ڪميٽيءَ کان به گهربل هوندي.

ڏکڻ اوڀر ايشيائي ملڪن جي باري ۾ پنهنجن مشاهدن جي وضاحت ڪندي مون اهو به چيو ته، جيڪڏهن شمله ڪانفرنس ڪامياب ٿي وڃي ها ته جپان خلاف جنگ، صرف برطانيا خلاف نه رهجي وڃي ها، پر جپان خلاف هندستان جي جنگ بڻجي وڃي ها. جيستائين ڏکڻ اوڀر ايشيا جي ملڪن کي آزاد ڪرائڻ جو سوال آهي ان سلسلي ۾ به رايا نه پيا ٿي سگهن. هندستان جي نئين حڪومت جو اهو فرض هوندو ته جپان خلاف جنگ ان وقت تائين جاري رکي جيستائين اهي سڀ ملڪ آزاد نه ٿي وڃن. بهرحال هندستان جي نئين حڪومت ان تجويز ۾ حصيدار نه پئي بڻجي سگهي ته اهي ملڪ وري پنهنجي پوين يورپي حڪمرانن جي حوالي ڪيا وڃن. اسان ڏکڻ اوڀر ايشيائي ملڪن ۾ صورتحال کي بدستور قائم رکڻ لاءِ نه ته پنهنجو هڪ به هندستاني فوجي وڃڻ ڏينداسين ۽ نه ئي ان مقصد تي پنهنجو هڪ به پئسو خرچ ٿيڻ ڏينداسين.

مون پريس کي اهو به ٻڌايو ته هندستاني هٿن ۾ اقتدار جي منتقلي جي بنيادي مسئلي تي جڏهن متفق فيصلو ٿي ويو ته ڪانفرنس نئين انتظامي مجلس جي جڙڻ ۽ ميمبرن جي تعداد تي غور ڪرڻ شروع ڪيو. وري ڪانفرنس ملتوي ڪئي وئي ته جيئن ڪنهن نه ڪنهن نتيجي تي پهچڻ لاءِ ڌرين ۾ نجي ۽ غير رسمي سطح تي به ڪجھ ڳالهه ٻولهه ٿي سگهي. مون ان وقت جيڪو بيان جاري ڪيو هو، هاڻي ان جو اقتباس هتي پيش ڪندو هلان:

"ڳالهه ٻولهه ڪنهن نتيجي تي نه پهچي سگهجي. ان غير رسمي ڳالهه ٻولهه دوران مسٽر جناح جو موقف هي هو ته، مسلمانن جي طرفان نئين انتظامي مجلس ۾ مسلم ليگ کي مسلمان ميمبر نامزد ڪرڻ گهرجن. ڪانگريس جو خيال هو ته اهڙو موقف ان جي بنيادي قومي ڪردار سان هم آهنگ نه ٿيندو. توهان کي اها ڳالهه ياد رکڻ گهرجي ته جيستائين اسانجو تعلق آهي اسان جي لاءِ اهو صرف نشستن جو سوال نه آهي. پر اهو سوال اسان جي اساسي اصولن تي اثرانداز ٿئي ٿو. اسان امڪاني حد تائين مسلم ليگ سان مفاهمت لاءِ تيار هئاسين، پر مسٽر جناح هڪ غير مصالحتي رويو اختيار ڪيو.

وائسراءِ مختلف گروهن کي نالن جي فهرست داخل ڪرڻ جو چيو. جنهن ۾ وائسراءِ کي پارٽي اڳواڻن سان صلاح مشوري ڪانپوءِ انتظامي مجلس جي ميمبرن جي چونڊ ڪرڻي هئي. 12 جولاءِ تي وائسراءِ سان منهنجي جيڪا ڳالهه ٻولهه ٿي ان ۾ هن مون کي چيو هو ته. جيستائين مسلم سيٽن جو تعلق آهي، هن هڪ فهرست تيار ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ ان کي مسٽر جناح کان منظور ڪرائڻ چاهي پيو. وائسراءِ

وڏيڪ چيو تہ. هن پنهنجو پورو وس هلايو، پر مسٽر جناح کي قائل ڪرڻ ۾ ناڪام رهيو، جنهن جو اصرار هو تہ سڀني مسلمان ميمبرن جي نامزدگي ليگ ورڪنگ ڪميٽيءَ پاران ٿيڻ گهرجي. وائسراءِ اهو ميڻ تي راضي نہ هو ۽ سندس خيال هو تہ هن وقت ان تجويز مطابق ڪو بہ قدم کڻڻ سٺو نہ ٿيندو.

موجوده صورتحال سان بہ نڪتا اڀرن ٿا. پهريون اهو تہ ڪانفرنس جي ناڪاميءَ جي ذميواري مسلم ليگ جي رويي تي عائد ٿئي ٿي. ٻيو نڪتو جيڪو مسلم ليگ جي انڪار مان ظاهر ٿيو، اهو آهي تہ هاڻي لارڊ ويول کي اهو فيصلو ڪرڻو آهي تہ اڳتي وڃڻ گهرجي يا نہ!؟ هن طئہ ڪيو تہ في الحال ڪابہ وک کڻڻي ناهي. ان سلسلي ۾ مون ڪانفرنس ۾ جيڪو ڪجھ چيو هو، ان کي ورجائڻ ضروري آهي. برطانوي حڪومت پنهنجو پاڻ کي هتان جي فرقيوراڻي مسئلي جي ذميواريءَ کان لاتعلق نہ ٿي ڪري سگهي، چاهي اڄ يا سڀاڻي. ان کي انصاف ۽ ديانتداريءَ جي بنياد تي هڪ مضبوط موقف اختيار ڪرڻو پوندو. ان کان سواءِ ٻيو ڪو بہ رستو نہ آهي ۽ هڪ دفعو فيصلو ڪيو وڃي تہ پوءِ اسان کي اڳتي وڌڻ گهرجي. اهي ماڻهو جيڪي اڳتي وڌڻ تي آماده آهن، انهن کي اڳتي وڌڻ جي اجازت هئڻ گهرجي ۽ جيڪي ڇڏي وڃڻ چاهين ٿا انهن کي ڇڏي وڃڻ گهرجي. يقين محڪم کان سواءِ ڪجھ بہ نہ ٿو ڪري سگهجي.

ٻڌتر وارو ذهن ۽ ڏڪندڙ وکون اسان کي ترقيءَ جي رستي تي ڪڏهن نہ وٺي وينديون. ڪابہ وک کڻڻ کان اڳ ۾ اسان کي سوچڻ گهرجي، پر هڪ دفعو فيصلو ٿي وڃي تہ پوءِ سوچڻ خوبي نہ آهي، پر يقيني طور تي ڪمزوريءَ جي علامت بڻجي ويندي آهي."

مون پريس جي نمائندن کي چيو تہ. ڪانفرنس ۾ ڪانگريس جي موقف تي مون کي ڪنهن بہ قسم جو افسوس نہ آهي.

اسان ايستائين ورياسين جيستائين وڃي سگهون پيا تہ جيئن مسٽر جناح جي خواهش جو لحاظ ڪري سگهجي، پر ان جي اها دعويٰ تسليم نہ پيا ڪري سگهون تہ هندستان جي مسلمانن جي واحد نمائنده ۽ مختيار تنظيم مسلم ليگ آهي. انهن صوبن ۾ جتي مسلمان اڪثريت ۾ هئا، ليگ جي ڪا وزارت نہ هئي. سرحد صوبي ۾ ڪانگريس جي وزارت هئي. پنجاب ۾ يونينسٽ وزارت هئي. سنڌ ۾ سر غلام حسين جو دارومدار ڪانگريس جي تعاون تي هو ۽ آسام ۾ بہ اها ئي پوزيشن هئي، اهڙيءَ طرح اها دعويٰ نہ پئي ڪري سگهجي تہ مسلم ليگ سڀني مسلمانن جي نمائنده جماعت آهي. حقيقت هي آهي تہ مسلمانن جو هڪ تمام وڏو حلقو اهڙو هو، جنهن کي ليگ کان ڪجھ ڏيڻو وٺڻو نہ هو.

هن باب کي ختم ڪرڻ کان پهرين مان "هندستان خالي ڪيو." تحريڪ جي نتيجن مان هڪ ڏانهن اشارو ڪرڻ چاهيندس. ان ئي دور ۾ هندستاني منظرنامي تي

ڪجھ نيون شخصيتون ظاهر ٿيون. انهن کي نئين صورتحال جي مطالبن اڀاريو هو. انهن ۾ ئي مسز آصف علي هئي. مان پهرين ئي اهو ذڪر ڪري چڪو آهيان تہ 9 آگسٽ 1942ع تي صبح جو بمبئيءَ جي پليٽ فارم تي هن مون کي چيو هو تہ، هوءَ هٿ تي هٿ رکي نہ ويهندي. اسان جي گرفتاريءَ کان پوءِ هن سڄي ملڪ جو دورو ڪيو ۽ برطانوي جنگي تياريءَ خلاف مزاحمت لاءِ ماڻهن کي منظم ڪندي رهي. هوءَ تشدد ۽ عدم تشدد جي فرق بابت پريشان نہ هئي ۽ هر اهو طريقو اختيار ڪرڻ تي آماده هئي، جيڪو سندس نظر ۾ ڪارآمد هجي. ڪجھ عرصي کان پوءِ هوءَ حڪومت جي نظر ۾ اچي وئي ۽ هن کي گرفتار ڪرڻ جون ڪوششون ٿيون. پر هوءَ روپوش ٿي وئي ۽ اهڙيءَ طرح گرفتاريءَ کان بچيل رهي. ان سلسلي ۾ هن کي هندستانين جي هڪ وڏي تعداد کان مدد ملندي رهي. انهن ۾ گهڻا سرڪاري عهديدار يا صنعتڪار هئا، جن کي عام طور تي حڪومت جو وفادار ۽ حمايتي سمجهيو ويندو هو. بمبئي ۽ ڪلڪتي جي ڪجھ واپارين بہ هن جي مدد ڪئي. ايستائين جو هوءَ انڊين سول سروس ۽ هندستاني فوج جي ڪجھ آفيسرن جي گهرن ۾ بہ رهي. هن کي پنهنجي سرگرمين جي لاءِ جيترا پئسا گهربل هئا، اهي سولائيءَ سان ملي ويندا هئا ۽ هوءَ اسان جي نظربنديءَ دوران سرگرم هئي.

جڏهن مون کي 1945ع ۾ آزاد ڪيو ويو تہ هوءَ لکي مون سان ملاقات جي لاءِ آئي. مون لارڊ ويول سان ان جي باري ۾ ڳالهايو تہ هن چيو تہ، هو ان جي گذريل سرگرمين جي بنياد تي ان کي گرفتار نہ ڪندا. پر اڳتي ڇا ٿيندو؟ مون لارڊ ويول کي چيو تہ، سياسي صورتحال بدلجي چڪي آهي ۽ هاڻي ان جو امڪان تمام گهٽ رهجي ويو آهي تہ هوءَ پنهنجون تخريبي سرگرميون جاري رکندي. جڏهن مون کي اطمينان ٿي ويو تہ، هن کي گرفتار نہ ڪيو ويندو تہ مون هن کي چيو تہ، هاڻي روپوشي ختم ڪري. اهڙيءَ طرح 1945ع جي پوئين اڌ ۾ هن اهو ئي ڪيو.

هن جون سرگرميون ايتريون مشهور ٿي چڪيون هيون جو وائسراءِ هڪ تقرير ۾ هن جو مثال ڏيندي عدم تشدد جي سوال تي ڪانگريس جي موقف بابت پنهنجي شڪ جو اظهار ڪيو. وائسراءِ چيو تہ، جڏهن ورڪنگ ڪميٽيءَ جي هڪ ميمبر جي گهرواري تشدد آميز سرگرمين ۾ ملوث آهي تہ حڪومت ڪهڙي نموني ڪانگريس جي انهن اعلانن تي يقين ڪري سگهي ٿي، جيڪي عدم تشدد جي باري ۾ آهن؟ اسان کي احمد نگر جيل ۾ جڏهن انهن واقعن جي خبر پئي تہ مون ڏٺو تہ آصف علي فڪرمند ٿيو. هن کي پنهنجي قيد جو فڪر نہ هو، پر هو انهن خطرن جي ڪري فڪرمند هو، جيڪي هن جي گهرواريءَ کي پيش اچي سگهن پيا. مون اهو چئي هن کي همٿ ڏياري تہ ڪيس فڪرمند نہ ٿيڻ گهرجي. پر هن کي فخر ڪرڻ گهرجي تہ هڪ اعليٰ مقصد لاءِ هوءَ اهڙي حوصلي ۽ پيش قدميءَ جو مظاهرو ڪري رهي آهي.

# عام چونڊون

شمله ڪانفرنس ڪان پوءِ ڏاڪٽرن مون کي سختيءَ سان تاڪيد ڪئي ته، آبهوا جي تبديليءَ لاءِ ڪشمير هليو وڃان. منهنجي صحت اڃا تائين ڪمزور هئي ۽ وڏي مشڪل سان مان ڪانگريس جي صدر جا فرض ادا ڪري رهيو هئس. جواهر لال کي به آبهوا جي تبديليءَ جي ضرورت هئي ۽ هن به ڪشمير وڃڻ جو فيصلو ڪيو. جولاءِ ۽ آگسٽ جا مهينا مون گلمرگ ۾ گذاريا. مان اتي ئي هئس ته، مون کي خبر پئي ته برطانوي عام چونڊن ۾ ليبر پارٽيءَ کي غيرمعمولي ڪاميابي ملي آهي. جلدي مون ايٽلي ۽ ڪرپس جي نالي مبارڪباد جو خط موڪليو. مون اميد ظاهر ڪئي ته، هاڻي ليبر پارٽي اقتدار ۾ اچي چڪي آهي، هوءَ انهن واعدن کي پورو ڪندي جيڪي ان هندستان سان هميشه انهن ورهين ۾ ڪيا هئا. جڏهن ان کي حزب مخالف جي حيثيت حاصل هئي.

پنهنجي جواب ۾ ايٽلي چيو ته، هندستاني مسئلي جي مناسب حل تائين پهچڻ لاءِ ليبر پارٽي هر ممڪن ڪوشش ڪندي. ڪرپس لکيو ته کيس اميد آهي ته هندستان کي مايوسي نه ٿيندي. هتي مان اهو عرض ڪندو هلان ته گانڌي ۽ جواهر لال کي اسان جي خطن جي ڏي وٺ پسند نه آئي. هنن ٻنهيءَ کي هندستان ڏانهن ليبر پارٽيءَ جي رويي تي اعتبار نه هو. مون کي بهرحال يقين هو ته، ليبر پارٽي هندستاني مسئلي جو جائزو هڪ نئين زاويي سان وٺنديءَ ۽ مان ان نتيجي جي سلسلي ۾ پر اميد هئس.

ان کان ڪجهه ئي عرصو پوءِ وائسراءِ اعلان ڪيو ته، ايندڙ سردين ۾ هندستان ۾ عام چونڊون ٿيڻ گهرجن. ان جي ڪري ضروري ٿي ويو ته، ورڪنگ ڪميٽي ۽ اي- آءِ- سي- سي جون ميٽنگون گهرايون وڃن. ڪانگريس لاءِ اهو فيصلو ڪرڻ ضروري هو ته شمله ڪانفرنس جي ناڪاميءَ کان پوءِ هاڻي ڪهڙو رويو اختيار ڪري. ڪجهه اهڙا هئا جيڪي هڪ نئين تحريڪ شروع ڪرڻ جي حق ۾ هئا. ٻين جو خيال هو ته جيڪڏهن ڪا تحريڪ شروع نه ڪئي وڃي ته ڪانگريس کي چونڊن جو بائيڪاٽ ڪرڻ گهرجي. منهنجو خيال اهو هو ته انهن ٻنهي تجويزن جو ڪو به جواز نه آهي. جيڪڏهن شمله ڪانفرنس ناڪام ٿي وئي هئي ته ان ۾ انگريزن جي غلطي نه هئي. ان

ناڪاميءَ جو سبب فرقيواريت هئي سياسي سبب نہ.

مان اڃان گلمرگ ۾ ئي هئس جڏهن عالمي تاريخ ۾ هڪ نئين ۽ غيرمعمولي صورتحال پيدا ٿي. آمريڪين هيروشيما ۽ ناگاساڪيءَ تي ائٽم بم ڪيرايا. انهن بمن جي استعمال کان پهرين عام اندازو اهو هو تہ جپاني مزاحمت کي ٽوڙڻ ۾ گهٽ ۾ گهٽ ٻہ ورهيہ لڳي ويندا. هيروشيما ۽ ناگاساڪيءَ جي صورتحال بلڪل بدلجي وئي هئي. جپانين وٽ ان نئين ۽ هولناڪ هٿيار جو ڪوبہ جواب نہ هو ۽ هو غير مشروط شڪست تسليم ڪرڻ تي مجبور هئا. يورپ ۾ جنگ پهرين ئي ختم ٿي چڪي هئي. ڪجھ هفتن اندر آمريڪي فوج جپان جي سرزمين تي پير رکيا ۽ ٽوڪيو تي قبضو ڪيو. عملي طور تي جنرل ميڪ آرٿر جپان جو حڪمران بڻجي ويو.

مان اڃا تائين ان يقين تي قائم آهيان تہ جپان تي بم ڪيرائڻ جو ڪوبہ سبب نہ هو. اهو هڪ اهڙو هٿيار هو، جيڪو دشمن جي حوصلن کي مڪمل طور تي تباھ ڪندو هو. اصل ۾ ان سان دنيا جي برباديءَ جو خطرو هو. جڏهن پهرين عالمي جنگ ۾ جرمنين انگريزن خلاف زهريلي گئس استعمال ڪئي تہ عالمي راءِ عامہ ڪليل لفظن ۾ ان جي مذمت ڪئي. جيڪڏهن ان وقت جرمن انسانيت جا قاتل هئا تہ هاڻي آمريڪين کي ان الزام کان بري ڪيئن ٿو قرار ڏئي سگهجي؟ منهنجو خيال هو تہ، ائٽم بم جو استعمال تخريب جي جائز حدن کان اڳتي هليو ويو ۽ ان سان اتحادين جي وقار ۽ انهن جي شجاعت ۾ ڪوبہ واڌارو نہ ٿيو. مون کي اهو ڏسي افسوس ٿيو تہ اتحادين ان واقعي جو خيرمقدم هڪ شاندار فتح جي طور تي ڪيو ۽ احتجاج جو هڪ لفظ بہ مشڪل سان ٻڌڻ ۾ آيو.

منهنجي صحت اڃا تائين ڪمزور هئي، جولاءِ ۽ آگسٽ جي موسم ڪشمير لاءِ مناسب نہ آهي ۽ مون پنهنجي قيام مان وڌيڪ فائدو نہ ورتو هو. سيپٽمبر هڪ انتهائي خوشگوار تبديلي کڻي آيو ۽ منهنجي حالت تيزيءَ سان سڌرڻ لڳي. منهنجي بک وڌي وئي ۽ مان ان لائق ٿي ويس تہ ورزش ڪري سگهان. جيڪڏهن مان هڪ مهينو اڃا ترسي سگهان ها تہ مون کي يقين آهي تہ منهنجي صحت پوري نموني بحال ٿي وڃي ها. بهرحال حالتن جي تقاضا اها هئي تہ، مان ڪشمير کي خدا حافظ چوان. ورڪنگ ڪميٽي ۽ اي- آءِ- سي- سي کي منهنجي موجودگيءَ جي ضرورت هئي. جڏهن مان واپس آيس تہ منهنجي صحت ۾ عارضي بهتريءَ جا آثار بہ غائب ٿي ويا.

انهن مهينن ۾ آرام ۽ تفريح ڪرڻ لاءِ آمريڪي پنهنجي فوجي آفيسرن کي ڪشمير موڪلي رهيا هئا. هر ٻن هفتن کان پوءِ آفيسرن جو هڪ نئون جٿو هوائي جهازن جي ذريعي سرينگر پهچايو ويندو هو. انهن مان ڪجھ آفيسر مون سان ملاقات لاءِ منهنجي گهر آيا. جڏهن انهن ٻڌو تہ مان دهلي واپس وڃڻ وارو آهيان تہ، هنن

آمريڪي ڪمانڊرن جي خاص جهاز سان موڪلڻ جي پيش ڪش ڪئي. 10 سيپٽمبر تي مان انهن جي هوائي جهاز ۾ دهليءَ پهتس ۽ پونا لاءِ روانو ٿي ويس. پونا ۾ 14 سيپٽمبر تي ورڪنگ ڪميٽيءَ جي ميٽنگ ٿي ۽ ڪجھ ڏينهن کان پوءِ ان کي بمبئيءَ لاءِ ملتوي ڪيو ويو. ورڪنگ ڪميٽيءَ ۽ اي- آءِ- سي- سي ٻنهيءَ ۾ اسان جي پاليسيءَ جي نئين رخ تي گرما گرم بحث ٿيو. هڪ اڪثريت جو جنهن ۾ گانڌي به شامل هو، خيال هي هو تہ اسان کي پنهنجو پاڻ کي خالص تعميري ڪمن لاءِ وقف ڪرڻ گهرجي. انهن کي يقين هو تہ سياسي سطح تي هاڻي وڌيڪ اميد نہ رهي آهي.

مون اهو دليل پيش ڪيو تہ، ليبر حڪومت جي جڙڻ جي نتيجي ۾ برطانيا ۾ هڪ زبردست تبديلي آئي هئي. هندستان سان ليبر پارٽيءَ جو رويو هميشہ دوستاڻو رهيو هو، ان جي اڳيان، مناسب هي ٿيندو تہ اسان ان کي نيڪ نيتي ثابت ڪرڻ جو هڪ موقعو ڏيون. منهنجو پڪو يقين ان ڳالھ ۾ هو تہ اسان کي ڪا نئين تحريڪ شروع نہ ڪرڻ گهرجي، پر عام چونڊن ۾ شريڪ ٿيڻ گهرجي. مون ان ڳالھ جي نشاندهي بہ ڪئي تہ هندستاني مسئلو حل ڪرڻ لاءِ شملہ ڪانفرنس هڪ سنجيده ڪوشش هئي، توڙي جو اها ڪوشش ناڪام ٿي هئي، پر اسان کي ان جذبي جي تعريف ڪرڻ گهرجي، جنهن جو مظاهرو لارڊ ويول ڪيو هو ۽ هاڻي جڏهن ليبر پارٽي اقتدار ۾ اچي چڪي آهي تہ اسان کي آئينده ٿيڻ وارن واقعن جو انتظار ڪرڻ گهرجي. گهڻي بحث کان پوءِ آخر ڪار منهنجي راءِ مڃي وئي.

هاڻي مون ضروري سمجهيو تہ سياسي قيدين جو سوال اٿاريان، هندستاني حڪومت ورڪنگ ڪميٽيءَ جي ميمبر کي تہ آزاد ڪيو هو، پر ڪانگريس جا هزارين عام ميمبر اڃا تائين جيلن ۾ هئا. شملہ ڪانفرنس وقت مون تي اهو واضح نہ ٿيو هو تہ اسان جي اڳين وک کهڙي هجڻ گهرجي. ان ڪري ڪانفرنس ۾ مون سيني سياسي قيدين جي عام معافيءَ جو سوال نہ اٿاريو.

ڪانفرنس کان پوءِ ٻن وڏين تبديلين سڄي منظر کي بدلائي ڇڏيو. پهريون واقعو برطانيا ۾ ليبر پارٽيءَ جي مڪمل فتح هئي ۽ ٻيو ائٽم بم جو ڪيرائڻ ۽ جنگ ختم ٿيڻ هو. هاڻي سياسي نقشو قومي توڙي عالمي سطح پهرين کان بہ وڌيڪ صاف ڏسڻ ۾ اچي پيو. مون کي يقين ٿي ويو تہ، اسان کي ٻٽي پاليسيءَ تي هلڻ گهرجي. هڪ طرف اسان کي هندستاني عوام ۾ جدوجهد جي جذبي کي قائم رکڻ گهرجي ۽ ٻئي طرف جلدبازيءَ ۾ اسان کي ڪو بہ قدم نہ کڻڻ گهرجي. جنگ جي ختم ٿيڻ کان ڪجھ عرصو پوءِ لارڊ ويول اعلان ڪيو تہ هندستان ۾ عام چونڊون ڪرايون وينديون. جيئن ئي مون اهو اعلان ٻڌو، مون سمجهيو تہ سياسي قيدين جي آزاديءَ جو سوال اٿارڻ جو وقت اچي ويو آهي.

هڪ دفعو جڏهن عام چوندڻ جو اعلان ڪيو ويو هو، تہ پوءِ انهن کي جيل ۾ رکڻ جو ڪوبہ جواز نہ هو. مون گلمرگ مان لارڊ ويول کي خط لکيو ۽ چيو تہ مون شملہ ۾ سياسين قيدين جو سوال ان لاءِ نہ اٿاريو هو جو اهو وقت ان لاءِ مناسب نہ هو. هاڻي صورتحال بدلجي چڪي آهي. جيئن تہ جنگ ختم ٿي چڪي آهي ۽ عام چوندڻ جو اعلان ڪيو ويو آهي، ان ڪري هاڻي عام معافي ڏيڻ گهرجي. هندستاني عوام ۽ حڪومت ٻنهي جي مفاد ۾ اهو قدم ضروري آهي. جيستائين خود قيدين جو تعلق آهي، اهي جيلن ۾ ورهين کان هئا ۽ وڌيڪ ڪجھ مهينا رهڻ لاءِ تيار ٿيندا. نظربنديءَ جو باقي رهڻ انهن کي نقصان نہ پهچائيندو، پر ان سان ڪنهن مفاهمت جو امڪان گهٽ ٿي ويندو. حڪومت جيڪڏهن نئين سياسي فضا پيدا ڪرڻ چاهي ٿي تہ، اها سيني سياسي قيدين کي آزاد ڪري.

لارڊ ويول جواب ۾ مون ڏانهن تار موڪلي. هن چيو تہ، منهنجي راءِ ين سان هن کي اتفاق آهي ۽ هو سياسي قيدين جي آزاديءَ جا حڪم جاري ڪري رهيو آهي، پر بهر حال هن عام معافيءَ جا حڪم نہ جاري ڪيا. نتيجو هي نڪتو تہ ڪانگريسي قيدين جي اڪثريت تہ ٻاهر اچي وئي پر ڪاٻي ڌر جي ڪانگريسي ڪارڪن جو هڪ ننڍو گروہ جيل ۾ رهجي ويو. ان گروہ ۾ جي پر ڪاش نرائڻ، رامانندن مشرا ۽ ٻيا شامل هئا.

مان پنهنجي مداخلت جي ان نتيجي مان مطمئن نہ هئس. مون کي اها عقل جي ڳالھ نہ پئي لڳي تہ، ڪاٻي ڌر وارن جو هڪ ننڍو حلقو جيل ۾ هجي، جڏهن تہ باقي سڀ آزاد ڪيا وڃن. هندستاني حڪومت کي انهن خلاف شڪ هئا، پر ان جو ڪوبہ ثبوت نہ هو تہ، ”هندستان خالي ڪريو“ تحريڪ ۾ حصو وٺڻ وارن ٻين ڪانگريسي ڪارڪن جي ڀيٽ ۾ انهن جو طرز عمل مختلف هو. سيپٽمبر ۾ بمبئيءَ ۾ اي- آءِ- سي- سي جي ميٽنگ کان پوءِ مون لارڊ ويول جي نالي هڪ ڊگهو ۽ تفصيلي خط لکيو، مون چيو تہ، جيڪڏهن اهي ڪجھ قيدي آزاد نہ ڪيا ويا تہ ملڪ تي ان جو خراب اثر پوندو. جيڪڏهن لارڊ ويول ملڪ ۾ هڪ مناسب ماحول پيدا ڪرڻ چاهي ٿو تہ، ڪيس عام معافيءَ تي رضامند ٿيڻ گهرجي ۽ انهن کي آزاد ڪرڻ گهرجي. نيٺ لارڊ ويول راضي ٿي ويو ۽ سيني کي آزاد ڪيو ويو.

اي- آءِ- سي- سي فيصلو ڪيو هو تہ ورڪنگ ڪميٽيءَ کي هڪ چوند منشور تيار ڪرڻ گهرجي ۽ اي- آءِ- سي- سي اڳ غور ڪرڻ ۽ منظور ڪرڻ لاءِ پيش ڪرڻ گهرجي. هن ورڪنگ ڪميٽيءَ کي اهو بہ اختيار ڏنو تہ جنرل اليڪشن ڪميٽيءَ طرفان اها هڪ تعارفي منشور جاري ڪري. عام چوندون ويجهو هيون، ان ڪري وسيع تر منشور تي غور ڪرڻ لاءِ اي- آءِ- سي- سي جي ڪا ميٽنگ گهرائڻ ممڪن نہ هئي. اهڙيءَ طرح ورڪنگ ڪميٽي پاڻ پنهنجي ذميواريءَ تي هيٺيون منشور جاري ڪيو:

## چونڊ منشور

"گذريل سٺ ورهين کان قومي ڪانگريس هندستان جي آزاديءَ لاءِ جدوجهد ڪندي رهي آهي. ورهين تي ڦهليل انهيءَ عرصي ۾ ان جي تاريخ هندستاني عوام جي تاريخ رهي آهي. جيڪي پنهنجي غلاميءَ جي زنجيرن سان زور آزمائي ڪري رهيا هئا ۽ هر وقت پنهنجو پاڻ کي ان کان ڇڏائڻ لاءِ جدوجهد ۾ مصروف هئا. ننڍي شروعات کان، آهستي آهستي اها هن وسيع ملڪ ۾ ڦهلجندي وئي ۽ ان اسان جي شهري آبادين سان گڏ ڳوٺن تائين آزاديءَ جو پيغام پهچايو. عوام مان ئي ان طاقت ۽ توانائي حاصل ڪئي ۽ هڪ طاقتور تنظيم بڻجندي وئي، جيڪا آزاديءَ ۽ خودمختياريءَ لاءِ هندستان جي جيئري جاڳندي ۽ متحرڪ نشاني آهي. هر نسل ۾ ان پاڻ کي پاڪ مقصد لاءِ وقف رکيو آهي ۽ ان جي نالي تي ۽ ان جي جهنڊي جي ڇانوَ ۾ اسان جي بيشمار هم وطن مردن ۽ عورتن پنهنجون جانيون قربان ڪيون آهن ۽ جيڪو عهد هنن ڪيو هو، ان کي پورو ڪرڻ لاءِ تڪليفون برداشت ڪيون آهن. خدمت ۽ قربانيءَ جي ذريعي ان اسان جي عوام جي دلين ۾ جڳهه بڻائي آهي ۽ اسان جي قوم کي بي توقير ڪرڻ جي ڪوشش آڏو جهڪڻ کان انڪار ڪري ان ٻاهرين تسلط خلاف مزاحمت جي هڪ طاقتور عوام جي تعمير ڪئي آهي.

ڪانگريس جي سڄي زندگي عوام جي فلاح لاءِ تعميري ڪوشش ۽ آزاديءَ کي حاصل ڪرڻ ۾ گذري آهي. انهيءَ جدوجهد ۾ ان بيشمار بحرانن کي منهن ڏنو آهي ۽ هڪ عظيم سلطنت جي هٿياربند طاقت سان سڌوسنئون ٽڪر کاڌو آهي. پُرامن طريقن جي اطاعت ڪندي نه صرف ان مسئلن کي منهن ڏنو آهي، پر ان سان هڪ نئين طاقت حاصل ڪئي آهي. گذريل ٽن ورهين ۾ غيرمعمولي عوامي اٿل پٿل ۽ دٻائڻ جي بي رحمانه ۽ ظالمانه ڪوشش کان پوءِ ڪانگريس وڌيڪ مضبوط ۽ عوام جي محبوب ٿي آهي. جنهن سان اها پريشانيءَ جي هر گهڙيءَ ۾ ڪلهو ڪلهي سان ملائي هلي رهي آهي.

ڪانگريس هندستان جي هر شهريءَ لاءِ، اهو مرد هجي يا عورت، مساوي حقن جو مطالبو ڪري ٿي. اها سڀني فرقن ۽ مذهبي گروهن جي اتحاد ۽ انهن ۾ باهمي رواداري جي حامي رهي آهي. هن مجموعي طور تي سڀني ماڻهن لاءِ پنهنجي مرضي ۽ پنهنجي جوهر مطابق اڳتي وڌڻ ۽ ترقي ڪرڻ جي مڪمل موقعن جي خاطر آواز اٿاريو آهي. هن ملڪ جي اندر رهندي هر علائقي ۽ هر گروهه جي آزاديءَ ۽ هڪ وسيع فريم ورڪ ۾ پنهنجي مخصوص زندگي ۽ ثقافت کي فروغ ڏيڻ جي حمايت ڪئي آهي ۽ ان مقصد جي لاءِ اهڙن علائقائي حصن ۾ صوبن جي حدبندي، جيستائين ممڪن ٿي سگهي، هڪ لساني ۽ ثقافتي بنياد تي ڪرڻ گهرجي.

ڪانگريس جي نظر ۾ هڪ آزاد ۽ جمهوري رياست جو نقشو آهي جتي آئين ۾ ان جي سڀني شهرين کي بنيادي حقن ۽ شهري آزادين جي ضمانت ڏني وئي هجي. اهو آئين ان جي خيال ۾ وفاقي نوعيت جو هجڻ گهرجي، جنهن ۾ ان جي آئيني اڪائين ۽ قانون ساز شعبن کي، جيڪي آفاقي بالغ راءِ دهي تحت چونڊيا ويا هجن، گهٽ حد تائين خود مختياري ڏيڻ گهرجي.

ڏيڍ سؤ ۽ ان کان وڌيڪ جي غير ملڪي تسلط ملڪ جي ترقيءَ کي روڪي ڇڏيو آهي ۽ اهڙن لاتعداد اهم مسئلن کي پيدا ڪيو آهي، جيڪي فوري حل جي تقاضا ڪن ٿا. ان عرصي ۾ ملڪ ۾ عوام جي شديد استحصال ماڻهن کي بيوسي ۽ بک ڪاٽڻ تي مجبور ڪيو آهي. نه صرف اهو ته ملڪ کي سياسي طور تي محڪوم ۽ ذليل ڪيو ويو آهي، ان معاشي ۽ سماجي، ثقافتي ۽ روحاني زوال جا صدما به سٺا آهن. جنگ جي عرصي ۾ ۽ اڄ به غير ذميوراڻي اقتدار هٿان استحصال ۽ هندستاني مفادن ۽ خيالن کي پوري طرح نظرانداز ڪرڻ جو سلسلو، هڪ نئين بلنديءَ تائين پهتو آهي. انتظاميه جي نااهليءَ جي ڪري اسان جو عوام، هڪ پوائنٽ ڏڪار ۽ پري پري تائين پکڙيل مايوسيءَ ۾ ورتل آهي. انهن سڀني فوري مسئلن جو حل آزادي ۽ خودمختياريءَ کان سواءِ ڪجهه به نه آهي. سياسي آزادي، اقتصادي ۽ سماجي بنهيءَ ۾ هئڻ گهرجي.

هندستان جي مسئلن ۾ سڀ کان اهم ۽ فوري مسئلو هي آهي ته، غريبيءَ جي عذاب کي ڪهڙي نموني ختم ڪيو وڃي ۽ عوام جي زندگيءَ جو معيار ڪيئن مٿي آندو وڃي؟ ڪانگريس پنهنجي خصوصي توجه ۽ پنهنجي تعميري سرگرمين جو رخ ان ئي عوام جي فلاح ۽ ترقيءَ جي بنياد تي رکيو آهي ۽ اها ڳالهه واضح ڪئي آهي ته اسان جي ملڪ جي عوام جي فلاح جي رستي ۾ جيڪا به رڪاوٽ ايندي ان کي ٽوڙڻو پوندو. صنعت ۽ زراعت، سماجي خدمت ۽ عوامي بهبود جي ڪمن کي وڌائڻ، ان کي جلدي شڪل ڏيڻ ۽ تيزيءَ سان ڦهلائڻ جي ضرورت آهي ته جيئن ملڪ جي دولت ۾ واڌارو ٿئي ۽ ٻين تي انحصار ڪرڻ کان سواءِ خود ترقي ڏيڻ جي طاقت پيدا ٿئي. پر اهو سڀ ڪجهه اسان جي عوام کي فائدو پهچائڻ ۽ ان جي معاشي، ثقافتي ۽ روحاني سطح کي مٿي ڪڻڻ، بيروزگاريءَ کي ختم ڪرڻ ۽ فرد جي وقار ۾ واڌارو ڪرڻ جي بنيادي مقصد ۽ اهم ترين فرض تحت ڪرڻ گهرجي.

ان مقصد لاءِ ضروري ٿيندو ته سڀني ميدانن ۾ سماجي ترقيءَ جي منصوبن ۾ ميل جول پيدا ڪيو وڃي ۽ فردن ۽ جماعتن جي هٿن ۾ دولت ۽ اقتدار کي گڏ ٿيڻ کان روڪيو وڃي. اهڙي مفادپرستيءَ کي وڌڻ کان روڪيو وڃي، جيڪا سماج جي حق ۾ نقصانڪار هجي ۽ معدني وسيلا، آمدرفت جا ذريعا، پيداوار ۽ زمين جي ورهاست جي بنيادي طريقن، صنعت ۽ قومي سرگرميءَ جي ٻين شعبن کي سماجي ڪنٽرول ۾ رکيو

وڃي تہ جيئن آزاد هندستان باهمي امداد جي اصول تي ٻڌل هڪ متحده رياست جي شڪل ۾ فروغ حاصل ڪري سگهي.

بين الاقوامي معاملن ۾، ڪانگريس آزاد قومن جي هڪ عالمي وفاق جي قيام جي حامي آهي. ان وقت تائين جيستائين اهو وفاق نہ جڙي، هندستان کي سڀني قومن سان دوستاڻا لاڳاپا قائم ڪرڻ گهرجن، خاص طور تي اوڀر، اولهہ ۽ اتر ۾ پنهنجي پاڙيسري ملڪن سان. ڏور اوڀر ۾، ڏکڻ اوڀر ايشيا ۽ اولهہ ايشيا ۾ هزارين ورهين کان هندستان جا ثقافتي ۽ واپاري رابطا رهيا آهن ۽ اهو اڻٽر آهي تہ آزادي حاصل ڪرڻ سان انهن رابطن جي تجديد ۽ ترقي ٿيڻ گهرجي. حفاظتي سبب ۽ واپار جي آئينده لاڙي جو مطالبو بہ اهو هوندو تہ انهن علائقن سان وڌيڪ ويجها رابطا هجن. هندستان جنهن پاڻ پنهنجي آزاديءَ جي جدوجهد عدم تشدد جي اصول تي هلائي آهي، هميشہ عالمي امن ۽ امداد باهميءَ تي زور ڏيندو. هو ٻين سڀني محڪوم قومن ۽ آبادين جي آزاديءَ لاءِ آواز اٿاريندو، ڇو تہ ان ئي آزاديءَ تي ۽ هر جڳهہ تان شهنشاهيت جي پاڙ پٽڻ تي، عالمي امن جو قيام ممڪن ٿي سگهي ٿو.

8 آگسٽ 1942ع تي آل انڊيا ڪانگريس ڪميٽي هڪ قرارداد منظور ڪئي، جيڪا ان ئي وقت کان هندستان جي ڪهاڻيءَ ۾ شهرت رکي ٿي. ان قرارداد جا مطالبا ۽ ان جي چئلينج جي حمايت، ڪانگريس اڄ بہ ڪري ٿي. اهو ان ئي قرارداد جي بنياد تي ۽ ان ئي نعري سان ٿيو آهي تہ اڄ مرڪزي ۽ صوبائي اسيمبلين لاءِ ڪانگريس چونڊ وڙهي رهي آهي.

مرڪزي ليجسليٽو اسيمبلي هڪ اهڙي تنظيم آهي، جنهن وٽ ڪو بہ اختيار ۽ اقتدار نہ آهي ۽ جيڪا عملي طور تي صرف هڪ مشاورتي تنظيم آهي، جنهن جي مشورن کي هميشہ رد ۽ نظرانداز ڪيو ويو آهي. هاڻي اها مڪمل طور تي ختم ٿي چڪي آهي ۽ ان جو انحصار هڪ تمام محدود انتخابي حلقي تي آهي. ان جا انتخابي رجسٽر غلطين سان پُريا پيا آهن ۽ انهن کي درست ڪرڻ يا واڌارو ڪرڻ جو ڪو بہ موقعو مهيا نہ ڪيو ويو آهي. اسان جي هم وطنن جو وڏو تعداد اڃا تائين جيلن ۾ آهي ۽ گهڻا اهڙا ماڻهو جن کي آزاد ڪيو ويو هو، چونڊن ۾ حصو وٺڻ لاءِ نااهل قرار ڏنا ويا آهن. گهڻن جڳهن تي عوامي جلسو ڪرڻ ۾ رڪاوٽون وجهڻ جو سلسلو جاري آهي. پر انهن سڀني معذورين ۽ مشڪلاتن باوجود ڪانگريس چونڊن ۾ مقابلو ڪرڻ جو فيصلو ڪيو آهي تہ جيئن اهو ثابت ڪري سگهجي تہ چونڊون ڪيتريون ئي محدود هجن، انهن کي آزاديءَ جي مسئلي تي راءِ ڏيڻ جي بي پناه اتفاق باهميءَ جو مظاهرو ڪرڻو آهي. ان ڪري انهن چونڊن ۾ ننڍين ننڍين مسئلن يا ماڻهن يا فرقيوراڻي مطالبن جو ڪو بہ لحاظ نہ ڪيو ويندو. صرف هڪ شيءِ قابل لحاظ آهي، اسان جي مادر

وطن جي آزاديءَ خود مختياري، جنهن سان اسان جي عوام تائين بين سيني آزادين جي لهرپهچندي.

اهڙيءَ طرح ڪانگريس سڄي ملڪ جي ووٽرن کي جيڪي مرڪزي اسيمبليءَ لاءِ ووٽ ڏيندا، اها اپيل ڪري ٿي تہ چوندن ۾ اهي هر ممڪن طريقي سان ڪانگريسي اميدوارن جي حمايت ڪن ۽ ان نازڪ موڙ تي ڪانگريس جو ساٿ ڏين، جيڪا مستقبل جي امڪانن سان ايتري قدر معمور آهي. ڪيترائي دفعا هندستان جي عوام آزاديءَ جو عهد ڪيو آهي، اجا ان عهد جي تڪميل باقي آهي ۽ اهو نصب العين جنهن جي خاطر اهو عهد ڪيو ويو هو ۽ جيڪو اڪثر اسان کي پاڻ ڏانهن ڇڪي ٿو، اڄ بہ ان اسان کي آواز ڏنو آهي. پر اهو وقت اچي رهيو آهي، جڏهن اسان پوري نموني ان جي تڪميل ڪنداسين. صرف چونڊن جي واسطي سان نہ، پر ان زندگيءَ جي واسطي سان جيڪا چوندن کانپوءِ ايندي. اهي چوندون اسان جي لاءِ هڪ ننڍو امتحان آهن، هڪ تياري آهي، انهن عظيم ڪمن جي جيڪي پوءِ ڪرڻا آهن.

اچو تہ اسان سڀ هندستان جي آزاديءَ ۽ خودمختياريءَ لاءِ فڪرمند ۽ ان جا طلبگار ٿيون، پنهنجي پوري طاقت ۽ اعتماد سان ان امتحان جو مقابلو ڪيون ۽ پنهنجي خوابن جي آزاد هندستان ڏانهن گڏ جي اڳتي وڌون."

جيئن عام طور تي توقع ڪئي ويئي، ڪانگريس کي سواءِ بنگال، پنجاب ۽ سنڌ جي سيني صوبن ۾ زبردست ڪاميابي حاصل ٿي. انهن ٽنهي صوبن ۾ پوزيشن منجهيل هئي. بنگال ۾ مسلم ليگ واحد سڀ کان وڏي پارٽي هئي ۽ هن تقريباً اڌ سيٽن تي قبضو ڪيو. پنجاب ۾ يونينسٽ پارٽي ۽ ليگ جي پوزيشن تقريباً هڪ جهڙي هئي. سنڌ ۾ بہ مسلم ليگ وڏي تعداد ۾ سيٽون کٽيون پر ان کي اڪثريت نہ ملي سگهي. انهن ٽنهي صوبن ۾ مسلمان آبادي اڪثريت ۾ هئي ۽ مسلم ليگ مذهبي عصبيت ۽ فرقيوراڻي جذبن کي ڀڙڪائڻ لاءِ پروپيگنڊا ڪئي هئي. هن سياسي مسئلن کي ايترو ڏنڌلو ڪيو جو اهي مسلمان جيڪي ڪانگريس يا ڪنهن ٻي ٽڪيٽ تي بيٺا هئا، وڏي مشڪل سان ماڻهن کي پنهنجي ڳالهہ ٻڌڻ تي آماده ڪري سگهيا. اتر اولهہ سرحدي صوبي ۾ جتي مسلمان اڪثريت سڀ کان وڏي هئي، ليگ جون سڀ ڪوششون ناڪام ٿيون ۽ ڪانگريس حڪومت ناهڻ ۾ ڪامياب ٿي وئي.

ان موقعي تي مناسب ٿيندو تہ هڪ دفعو وري هندستان جي سياسي صورتحال جو جائزو ورتو وڃي. جڏهن ٻي عالمي جنگ شروع ٿي تہ ڪميونسٽن کي نقصان برداشت ڪرڻو پيو، ڇو تہ هٽلر ۽ اسٽالن ۾ عدم جارحيت جو معاهدو ٿي ويو هو. نازي سوويت ناهہ تائين ڪميونسٽ هٽلر تي حملو ڪرڻ ۽ نازي زندگيءَ جي فلسفي جي مذمت ڪرڻ ۾ سڀ کان اڳتي هئا. هندستاني ڪميونسٽ دل ئي دل ۾ سٺي نموني

سمجهندا هئا تہ اسٽالن کان زبردست غلطي ٿي آهي. پر دنيا جي ٻين حصن جي ڪميونسٽن وانگر، انهن ۾ اهو چوڻ جي همت نہ هئي. اهڙيءَ طرح انهن انهيءَ مصلحت کي ان جنگ کي گهٽائڻ جي هڪ ڪوشش قرار ڏنو، جنهن کي اهي هڪ امپريلسٽ جنگ چوندا هئا. ان معاملي ۾ هو تقريباً لاچار هئا ۽ هٽلر کي نندو شيطان چئي پنهنجي پوزيشن بچائڻ جي فڪر ۾ هئا.

ان واقعي جي ڪري اهي انگريزن جي ڪابہ مدد نہ ڪري سگهيا ۽ حقيقت هي آهي تہ، انهن ٻنهي ڪئمپن جي وچ ۾ هندستان جي غير جانبداريءَ جي پُرزور حمايت ڪئي. پر جڏهن هٽلر روس تي حملو ڪيو تہ ڪميونسٽن پوري نموني قلابازي کاڌي. هن جنگ کي عوام جي جنگ جو نالو ڏنو ۽ انگريزن جي حمايت ۾ مڪمل طور تي مصروف ٿي ويا. هندستان ۾ هو کليل نموني جنگ جي پروپئگنڊا ۾ شامل ٿيا ۽ انهن. برطانوي جنگي ڪوشش ۾ مدد ڏيڻ لاءِ سڀ ڪجھ ڪيو. ايم - اين - راءِ ڪلئي عام حڪومت جي رقم قبول ڪئي ۽ جنگ جي حمايت ۾ پروپئگنڊا جاري رکي. ڪميونسٽن مختلف طريقن سان حڪومت کان مدد ورتي. ڪميونسٽ پارٽيءَ تي جيڪا پابندي عائد هئي، هٽائي وئي ۽ پارٽيءَ جي ميمبرن جنگي پروپئگنڊا جاري رکڻ ۾ مدد ڏني.

ان جي ابتڙ، ڪانگريس "هندستان خالي ڪريو" تحريڪ شروع ڪئي هئي. ڪانگريسين جي وڏي تعداد کي گرفتار ڪيو ويو هو، جڏهن تہ ڪميونسٽ، جيڪي ٻهرين جيل ۾ هئا يا روپوش هئا، هاڻي پنهنجي پارٽيءَ جي حمايت ۾ ڪلئي عام ڪم ڪري سگهن پيا. ايسٽائين جو جڏهن شملہ ڪانفرنس ڪانپوءِ ڪانگريسي آزاد ڪيا ويا هئا. ان وقت بہ ڪميونسٽن جو ذهن پنهنجي لائحہ عمل جي باري ۾ صاف نہ هو ۽ اهي ڪانگريس جي فيصلي جو انتظار ڪري رهيا هئا.

ان وقت هڪ نمايان تبديليءَ سيني عوامي ملازمتن جو احاطو ڪيو هو. دفاعي فوج جنگ جي زماني ۾ انهن نوجوانن جي هڪ وڏي تعداد کي ڀرتي ڪيو هو، جن جو تعلق مختلف صوبن ۽ مختلف سماجي طبقن سان هو. صرف مخصوص ۽ چوندہ گروهن سان تعلق رکڻ وارن نوجوانن کي فوج ۾ ڀرتي ڪرڻ جي پراڻي برطانوي روايت جنگي ضرورتن جي دٻاءَ جي ڪري ترڪ ڪئي ويئي. اهي نوجوان جيڪي هٿياربند فوج ۾ شامل ٿي ويا هئا، انگريزن جي ان قول تي اعتبار ڪري ويٺا تہ جنگ کان پوءِ هندستان آزاد ٿي ويندو. ان يقين، مخالفت جي دور ۾ انهن نوجوانن کي دل ۽ جان سان وڙهڻ تي آماده ڪيو هو. هاڻي مخالفتون ٿڏيون ٿي چڪيون هيون تہ اهي انهيءَ اميد ۾ هئا تہ هندستان آزاد ٿي ويندو.

هٿياربند فوجن جون ٽئي شاخون بحري، بري ۽ فضائي وطن پرستيءَ جي هڪ

جذبي سان سرشار هيون. انهن ۾ ايترو جوش پيريو ويو هو جو جڏهن انهن جي نظر
ڪنهن ڪانگريسي اڳواڻ تي پوندي هئي تہ اهي پنهنجي احساسن کي لڪائي نہ
سگهندا هئا. ان دور ۾ جتي جتي منهنجو وڃڻ ٿيو، دفاعي فوج جا نوجوان منهنجي
استقبال لاءِ آيا ۽ پنهنجي يورپين آفيسرن جي ردعمل جي پرواه ڪرڻ کان سواءِ انهن
پنهنجي همدردي ۽ ستائش جو اظهار ڪيو. مان جڏهن ڪراچيءَ ويس تہ بحريہ جي
آفيسرن جو هڪ گروپ مون سان ملڻ آيو. انهن ڪانگريس جي پاليسيءَ جي تعريف
ڪئي ۽ مون کي يقين ڏياريو تہ جيڪڏهن ڪانگريس ضروري حڪم ڏيندي تہ هو
مون وٽ اچي ويندا. جيڪڏهن حڪومت ۽ ڪانگريس جي وچ ۾ ڪو تنازعو ٿئي ٿو
تہ، اهي ڪانگريس جو ساٿ ڏيندا، حڪومت جو نہ. بمبئيءَ ۾ بہ بحريہ جي سوين
آفيسرن اهڙن ئي احساسن جو اظهار ڪيو.

اهي جذبا صرف آفيسرن ۾ ئي نہ پر عام فوجين ۾ بہ گهڻو ڦهلجي ويا هئا. صوبائي
وزارت جي جڙڻ جي سلسلي ۾ مان هوائي جهاز تي لاهور ويس. هڪ گورکا ريجمينٽ
جيڪا لاهور ۾ رکي وئي هئي، ان جا ڪوارٽر هوائي اڏي جي ويجهو ئي هئا. جڏهن
سپاهين ٻڌو تہ مان لٿو آهيان تہ سون جي تعداد ۾ قطارون ٻڌي بيهي رهيا ۽ چيائون تہ،
اهي منهنجو درشن ڪرڻ چاهين ٿا. ايستائين جو پوليس وارن بہ اهڙن ئي احساسن جو
اظهار ڪيو. هندستان جي سياسي جدوجهد جي تاريخ ۾ پوليس هميشہ حڪومت
جي شديد ترين حمايتي رهي آهي. اصل ۾ پوليس وارن کي سياسي ڪارڪنن سان
گهٽ همدردي هوندي آهي ۽ اهي اڪثر انهن سان سختيءَ سان پيش ايندا هئا. هاڻي
انهن جي جذبن ۾ تبديلي اچي وئي هئي ۽ اهي ڪانگريس سان وفاداريءَ جي معاملي ۾
هاڻي ڪنهن ٻئي گروه کان پٺتي نہ هئا.

هڪ دفعو جڏهن مان ڪلڪتي جي لال بازار مان گذري رهيو هئس تہ منهنجي
ڪار ٽريفڪ جي رش ۾ ڦاسي وئي. پوليس جي ڪجھ سپاهين مون کي سڃاتو ۽ پنهنجي
ٻئر ڪن ۾، جيڪي ويجهو ئي هيون، خبر ڪئي. ڪجھ منٽن اندر ڪانسٽيبلن ۽
هيڊ ڪانسٽيبلن جي هڪ وڏي هجوم منهنجي ڪار جو گهيرو ڪيو. انهن مان ڪن
مون کي سلام ڪيو ۽ ڪن منهنجا پير ڇهيا. انهن سيني ڪانگريس جي لاءِ پنهنجي
احترام جو اظهار ڪيو ۽ چيو تہ، اهي اسان جي حڪمن مطابق عمل ڪندا.

هڪ ٻيو بہ واقعو مون کي سٺي نموني ياد آهي. بنگال جي گورنر مون سان
ملاقات جي خواهش ظاهر ڪئي. جڏهن مان گورنمينٽ هائوس ويس تہ ڊيوٽيءَ تي
موجود ڪانسٽيبلن منهنجي ڪار جو گهيرو ڪيو ۽ جيئن مان ٻاهر نڪتس، انهن
مان هڪ ماڻهو اڳتي وڌيو ۽ مون کي سلام پيش ڪيائين. انهن سيني مون کي يقين
ڏياريو تہ اهي منهنجي حڪمن جي مطابق عمل ڪندا، مان گورنر جي دعوت تي گورنر

هائوس ويو هئس، مون اهو مناسب نہ سمجهيو تہ اتي نعرا لڳايا وڃن، پر سپاهي ڪٿي خاموش رهڻ وارا هئا. جيڪڏهن حڪومت انهن کي ڪانگريس جي همدرديءَ جي سزا ڏيڻ چاهي ٿي تہ، هو ان جي لاءِ تيار هئا.

اهي واعدا ظاهر آهي تہ حاڪمن تائين پهتا هوندا. حڪومت تفصيلي رپورٽون وٺندي هئي ۽ انهن کي سيڪريٽري آف اسٽيٽ براءِ هندستان ڏانهن وڌائيندي هئي. انگريزن اهو سمجهيو تہ هندستاني تاريخ ۾ پهريون دفعو پوري قوم ۾ آزاديءَ جي طلب جو شعلو پڙڪيو آهي. سياسي آزاديءَ جو حصول هاڻي صرف ڪانگريس جو نصب العين نہ رهجي ويو آهي، پر عوام جي سڀني طبقن جو نصب العين آهي. دفاعي فوج جا سپاهي ۽ آفيسر سرعام اهو چوندا هئا تہ انهن جنگ ۾ پنهنجو رت صرف ان يقين تي وهايو هو تہ جنگ جي خاتمي تي هندستان آزاد ٿي ويندو. انهن جو مطالبو هو تہ هاڻي ان واعدي کي پورو ڪيو وڃي.

عام چونڊن جي خاتمي کانپوءِ، هر صوبي ۾ نئين حڪومت جي جوڙڻ جو سوال اٿيو. منهنجي لاءِ ضروري ٿي ويو تہ هر صوبائي راڄڌانيءَ جو دورو ڪيان ۽ وزارتن جي جوڙڻ جي نگراني ڪريان. مون وٽ وقت تمام گهٽ هو پر هوائي سفر جي ڪري مون کي ان مسئلي کي حل ڪرڻ ۾ مدد ملي. جنگ دوران سڀ هوائي آمدرفت حڪومت جي ڪنٽرول ۾ هئي. سيٽن جي الاٽمينٽ بہ حڪومت جي ڪنٽرول ۾ هئي. لارڊ ويول حڪم جاري ڪيا هئا تہ، مون کي هر سهولت ڏني وڃي ۽ ان جي ڪري اهو ممڪن ٿي سگهيو تہ مان سڀني صوبائي راڄڌانين جو دورو ڪري سگهان.

جڏهن مان حڪومت جي تشڪيل لاءِ بهار آيس تہ مون مختلف گروپن جي پاڻ ۾ ڪشمڪش جي ڪري اتان جي صورتحال کي پيچيده ڏٺو. انهن ۾ اهم ڪانگريسين جي نجي مسئلن جو بہ واڌارو ٿي ويو هو. شملہ ڪانفرنس جي ناڪاميءَ کانپوءِ ڊاڪٽر سيد محمود منهنجي خلاف ڪجهہ اڻ وڻندڙ الزام لڳايا. هڪ بيان ۾ جنهن کي هن بنارس مان جاري ڪيو هو، هن مون کي ڪانفرنس جي ناڪاميءَ جو ذميوار قرار ڏنو هو. هن جي چوڻ مطابق ڪانگريس ورڪنگ ڪميٽي مسلم ليگ جي مطالبن کي قبول ڪرڻ تي راضي ٿي وئي هئي ۽ اهو صرف منهنجي ضد جي ڪري ٿيو تہ، ڪانگريس پنهنجي پوزيشن بدلائي ۽ ليگ جي مطالبن ميڃڻ کان انڪار ڪيو. ظاهر آهي تہ اهو الزام غلط هو.

مون کي افسوس ٿيو تہ ڊاڪٽر محمود ان قسم جو بيان جاري ڪيو. ڪيس خبر هئي تہ ائين انتهائي مشڪل سان ٿيندو هو تہ رام ڳڙه ڪانگريس کان پوءِ مان کيس ورڪنگ ڪميٽيءَ ۾ شامل ڪري سگهيو هئس. هن جڏهن معافي ورتي ۽ احمد نگر جيل مان آزاد ٿيو تہ منهنجي ساٿين مان ڪن مون کي طعنا ڏنا تہ مون ئي هن کي

ورڪنگ ڪميٽيءَ ۾ آندو هو. هاڻي ڊاڪٽر محمود اهو سوچيو ته هن منهنجي خلاف
اهي نامناسب الزام لڳايا هئا، ان ڪري مان هن کي بهار جي ڪابينه ۾ شامل ٿيڻ نه
ڏيندس. هن کي خبر نه هئي ته مون ان قسم جي معاملن ۾، ڪڏهن به پنهنجي نجي
احساسن کي پنهنجي فيصلن تي اثرانداز ٿيڻ نه ڏنو هو.

مون کي وائسراءِ کان هن جي معافي وٺڻ ۽ پنهنجي خلاف ان بيان تي افسوس ٿيو
هو. پر ملڪ جي مروج ماحول ۾ مون انهن ڪمزورين کي قابل تسليم سمجهڻ جي
گنجائش به ڪڍي هئي. مون پنهنجي ذهن ۾ طئه ڪيو هو ته هر حال ۾ مون کي
حڪومت ناهڻ وقت لياقت ۽ اهليت کي نظر ۾ رکڻو آهي ۽ مون ان جي اجازت نه ڏيڻ
گهرجي ته ان جا الزام مون تي دٻاءُ وجهي سگهن. جڏهن فهرست، جوڙي وئي ۽ مون
ڪانگريس اسيمبلي پارٽيءَ جي ميمبرن جي آڏو نالا پڙهيا ته سيد محمود پنهنجو نالو
ڏسي حيرت ۽ خوشيءَ ۾ نظر آيو.

مون پنهنجي ذهن کي آماده ڪيو هو ته، وزارتن جي جڙڻ ۾ اسان کي مسلم ليگ
ڏانهن هڪ فياضاڻو رويو اختيار ڪرڻ گهرجي. جتي به ميمبرن کي اسيمبليءَ لاءِ ليگ
جي ٽڪيٽ تي ڪاميابي ملي هئي، مون انهن کي گهرايو ۽ صوبائي وزارتن جي
تشڪيل ۾ تعاون جي دعوت ڏني. مون ائين بنهيءَ ۾ ڪيو، يعني انهن صوبن ۾ جتي
ڪانگريس کي مڪمل اڪثريت حاصل هئي ۽ ان سان گڏ انهن صوبن ۾ به جتي اها
واحد سڀ کان وڏي پارٽي هئي. مان چاٺان پيو ته گهٽ صوبن ۾ خاص ڪري بهار،
پنجاب ۽ آسام ۾ مسلم ليگ جا ميمبر خوشيءَ سان شامل ٿين ها، پر مسٽر جناح
مسلم ليگ جي ميمبرن کي منهنجي دعوت قبول ڪرڻ جي اجازت نه ڏني.

پنجاب ۾ صورتحال خاص طور تي ڏکي هئي. اهو هڪ مسلم اڪثريتي صوبو هو،
پر ڪنهن پارٽيءَ کي واضح اڪثريت حاصل نه هئي. مسلمان ميمبر به يونينسٽ
پارٽي ۽ مسلم ليگ ۾ ورهايل هئا. مون بنهي گروپن سان ڳالهه ٻولهه ڪئي. ليگ، جيئن
مان چئي چڪو آهيان، مسٽر جناح جي هدايت تحت منهنجو دعوت نامو قبول نه ڪيو،
پر مان ڪهڙي به نموني ڳالهين کي ان اندز سان هلائڻ ۾ ڪامياب ويس، جنهن
ڪانگريس جي مدد سان يونينسٽ پارٽيءَ کي وزارت ناهڻ جو موقعو مليو. گورنر
شخصي طور تي مسلم ليگ ڏانهن جهڪاءُ رکي پيو. پر هن ڏٺو ته هن جي آڏو ڪا ٻي
صورت نه آهي، سواءِ ان جي ته يونينسٽ پارٽيءَ جي سربراه خضر حيات خان کي
حڪومت ناهڻ لاءِ سڏائي.

اهو پهريون موقعو هو جڏهن پنجاب ۾ ڪانگريس حڪومت ۾ شريڪ ٿي
هئي. اها هڪ اهڙي صورتحال هئي جنهن کي ان وقت تائين تقريباً ناممڪن تصور ڪيو
ويندو هو. سڄي ملڪ ۾ سياسي حلقن اعلان ڪيو ته مون انهن ڳالهين ۾، جن پنجاب

وزارت کي تشکيل جي راه ڏيکاري، زبردست صلاحيت ۽ تدبر جو ثبوت ڏنو آهي. سڄي ملڪ ۾ آزاد ميمبرن غير مشروط طور تي مون کي مبارڪ ڏني. نيشنل هيرالڊ جيڪو يو- پي ڪانگريس جو ترجمان هو، مون کي ان ڳالھ تي ساراهيو تہ مون ڪيڏي نہ سليقي سان پنجاب جي ڏکين ۽ منجهيل مسئلن کي حل ڪيو هو. ان ايستائين بہ چيو تہ، مون جهڙي نموني صورتحال کي سنڀاليو آهي، اهو ڪنهن بہ ڪانگريسي اڳواڻ طرفان ڳالهين ۾ تدبر ۽ هوشياري جي واضح ترين مثالن مان هڪ آهي.

مان ملڪ ۾ ان پذيرائيءَ تي خوش هئس، پر هڪ ڳالھ اهڙي بہ هئي جنهن مون کي ڏکوئيو. ڪانگريس ۾ پنهنجين سرگرمين جي شروعات کان ئي، جواهر لال ۽ مان پاڻ ۾ بهترين دوست هئاسين. اسان هميشہ هم خيال رهندا هئاسين ۽ هڪ ٻئي کي سهارو ڏيندا هئاسين. اسان ۾ ڪنهن رقابت يا حسد جو سوال ڪڏهن نہ اٿيو هو ۽ مان سوچيندو هئس تہ، اڳتي بہ نہ اٿندو. حقيقت هي آهي تہ ان خاندان سان منهنجي دوستي پنڊت موتي لال نهرو جي زماني کان هئي. شروع ۾ مان جواهر لال کي هڪ ياءُ ۽ پٽ وانگر ڏسندو هئس ۽ هو بہ مون کي پنهنجي والد جو دوست سمجهندو هو.

جواهر لال طبيعتاً گرمجوش ۽ فياض هو ۽ هن جي دماغ ۾ ۾ ذاتي حسد ڪڏهن بہ گهر نہ ڪيو. بهرحال هن جا ڪجھ ويجها عزيز مون سان سندس ويجهي تعلق کي پسند نہ ڪندا هئا ۽ اسان جي وچ ۾ مشڪلون ۽ ڏکيائيون پيدا ڪرڻ چاهيندا هئا. پر جواهر لال ۾ خود پسندي تمام گهڻي هئي ۽ هو برداشت نہ ڪري سگهندو هو تہ ڪنهن ٻئي کي هن کان وڌيڪ تعاون ملي يا تعريف ڪئي وڃي. جواهر لال ۾ اها ڪمزوري بہ هئي تہ، هو اصولي مصلحتن کي گهڻي اهميت ڏيندو هو ۽ انهن ماڻهن ان ڪمزوريءَ مان فائدو وٺي کيس منهنجي خلاف ڪرڻ چاهيو. انهن ماڻهن هن سان ڳالھ ڪئي ۽ چيو تہ، ڪانگريس ۽ يونينسٽ پارٽيءَ جو اتحاد اصولي طور تي غلط هو. انهن جو دليل هي هو تہ مسلم ليگ هڪ عوامي تنظيم هئي ۽ ڪانگريس جي گڏيل حڪومت پنجاب ۾ مسلم ليگ جي اتحاد سان جڙڻ گهرجي ها. ڪميونسٽن کليءَ عام اها ئي لائين اختيار ڪئي. جواهر لال جزوي طور تي انهن جي خيالن کان متاثر ٿيو هو ۽ ٿي سگهي ٿو هن اهو سوچيو هجي تہ يونينسٽ پارٽيءَ سان هڪ گڏيل سرڪار جوڙي مان ڪاهي ڊر سان تعلق رکڻ وارن اصولن جي قرباني ڏئي رهيو آهيان.

اهي ماڻهو جيڪي جواهر لال ۽ مون ۾ وڇوٽي پيدا ڪرڻ چاهيندا هئا، اهي مسلسل اهو چوندا رهيا تہ مون تي جيڪا تحسين ۽ ستائش ڪئي وڃي ٿي ان جو ناڪاري اثر ٻين ڪانگريسي اڳواڻن ۽ خود جواهر لال جي حيثيت تي پوي ٿو. جيڪڏهن انهن جي پنهنجي اخبار نيشنل هيرالڊ ايتري قدر وڌائي منهنجي تعريف ڪرڻ لڳي آهي تہ نتيجو هي ٿيندو تہ جلدي ڪانگريس تنظيم ۾ مان سڀ کان نمايان

پوزيشن حاصل ڪري وٺندس.

مون کي خبر نہ آهي تہ جواهر لال جي ذهن تي ان تلقين جو اثر ڪيتري حد تائين پيو، پر بمبئيءَ ۾ ڪانگريس ورڪنگ ڪميٽيءَ جي ميٽنگ دوران مون اهو ڏٺو تہ گهٽ ۾ گهٽ هر معاملي تي هن منهنجي طرز عمل جي مخالفت شروع ڪئي. جواهر لال اهو رخ اختيار ڪيو تہ پنجاب ۾ مون جيڪا پاليسي اختيار ڪئي اها درست نہ هئي. هن ايستائين چيو تہ، مون ڪانگريس جي وقار کي پست ڪيو آهي. مون کي اهو ٻڌي تعجب بہ ٿيو ۽ افسوس بہ. مون پنجاب ۾ جيڪو ڪجهہ ڪيو هو، ان ڪري ڪيو هو تہ، ڪانگريس حڪومت ۾ شامل ٿي وڃي. ان حقيقت جي باوجود تہ گورنر مسلم ليگ کي وزارت ۾ آڻڻ گهرجي ٿو، منهنجي ئي جدوجهد جي ڪري مسلم ليگ پاسي تي ٿي وئي ۽ ڪانگريس اقليت ۾ هوندي بہ پنجاب جي معاملن ۾ هڪ فيصلائتي عنصر جي حيثيت حاصل ڪئي هئي. خضر حيات خان ڪانگريس جي مدد سان وزير اعليٰ بڻيو هو ۽ ظاهر آهي تہ ڪانگريس جي اثر ۾ هو.

جواهر لال جو چوڻ هو تہ اڪثريتي پارٽي نہ هوندي، ڪانگريس جو حڪومت ۾ شامل ٿيڻ صحيح نہ هو. ان سان ڪانگريس کي سمجهوتي بازيءَ تي مجبور ٿيڻو پوندو ۽ شايد اها پنهنجي اصولن کان هٽي وڃي. مون اهو مڃڻ کان انڪار ڪيو تہ ڪانگريس کي پنهنجي اصول ڇڏڻ جو ڪو خطرو لاحق آهي، پر ان سان گڏ اها ڳالهہ بہ واضح ڪئي تہ ورڪنگ ڪميٽي جيڪڏهن منهنجو لاهور جو فيصلو منظور نہ ٿي ڪري تہ ڪا بہ نئين پاليسي اختيار ڪري سگهي ٿي. ڪانگريس اقتدار ۾ برقرار رهڻ جي ڪا ضمانت نہ ڏني هئي ۽ ان مان جڏهن بہ چاهي نڪري سگهي ٿي.

گانڌي وڏي مضبوطيءَ سان منهنجي خيالن جي حمايت ڪئي. هن چيو تہ، پنجاب ۾ ڪانگريس اقليت ۾ هئي، ان منهنجي ڳالهين جي ڪري ئي وزارت جوڙڻ ۽ هلائڻ جي ڪم ۾ هڪ فيصلائتي حيثيت حاصل ڪئي هئي. هن جو چوڻ هو تہ ڪانگريسي نقطہ نظر سان، ان جو ڪو بہ بهترين حل ممڪن نہ ٿو ٿي سگهي ۽ هو ان فيصلي ۾ جيڪو مان ڪري چڪو هئس، ڪنهن بہ تبديليءَ جي خلاف هو. جڏهن گانڌي قطعي لفظن ۾ پنهنجي راءِ جو اظهار ڪيو تہ ورڪنگ ڪميٽيءَ جي ٻين سيني ميمبرن منهنجي حمايت ڪئي ۽ جواهر لال کي بہ رضامند ٿيڻو پيو.

ٻيو سوال جيڪو ورڪنگ ڪميٽيءَ جي آڏو آيو، ڪيبينيٽ مشن سان ڳالهين جو هو. اجا تائين جڏهن بہ حڪومت سان ڳالهہ ٻولهہ ٿي هئي، تنظيم جي نمائندگي ڪانگريس جي صدر ڪئي هئي. 1942ع ۾ جڏهن ڪرپس آيو، جواهرلال پاڻ ئي تجويز ڪيو هو تہ ڪانگريس جي طرفان اڪيلو مون کي ڳالهہ ٻولهہ ڪرڻ گهرجي. شملہ ڪانفرنس ۾ بہ مان ئي اڪيلو نمائندو هئس ۽ ايستائين جو گانڌي بہ ڳالهہ ٻولهہ

۾ شريڪ نہ ٿيو هو، پر هن دفعي جواهر لال هڪ مختلف رويو اختيار ڪيو. هن اها تجويز رکي تہ ڪيبينيٽ مشن ۾ ڳالهہ ٻولهہ لاءِ ڪيلي نمائندي ڪي نہ پر ورڪنگ ڪميٽيءَ جي هڪ ننڍي ذيلي ڪميٽيءَ کي ڪرڻ گهرجي.

ان تجويز مون کي حيران ڪيو. مون ڪڏهن بہ نہ سوچيو هو تہ، جواهر لال کو اهڙو سوال اٿاريندو. پر مون کي خيال ٿيو تہ هتي سوال اعتماد جو اچي پيو آهي. ان ڪري مون ان جي مخالفت ڪئي. مون اها نشاندهي ڪئي تہ اڄا تائين ڪانگريس جو صدر ئي تنظيم جو اڪيلو نمائندو هوندو هو ۽ هاڻي ان تبديليءَ جو ڪو معقول سبب مون کي سمجهہ ۾ نہ ٿو اچي. جيڪڏهن ورڪنگ ڪميٽي ضروري سمجهي ٿي تہ طريقيڪار ۾ تبديلي ضروري آهي تہ ان کي يقيناً ان تي عمل ڪرڻ جو پورو حق حاصل آهي، پر مان اهڙي ڪنهن فيصلي ۾ شريڪ نہ ٿيندس. حقيقت هي آهي تہ، مان ان وک کي ڪانگريس جي صدر جي ذميوارين ۾ گهٽتائي سمجهندس.

هتي هڪ دفعو وري گانڌيءَ منهنجي تائيد ڪئي. هن صاف چيو تہ، سندس خيال ۾ تبديليءَ جو ڪو بہ جواز نہ آهي. جيڪڏهن ڪرپس ۽ ويول سان ڳالهہ ٻولهہ ۾ ڪانگريس جو صدر اڪيلو نمائندو هوندو هو تہ هن جي سمجهہ ۾ نہ ٿو اچي تہ هاڻي اها روايت ڇو بدلائي وڃي. هاڻي جيڪڏهن ڪيبينيٽ مشن سان ڳالهين لاءِ ڪا ڪاميٽي مقرر ڪئي وئي تہ ان جو مطلب اهو ڪڍيو ويندو تہ، ڪانگريس جي صدر ۾ اعتماد جي گهٽتائي پيدا ٿي وئي آهي. تجربي بہ اهو ئي ڏيکاريو هو تہ، ڪانگريس جو نمائندو ان جي صدر کان بهتر ٻيو ڪو بہ نہ ٿو ٿي سگهي. ان منزل تي ڪميٽيءَ جو تقرر مددگار نہ ٿيندو ۽ ڪانگريس جي عام صفن ۽ عام ماڻهن جي ذهنن ۾ بہ ان سان مونجهارو پيدا ٿيندو.

ورڪنگ ڪميٽيءَ گانڌيءَ جي صلاح ميڃي ۽ هڪ دفو وري ڪانگريس جو اڪيلو نمائندو صدر کي مقرر ڪيو ويو. جواهر لال شايد اهو محسوس ڪيو تہ، معاملو گهڻو اڳتي وڌي ويو آهي ۽ مون تي ان جو خراب تاثر قائم ٿيو هوندو. جيئن منهنجو عام معمول هو، مان پولا پائي ڊيسائيءَ سان رهيل هئس. ٻئي ڏينهن صبح جو سوير جواهر لال مون وٽ آيو ۽ نهايت شفقت ۽ خلوص سان يقين ڏياريو تہ هن جي تجويز سان هڪ گهڙيءَ جي لاءِ بہ منهنجي قيادت ۾ اعتماد جي ڪمي ڏانهن اشارو نہ پيو نڪري. هن جو مقصد صرف منهنجي هٿن کي مضبوط ڪرڻ هو. ڇو تہ هو سمجهندو هو تہ جيڪڏهن منهنجا ڪجهہ ساٿي مون سان گڏ ڪيا وڃن تہ مان بهتر طور تي ڳالهين کي اڳتي وڌائي سگهندس. هن بي تڪلفيءَ سان اهو اعتراف ڪيو تہ، سندس اندازو غلط هو ۽ هن اها خواهش ظاهر ڪئي تہ مان ان سڄي واقعي کي وساريان. مان هن جي انهن صاف ڳالهين تي خوش ٿيس تہ اسان ٻئي پاڻ ۾ بهترين دوست رهيا آهيون ۽ ان ڳالهہ

مون کي ڏک پهچايو تہ اسان جي وچ ۾ ڪو اختلاف موجود آهي.

مان پهرين ئي چئي چڪو آهيان تہ هندستاني بحريہ جا ڪجھ آفيسر مون سان ڪراچيءَ ۾ مليا هئا. ٻين ڳالهين سان گڏ انهن نسلي امتياز جي سلسلي ۾ بہ شڪايت ڪئي هئي ۽ چيو هو تہ ان امتياز جي خلاف انهن جي احتجاج ۽ درخواستن جو ڪو بہ فائدو نہ ٿيو. انهن جي بي اطميناني وڌندي وئي ۽ هڪ ڏينهن دهليءَ ۾، مون اخبارن ۾ اوچتو اهو پڙهيو تہ اهي سڌو سنئون ڪارروائيءَ تي لهي آيا آهن. انهن حڪومت کي اهو اطلاع ڏنو هو تہ جيڪڏهن هڪ خاص تاريخ تائين انهن جا مطالبا تسليم نہ ڪيا ويا تہ، اهي سڀ گڏ استعيفيٰ ڏئي ڇڏيندا. اها تاريخ هاڻي گذري چڪي هئي ۽ هنن پنهنجي اڳين فيصلن جي روشنيءَ ۾ بمبئيءَ ۾ هڪ عام جلسو ڪيو هو. ان خبر ملڪ ۾ بجليءَ جي لهر ڊوڙائي ۽ ماڻهن جي هڪ تمام وڏي اڪثريت انهن سان گڏ ٿي وئي. حڪومت بہ پريشان هئي. ان برطانوي دستا گهرايا ۽ هندستاني بحريہ جا سڀ جهاز انگريز آفيسرن ۽ ڪارڪنن جي چارج ۾ ڏنا ويا.

منهنجي ذهن ۾ اها ڳالھ صاف هئي تہ ڪنهن عوامي تحريڪ يا سڌو سنئون ڪارروائيءَ لاءِ وقت اجا مناسب نہ آهي. اسان کي اجا واقعن جي سلسلي تي نظر رکڻ گهرجي ۽ برطانوي حڪومت سان ڳالهيون جاري رکڻ گهرجن. ان ڪري مان سمجهان پيو تہ، هندستاني بحريہ جي آفيسرن طرفان اها وک غلط هئي. جيڪڏهن اهي نسلي امتياز جو شڪار ٿيا هئا تہ اها ڪا اهڙي برائي نہ هئي، جيڪا صرف انهن لاءِ مخصوص رهي هجي، اها برائي تہ بري ۽ فضائيہ جي سڀني حلقن تائين ڦهليل هئي. ان فرق جي خلاف انهن جو احتجاج حق تي هو، پر سڌو سنئون ڪارروائيءَ تي لهڻ منهنجي سمجھ ۾ بيوقوفيءَ جي ڳالھ هئي.

مسز آصف علي بحريہ جي آفيسرن جو معاملو پنهنجي هٿن ۾ کنيو ۽ انهن جي پرجوش حمايتي بڻجي وئي. منهنجي تائيد حاصل ڪرڻ لاءِ هوءَ دهليءَ آئي. مون هن کي ٻڌايو تہ آفيسرن ڏاهپ کان ڪم نہ ورتو هو ۽ انهن کي منهنجو مشورو هي آهي تہ غير مشروط طريقي سان پهنجي ڪم تي واپس هليا وڃن. بمبئي ڪانگريس ٽيليفون تي مون کان صلاح گهري ۽ مون جواب ۾ انهن ڏانهن تار موڪلي. سردار ولڀ ڀائي پٽيل ان وقت بمبئيءَ ۾ هو ۽ هن بہ مون سان مشورو ڪيو. مون هن کي ٻڌايو تہ بحريہ جي آفيسرن جيڪا وک کنئي آهي، اها غلط آهي ۽ انهن کي ڪم تي واپس وڃڻ گهرجي. سردار پٽيل پڇيو تہ، جيڪڏهن حڪومت انهن کي پنهنجي ڪم تي واپس اچڻ جو موقعو نہ ڏئي تہ پوءِ اهي ڇا ڪن؟ مون جواب ڏنو تہ، حالتن کي ڏسندي منهنجو اندازو اهو ئي آهي تہ حڪومت انهن کي واپس اچڻ ڏيندي. فرض ڪيو تہ، حڪومت ڪا ڏکيائي پيدا ڪري ٿي تہ اسان اهو ڪجھ ڪنداسين جيڪو مناسب هوندو.

وزارت جڙڻ جي سلسلي ۾، ٻئي ڏينهن مون کي پشاور وڃڻو هو، پر مون پنهنجو دورو ملتوي ڪيو ۽ ڪمانڊر انچيف سان فوري طور تي ملاقات جي درخواست ڪئي. ٻئي ڏينهن صبح جو ڏهين بجي لارڊ آڪن لڪ پارليامينٽ هائوس ۾ مون سان ملاقات ڪئي، مون سندس ڌيان لاءِ ٻه ڳالهيون هن جي آڏو رکيون:

(1) ڪانگريس بحريه جي آفيسرن جي قدم کي پسند نه ڪيو آهي ۽ انهن کي غير مشروط طور تي واپس پنهنجو ڪم شروع ڪرڻ لاءِ چيو آهي. پر ڪانگريس کي اهو فڪر آهي ته انهن جي خلاف ڪا ڪارروائي نه ٿئي. جيڪڏهن حڪومت بغض وارو رويو اختيار ڪيو ته ڪانگريس انهن آفيسرن جي مسئلي کي پنهنجو مسئلو بڻائيندي.

(2) بحريه جي آفيسرن کي حڪومت کان نسلي تفريق جي يا ٻيون جيڪي شڪايتون آهن، انهن جي تفتيش ڪرائي وڃي ۽ انهن کي ختم ڪيو وڃي.

لارڊ آڪن نهايت دوستاڻي جذبي سان ڳالهه ٻولهه ڪئي. حقيقت هي آهي ته، هن جي لهجي ۾ منهنجي توقع کان وڌيڪ گرمجوشي هئي. هن چيو ته، آفيسرن بنا ڪنهن شرط جي پنهنجي ڊيوٽيءَ تي واپس اچڻ منظور ڪيو ته انهن جي خلاف ڪابه ڪارروائي نه ڪئي ويندي. جيستائين نسلي تفريق جو تعلق هو، سندس پوري ڪوشش اها هوندي ته ان کي پوري طرح ختم ڪيو وڃي. انهن جوابن سان مون کي اطمينان ٿيو ۽ مون جلدي هڪ بيان جاري ڪيو، جنهن ۾ آفيسرن کي درخواست ڪئي وئي هئي ته ڪم تي واپس اچي وڃن ۽ انهن کي اهو يقين ڏياريو ويو ته، انهن خلاف ڪابه ضابطي جي ڪارروائي نه ٿيندي.

موجوده حالتن ۾ بمبئي بحريه جي آفيسرن جي بغاوت هڪ خاص معنيٰ رکي پئي. 1857ع کانپوءِ اهو پهريون موقعو هو، جڏهن دفاعي فوج جي هڪ حلقي هڪ سياسي مسئلي جي بنياد تي انگريزن جي خلاف کليل بغاوت ڪئي هئي. اها بغاوت پنهنجي قسم جو واحد واقعو نه هو، چو ته پهرين به سڀاش چندر بوس جي قيادت ۾ هندستان جي جنگي قيدين کي وٺي انڊين نيشنل آرمي جڙي چڪي هئي. ان فوج 1944ع ۾ هندستان تي حملو ڪيو هو ۽ هڪ مرحلي تي امفال تقريباً قبضي ۾ اچڻ وارو ئي هو. جپان جي هٿيار ڦٽا ڪرڻ کان پوءِ، انگريزن وري برما تي قبضو ڪيو ۽ انڊين نيشنل آرميءَ جا ڪيترائي آفيسر قيدي بڻايا ويا. انهن کي پنهنجي ان فعل تي ته اهي انڊين نيشنل آرميءَ ۾ شامل ٿي ويا هئا، ڪو پڇتاءُ نه هو ۽ انهن مان ڪن تي غداريءَ جو ڪيس هلي رهيو هو. انهن سيني واقعن انگريزن کي باور ڪرايو ته اهي هٿياربند فوج تي هاڻي وڌيڪ ڀروسو نه ٿا ڪري سگهن، ايستائين جو هندستان جو سياسي مسئلو اطميان بخش طريقي سان حل نه ٿي وڃي.

مون هندستاني فوج جي آفيسرن جي خبر، پهرين ان وقت ٻڌي جڏهن شمله
ڪانفرنس کان پوءِ گلمرگ ۾ هئس. پنجاب هاءِ ڪورٽ جو هڪ جج مسٽر پرتاب
سنگھ هڪ ڏينهن گهڻو گهبرايل حالت ۾ مون وٽ آيو ۽ ٻڌايائين ته، ڪجھ هندستاني
آفيسر جيڪي سڀاش چندر بوس جي قيادت ۾ انگريزن سان وڙهي چڪا هئا، گرفتار
ڪيا ويا آهن. هن جو خيال آهي ته، سندس هڪ رشتيدار به ان معاملي ۾ ملوث هو ۽ هن
کي ان نوجوان جي انجام جو گهڻو فڪر آهي. هن جي پنهنجي ذهنيت روايتي سرڪاري
ملازمن جهڙي هئي. ان ڪري هو سمجهندو هو ته ڪانگريس طرفان ڪا به مداخلت
انهن قيدين جي معاملي کي منجهائي ڇڏيندي. هن جو مشورو هي هو ته، ڪانگريس کي
انڊين نيشنل آرميءَ جي معاملن ۾ مداخلت نه ڪرڻ گهرجي. ڇو ته هن جو دليل اهو هو
ته اهڙيءَ طرح مقدمو سياست جي دائري کان ٻاهر رهندو.

مون هن کي ٻڌايو ته، هن جا خيال بلڪل غلط آهن. جيڪڏهن ڪانگريس ان
معاملي ۾ دلچسپي نه ورتي ته حڪومت انهن آفيسرن کي سزائون ڏيندي ۽ انهن مان
ڪن کي موت جي سزا به ملي سگهي ٿي. انهن آفيسرن ۾ اسان جا ڪجھ نفيس ترين
نوجوان به هئا ۽ انهن جي اسيري يا موت هڪ وڏو نقصان ٿيندو. مون جلدي فيصلو
ڪيو ته، ڪانگريس کي انڊين نيشنل آرميءَ جي آفيسرن جو دفاع پنهنجي هٿ ۾ ڪرڻ
گهرجي ۽ ان ئي وقت ان سلسلي ۾ مون هڪ بيان جاري ڪيو.

ان معاملي تي غور ڪندي مون محسوس ڪيو ته، انهن آفيسرن جي طرز عمل
بابت برطانوي حڪومت ڪا به شڪايت نه ٿي ڪري سگهي. هندستاني فوج جو
هڪ حصو برما ۽ سينگاپور مو ڪليو ويو هو. جڏهن جپان انهن علائقن تي قبضو ڪيو
ته هندستاني فوج کي برطانوي حڪومت سندس پنهنجي تقدير حوالي ڪري ڇڏيو.
دراصل هڪ انگريز آفيسر هندستاني فوج جپانين جي حوالي ڪئي هئي. جيڪڏهن
هندستاني مسڪين بڻيا رهيا ته ايجا تائين جنگي قيدين جي طور تي انهن کان رستا ٺهرايا
ويندا يا ڪارخانن ۾ ڪم ڪرايو ويندو ته جيئن جپان کي پهنجي جنگي ڪوشش ۾
مدد ملندي رهي. اهڙيءَ طرح اهي ماڻهو جپانين جي هٿن ۾ رانديڪو بڻيل هئا ۽ ائين به
ٿي سگهي پيو ته انهن کي جپان لاءِ هندستان تي قبضي ڪرڻ جو هڪ وسيلو بڻايو وڃي.

انهن هڪ مختلف رويو اختيار ڪيو ۽ فيصلو ڪيو ته، اهي پاڻ هندستان جي
آزاديءَ لاءِ وڙهندا. جيستائين هو جپانين وٽ قيدي بڻيل هئا، برطانوي حڪومت
ڪنهن به طريقي سان انهن جي مدد نه ڪري سگهي. جيڪڏهن زور زبردستيءَ جي
ڪري انهن کي جپانين جو ساٿ ڏيڻو پيو ته ان قسم جو عمل حق تي ثابت ڪري
سگهجي ٿو. حقيقت هي آهي ته، انهن جيڪو ڪجھ ڪيو، اهو بهتر هو. حالتن کي
ڏسندي انهن جو اهو قدم ته هڪ جدا فوج منظم ڪئي وڃي، جيڪا لبريشن آرمي آف

انديا جي طور تي پنهنجي سجاتپ برقرار رکي سگهي، سپ کان بهتر قدم هو. ان کري منهنجي سمجھ ۾ ان کان وڌيڪ معقول سبب نہ پيو اچي تہ انڊين نيشنل آرميءَ تي ڪيس ڇو هلايو ويجي.

ڪانگريس جو چوڻ هي هو تہ جيڪڏهن حڪومت انڊين نيشنل آرميءَ جي آفيسرن تي ڪيس هلائڻ چاهي ٿي تہ اهو ڪيس کليل عدالت ۾ هلائڻ گهرجي ۽ ڪانگريس کي انهن جي دفاع لاءِ ضروري انتظام ڪرڻ گهرجن. مون ان سلسلي ۾ لارڊ ويول کي لکيو ۽ زور ڏنو تہ هن کي ڪانگريس جو خيال قبول ڪرڻ گهرجي. لارڊ ويول راضي ٿي ويو ۽ حڪم جاري ڪيا تہ انهن آفيسرن تي ڪيس لال قلعي جي کليل عدالت ۾ هلايو وڃي. انهيءَ ڪيس عوام ۾ زبردست جوش ۽ خروش پيدا ڪيو ۽ اهو ڪيترن ئي مهينن تائين جاري رهيو. آخر سيني آفيسرن کي يا تہ عدالت جي حڪمن تي يا وائسراءِ جي طرفان معافي ڏيڻ تي آزاد ڪيو ويو.

انهن ۾ ڪجھ آفيسر اهڙا بہ هئا جن کي پهرين آزاد نہ ڪيو ويو ۽ جن جي ڪيسن تي فيصلو رو ڪيو ويو. ان ڪري ملڪ جي مختلف حصن ۾ عوام زبردست غم ۽ غصي جو اظهار ڪيو ۽ مظاهرا ڪيا. پنجاب وزارت جڙڻ جي سلسلي ۾ جڏهن مان لاهور ويس تہ شاگردن هڪ تمام وڏو جلوس ڪڍيو. اهي شهر جي رستن تان گذرندي ان گهر تائين آيا، جتي مان رهيل هئس. تقريباً ٻپهريءَ جو وقت هو جڏهن اهي پهتا ۽ ملاقات ڪرڻ چاهي. مان شروع کان ئي سمجهندو هئس تہ، ان قسم جا مظاهرا صحيح نہ آهن.

مون شاگردن سان سخت لهجي ۾ ڳالهايو ۽ انهن کي ٻڌايو تہ، ڪانگريس جيڪو رويو اختيار ڪيو آهي، ان جي اڳيان اهي مظاهرا اجايا آهن. اسان فيصلو ڪيو هو تہ قيدين جو دفاع ڪنداسين ۽ انهن کي آزاد ڪرائينداسين. ان مقصد لاءِ سيني قانوني ۽ آئيني طريقن سان ڪم ورتو ويجي پيو ۽ بي اجازت مظاهرا اسان جي مقصد ۾ معاون هجڻ بجاءِ ان کي نقصان پهچائي رهيا آهن. هندستان جو سچو سياسي مستقبل بحث هيٺ آيو. برطانيا ۾ هڪ نئين حڪومت جوڙي وئي هئي، جنهن سان پارليامينٽ ۾ ليبر پارٽيءَ کي مڪمل اڪثريت حاصل هئي. هن واعدو ڪيو تہ، اها هندستان جي مسئلي جو حل ڳولهي لهندي ۽ ڪيس ضروري قدمن جي لاءِ موقعو ڏيڻ گهرجي. اهڙيءَ طرح ڪانگريس طئہ ڪيو آهي تہ في الحال ڪا بہ تحريڪ نہ هجڻ گهرجي. ان ڪري ملڪ کي انتظار ڪرڻ گهرجي ۽ اهو ڏسڻ گهرجي تہ ڪانگريس ڪهڙيون هدايتون ڏئي ٿي.

مان اهو عرض ڪري چڪو آهيان تہ، هندستان جي مختلف حصن ۾ مظاهرا ڪيا ويا هئا. انهن مان ڪجھ مظاهرن دوران ڪلڪتي ۾ تشدد ڀيڙ ڪي اٿيو. دهليءَ ۾ ماڻهن سرڪاري عمارتن کي باھ لڳائڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ سرڪاري ملڪيتون

تباه ڪيون. جڏهن مان دهليءَ واپس آيس تہ لارڊ ويول انهن واقعن جو ذڪر ڪيو ۽ چيو تہ، اهي واقعا ڪانگريس جي يقين دهانيءَ سان مطابقت نہ ٿا رکن تہ هندستان جو سياسي مسئلو هڪ پُرامن ماحول ۾ حل ڪيو ويندو. مان اهو اعتراف ڪرڻ کان سواءِ ٻيو ڇا پيو چئي سگهان تہ شڪايت صحيح هئي. مون دهليءَ جي سيني ڪانگريسي ڪارڪنن کي گهرايو ۽ انهن کي ٻڌايو تہ هڪ ڳنڀير بحران ڪانگريس جي آڏو آهي. سيني قومي تحريڪن ۾ هڪ منزل ايندي آهي، جڏهن اڳواڻن کي اهو فيصلو ڪرڻو هوندو آهي تہ انهن کي عوام جي قيادت ڪرڻ گهرجي يا انهن جي پويان هلڻ گهرجي. ائين لڳي پيو تہ هندستان ۾ اسان ان منزل تي پهچي ويا هئاسين. جيڪڏهن ڪانگريس اهو عقيدو رکي ٿي تہ هندستان جو مسئلو صرف پر امن ذريعن سان حل ڪري سگهجي ٿو تہ ڪانگريسين کي عوام تائين اهو پيغام پهچائڻ ۽ پاڻ بہ ان مطابق عمل ڪرڻ لاءِ تيار رهڻ گهرجي. مون انهن کي چيو تہ، گهٽ ۾ گهٽ مان ان لاءِ آماده نہ هئس تہ، سولي مزاحمت جو رستو اختيار ڪريان. دهليءَ ۾ جيڪو ڪجهہ ٿيو هو منهنجي راءِ ۾ غلط هو. مون چيو تہ، مان راءِ عامہ کي هڪ رستو ڏيڻ ۽ هڪ راه تي لڳائڻ جي ڪوشش ڪندس ۽ صرف ميڙ جي خواهش آڏو ڪنڌ نہ جهڪائيندس. جيڪڏهن ماڻهو منهنجي رويي کي پسند نہ ٿا ڪن تہ، انهن کي پنهنجي رهنمائيءَ لاءِ ڪنهن ٻئي کي ڳولهڻو پوندو.

# برٽش ڪيبينيٽ مشن

فيبروري 1946ع ۾ جيئن ئي مون هندستان جي سياسي صورتحال جو جائزو ورتو، مون تي اها حقيقت واضح ٿي وئي ته هي ملڪ هڪ مڪمل تبديليءَ جي عمل مان گذريو آهي. هڪ بلڪل ئي نئين هندستان جو جنم ٿي چڪو آهي. عوام پوءِ اهو سرڪاري ملازم هجي يا غيرسرڪاري، انهن سينيءَ ۾ آزاديءَ جي هڪ نئين امنگ پريل هئي. انگريزن جو رويو به بدلجي چڪو هو. جيئن ئي مون کي شروع کان توقع هئي، ليبر ڪابينه صحيح جذبي سان هندستان جي صورتحال جو مطالعو ڪري رهي هئي. اقتدار ۾ اچڻ کان جلدي پوءِ هن هڪ پارلياماني وفد هندستان موڪليو. جنهن 1945ع ۽ 1946ع جي سردين ۾ ملڪ جو دورو ڪيو. انهن سان پنهنجي ڳالهه ٻوله کان پوءِ مون کي اطمينان ٿيو ته انهن ملڪ ۾ مزاج جي تبديليءَ کي محسوس ڪيو هو. اها ڳالهه سڄي نموني انهن جي سمجهه ۾ اچي وئي هئي ته هندستان جي آزاديءَ کي هاڻي گهڻن ڏينهن تائين نه ٿو روڪي سگهجي ۽ حڪومت کي انهن جي رپورٽ، يقيني طور تي ليبر ڪيبينيٽ جي ان ارادي کي تقويت پهچائي هوندي ته جلدي هڪ دوستاڻو ناهه ٿيڻ گهرجي.

17 فيبروري 1946ع تي رات جو نوين وڳي مان ريڊيو ٻڌي رهيو هئس، جڏهن مون کي نئين برطانوي فيصلي جي خبر ملي. لارڊ پيٿڪ لارنس پارليامينٽ ۾ اهو اعلان ڪيو هو ته برطانوي حڪومت هندستان جي آزاديءَ جي سوال تي هندستاني نمائندن سان ڳالهه ٻوله لاءِ، هڪ ڪيبينيٽ مشن هندستان موڪليندي. هي اعلان ان ئي تاريخ تي ان پروگرام ۾ ڪيو ويو، جنهن جو خاڪو وائسراءِ جي تقرير ۾ شامل هو. ان مشن کي لارڊ پيٿڪ لارنس اسٽيٽ سيڪريٽري براءِ هندستان، سر سٽيفرڊ ڪرپس پريزيڊنٽ بورڊ آف ٽريڊ ۽ مسٽر اي- وي اليگزينڊر فرسٽ لارڊ آف دي ايڊميرلٽي تي ٻڌ جڙ هو. اڌ ڪلاڪ جي اندر ايسوسيئيٽڊ پريس جو هڪ نمائندو اچي پهتو ۽ منهنجي ردعمل بابت سوال ڪيو.

مون هن کي چيو ته، مون کي خوشي ٿي آهي ته ليبر حڪومت هڪ فيصلائتي وک کنئي آهي. ان ڳالهه کان به مان خوش هئس ته جيڪو مشن اچي رهيو هو، ان ۾ سر

سٽيفرڊ ڪرپس بہ هو، جنهن سان پهرين بہ مان ڳالهيون ڪري چڪو هئس ۽ اسان پراڻا دوست هئاسين.

مون اهو بہ چيو تہ، هڪ ڳالھ منهنجي نظر ۾ بلڪل صاف آهي. نئين برطانوي حڪومت هندستاني مسئلي مان جان نہ ٿي ڇڏائي، پر جرٽمنداڻي نموني ان سان منهن ڏئي رهي آهي. اها هڪ تمام اهم تبديلي آهي.

15 مارچ 1946ع تي مسٽر ايٽلي هندستان جي صورتحال تي هائوس آف ڪامنز ۾ هڪ بيان ڏنو. هند برطانوي لاڳاپن جي تاريخ ۾ ان بيان جو ڪو مٽ نٿو ملي. هن بيبا ڪيءَ سان اهو اعتراف ڪيو تہ، صورتحال بلڪل بدلجي چڪي هئي ۽ هڪ نئين رويي جي تقاضا ڪري رهي هئي. هن جي ان اعلان تہ پراڻن طريقن تي ڄميل رهڻ جي هر ڪوشش اسان کي ڪنهن حد تائين نہ بلڪہ هڪ تعطل ڏانهن وٺي ويندي، هندستان ۾ هڪ زبردست تاثر قائم ڪيو.

ڪجھ نڪتا جيڪي مسٽر ايٽلي پنهنجي تقرير ۾ کنيا هئا، خاص طور تي قابل ذڪر آهن. هن اهو اعتراف ڪيو تہ، غلطيون ٻنهي طرفن کان ٿيون آهن ۽ چيو تہ، گذريل ڳالهين کي ورجائڻ بجاءِ هاڻي مستقبل ڏانهن ڏسڻ گهرجي. هن اها وضاحت ڪئي تہ ماضيءَ جي نسخن کي موجوده صورتحال تي لاڳو ڪرڻ سٺو نہ آهي. چو تہ، 1946ع جو مزاج 1920ع جو، 1930ع جو يا 1942ع تائين جو مزاج نہ آهي. هن ڳالھ جاري رکندي اهو بہ چيو تہ، هندستانين جي وچ ۾ اختلافن تي زور نہ ڏيڻ گهرجي، ڇو تہ سيني اختلافن ۽ ڇوٽين جي باوجود پنهنجي آزاديءَ جي خواهش ۾ هندستاني متحد آهن. اهو سيني هندستانين جو اساسي مطالبو آهي، چاهي اهو هندو هجي يا مسلمان، سک هجي يا مرهٽو، سياستدان هجي يا سرڪاري ملازم.

مسٽر ايٽلي صاف گوئيءَ سان اهو تسليم ڪيو تہ قوميت جو تصور مسلسل مستحڪم ٿيندو ويو آهي ۽ انهن فوجين ۾ بہ سرايت ڪري چڪو آهي. جن جنگ ۾ شاندار خدمتون سرانجام ڏنيون هيون. مسٽر ايٽلي اهو بہ چيو تہ، جيڪڏهن هندستان ۾ سماجي ۽ اقتصادي ڏکيائيون هيون تہ اهي صرف هندستانين جي ذريعي حل ڪري سگهجن ٿيون. هن ان اعلان سان پنهنجي ڳالھ ختم ڪئي تہ ڪيبينيٽ مشن هڪ هاڪاري ڪيفيت ۽ مزاج سان اهو عزم کڻي وڃي رهيو آهي تہ، ان کي ڪامياب ٿيڻ گهرجي.

ڪيبينيٽ مشن 23 مارچ تي هندستان پهتو. جي- سي- گپتا ڪرپس جي ميزبانيءَ جا فرض انجام ڏنا هئا جڏهن هو ان کان اڳ هڪ موقعي تي هندستان آيو هو. هن مون کي ٻڌايو تہ، هو ڪرپس سان ملاقات لاءِ دهلي وڃي رهيو آهي. مون هن کي ڪرپس جي نالي هڪ خط ڏنو، جنهن ۾ هن جي ٻيهر هندستان اچڻ جو آڌرڀاءُ ڪيو ويو هو.

مان 12 اپريل 1946ع تي دهليءَ پهتس، مونکي ائين لڳو تہ ان منزل تي غور ۽ فڪر لاءِ اهم ترين موضوع هندستان ۽ برطانيا جي وچ ۾ سياسي مسئلو نہ آهي، پر هندستان جي فرقيوراڻي صورتحال آهي. شملہ ڪانفرنس مون کي باور ڪرايو هو تہ سياسي سوال حل ٿيڻ جي منزل تائين پهچي ويو آهي ۽ فرقيوراڻا اختلاف اڃا تائين حل طلب آهي. هڪ ڳالہ کان ڪنهن کي انڪار نہ ٿو ٿي سگهي تہ هڪ فرقي جي حيثيت سان مسلمان پنهنجي مستقبل جي باري ۾ انتهائي فڪرمند هئا. اهو صحيح آهي تہ ڪجهہ صوبن ۾ انهن کي واضح اڪثريت حاصل هئي، ان ڪري صوبائي سطح تي انهن علائقن ۾ انهن کي ڪوبہ خوف نہ هو، پر مجموعي طور تي هندستان ۾ انهن جي حيثيت، بهرحال هڪ اقليت جي هئي ۽ انهن کي اهو خوف ستائي رهيو هو تہ، آزاد هندستان ۾ انهن جي پوزيشن ۽ انهن جو مرتبو محفوظ نہ رهندو.

مان ان موضوع تي مسلسل غور ڪندو رهيس، آخر ۾ ان نتيجي تي پهتس تہ هندستان جو آئين پنهنجي نوعيت جي لحاظ کان وفاقي هئڻ گهرجي. وڌيڪ اهو تہ ان کي ائين جوڙڻ گهرجي تہ صوبن کي وڌيڪ معاملن ۾، جيستائين اهو ممڪن ٿي سگهي، مڪمل خودمختياريءَ جي ضمانت ڏني وڃي. اسان کي صوبائي خودمختياريءَ جي دعوائن کي قومي وحدت سان هم آهنگ ڪرڻ هو. اهو اهڙي نموني ڪري سگهجي پيو تہ مرڪزي ۽ صوبائي حڪومتن وچ ۾ اختيار ۽ ذميوارين جو هڪ تسلي بخش فارمولو دريافت ڪيو وڃي. ڪجهہ اختيار ۽ ذميواريون لازمي طور تي مرڪز حوالي ڪري سگهجن پيون، ڪجهہ صوبن جي حوالي ۽ ڪجهہ اهڙيون جيڪي باهمي رضامنديءَ کان پوءِ يا تہ صوبائي حڪومتن کي ڏنيون وڃن يا مرڪزي حڪومت کي. سڀ کان پهرين اهو ڪرڻ گهرجي تہ هڪ فارمولو جوڙيو وڃي، جنهن جي ذريعي گهٽ ۾ گهٽ معاملن کي لازمي طور تي مرڪزي حڪومت جي ذميواريءَ جو حصو قرار ڏيڻو هو. ان کي لازمي طور تي يونين گورنمينٽ تحت اچڻو هو ۽ ان کان علاوہ اهڙن معاملن جي بہ فهرست تيار ڪرڻ هو، جن کي جيڪڏهن صوبائي حڪومت جي مرضي هجي تہ، مرڪز جي حوالي ڪيو وڃي. ان کي مرڪزي حڪومت جي اختياري فهرست چئي سگهجي ٿو ۽ ڪو بہ صوبو، جيڪڏهن اهو چاهي تہ انهن سيني يا انهن مان ڪجهہ معاملن متعلق پنهنجا اختيار مرڪزي حڪومت حوالي ڪري سگهي.

منهنجي ويچهو اها ڳالہ صاف هئي تہ دفاع، آمدرفت ۽ خارجہ اهڙا معاملا هئا جن کي مناسب طريقي سان صرف ڪل هند سطح تي منهن ڏئي سگهجي ٿو. انهن کي صوبائي سطح تي رکڻ جي ڪوشش، هڪ وفاقي حڪومت جي مقصد کي ناڪام بڻائيندي ۽ ان جوهر کي ئي چڙو چٽ ڪري ڇڏيندي. ايتري ئي واضح سطح تي ڪجهہ ٻيا معاملا صوبائي ذميواري قرار ڏنا ويندا، پر معاملن جي ٽئين فهرست بہ هوندي، جنهن بابت صوبائي ليجسليچر اهو طئہ ڪندي تہ انهن کي صوبائي معاملن طور تي باقي

رکٽو آهي يا مرڪزکي ڏيٺو آهي.

مان ان مسئلي تي جيترو غور ڪندو ويس، مون تي اهو واضح ٿي ويو تہ هندستاني مسئلو ڪنهن ٻئي طريقي سان حل نہ ٿو ڪري سگهجي. جيڪڏهن ڪو بہ اهڙو آئين جوڙيو وڃي، جنهن ۾ اهو اصول شامل هجي تہ اها ڳالهہ يقيني ٿي ويندي تہ مسلم اڪثريتي صوبن ۾، انهن ٿن ڪان سواءِ باقي سڀ معاملا صوبن جي انتظام هيٺ ڏئي سگهجن ٿا. اهڙيءَ طرح مسلمانن جي ذهن مان هندن جي تسلط جا سڀ انديشا ختم ٿي ويندا. هڪ دفعو انهن انديشن کي ختم ڪيو ويو تہ عين ممڪن هو تہ صوبا ان ۾ پنهنجو فائدو ڏسن تہ ڪجهہ ٻيا معاملا بہ مرڪزي حڪومت جي تحويل ۾ ڏنا وڃن.

مون کي اهو اطمينان بہ هو تہ فرقيوراڻين مصلحتن کي ڇڏڻ هندستان جهڙي ملڪ لاءِ بهترين سياسي حل هو. هندستان هڪ وسيع ملڪ آهي، جنهن جي ڪثير آبادي ڪجهہ گهٽ وڌ هڪجهڙين اڪائين ۾ ورهايل آهي. جيڪي مختلف صوبن ۾ رهن ٿيون. صوبن کي آئيني معقوليت ۽ عملي انتظام جي عام مصلحتن جي لحاظ کان بہ، خودمختياريءَ جي وسيع ترين ممڪن ضابطي جو يقين ڏيارڻ ضروري هو.

اها تصوير آهستي آهستي منهنجي ذهن ۾ جڙندي وئي ۽ ڪيبينيٽ مشن جي هندستان اچڻ تائين ڪافي واضح ٿي وئي. پر اڃا تائين مون پنهنجي ساٿين سان ان باري ۾ ڳالهہ نہ ڪئي هئي. مان ائين ڪرڻ ضروي نہ پيو سمجهان، ڇو تہ ورڪنگ ڪميٽي ڪيبنيٽ مشن سان ڳالهين جا مڪمل اختيار مون کي ڏئي ڇڏيا هئا. مون سوچيو تہ جڏهن مناسب وقت ايندو، ان وقت صاف ۽ غير مبهم لفظن ۾ پنهنجو موقف بيان ڪرڻ گهرجي.

ڪيبينيٽ مشن جي ميمبرن سان مان پهريون دفعو 6 اپريل 1946ع تي مليس. مون مشن سان ڳالهہ ٻولهہ لاءِ ڪجهہ سوال مرتب ڪيا هئا، جن مان پهريون هندستان ۾ فرقيوراڻي مسئلي جي باري ۾ هو. جڏهن مشن مون کان پڇيو تہ، فرقيوراڻي صورتحال کي مان ڪيئن سلجهائيندس تہ مون ان حل ڏانهن اشارو ڪيو، جيڪو مون پهرين ئي سوچي رکيو هو. جيئن ئي مون اهو چيو تہ مرڪز وٽ لازمي امورن جي هڪ ننڍي کان ننڍي فهرست ۽ ان سان گڏ اختياري معاملن جي هڪ فهرست هئڻ گهرجي تہ لارڊ پيٿڪ لارنس چيو، توهان اصل ۾ فرقيوراڻي مسئلي جو هڪ نئون حل تجويز ڪري رهيا آهيو.

ڪرپس منهنجي تجويز ۾ خاص دلچسپي ورتي ۽ وڏي تفصيل سان مون تي جرح ڪندو رهيو. آخر ۾ هو بہ منهنجي نقطہ نظر مان مطمئن نظر اچڻ لڳو.

ورڪنگ ڪميٽيءَ جي ميٽنگ 12 اپريل تي ٿي، جنهن ۾ مون مشن سان پنهنجي ڳالهہ ٻولهہ جو تفصيل پيش ڪيو. مون تفصيل سان فرقيوراڻي مسئلي جي ان حل

جي وضاحت ڪئي، جيڪو مون تجويز ڪيو هو. اهو پهريون واقعو هو جڏهن گانڌيءَ منهنجي ساٿين کي منهنجي اسڪيم تي ڳالهه ٻولهه جو موقعو مليو. شروع ۾ ورڪنگ ڪميٽي ان حل بابت ٿوري مشڪوڪ رهي ۽ ميمبرن هر طرح جي شڪن ۾ ڏکيائين جو سوال اٿاريو. مون انهن اعتراضن جا جواب ڏنا ۽ مبهم نڪتن جي وضاحت ڪئي. آخر ۾ ورڪنگ ڪميٽيءَ کي تجويز جي محڪم هئڻ جو يقين اچي ويو ۽ گانڌي ان حل سان پنهنجي مڪمل اتفاق جو اظهار ڪيو.

گانڌيءَ اهو چوندي مون کي مبارڪ ڏني ته مون هڪ اهڙي مسئلي جو حل ڳولهيو آهي، جنهن هرهڪ کي هن وقت چڪرائي رکيو آهي. هن چيو ته، منهنجو حل مسلم ليگ جي متعصب ترين ماڻهن جي وسوسن کي به ختم ڪري ڇڏيندو ۽ اهو حل فرقيوراڻي نقطه نظر جو نه پر قوميت جي هڪ احساس جو ترجمان آهي. گانڌي ان ڳالهه تي بيٺو هو ته هندستان جهڙي هڪ ملڪ ۾ هڪ وفاقي آئين ئي هلي سگهي ٿو. ان نقطه نظر کان به، هن منهنجي تجويز ڪيل حل جو آدرڀاءُ ڪيو ۽ چيو ته ان ۾ ڪو به انوکو اصول پيش نه ڪيو ويو آهي، پر هندستان ۾ وفاقيت جي ڏکيائين کي اهو حل صفائيءَ سان آڏو آڻيندو.

سردار پٽيل مون کان پڇيو ته، ڇا مرڪزي حڪومت پنهنجي اختيار ۾ صرف ٽن معاملن تائين محدود رهندي؟ هن چيو ته، ڪجهه اهڙا معاملا به آهن، مثلاً: سڪو ۽ ماليات جن کي پنهنجي نوعيت جي لحاظ کان مرڪز جي دائري ۾ هجڻ گهرجي. سندس چوڻ هو ته، واپار ۽ صنعت کي صرف ڪل هند سطح تي وڌائي سگهجي ٿو ۽ اها ئي ڳالهه ڪاروبار متعلق پاليسيءَ لاءِ به چئي سگهجي ٿي.

مون کي انهن اعتراضن جو جواب نه ڏيڻو پيو. گانڌيءَ منهنجي نقطه نظر کي اختيار ڪيو ۽ سردار پٽيل کي جواب ڏيڻ لڳو. هن چيو ته، اهو فرض ڪرڻ جو ڪو به سبب نه آهي ته سڪي يا محصول جهڙن مسئلن ۾ ڪا به صوبائي حڪومت مرڪز سان اختلاف ڪندي. اهو انهن جي پنهنجي مفاد ۾ هوندو ته انهن معاملن ۾ هڪ متفق پاليسي رکي وڃي. ان ڪري اهو اصرار ضروري نه آهي ته سڪي ۽ ناڻي جي شعبن کي مرڪزي معاملن جي لازمي وصف ۾ شامل ڪيو وڃي.

مسلم ليگ پنهنجي لاهور جي قرارداد ۾ پهريون دفعو هندستان جي ممڪن ورهاست جو ذڪر ڪيو هو. بعد ۾ اها ئي قرارداد پاڪستان جي نالي سان ڄاتي وئي. مون جيڪو حل تجويز ڪيو هو، ان جو مقصد مسلم ليگ جا انديشا ختم ڪرڻ هو. هاڻي جڏهن ته مان پنهنجي ساٿين ۽ ڪيبينيٽ مشن جي ميمبرن سان ان اسڪيم تي ڳالهائي چڪو هئس. مون محسوس ڪيو ته، هاڻي ملڪ جي آڏو ان کي پيش ڪرڻ جو وقت اچي ويو آهي. اهڙيءَ طرح 15 اپريل 1946ع تي مون هڪ بيان جاري ڪيو، جيڪو مسلمانن ۽ ٻين اقليتن جي مطالبن جي باري ۾ هو. هاڻي جڏهن هندستان جي

ورهاست هڪ حقيقت بڻجي چڪي آهي ۽ ان کي ڏهه ورهيه گذري چڪا آهن. مان بيهر ان بيان تي نظر وجهان ٿو ته خبر پوي ٿي ته هر اها ڳالهه جيڪا مون چئي هئي، آخر ڪار ٿي وئي. اهو بيان هندستاني مسئلي جي حل بابت منهنجي سوچيل سمجهيل خيالن تي ٻڌل آهي، مان سوچيان ٿو ته، ان کي مڪمل طور تي نقل ڪرڻ گهرجي. اهو ئي اهو آهي، جيڪو مون ان وقت چيو هو ۽ هاڻي به چوندس:

”مون هر ممڪن نقطه نظر سان پاڪستان جي اسڪيم تي غور ڪيو آهي، جنهن کي مسلم ليگ جوڙيو آهي. هڪ هندستانيءَ جي حيثيت سان مون مجموعي لحاظ کان هندستان جي مستقبل لاءِ ان جي نقصان جو جائزو ورتو آهي ۽ هڪ مسلمان حيثيت ۾ مون هندستان جي مسلمانن جي مستقبل تي ان جي امڪاني اثرن جي پرک ڪئي آهي.

اسڪيم جي سيني پهلوئن تي غور ڪرڻ کانپوءِ، مان ان نتيجي تي پهتو آهيان ته، اها مجموعي لحاظ کان هندستان لاءِ ئي نه، مسلمانن لاءِ خاص طور تي نقصانڪار آهي ۽ حقيقت اها آهي ته اها جيترا مسئلا حل ڪري ٿي، ان کان وڌيڪ مسئلا پيدا ڪري ٿي.

مون کي ان جو اعتراف ڪرڻ گهرجي ته پاڪستان جو اصطلاح ئي منهنجي طبيعت جي خلاف آهي. ان جو مطلب اهو نڪري ٿو ته، دنيا جا ڪجهه حصا ناپاڪ آهن ۽ علائقن جي اها ورهاست غير اسلامي آهي ۽ انتها پسند برهمڻيت سان وڌيڪ مطابقت رکي ٿي، جيڪا انسانن ۽ ملڪن کي پاڪ ۽ ناپاڪ ۾ ورهائي ٿي. هڪ اهڙي ورهاست جيڪا اسلام جي روح جي ئي خلاف آهي. اسلام اهڙي ڪنهن ورهاست کي قبول نه ٿو ڪري ۽ رسول الله ﷺ جن فرمايو هو: ”الله سڄي دنيا کي منهنجي لاءِ مسجد بڻايو آهي.“

وڌيڪ اهو ته ائين لڳي ٿو، پاڪستان جي اسڪيم شڪستگيءَ جي هڪ علامت آهي ۽ يهودين جي قومي مسڪن جي مطالبي جهڙي قياس تي ان جو بنياد رکيو ويو آهي. هي ان جو اعتراف آهي ته هندستاني مسلمان مجموعي طور تي هندستان ۾ پاڻ کي سنڀالي نه ٿا سگهن ۽ هڪ اهڙي ڪنڊ ۾ پاڻ کي سميٽڻ تي راضي ٿي ويندا، جنهن کي انهن جي لاءِ محفوظ ڪيو ويو هجي.

اهڙي نموني جي قومي مسڪن لاءِ يهودين جي خواهش سان همدردي ڪري سگهجي ٿي، ڇو ته اهي سڄي دنيا ۾ وکريل آهن ۽ ڪنهن به علائقي ۾ سندن انتظاميا جو ڪو به موثر آواز نه ٿو ٿي سگهي. پر هندستاني مسلمانن جي صورتحال گهڻي مختلف آهي. پنهنجي نَوَ ڪروڙ آباديءَ جي پيش نظر ڳڻپ ۽ ڪيفيت ٻنهيءَ جي لحاظ کان هندستاني زندگيءَ ۾ ايترن اهم عنصرن جي حيثيت رکن ٿا ته انتظاميا ۽ پاليسيءَ متعلق سڀني سوالن تي فيصلائتو اثر وجهي سگهن. قدرت به انهن جي مدد هيئن ڪئي ته ڪجهه علائقن ۾ انهن کي وڏي تعداد ۾ گڏ ڪيو ويو آهي.

ان قسم جي صورتحال ۾ پاڪستان جو مطالبو سچي طاقت وڃائي ويهي ٿو. بطور هڪ مسلمان جي گهٽ ۾ گهٽ مان هڪ گهڙيءَ لاءِ بہ ان لاءِ تيار نہ آهيان تہ سڄي هندستان کي پنهنجو علائقو سمجهڻ ۽ ان جي سياسي ۽ اقتصادي زندگيءَ جي تعمير ۽ تشڪيل ۾ حصو وٺڻ جي حق کان دستبردار ٿي وڃان. منهنجي ويچهو اها بزدليءَ جي يقيني علامت آهي تہ پنهنجي اباڻي ورثي کي ڇڏيان ۽ ان جي صرف هڪ ٽڪري تي راضي ٿيان.

جيئن سٺي نموني چاتو ويندو آهي، مسٽر جناح جي پاڪستان اسڪيم هن جي بہ قومي نظرئي تي ٻڌل آهي. هن جو دليل هي آهي تہ هندستان گهڻين اهڙين قوميتن تي ٻڌل آهي، جنهن جو بنياد مذهبي اختلاف آهن. انهن ۾ بہ وڏيون قوميتن هندن ۽ مسلمانن جي هڪ ٻئي کان جدا قوم هجڻ جي حيثيت سان، جدا جدا رياستون بہ هجڻ گهرجن. ڊاڪٽر ايڊورڊ ٿامسن هڪ دفعو مسٽر جناح کي جڏهن اهو چيو تہ، هندستان جي هزارن شهرن ۽ ڳوٺن ۾ هندو ۽ مسلمان گڏ جي رهن ٿا تہ، مسٽر جناح جواب ڏنو تہ، اها ڳالهہ ڪنهن بہ نموني انهن جي الڳ قوميت تي اثرانداز نہ ٿي ٿئي. مسٽر جناح جي نظرئي مطابق، هر ڳوٺ، هر شهر، هر وستي ۽ هر واهڻ ۾ بہ قوميتون هڪ ٻئي جي سامهون آهن ۽ ان ڪري هو چاهي ٿو تہ، ان کي ٻن رياستن ۾ ورهايو وڃي.

مان ان مسئلي کي سيني ٻين پهلوئن کان پري ڪري ۽ ان کي صرف مسلم مفادن جي نقطہ نظر سان پرکڻ لاءِ تيار آهيان. مان ان کان بہ اڳتي وڌي اهو چوندس تہ جيڪڏهن اهو ڏيکاري سگهجي ٿو تہ پاڪستان جي اسڪيم ڪنهن بہ طريقي سان مسلمانن کي فائدو پهچائيندي تہ مان پاڻ بہ ان کي مڃڻ تي آماده ٿي ويندس ۽ ٻين کي بہ آماده ڪرڻ جي ڪوشش ڪندس. پر حقيقت هي آهي تہ، جيڪڏهن مان پاڻ مسلمانن جي فرقيوراڻن مفادن جي نقطہ نظر سان بہ ان اسڪيم جو جائزو وٺان تہ ان نتيجي تي پهچڻو پوي ٿو تہ، اها ڪنهن بہ نموني نہ تہ مسلمانن کي فائدو پهچائي سگهي ٿي ۽ نہ انهن جي جائز انديشن کي ختم ڪري سگهي ٿي.

اچو تہ، اسان ٿڌي دل سان انهن نتيجن تي غور ڪريون، جيڪي پاڪستان اسڪيم لاڳو ٿيڻ سان ظاهر ٿيندا. هندستان ٻن رياستن ۾ ورهائجي ويندو، هڪ ۾ مسلمانن جي اڪثريت هوندي ۽ ٻئي ۾ هندن جي رياست. هندستان ۾ ساڍا ٽي ڪروڙ مسلمان ان سڄي سرزمين تي ننڍين ننڍين اقليتن جي شڪل ۾ وکريل هوندا. يو- پي ۾ سترهن سيڪڙو، بهار ۾ ٻارهن سيڪڙو ۽ مدراس ۾ نوَ سيڪڙو رهجي وڃڻ تي اهي هندو اڪثريتي صوبن ۾ اڄ کان بہ وڌيڪ ڪمزور ٿي ويندا. انهن علائقن ۾ انهن تقريباً هڪ هزار ورهين کان پنهنجو وطن آباد رکيو آهي ۽ هتي مسلم ثقافت ۽ تهذيب جا معروف مرڪز قائم ڪيا آهن.

هڪ صبح تي هو اوچتو اٿندا ۽ ڏسندا تہ هو ڌاريا ۽ غير ملڪي بڻجي ويا آهن. صنعتي، تعليمي ۽ اقتصادي لحاظ کان پوئتي پيل، اهي هڪ نئ هندو رواج جي رحم و ڪرم تي هوندا.

ٻئي طرف رياست پاڪستان ۾ انهن جي پوزيشن غيرمحفوظ ۽ ڪمزور هوندي. پاڪستان ۾ ڪٿي بہ انهن جي اڪثريت، هندستاني رياستن ۾ هندو اڪثريت سان پيڙا جي قابل نہ هوندي.

انهن جي اڪثريت جو تناسب، اصل ۾ ايترو گهٽ هوندو جو، انهن علائقن ۾ غير مسلمن اقتصادي، تعليمي ۽ سياسي لحاظ کان جيڪا برتري حاصل ڪئي آهي، اها انهن جي اڪثريت کي پوئتي ڌڪي ڇڏيندي. جيڪڏهن ائين نہ بہ ٿيو ۽ پاڪستان ۾ غالب آبادي مسلمانن جي هجي، تڏهن بہ ان سان هندستان جي مسلمانن جو مسئلو تہ حل نہ ٿيو.

هڪ ٻئي جي خلاف ويڙهہ ۾ رياستون، هڪ ٻئي جي اقليتن جي مسئلي جو ڪو بہ حل فراهم نہ ٿيون ڪن، پر باهمي طور تي هڪ ٻئي جي اقليتن کي يرغمال بڻائي صرف عتاب ۽ انتقام جي فضا پيدا ڪن ٿيون، اهڙيءَ طرح پاڪستان جي اسڪيم مسلمانن جو ڪو بہ مسئلو حل نہ ٿي ڪري. جتي هو اقليت ۾ آهن، اتي انهن جي حقن جي حفاظت نہ ٿي ڪري. نہ ئي پاڪستاني شهريءَ جي طور تي انهن کي هندستان جي يا دنيا جي معاملن ۾ اهڙي حيثيت ڏياري سگهي ٿي، جنهن جو فائدو اهي انڊين يونين جهڙي ڪنهن وڏي رياست جا شهري رهي ڪٽي سگهن ٿا.

اهو دليل ڏئي سگهجي ٿو تہ، جيڪڏهن پاڪستان مسلمانن جي مفادن جي ايترو خلاف آهي تہ، پوءِ مسلمانن جو ايڏو وڏو حلقو ان جي فريب ۾ ڇو اچي ويو آهي؟ ان جو جواب هندن جي وچ ۾ ڪجهہ فرقي پرست انتها پسندن جي رويي ۾ ملي ويندو. جڏهن مسلم ليگ پاڪستان جو نالو وٺڻ شروع ڪيو، تہ انهن کي ان اسڪيم ۾ اتحاد اسلامي تي ٻڌل هڪ ناپاڪ سازش نظر اچي وئي ۽ انهن ان خوف کان ان جي مخالفت شروع ڪئي تہ اهي هندستاني مسلمان ۽ هندستان کان اڳتي جي مسلمان رياستن جي هڪ ڳٽ ٻڌڻ چاهين ٿا.

انهن جي مخالفت ليگ جي حامين کي اڪسائڻ جو رول انجام ڏنو. هڪ سڌي پر غير مستحڪم منطق سان انهن اهو دليل پيش ڪيو تہ، جيڪڏهن هندو پاڪستان جي ايترو خلاف آهن تہ يقيناً ان ۾ مسلمانن جو فائدو ضرور هوندو. جذباتي هيجان جي هڪ فضا پيدا ڪئي وئي، جنهن معقوليت آميز تجزئي کي ناممڪن بڻايو ۽ خاص طور تي مسلمانن ۾ نوجوان يا نسبتاً ڪچي ذهن جا ماڻهو هئا، انهن کي اها فضا وهائي وئي. مون کي بهرحال، ان واقعي ۾ شڪ نہ آهي تہ موجوده هيجان جي ٿڌي ٿيڻ تي ۽ غير جذباتي انداز ۾ ان مسئلي بابت غور ڪرڻ تي اهي ماڻهو جيڪي اڄ پاڪستان

جا حمايتي آهن، پاڻ ئي ان کي مسلم مفادن لاءِ نقصانڪار قرار ڏئي رد ڪندا.

اهو فارمولو جنهن کي مان ڪانگريس کان منظور ڪرائڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو آهيان، پاڪستان اسڪيم جون جيڪي بہ سٺائيون آهن، انهن کي برقرار رکي ٿو، جڏهن تہ خامين کي جدا ڪري ٿو. پاڪستان جو بنياد مسلم اڪثريتي علائقن ۾ مرڪز جي مداخلت جو خوف آهي، ڇو تہ مرڪز ۾ هندن جي اڪثريت هوندي. ڪانگريس ان خوف کي هيئن ختم ڪري ٿي تہ، صوبائي اڪائين کي مڪمل خودمختياري ڏني ويجي ۽ باقيات متعلق سڀ اختيار بہ صوبن کي ڏنا وڃن. ان مرڪزي معاملن جي ٻن فهرستن جو بہ اهتمام ڪيو آهي. هڪ لازمي ۽ هڪ اختياري تہ جيئن جيڪڏهن ڪا صوبائي اڪائي اهو چاهي تہ، ڪُٽپ جا ڪجھ معاملا ڇڏي جيڪي مرڪز جي حوالي ڪيا ويندا، باقي سڀني معاملن جو انتظام پنهنجي هٿ ۾ وٺي سگهي ٿي. اهڙيءَ طرح ڪانگريس اسڪيم، ان ڳالھ جي ضمانت ڏئي ٿي تہ، مسلم اڪثريتي صوبا جهڙي نموني پسند ڪن، پاڻ کي ترقي ڏيڻ لاءِ اندروني طور تي آزاد هجن. پر ان سان گڏ اهڙن سڀني معاملن ۾ جيڪي مجموعي طور تي هندستان کي متاثر ڪن ٿا، مرڪز تي پنهنجو اثر بہ وجهي سگهن.

هندستان جي صورتحال اهڙي آهي تہ، هڪ اهڙي حڪومت جيڪا مرڪزيت تي ٻڌل هجي ۽ وحداني هجي، ان جو ناڪام ٿيڻ يقيني آهي. هندستان کي ٻن رياستن ۾ ورهائڻ جي ڪوشش جو سبب بہ اها ئي ناڪامي آهي. ان سوال جي سڀني پهلوئن تي غور ڪرڻ کان پوءِ، مان ان نتيجي تائين پهتس تہ ان جو واحد حل ڪانگريس فارمولي ۾ شامل حل ئي ممڪن آهي، جيڪو صوبن ۽ سڄي هندستان کي ترقيءَ جي گنجائش عطا ڪري ٿو. ڪانگريس فارمولو مسلم اڪثريتي علائقن جي ان خوف کي جنهن جي بنياد تي پاڪستان اسڪيم جوڙي وئي، ختم ڪرڻ جي صلاحيت رکي ٿو. ٻئي طرف اهو پاڪستان اسڪيم جي انهن خامين کان پنهنجو دامن بچائي ٿو، جيڪو مسلمانن کي هڪ خالص هندو حڪومت جي تابع ڪنهن اقليت جي ان حالت تائين پهچائيندو، جنهن ۾ هو هن وقت آهن.

مان انهن ماڻهن مان آهيان، جيڪي فرقيوراڻين تلخين ۾ اختلافن جي موجوده باب کي هندستاني زندگيءَ جو هڪ عبوري مرحلو تصور ڪن ٿا. مون کي پورو يقين آهي تہ جڏهن هندستان پنهنجي مقدر جون ذميواريون پاڻ سنڀاليندو تہ اهي ڪيفيتون ختم ٿي وينديون. مون کي مسٽر گليڊ اسٽون جو هڪ مقولو ياد اچي ٿو تہ، ڪنهن ماڻهوءَ جي پاڻيءَ کان ڊڄڻ جو سڀ کان سٺو علاج اهو ئي آهي تہ ان کي پاڻيءَ ۾ وڌو وڃي. اهڙيءَ طرح هن جي پهرين خوف ۽ وسوسن کي پوري نموني ختم ڪري سگهجي ٿو. اهو ضروري آهي تہ هندستان ذميواريون سنڀالي ۽ پنهنجي معاملن جو پاڻ

انتظام ڪري.

هندستان جڏهن پنهنجي مقدر جو مالڪ ٿي ويندو تہ فرقيوراڻي شڪ ۽ تڪاءَ جي ان باب کي وساري ڇڏيندو ۽ هڪ جديد نقطہ نظر سان جديد زندگيءَ جي مسئلن کي منهن ڏيندو. اختلاف بيشڪ باقي رهندا پر اقتصادي نوعيت جا هوندا، فرقيوراڻا نہ. سياسي پارٽين ۾ مخالفت جاري رهندي، پر ان جو بنياد مذهب تي نہ پر اقتصادي ۽ سياسي معاملن تي هوندو. مستقبل جي جٿن جو بنياد فرقو نہ پر طبقو هوندو ۽ ان جي مطابق پاليسيون جوڙيون وينديون. جيڪڏهن اهو دليل ڏنو وڃي تہ اهو صرف عقيدو آهي، جيڪو ضروري نہ آهي تہ واقعن جي روشنيءَ ۾ صحيح ثابت ٿي سگهي تہ، مان اهو چوندس تہ ڪنهن بہ صورت ۾ مسلمانن جي نَوَ ڪروڙ آبادي هڪ اهڙي عنصر جي تعمير ڪري ٿي، جنهن کي ڪو بہ نظرانداز نہ ٿو ڪري سگهي ۽ جهڙيون بہ حالتون هجن تہ اهي ايترا مضبوط ضرور آهن جو پنهنجي تقدير جو تحفظ ڪري سگهن.“

1939ع جي لاهور قرارداد کان پوءِ، جيڪا قرارداد پاڪستان جي نالي سان مشهور آهي، ليگ علحدگي پسنديءَ جي رستي تي اڳتي وڌي چڪي هئي، پر ان سان اهو واضح نہ ٿي سگهي ٿو دراصل ان جو مطالبو ڇا آهي. ان جي ٻولي مبهم هئي ۽ ان جي هڪ کان وڌيڪ تعبير ٿي سگهي پئي، پر ان جو مقصد صاف هو. مسلم ليگ جو مطالبو اهو ئي هو تہ، مسلم اڪثريتي صوبن کي مڪمل خودمختياري ڏيڻ گهرجي. قرارداد جي حمايت ۾ سڪندر حيات خان ان جي اها ئي تعبير پيش ڪئي هئي، پر هاڻي ليگ جا اڳواڻ پنهنجي مطالبي کي وسيع معنيٰ ڏين پيا. اهي غيرواضح لفظن ۾ ملڪ جي ورهاست ۽ مسلم اڪثريتي علائقن لاءِ هڪ آزاد رياست جي قيام جون ڳالهيون ڪرڻ لڳا هئا. ڪيبينيٽ مشن ان مطالبي کي مڃڻ لاءِ تيار نہ هو. ان جي ابتڙ مشن هڪ اهڙي حل جو حامي هو، جيڪو گهڻي ۾ گهڻي منهنجي تجويز ڪيل حل تي هجي.

تقريباً اپريل جي آخر تائين ڳالهيون جاري رهيون. مشن سان ميٽنگون ٿينديون رهيون ۽ مشن جا ميمبر پاڻ ۾ ڳالهائيندا رهيا. ان دوران مون مشن کان ڪجھ ڏينهن جي مهلت گهري ۽ ڪشمير هليو ويس. گرميون شروع ٿي چڪيون هيون ۽ دهليءَ جو شهر ڏينهون ڏينهن وڌيڪ گرم ٿي رهيو هو. مون کي ڪجھ آرام جو اونو هو ۽ پهرين ئي مان ڪشمير وڃڻ جو ارادو ڪيو هو. حقيقت هي آهي تہ مان اتي دوستن کي اطلاع بہ ڏئي چڪو هيس، پر جڏهن مون اهو ڏٺو تہ مشن بہ ڪشمير وڃي رهيو آهي تہ مون پنهنجو منصوبو تبديل ڪيو. مون سوچيو، ٿي سگهي ٿو تہ، ڪشمير ۾ منهنجي رهڻ جو اهو مطلب ڪڍيو وڃي تہ مان مشن سان ملاقات ڪرڻ ۽ انهن جي فيصلي تي اثرانداز ٿيڻ چاهيان ٿو. ان ڪري بجاءِ اتي وڃڻ جي مان مسوري هليو ويس.

مشن 24 اپريل تي دهلي واپس آيو ۽ وائسراءِ سان ملي آئيني ڳالهين جو نئين سري

سان جائزو ورتو. ڪيترائي دفعا بحثن کان پوءِ ڪرپس مون سان ملڻ آيو ۽ جيئن جيڪي مسئلا اٿاريا ويا آهن تہ انهن تي هڪ غير رسمي ڳالهہ ٻولهہ ڪئي وڃي. 24 اپريل تي مشن هڪ بيان جاري ڪيو تہ، وڌيڪ غير رسمي ڳالهيون، خاص پارٽين جي وچ ۾ مصالحت جي ذريعي نالو جو هڪ بنياد ڳولهڻ ۾ ڪارآمد ثابت ٿي سگهن ٿيون. اهڙيءَ طرح وفد ڪانگريس ۽ مسلم ليگ جي صدرن کي گهرايو تہ، اهي شملہ ۾ وفد سان ملاقاتون ۽ ڳالهين کي جاري رکڻ لاءِ پنهنجا نمائندا نامزد ڪن. ورڪنگ ڪميٽي مشن سان ڳالهہ ٻولهہ لاءِ نمائندن جي نامزدگيءَ جا اختيار منهنجي حوالي ڪيا.

اهڙيءَ طرح پنهنجي ساٿين جي طور تي ڪانگريس جي نمائندگيءَ جي لاءِ مون جواهر لال ۽ سردار پٽيل کي نامزد ڪيو. شملہ ۾ رهڻ جو انتظام حڪومت ڪيو. گانڌي باضابطہ طور تي ڳالهيون ڪرڻ واري جماعت جو رڪن نہ هو، پر مشن هن کي شملہ اچڻ جي دعوت ڏني تہ جيئن مشورن لاءِ موجود رهي. هن انهن جي درخواست مڃي ۽ مينور ولا ۾ ترسيو. اسان ورڪنگ ڪميٽيءَ جون غيررسمي ميٽنگون اتي ئي ڪندا هئاسين تہ جيئن گانڌي بہ انهن ۾ شريڪ ٿي سگهي.

شملہ ۾ ڳالهہ ٻولهہ 2 مئي تي شروع ٿي ۽ 12 مئي تائين هلندي رهي. رسمي ڪانفرنس کي ڇڏي، اسان ۾ گهڻو غيررسمي بحث بہ شروع ٿيو. مان رٽريٽ (Retreat) ۾ ترسيل هئس ۽ ڪيترن ئي موقعن تي مشن جا ميمبر مون سان ملاقات لاءِ اتي بہ آيا.

تقريباً ٻن هفتن کانپوءِ مان دهليءَ واپس آيس. مشن جي ميمبرن پاڻ ۾ وڌيڪ ڳالهہ ٻولهہ ڪئي ۽ پنهنجون تجويزون مرتب ڪيون. ان جو اعلان 16 مئي تي لارڊ ايٽلي جي ذريعي هائوس آف ڪامنز ۾ ٿيو. منصوبي تي بدل هڪ اڇو چٺو (White Paper) بہ جاري ڪيو ويو ۽ ان ۾ اهو بيان ڪيو ويو تہ هندستان لاءِ هڪ نئين آئين جي جلد کان جلد جوڙڻ کي يقيني بڻائڻ لاءِ برطانوي ڪيبينيٽ مشن ان کي بهترين انتظام سمجهي ٿو. مون ضميمن ۾ ضميمو نمبر-5 ۾ ڪيبينيٽ مشن پلان شامل ڪيو آهي ۽ اهڙا پڙهندڙ جيڪي دلچسپي رکن ٿا، ان جي پيٽ ان اسڪيم سان ڪري سگهن ٿا، جيڪا مون 15 اپريل تي پنهنجي بيان ۾ مرتب ڪئي هئي.

مان شملہ ۾ ڪيبينيٽ مشن پلان تي ڳالهہ ٻولهہ جاري رکڻ جي حق ۾ هئس. مون لارڊ ويول کي چيو، اهو بهتر ٿيندو تہ اسان پنهنجي ڳالهہ ٻولهہ شملہ ۾ ئي مڪمل ڪيون، ڇو تہ دهليءَ جي موسم انهن اهم مسئلن تي جيڪي بحث هيٺ هئا، ٿڌي ۽ محتاط ذهن سان غور ڪرڻ لاءِ سازگار نہ هئي. لارڊ ويول چيو تہ، حڪومت جو مرڪز دهليءَ ۾ آهي ۽ جيڪڏهن هو وڌيڪ ڏينهن تائين اتان کان ٻاهر رهيو تہ ڪم جو نقصان ٿي سگهي ٿو. منهنجو چوڻ هي هو تہ، ان سان هن کي تہ ڪا پريشاني نہ ٿيندي، ڇو تہ

وائسريگل لاج ايئر ڪنڊيشنڊ آهي ۽ هو ڪڏهن اتان ٻاهر نہ ٿو نڪري. پر ڪيبينيٽ مشن جي ميمبرن ۽ اسان سان معاملو مختلف هو. اسان سڀ ان ٻنيءَ ۾ جيڪو دهلي شهر ٻڌجي ويو هو، ڪم ڪرڻ ۾ انتهائي ڏکيائي محسوس ڪنداسين. لارڊ ويول جواب ڏنو تہ، بس ڪجھ ڏينهن جي تہ ڳالھ آهي.

آخر ۾ ٿيو هيئن تہ، اسان مئي جا باقي ڏينهن ۽ جون جو سڄو مهينو دهليءَ ۾ گذاريو. ان سال موسم معمول کان وڌيڪ گرم هئي. مشن جي ميمبرن ان کي محسوس ڪيو ۽ سڀ کان وڌيڪ لارڊ پيٿڪ لارنس هڪ ڏينهن گرميءَ جي ڪري بيهوش ٿي ويو. وائسراءِ منهنجي لاءِ هڪ ايئر ڪنڊيشنڊ جو بندوبست ڪيو هو ۽ ان مان يقيناً مدد ملي هئي، پر موسم ايتري سخت هئي جو هر ماڻهو چاهي پيو تہ ڳالھ ٻولھ جو سلسلو جلدي ختم ٿي وڃي. بدقسمتيءَ سان ڪانگريس ۽ ليگ جي وچ ۾ اختلاف سولائيءَ سان طئہ نہ ٿي سگهيا ۽ بحث ڪنهن حل ڏانهن اشاري ۾ ناڪام رهيا.

اسان مشن ۽ ان پلان سان خاص دماغ ويڙهايو هو، پر هڪ نئين مٽي جي سور جو واڌارو ڪشمير جي واقعن سان ٿيو. شيخ عبدالله جي اڳواڻيءَ ۾ نيشنل ڪانفرنس ڪشميري عوام جي سياسي حقن لاءِ وڙهي رهي هئي. ان "ڪشمير خالي ڪريو" جو نعرو بلند ڪيو ۽ پنهنجو معاملو ڪيبينيٽ مشن جي آڏو رکيو. ان جو مطالبو هي هو تہ، مهاراجہ ڪشمير جي آمريت ختم ڪرڻ گهرجي ۽ حڪومت جون واڳون عوام جي هٿن ۾ ڏيڻ گهرجن. مهاراجہ جي حڪومت ان جي جواب ۾ شيخ عبدالله ۽ ان جي ساٿين کي گرفتار ڪيو. ڪجھ عرصو پهرين نيشنل ڪانفرنس جو هڪ نمائندو حڪومت ۾ ڪنيو ويو هو ۽ ائين لڳي پيو تہ ڪو ٺاهہ شايد ٿي وڃي. شيخ عبدالله ۽ سندس ساٿين جي گرفتاري انهن اميدن کي ختم ڪري ڇڏيو هو.

جواهر لال هميشہ هڪ نمائنده حڪومت لاءِ ڪشمير جي جدوجهد ۾ گهري دلچسپي ورتي هئي. جڏهن اهي نوان واقعا ٿيا تہ هن سوچيو تہ، هن کي ڪشمير وڃڻ گهرجي. اهو ان جي ڪري بہ ضروري خيال ڪيو ويو تہ، نيشنل ڪانفرنس جي اڳواڻن لاءِ قانوني دفاع جو ڪجھ انتظام ٿي سگهي. مون اهو ڪم آصف عليءَ حوالي ڪيو. جواهر لال چيو تہ، هو آصف عليءَ سان گڏ ويندو. اهڙيءَ طرح ٻئي هليا ويا. مهاراجہ جي حڪومت کي ان فيصلي تي بخيلي ٿي ۽ ان ڪشمير ۾ انهن جي داخلا تي پابندي لڳائي. جڏهن اهي راولپنڊيءَ مان روانا ٿيا ۽ ڪشمير جي سرحد تي پهتا تہ اُريءَ جي هنڌ انهن کي روڪيو ويو. انهن پابنديءَ کي مڃڻ کان انڪار ڪيو ۽ ڪشميري حڪومت انهن کي گرفتار ڪيو. ان واقعي فطري طور تي ملڪ ۾ زبردست هراس پيدا ڪيو.

مان انهن حالتن مان گهڻو خوش نہ هئس. جتي مون کي ڪشمير حڪومت جي

ان ڪارروائيءَ تي غصو هو، اتي مان اهو بہ سوچيان پيو تہ، ڪشمير جي مسئلي تي هڪ نئون جهيڙو شروع ڪرڻ جو هي مناسب موقعو نہ آهي. مون وائسراءِ سان ڳالھ ٻولھ ڪئي ۽ چيو تہ، حڪومت هند کي اهو انتظام ڪرڻ گهرجي تہ مان ٽيليفون تي جواهر لال سان ڳالهائي سگهان. هن کي هڪ ڊاڪ بنگلي ۾ نظربند ڪيو ويو هو ۽ مان ڪجھ ڏينهن کان پوءِ رابطو قائم ڪري سگهيس. مون جواهر لال کي چيو تہ، منهنجي خيال ۾ هن کي جيترو جلد ٿي سگهي دهليءَ واپس اچڻ گهرجي. موجوده صورتحال ۾ هن لاءِ ڪشمير ۾ داخلا لاءِ اصرار ڪرڻ مناسب نہ ٿيندو. جيستائين ڪشمير جي مسئلي جو تعلق آهي، مون هن کي يقين ڏياريو تہ ڪانگريس جي صدر جي حيثيت سان مان ان کي پنهنجي هٿ ۾ ڪٽندس. مان شيخ عبدالله ۽ ان جي ساٿين جي آزاديءَ لاءِ ڪم ڪندس، پر جواهر لال کي جلدي واپس اچڻ گهرجي.

پهرين تہ جواهر لال اعتراض ڪيو، پر ڪجھ بحث کان پوءِ، هو منهنجي ان يقين ڏيارڻ تي تہ مان پاڻ ڪشمير جي مسئلي کي ڪٽندس، راضي ٿي ويو. پوءِ مون لارڊ ويول کي گذارش ڪئي تہ جواهر لال ۽ آصف عليءَ کي واپس آڻڻ لاءِ هڪ هوائي جهاز جو انتظام ڪري. ان وقت جڏهن مون اها درخواست ڪئي هئي، شام جا ست وڄي رهيا هئا، پر ان ئي رات هن هڪ هوائي جهاز موڪليو. جهاز رات جو ڏهين وڳي سرينگر پهتو ۽ ٻي وڳي صبح جو جواهر لال ۽ آصف عليءَ کي کڻي دهليءَ واپس اچي ويو. ان سڄي معاملي ۾ لارڊ ويول جو رويو انتهائي دوستاڻو هو ۽ مون ان کي نهايت پسند ڪيو.

مان اهو ذڪر پهرين ئي ڪري چڪو آهيان تہ مشن پنهنجي اسڪيم 16 مئي تي شايع ڪئي. بنيادي طور تي اها ساڳي ئي هئي، جنهن جو خاڪو مون پنهنجي 15 اپريل جي بيان ۾ پيش ڪيو هو. ڪيبينيٽ مشن پلان تحت صرف ٽي کاتا لازمي طور تي مرڪزي حڪومت جي حوالي ڪرڻا هئا. دفاع، خارجہ ۽ آمدرفت، جيڪي مون پنهنجي اسڪيم ۾ تجويز ڪيا هئا. بهرحال مشن ان منصوبي ۾ هڪ نئين عنصر جو واڌارو ڪيو. ان ملڪ کي ٽن علائقن ۾ ورهايو، اي- بي ۽ سي، جو تہ مشن جي ميمبرن جو خيال هو تہ، ان سان اقليتن ۾ اعتماد جو هڪ سگهارو احساس پيدا ٿيندو. سيڪشن "بي" ۾ پنجاب، سنڌ، اتر اولھ سرحدي صوبو ۽ برطانوي بلوچستان شامل هوندا. اهي علائقا مسلم اڪثريت تي ٻڌل هوندا. سيڪشن "سي" جنهن ۾ بنگال ۽ آسام شامل هوندا. مسلمانن جو تعداد ڪجھ ٻين کان وڌيڪ هوندو. مشن جو خيال هو تہ، اهو انتظام مسلم اقليت لاءِ مڪمل اطمينان جو سبب ٿيندو ۽ ليگ جا سڀ جائز خدشا ان سان ختم ٿي ويندا.

مشن منهنجو نظريو بہ قبول ڪيو هو تہ گهڻا معاملا صوبائي سطح تي حل ڪيا ويندا. اهڙيءَ طرح مسلم اڪثريتي صوبن ۾ مسلمان تقريباً مڪمل طور تي

خودمختيار هوندا. باهمي رضامنديءَ کانپوءِ ڪجھ معاملن بابت حلقي بنديءَ جي سطح تي تعلق قائم ڪيو ويندو. هتي بہ سيڪشن بي ۽ سي ۾ مسلمانن جي اڪثريت جو هئڻ يقيني هو، جتي هو پنهنجي سيني جائز مسئلن کي حل ڪري سگهن. جيستائين مرڪز جو تعلق هو، صرف تني کاتا اهڙا هئا جن جو انتظام معاملي جي نوعيت جي لحاظ کان صوبائي سطح تي ممڪن نہ هو. مشن پلان پنهنجي روح جي لحاظ کان منهنجي پنهنجي منصوبي جهڙو هو ۽ ان ۾ واحد واڌارو تن حصن جي قيام جو هو. ان ڪري منهنجو خيال هي هو تہ، اسان ان تجويز کي قبول ڪريون.

شروع ۾ مسٽر جناح مڪمل طور تي ان اسڪيم جي خلاف هو. مسلم ليگ هڪ جدا آزاد رياست جي پنهنجي مطالبي ۾ ايتري قدر اڳتي وڌي چڪي هئي جو ان لاءِ واپس موٽڻ ڏکيو هو. مشن صاف ۽ غيرمبهم لفظن ۾ اهو ٻڌايو هو تہ، اهو ڪڏهن بہ ملڪ جي ورهاست ۽ آزاد رياست جي جڙڻ جي سفارش نہ ٿو ڪري سگهي. لارڊ پيٿڪ لارنس ۽ سر اسٽيفرڊ ڪرپس هر هر چيو هو تہ، هو سمجهي نہ پيا سگهن تہ مسلم ليگ جي نظر ۾ پاڪستان جهڙي جيڪا رياست آهي، اها زنده ۽ پائدار ڪيئن ٿي سگهي ٿي. انهن جو خيال هو تہ، منهنجو فارمولو، جيڪو صوبن کي ممڪن حد تائين وڌ کان وڌ خودمختياري ڏئي ٿو ۽ مرڪزي حڪومت لاءِ صرف تني معاملا مخصوص ڪري ٿو، اهو ئي ان مسئلي جو واحد حل آهي.

لارڊ پيٿڪ لارنس هڪ کان وڌيڪ دفعا اهو چيو تہ، منهنجي فارمولا کي تسليم ڪرڻ جو مقصد اهو ٿيندو تہ شروع ۾ مسلم اڪثريتي صوبا صرف تني کاتا مرڪزي حڪومت کي ڏيندا ۽ اهڙيءَ طرح پنهنجي لاءِ مڪمل خودمختياريءَ کي يقيني بنائيندا. ٻئي طرف هندو اڪثريتي صوبا پنهنجي طور تي ڪيترائي ٻيا معاملا مرڪزي حڪومت ڏانهن منتقل ڪرڻ تي راضي ٿي ويندا. ڪيبينيٽ مشن سو چيو تہ، ان ۾ ڪوبہ نقصان نہ آهي. هڪ سچي وفاق ۾ شامل ٿيڻ وارين سيني اڪائين کي اهو طئہ ڪرڻ جي آزادي هئڻ گهرجي تہ ڪيترا ۽ ڪهڙي قسم جا معاملا مرڪزي حڪومت ڏانهن منتقل ڪيا ويندا.

ان کان اڳ جو اها ڪنهن فيصلي تي پهچي سگهي، مسلم ليگ ڪائونسل ٽن ڏينهن تائين اجلاس ڪندي رهي. آخري ڏينهن مسٽر جناح کي اهو اعتراف ڪرڻو پيو تہ اقليتي مسئلي جو جيڪو حل مشن پلان پيش ڪيو هو، ان کان وڌيڪ منصفاڻو حل ٻيو ڪوبہ نہ ٿو ٿي سگهي. ڪنهن بہ حالت ۾ هو ان کان بهتر شرط نہ ٿا ميڙائي سگهن. انهن ڪائونسل کي چيو تہ، ڪيبينيٽ مشن جي پيش ڪيل اسڪيم، جيڪو ڪجھ اهي حاصل ڪري سگهن پيا، ان جي انتهائي شڪل آهي. اهڙيءَ طرح انهن مسلم ليگ کي صلاح ڏني تہ اسڪيم منظور ڪري، ۽ ڪائونسل اتفاق راءِ سان ان جي حق ۾ ووٽ ڏنو.

اجا مان مسوريءَ ۾ ئي هئس تہ مسلم ليگ جا ڪجھ ميمبر مون سان مليا هئا ۽ پنهنجي حيرت ۽ تعجب جو اظهار ڪيو هو. انهن صاف طور تي چيو تہ، جيڪڏهن ليگ مشن پلان قبولڻ تي آماده هئي تہ ان هڪ آزاد رياست جو نعرو ڇو بلند ڪيو ۽ مسلمانن کي ڇو ڀٽڪايو؟ مون ان سوال تي انهن سان تفصيلي ڳالهہ ٻولهہ ڪئي. آخر ۾ انهن کي اهو ميڃڻ تي مجبور ٿيڻو پيو تہ مسلم ليگ جو نظريو جيڪو بہ هجي، هندستان جا مسلمان ان کان بهتر شرطن جي توقع نہ ٿا ڪري سگهن، جيڪي مشن پلان پيش ڪيون هيون.

ورڪنگ ڪميٽيءَ ۾ پنهنجي بحث دوران مون ان ڳالهہ جي نشاندهي ڪئي تہ مشن پلان اساسي طور تي اهو ئي ڪجھ ڪيو هو، جيڪو ڪجھ مون پنهنجي اسڪيم ۾ جوڙيو هو. اهڙيءَ طرح ورڪنگ ڪميٽيءَ کي پلان ۾ شامل خاص سياسي حل کي قبول ڪرڻ ۾ وڌيڪ ڏکيائي نہ ٿي. پر، بهرحال دولت متحده سان هندستان جي تعلق جو سوال بہ هو. مون مشن کي چيو تہ اهو فيصلو هندستان تي ڇڏيو وڃي. مون کي يقين هو تہ، اڪيلو ان ئي هڪ طريقي سان صحيح فيصلي تائين پهچي سگهجي ٿو. مون اهو بہ چيو تہ، اها منهنجي راءِ هئي تہ جيڪڏهن اهو سوال هندستان تي ڇڏيو ويو تہ اهو ناممڪن نہ آهي تہ هندستان دولت متحده ۾ پهنجي شموليت کي برقرار رکڻ جي حق ۾ فيصلو ڏئي. ڪرپس مون کي يقين ڏياريو تہ ائين ئي ٿيندو. مشن پلان ۾ اهو سوال آزاد هندستان جي فيصلي تي ڇڏيو ويو. ان جي ڪري بہ ڪيبينيٽ مشن پلان کي قبول ڪرڻ سولو بڻايو. ڊگهين ڳالهين کانپوءِ ورڪنگ ڪميٽيءَ پنهنجي 26 جون جي قرارداد ۾ آئينده لاءِ مشن پلان کي تسليم ڪيو. هن پاڻ کي هڪ انٽرم حڪومت جي تجويز قبول ڪرڻ کان قاصر سمجهيو.

هندستان جي آزاديءَ جي تحريڪ جي تاريخ ۾، ڪانگريس ۽ مسلم ليگ، ٻنهيءَ طرفان مشن پلان قبول ڪرڻ، هڪ شاندار واقعو هو. ان جو مطلب اهو هو تہ هندستان جي آزاديءَ جو ڏکيو مسئلو ڳالهين ۽ مصلحت ذريعي طئہ ڪيو ويو هو، تشدد ۽ ٽڪراءَ جي طريقن سان نہ. ان مان اهو بہ ظاهر ٿئي ٿو تہ، فرقيوراڻيون ڏکيائون نيٺ پوئتي ڌڪجي ويون. سڄي ملڪ ۾ خوشيءَ جو هڪ احساس هو ۽ آزاديءَ لاءِ پنهنجي مطالبي ۾، سڀ ماڻهو متحد هئا. اسان خوشيون ملهائيون، پر ان وقت اسان اهو نہ پيا ڄاڻون تہ اسان جي خوشي وقت کان اڳ ۾ هئي ۽ مايوسيءَ جي ڪوڙاڻ اسان جي راه ڏسي رهي هئي.

# ورهاڱي جو آغاز

هاڻي، ائين لڳي پيو تہ، سياسي ۽ فرقيوراڻا مسئلا حل ٿي چڪا آهن، هڪ نئين معاملي پاڻ ڏانهن ڌيان جو مطالبو ڪيو. مون کي 1939ع ۾ ڪانگريس جو صدر چونڊيو ويو هو. ڪانگريس جي آئين مطابق منهنجو عرصو صرف هڪ ورهيہ لاءِ هو. عام حالتن ۾ 1940ع ۾ نئون صدر چونڊيو وڃي ها. پر ان ڳالهہ ۾ جنگ رڪاوٽ وڌي ۽ ڪجهہ ئي ڏينهن ڪانپوءِ انفرادي ستياگره جي تحريڪ شروع ٿي وئي. معمول جون سرگرميون بند ڪيون ويون ۽ اسان کي 1940ع ۾ ۽ پوءِ 1942ع ۾ گرفتار ڪيو ويو. ڪانگريس بہ هڪ غيرقانوني تنظيم قرار ڏني وئي. اهڙي صورت ۾ ان ڪري منهنجي جڳهہ تي صدر جي چونڊ جو ڪو سوال ئي نہ هو ۽ مان ئي ان سڄي عرصي ۾ صدر رهيس.

هاڻي صورتحال معمول تي اچي وئي هئي. فطري طور تي اهو سوال اٿيو تہ، ڪانگريس جون نيون چونڊون ٿيڻ گهرجن ۽ هڪ نئون صدر چونڊڻ گهرجي. جيئن ئي اخبارن ۾ اهو ذڪر شروع ٿيو، هڪ عام مطالبو اهو ٿيڻ لڳو تہ، مون کي وري صدر چونڊيو وڃي. منهنجي ٻيهر چونڊ جڻ جي سلسلي ۾ خاص دليل اهو ڏنو ويندو هو تہ، مان ئي ڪرپس سان، لارڊ ويول سان ۽ هاڻي ڪيبينيٽ مشن سان ڳالهين جو نگران رهيو هئس. شملہ ڪانفرنس جي موقعي تي سياسي مسئلي جو ڪامياب حل ڳولهڻ ۾ مون کي پهرين ڪاميابي ملي هئي، اها ڪانفرنس فرقيواريت جي سوال تي آخر ۾ ٽٽي وئي هئي. ڪانگريس ۾ هڪ عام احساس اهو هو تہ اجا تائين مون ڳالهيون هلايون هيون، ان ڪري مون کي ئي انهن کي ڪاميابيءَ تائين آڻڻ ۽ ان جي مطابق تعميل ڪرڻ جو مرحلو بہ سونپڻ گهرجي. بنگال، بمبئي، مدراس، بهار ۽ يوپيءَ جا ڪانگريسي حلقا ڪليل نموني اها راءِ ظاهر ڪندا هئا تہ آزاد هندستان کي پنهنجي سفر تي لڳائڻ جي ذميواري مون کي ئي ڏيڻ گهرجي.

مون، بهرحال محسوس ڪيو تہ. ڪانگريس هاءِ ڪمان جي اندرين حلقن ۾ ڪجهہ اختلاف راءِ هو. مون کي خبر پئي تہ سردار پٽيل ۽ ان جي دوستن جي خواهش اها هئي تہ ان کي صدر چونڊيو وڃي. منهنجي لاءِ اهو هڪ نهايت نازڪ سوال بڻجي ويو ۽

پھرين تہ منهنجي سمجھہ ۾ نہ آيو تہ مون کي ڇا ڪرڻ گھرجي. مون ڏيان سان ان مسئلي تي غور ڪيو ۽ آخر ڪار ان نتيجي تي پھتس تہ جيئن تہ مان 1939ع کان 1946ع تائين ست ورهيہ ڪانگريس جو صدر رهيو آهيان، ان ڪري مون کي هاڻي ڪنهن ٻئي لاءِ جڳھ خالي ڪرڻ گھرجي. ان ڪري مون فيصلو ڪيو تہ، مون کي پنهنجو نالو تجويز ڪرڻ جي اجازت نہ ڏيڻ گھرجي.

ٻي ڳالھ جيڪا مون کي طئہ ڪرڻي هئي، منهنجي جانشين جي چونڊ متعلق هئي. مون کي ان جو فڪر هو تہ اڳيون ماڻهو اهڙو ماڻهو هجي جيڪو منهنجي نقطہ نظر سان اتفاق رکندو هجي ۽ ان پاليسيءَ تي عمل ڪري، جيڪا مون اختيار ڪئي هئي. انهن مسئلن جو جائزو وٺڻ کانپوءِ ان نتيجي تائين پھتس تہ موجوده حالتن ۾ سردار پٽيل جي چونڊ مناسب نہ ٿيندي. سيني حقيقتن کي اڳيان رکندي، مون کي ائين لڳو تہ، جواهر لال کي صدر ٿيڻ گھرجي. اهڙيءَ طرح 26 اپريل 1946ع تي مون صدارت لاءِ ان جو نالو تجويز ڪندي ۽ ڪانگريسين کي اها اپيل ڪندي تہ انهن کي اتفاق راءِ سان جواهر لال کي منتخب ڪرڻ گھرجي، هڪ بيان جاري ڪيو.

مون وڏي ڪوشش ڪري پنهنجي فهم ۽ فراست مطابق وک کنئي، پر ان وقت کان معاملن جيڪا شڪل اختيار ڪئي هئي، ان جي بنياد تي مان سمجھڻ لڳو آهيان تہ، اها منهنجي سياسي زندگيءَ جي سڀ کان وڏي غلطي هئي. مان پنهنجي ڪنهن بہ فعل تي ايترو پشيمان نہ ٿيس، جيترو ان نازڪ مرحلي ۾ ڪانگريس جي صدارت تان پنهنجو نالو واپس وٺڻ جي فيصلي تي! اها هڪ اهڙي غلطي هئي جنهن کي گانڌيءَ جي لفظن مان "هماليائي جهات" واري غلطيءَ جو نالو ڏئي سگھان ٿو.

منهنجي ٻي غلطي اها هئي تہ، جڏهن مون پاڻ نہ بيهڻ جو فيصلو ڪيو هو ۽ مون سردار پٽيل جي حمايت نہ ڪئي. اسان گھڻن معاملن تي اتفاق راءِ رکندا هئاسين، پر مون کي يقين آهي تہ مون کان پوءِ جيڪڏهن هو ڪانگريس جو صدر ٿئي ها تہ هو ان جو خيال رکي ها تہ، ڪيبينيٽ مشن پلان تي ڪاميابيءَ سان عمل ڪيو وڃي. هو جواهر لال واري غلطي ڪڏهن بہ نہ ڪري ها، جنهن مسٽر جناح کي سڄو منصوبو خراب ڪرڻ جو موقعو ڏنو. مان پنهنجو پاڻ کي ڪڏهن بہ معاف نہ ٿو ڪري سگھان، جڏهن مان سوچيان ٿو تہ، جيڪڏهن اهي غلطيون مون کان نہ ٿين ها تہ پوين ڏهن ورهين جي تاريخ مختلف هجي ها.

منهنجي بيان ڪانگريسين جي وچ ۾، سڄي ملڪ ۾ هڪ هلچل پيدا ڪئي. ڪيترائي اهم اڳواڻ ڪلڪتي، بمبئي ۽ مدراس کان سفر ڪري آيا تہ جيئن مون کي پنهنجو بيان واپس وٺڻ ۽ پنهنجو نالو پيش ڪرڻ تي مائل ڪري سگھن. ان سلسلي ۾ اخبارن ۾ اپيلون شايع ٿيون، پر مان پھرين ئي هڪ فيصلو ڪري چڪو هئس ۽

منهنجي دل نہ پئي چاهي تہ پنهنجو موقف بدلايان. هڪ عنصر جنهن منهنجي فيصلي کي وڌيڪ تقويت پهچائي، گانڌيءَ جو نقطہ نظر هو. هو مون سان متفق هو تہ مون کي صدر جي حيثيت سان ذاتي ڪم نہ ڪرڻ گهرجي، پر ان ڳالهہ کان هو پوري نموني خوش نہ هو تہ، مون پنهنجي جانشين جي طور تي جواهر لال جو نالو تجويز ڪيو هو. شايد هو سردار پٽيل ڏانهن ڪجهہ مائل هو، پر هڪ دفعو مون جڏهن جواهر لال جو نالو پيش ڪيو تہ، هن پنهنجي خيالن کي عام ماڻهن ۾ ظاهر ٿيڻ نہ ڏنو. سردار پٽيل ۽ آچاريہ ڪرپلانيءَ جو نالو ڪجهہ ماڻهن تجويز ضرور ڪيو، پر آخر ۾ جواهر لال کي اتفاق راءِ سان قبول ڪيو ويو.

مسلم ليگ ڪائونسل ڪيبينيٽ مشن پلان تسليم ڪيو هو. ڪانگريس ورڪنگ ڪميٽيءَ بہ اهو ئي ڪيو، پر ان کي اي- آءِ- سي- سي جي منظوري گهربل هئي. اسان سمجهون پيا تہ اها بس هڪ رسمي ڪارروائي هوندي، ڇو تہ اي- آءِ- سي- سي ورڪنگ ڪميٽيءَ جي فيصلن جي هميشہ توثيق ڪئي هئي. اهڙيءَ طرح 7 جولاءِ 1946ع تي اي- آءِ- سي- سي جي ميٽنگ بمبئيءَ ۾ گهرائي وئي. هڪ دفعو اهو فيصلو ڪيو ويو تہ، دهليءَ ۾ منهنجي قيام کي ڊيگهہ ڏيڻ جي ڪا ضرورت نہ هئي. گرمي ناقابل برداشت ٿي رهي هئي، اهڙيءَ طرح مان 30 جون تي ڪلڪتي واپس آيس. 4 تاريخ تي بمبئيءَ لاءِ روانو ٿيس. سرت چندر بوس بہ ان ئي ٽرين ۾ سفر ڪري رهيو هو. تقريباً هر اسٽيشن تي وڏي تعداد ۾ ماڻهو گڏ ٿي رهيا هئا ۽ انهن جو نعرو هي هوندو هو تہ، مون کي ڪانگريس جو صدر رهڻ گهرجي. هر وڏي اسٽيشن تي سرت بابو منهنجي ڪمپارٽمينٽ ۾ ايندو هو ۽ چوندو هو تہ ڏسو، عوام ڇا ٿو چاهي ۽ پوءِ بہ توهان ڇا ڪيو آهي؟

ورڪنگ ڪميٽيءَ جي ميٽنگ 6 جولاءِ تي ٿي ۽ ان اي- آءِ- سي- سي- جي غور هيٺ آڻڻ لاءِ قراردادن جا مسودا تيار ڪيا. پهرين قرارداد ڪيبينيٽ مشن پلان جي باري ۾ هئي. مون کي چيو ويو تہ، مان ئي ان کي پيش ڪريان، ڇو تہ ڪانگريس جي کاٻي ڌر جي گروپ طرفان زوردار مخالفت جو انديشو هو.

جڏهن اي- آءِ- سي- سي جي ميٽنگ ٿي، مون جواهر لال کي دعوت ڏني تہ ڪانگريس جي صدارت جي چارج مون کان وٺي. پوءِ مون مشن پلان تي قرارداد پيش ڪئي ۽ ان جي خاص پهلوئن جو مختصر طور تي ذڪر ڪيو. کاٻي ڌر سان تعلق رکندڙ ماڻهن وڏي زور شور سان ان جي مخالفت ڪئي. ڪانگريسي سوشلسٽن ان جي مخالفت ۾ گهڻو اڳتي وڌي حصو ورتو، ڇو تہ اها هڪ سستي ترڪيب هئي تہ هڪ انتها پسندانہ پوزيشن اختيار ڪئي وڃي ۽ اهڙي نموني مقبوليت حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وڃي. انهن هڪ غير حقيقي ۽ اداڪارانو رويو اختيار ڪيو. يوسف

مهر علي ان وقت گهڻو بيمار هيو، پر اهي هن کي ٻڌندڙن جي همدردي حاصل ڪرڻ لاءِ اسٽريچر تي کڻي آيا. هن بہ ڪيبنيٽ مشن پلان جي مخالفت ۾ تقرير ڪئي.

پنهنجي جواب ۾ تفصيل سان مون وضاحت ڪئي تہ پلان جا نقصان ڪهڙا آهن ۽ اها نشاندهي بہ ڪئي تہ اهو پلان اصل ۾ ڪانگريس لاءِ هڪ عظيم فتح آهي. مون چيو تہ، اهو پلان ڪنهن تشدد آميز ۽ خونريز بغاوت کان سواءِ آزاديءَ جي حصول ڏانهن اشارو ڪري ٿو. هڪ پرامن احتجاج ۽ ڳالهہ ٻولهہ جي نتيجي ۾ انگريزن جو هندستان جي قومي مطالبي کي تسليم ڪرڻ، عالمي تاريخ جو هڪ بي مثال واقعو آهي. چاليهہ ڪروڙ آباديءَ واري هڪ قوم ڳالهہ ٻولهہ ۽ مصلحت ذريعي آزاد ٿي رهي هئي، فوجي ڪارروائيءَ جي نتيجي ۾ نہ! فقط انهيءَ هڪ نقطہ نظر سان اسان جي ان فتح جي قدر ۽ قيمت کي گهٽ سمجهڻ، صرف ديوانگي هوندي. مون وڌيڪ چيو تہ، ڪيبنيٽ مشن پلان ڪانگريس جي نقطہ نظر کي ان جي سيني لازمي عنصرن سان قبول ڪيو هو. هن هندستان جي وحدت جي ضمانت ڏني هئي، ان سان گڏ هن اقليتن کي ضروري يقين بہ ڏياريو آهي. ڪانگريس هندستان جي آزاديءَ ۽ وحدت جي علمبردار هئي ۽ سيني انتشار پسند رجحانن جي مخالفت ڪري پئي. اهو واقعو منهنجي فهم کان مٿي آهي تہ ڪانگريسي سوشلسٽن جهڙا ماڻهو، هڪ فتح کي هار سمجهي رهيا آهن.

ٻڌندڙن تي منهنجي تقرير جو اهڙو فيصلائتو اثر ٿيو جو، جڏهن ووٽ ورتا ويا تہ قرارداد زبردست اڪثريت سان منظور ڪئي وئي. اهڙيءَ طرح مشن پلان کي تسليم ڪندي ورڪنگ ڪميٽيءَ جي قرارداد تي قبوليت جي مهر هنئي وئي.

ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ لارڊ پيٿڪ لارنس ۽ سر اسٽيفرڊ ڪرپس طرفان مون کي مبارڪباد جون تارون مليون. اهي خوش هئا تہ ڪانگريس منهنجي قرارداد منظور ڪئي هئي ۽ مون کي ان ڳالهہ تي مبارڪباد ڏئي رهيا هئا تہ مون مشن پلان کي سليقي سان پيش ڪيو هو.

هاڻي انهن بدنصيب واقعن مان، جيڪي تاريخ جو رخ بدلائيندا آهن، هڪ واقعو پيش آيو. 10 جولاءِ تي جواهر لال بمبئيءَ ۾ هڪ پريس ڪانفرنس سڏائي جنهن ۾ هن هڪ حيران ڪندڙ بيان ڏنو. ڪجهہ اخباري نمائندن هن کان پڇيو تہ، ڇا اي- آءِ- سي- سي ذريعي قرارداد منظور ڪرڻ سان گڏ ڪانگريس پلان کي، انٽرم حڪومت جوڙڻ سميت، جيئن جو تيئن قبول ڪيو آهي.

جواب ۾ جواهر لال چيو، دستور ساز اسيمبليءَ ۾ ڪانگريس هيئن داخل ٿيندي تہ، ”سمجهوتن کان بلڪل آزاد هوندي ۽ اهي سڀ حالتون جيڪي پيش اچي سگهن ٿيون، انهن کي پنهنجي مرضيءَ مطابق حل ڪندي.“

اخباري نمائندن وڌيڪ اهو پڇيو تہ، ڇا ان جو مطلب هي آهي تہ، مشن پلان ۾

ترميم ڪري سگهجي ٿي؟

جواهر لال پرزور انداز ۾ جواب ڏنو ته، ڪانگريس صرف ان تي رضامند ٿي هئي ته دستور ساز اسيمبليءَ ۾ شرڪت ڪندي ۽ هوءَ پنهنجو پاڻ کي ان لاءِ آزاد سمجهي ٿي ته ان جي ويجهو جيڪا مناسب ترين صورت هجي ان مطابق مشن پلان کي تبديل ڪري يا ان ۾ ترميم ڪري.

مسلم ليگ دباءَ ۾ اچي ڪبينيٽ مشن پلان قبول ڪيو هو. ظاهر آهي ته، مسٽر جناح ان مان گهڻو خوش نه هو. ليگ ڪائونسل کي خطاب ڪندي پنهنجي تقرير ۾ هن صاف چيو هو ته، هن قبوليت جي سفارش صرف ان ڪري ڪئي هئي ته ان کان بهتر ڪجھ ملي نه پيو سگهي. هن جي سياسي حريفن هن تي اهو چوندي تنقيد ڪئي ته، هو معاملن کي سلجهائڻ ۾ ناڪام رهيو آهي.

انهن هن تي اهو الزام لڳايو ته، هن هڪ آزاد اسلامي رياست جو خيال ترڪ ڪيو آهي. انهن هن تي اهو طنز به ڪيو ته جيڪڏهن ليگ مشن پلان قبولڻ تي راضي ٿي هئي، جيڪو هڪ الڳ رياست جوڙڻ جي مسلمانن جي حق جي نفي ڪري ٿو ته، پوءِ مسٽر جناح هڪ آزاد رياست جي باري ۾ ايترو هنگامو چو ڪيو؟

اهڙيءَ طرح مسٽر جناح مشن سان ڳالهه ٻولهه جي نتيجن بابت بلڪل خوش نه هو. جواهر لال جو بيان هن جي مٿي تي هڪ بم وانگر ڪريو. هن جلدي هڪ بيان جاري ڪيو ته، ڪانگريس جي صدر جو اهو اعلان سڄي صورتحال تي نظرثانيءَ جي تقاضا ڪري ٿو. اهڙيءَ طرح هن لياقت علي خان کي چيو ته، ليگ ڪائونسل جي هڪ ميٽنگ گهرائي ۽ پاڻ هيٺين مضمون جو هڪ بيان جاري ڪري ڇڏيو: "مسلم ليگ ڪائونسل دهليءَ ۾ ڪبينيٽ مشن پلان ان ڪري قبول ڪيو هو ڇو ته ان کي يقين ڏياريو ويو هو ته، ڪانگريس به اسڪيم منظور ڪئي آهي ۽ اهو ئي پلان هندستان جي آئينده آئين جو جوهر هوندو. هاڻي جڏهن ڪانگريس جي صدر اهو اعلان ڪيو آهي ته، دستور ساز اسيمبليءَ ۾ پنهنجي اڪثريت ذريعي ڪانگريس ان اسڪيم کي بدلائي سگهي ٿي ته، ان جو مطلب اهو ٿيندو ته اقليتون اڪثريت جي رحم و ڪرم تي هونديون. هن جي خيال ۾ جواهر لال جي اعلان جو مفهوم هي هو ته، ڪانگريس مشن پلان کي رد ڪيو آهي ۽ اهڙيءَ طرح وائسراءِ کي هاڻي مسلم ليگ کي، جنهن پلان کي قبول ڪيو هو، اهو چوڻ گهرجي ته اها ئي حڪومت جوڙي."

مسلم ليگ ڪائونسل جو اجلاس بمبئيءَ ۾ 27 جولاءِ تي ٿيو. پنهنجي افتتاحي تقرير ۾ مسٽر جناح پاڪستان جو مطالبو ورجايو ته مسلم ليگ جي آڏو صرف اهو ئي هڪ دستور رهجي ويو آهي. ٽن ڏينهن جي بحث کان پوءِ ڪائونسل مشن پلان کي رد ڪندي هڪ قرارداد پاس ڪئي. ان پاڪستان جي حصول لاءِ سڌو سنئون ڪارروائي

ڪرڻ جو به فيصلو ڪيو.

مان ان نئين صورتحال مان انتهائي پريشان هئس. مان اهو ڏسي رهيو هئس ته، هڪ اسڪيم جنهن جي لاءِ مون ايتري سخت محنت ڪئي هئي، اسان جي پنهنجي فعل سان برباد ٿي رهي هئي. مون سوچيو ته جلدي ورڪنگ ڪميٽيءَ جي ميٽنگ سڏائي وڃي ته جيئن صورتحال جو جائزو ورتو وڃي. جواهر لال پهرين ته راضي نه هو، پر جڏهن مون اصرار ڪيو ته مڃي ويو. اهڙيءَ طرح ورڪنگ ڪميٽيءَ جو اجلاس 8 آگسٽ تي ٿيو ۽ سڄي سياسي صورتحال تي نظر وڌي وئي. مون اها نشاندهي ڪئي ته جيڪڏهن اسان ان صورتحال کي سنڀالڻ چاهيون ٿا ته اسان کي اهو واضح ڪرڻ گهرجي ته بمبئيءَ جي پريس ڪانفرنس ۾ ڪانگريس جي صدر جو بيان ان جي ذاتي راءِ هئي ۽ اهو ڪانگريس جي فيصلي سان مطابقت نه پيو رکي. مون ان جي وضاحت ڪئي ته ڪانگريس جو نقطہ نظر اي- آءِ- سي- سي جي ذريعي منظور ڪرڻ واري قرارداد جي ذريعي بيان ڪيو ويو هو ۽ ڪو به ماڻهو ايستائين جو ڪانگريس جو صدر به، ان کي بدلائي نه ٿو سگهي. جواهر لال اهو دليل پيش ڪيو ته ڪيس ڪو به اعتراض نه ٿيندو، جيڪڏهن ورڪنگ ڪميٽي ائين ڪرڻ چاهي ٿي ته ڪانگريس مشن پلان کي قبول ڪيو آهي. پر هن جي خيال ۾ اهو تنظيم لاءِ بي عزتيءَ جو ڪارڻ ٿيندو ۽ شخصي طور تي هن جي لاءِ به، جيڪڏهن ورڪنگ ڪميٽي هڪ قرارداد پاس ڪري ٿي ته ڪانگريس جي صدر جو بيان ڪانگريس جي پاليسيءَ جي ترجماني نه ٿو ڪري.

هاڻي ورڪنگ ڪميٽي ان ڳالهه ۾ منجهي پئي هئي. جو ته هڪ طرف ڪانگريس جي صدر جو وقار داءَ تي هو ته، ٻئي طرف اهو ناهه، جيڪو اسان گهڻين صعوبتن کان پوءِ ڪري سگهيا سين، خطري ۾ هو. صدر جي بيان جي ترديد تنظيم کي ڪمزور ڪندي، پر مشن پلان کي ترڪ ڪرڻ جو مطلب ملڪ کي برباد ڪرڻ هوندو. آخر ۾ اسان هڪ قرارداد جو مسودو تيار ڪيو، جهن ۾ جواهر لال جي بيان ڏانهن ڪو به اشارو نه هو، پر جنهن سان هيٺين لفظن ۾ اي- آءِ- سي- سي جي فيصلي جي توثيق ٿئي ٿي:

”ورڪنگ ڪميٽيءَ کي اهو ڏسي افسوس ٿيو آهي ته آل انڊيا مسلم ليگ جي ڪائونسل پنهنجي گذريل فيصلي جي ابتڙ دستور ساز اسيمبليءَ ۾ شرڪت نه ڪرڻ جو فيصلو ڪيو آهي. هڪ ٻاهرين طاقت جي ماتحتيءَ کان مڪمل آزاديءَ تائين، تيز رفتار تبديلين جي هڪ دور ۾ جڏهن وسيع ۽ پيچيدن سياسي ۽ اقتصادي مسئلن کي منهن ڏيڻو آهي ۽ انهن کي حل ڪرڻو آهي. هندستان جي عوام ۽ ان جي نمائندن جي وچ ۾ وڌ کان وڌ تعاون جي ضرورت آهي ته جيئن اهو تبديلي جو عمل هموار هجي ۽ سيني لاڳاپيل ڌرين لاءِ فائديمند هجي. ڪميٽي ان حقيقت کي ڄاڻي ٿي ته ڪانگريس ۽ مسلم ليگ

جي نظرين ۽ مقصدن ۾ اختلاف آهن. پر مجموعي طور تي ملڪ جي ۽ هندستان جي ماڻهن جي آزاديءَ جي وسيع تر مفاد ۾ ڪميٽي انهن سڀنيءَ کي تعاون جي اپيل ڪري ٿي، جيڪي آزادي ۽ ملڪ جي فلاح چاهين ٿا. ان اميد سان تہ گڏيل معاملن ۾ تعاون، هندستان جي گهڻن مسئلن کي حل ڪرائڻ ۾ مدد ڏيندو.

ڪميٽيءَ جي علم ۾ اها ڳالھ آئي آهي تہ مسلم ليگ طرفان اهڙي نموني جي تنقيد ڪئي وئي آهي تہ 16 مئي جي بيان ۾ شامل تجويزن جي سلسلي ۾ ڪانگريس جي قبوليت مشروط هئي. ڪميٽي اها ڳالھ صاف ڪرڻ چاهي ٿي تہ، هن بيان ۾ شامل تجويزن کي پسند نہ ڪيو هو، پوءِ بہ هن اسڪيم کي ان جي ڪليت سان قبول ڪيو آهي. هن ان جي تعبير ان مقصد سان ڪئي آهي تہ اسڪيم ۾ جيڪي خرابيون ڏسڻ ۾ اچن ٿيون، انهن کي ختم ڪيو وڃي ۽ جيڪي ڳالهيون ڇڏيون ويون آهن، بيان ۾ درج اصولن مطابق انهن جي خانہ پري ڪئي وڃي. ڪميٽيءَ جو خيال آهي تہ صوبائي خودمختياريءَ جي شق اساسي حيثيت رکي ٿي ۽ هر صوبي کي ان فيصلي جو حق آهي تہ ڪنهن گروپ کي جوڙي يا نہ، يا ڪنهن گروپ ۾ شامل ٿئي يا نہ. تعبير جي سلسلي ۾ سوالن جو فيصلو خود بيان ۾ درج ڪيل طريقيڪار ذريعي ڪيو ويندو ۽ ڪانگريس دستور ساز اسيمبليءَ ۾ پنهنجي نمائندن کي اها صلاح ڏئي ٿي تہ اهي ان مطابق عمل ڪن.

ڪميٽي دستور ساز اسيمبليءَ جي سربراهي حيثيت تي زور ڏنو آهي تہ ان ئي حيثيت مطابق عمل ڪرڻ ۽ هندستان لاءِ دستور تيار ڪرڻ جو حق، ڪنهن ٻاهرين طاقت يا اقتدار جي مداخلت کان سواءِ، ان کي حاصل آهي. پر اهو امر فطري آهي تہ اسيمبلي پنهنجي اندرين حدن ۾ رهندي جيڪي ان جي ترڪيب ۾ شامل آهن، پنهنجي منصب جي ادائگي ڪندي رهندي. تنهنڪري آزاد هندستان جو آئين مرتب ڪرڻ وقت اها وڌ کان وڌ تعداد ۾ ماڻهن جو تعاون حاصل ڪرڻ چاهيندي. اهڙيءَ طرح جو اهڙن سڀني ماڻهن کي جن جون دعوائون ۽ مفاد حق تي هجن، انهن کي وڌ کان وڌ آزادي ۽ تحفظ ڏنو وڃي. اهو ئي اهو مقصد هو جنهن جي خاطر ۽ دستور ساز اسيمبليءَ ۾ ڪم ڪرڻ ۽ ان کي ڪامياب بڻائڻ جي ان خواهش اڀيان. ورڪنگ ڪميٽي 26 جون 1946ع تي پنهنجي قرارداد منظور ڪئي هئي. جنهن جي توثيق پوءِ آل انڊيا ڪانگريس ڪميٽيءَ 7 جولاءِ 1946ع تي ڪئي. اي- آءِ- سي- سي جي ان فيصلي تي ڪانگريس قائم آهي ۽ اها دستور ساز اسيمبليءَ ۾ پنهنجو ڪم ان جي مطابق جاري رکڻ چاهي ٿي.

ورڪنگ ڪميٽيءَ کي اميد آهي تہ مسلم ليگ ۽ باقي سمورا بہ، ملڪ جي ۽ پنهنجي وسيع تر مفاد خاطر ان عظيم ڪم ۾ شريڪ ٿيندا."

اسان کي اميد هئي تہ ورڪنگ ڪميٽيءَ جي قرارداد صورتحال کي سنڀالي

ونندي. هاڻي ان ۾ ڪوبہ شڪ باقي نہ رهيو هو تہ ڪانگريس مشن پلان کي مڪمل طور تي منظور ڪيو هو، جيڪڏهن مسلم ليگ اسان جي قرارداد کي قبول ڪري ها تہ، پنهنجي وقار کي ڪوبہ نقصان پهچائڻ کان سواءِ پنهنجي پراڻي پوزيشن ۾ واپس وڃي سگهي پئي. پر ڪنهن سبب جي ڪري مسٽر جناح اها پوزيشن قبول نہ ڪئي ۽ ان راءِ تي قائم رهيو تہ جواهر لال جو بيان ڪانگريس جي اصل ذهن جي ترجماني ڪري ٿو. هن جو دليل هي هو تہ جيڪڏهن ڪانگريس هن وقت ايترا دفعا تبديل ٿي سگهي ٿي، جڏهن انگريز اڃا هن ملڪ ۾ آهن ۽ اقتدار انهن جي هٿن ۾ نہ آيو آهي تہ اقليتون ڀلا ڪهڙي نموني ان تي ڀروسو ڪري سگهن ٿيون تہ آخر ۾ جڏهن انگريز هليا ويندا تہ ان کان پوءِ ڪانگريس وري بدلجي نہ ويندي ۽ ان ئي پوزيشن کي وري اختيار نہ ڪندي، جنهن کي جواهر لال پنهنجي بيان ۾ اختيار ڪيو آهي؟

ڪانگريس ورڪنگ ڪميٽيءَ طرفان مشن پلان جي غير مبهم قبوليت جو وائسراءِ جلدي جواب ڏنو. 12 آگسٽ تي هن جواهر لال کي هيٺين لفظن ۾ اها دعوت ڏني تہ مرڪز ۾ هڪ انٽرم حڪومت جوڙي:

"هز ايڪسيلنسي وائسراءِ، هز مجيسٽيءَ جي حڪومت جي منظوريءَ سان گڏ، ڪانگريس جي صدر کي اها دعوت ڏني آهي تہ هڪ انٽرم حڪومت جي فوري قيام بابت تجويزون پيش ڪري ۽ ڪانگريس جي صدر اها دعوت قبول ڪئي آهي. پنڊت جواهر لال نهرو تمام جلد نئين دهلي ايندو تہ جيئن ان تجويز تي وائسراءِ سان ڳالهائي سگهي."

مسٽر جناح ان ئي ڏينهن بيان جاري ڪيو جنهن ۾ هن چيو تہ، ڪانگريس ورڪنگ ڪميٽيءَ جي تازي قرارداد جيڪا وارڌا ۾ 10 آگسٽ تي منظور ڪئي وئي، اسان کي ڪوبہ رستو نہ ٿي ڏيکاري، ڇو تہ ان ۾ ڪانگريس جي ان ئي موقف جو تڪرار آهي، جيڪو بلڪل شروع کان ئي ڪانگريس اختيار ڪري رکيو هو، بس ان کي نون لفظن ۾ پيش ڪيو ويو آهي. هن انٽرم حڪومت جي قيام لاءِ جواهر لال طرفان تعاون جي دعوت رد ڪئي. بعد ۾ 15 آگسٽ تي جواهر لال مسٽر جناح سان سندس گهر تي ملاقات ڪئي، پر انهن جي ڳالهہ ٻولهہ جو ڪوبہ نتيجو نہ نڪتو ۽ صورتحال تيزيءَ سان بگڙجندي وئي.

جڏهن جولاءِ جي خاتمي تي ليگ ڪائونسل جو اجلاس ٿيو ۽ ان ۾ سڌو سنئون ڪارروائيءَ جو فيصلو ڪيو ويو تہ ان ۾ مسٽر جناح کي اهو اختيار بہ ڏنو ويو تہ پروگرام جي تڪميل جي لاءِ جيڪا بہ وک مناسب سمجهي سا کڻي. مسٽر جناح 16 آگسٽ کي سڌو سنئون ڪارروائيءَ جو ڏينهن (Direct Action day) مقرر ڪيو. پر هن ان جي وضاحت نہ ڪئي تہ پروگرام ڪهڙو هوندو؟ عام طور تي اهو سوچيو

ويو تہ تفصيل طئہ ڪرڻ لاءِ مسلم ليگ ڪائونسل جو هڪ ٻيو اجلاس ٿيندو، پر ائين نہ ڪيو ويو. ان جي ابتڙ ڪلڪتي ۾ مون ڏٺو تہ هڪ عجيب صورتحال ظاهر ٿي رهي هئي.

ماضيءَ ۾ هيئن ٿيندو هو تہ، خاص ڏينهن ملهائڻ لاءِ سياسي پارٽيون هڙتالون ڪنديون هيون، جلوس ڪڍنديون هيون ۽ ميٽنگون ڪنديون هيون. ليگ جو سڌو سنئون ڪارروائيءَ جو ڏينهن ڪجهہ ٻيو ئي نظر اچي پيو. ڪلڪتي ۾ مون اهو احساس عام ڏٺو تہ 16 آگسٽ تي مسلم ليگ ڪانگريسين تي حملا ڪندي ۽ ڪانگريس جون ملڪيتون لٽيندي. وڌيڪ بيچيني ان وقت پيدا ٿي جڏهن بنگال حڪومت 16 آگسٽ تي عام موڪل جو اعلان ڪيو. بنگال اسيمبليءَ ۾ ڪانگريس پارٽي ان فيصلي جي مخالفت ڪئي ۽ جڏهن اها وڪ غير مؤثر ثابت ٿي تہ حڪومت جي ان پاليسيءَ خلاف واڪ آئوٽ ڪيو تہ، ان هڪ پارٽيءَ جي فيصلي کي لاڳو ڪرڻ لاءِ سرڪاري وسيلن جو استعمال ڪيو آهي. ڪلڪتي ۾ تشويش جي هڪ عام ڪيفيت هئي، جنهن ۾ واڌارو ان واقعي ڪيو هو تہ اتي حڪومت تي مسلم ليگ جو قبضو هو ۽ مسٽر ايڇ- ايس- سهروردي وزير اعليٰ هو.

ڪانگريس ورڪنگ ڪميٽي 9 آگسٽ تي هڪ پارلياماني ذيلي ڪميٽي مقرر ڪئي هئي، جيڪا سردار ولڀ ڀائي پٽيل، ڊاڪٽر راجندر پرساد ۽ مون تي ٻڌل هئي. 13 تاريخ تي انٽرم حڪومت جي قيام جي سلسلي ۾ وائسراءِ کي پيش ڪرڻ واري هڪ تجويز تي ڳالهہ ٻولهہ لاءِ اسان هڪ ميٽنگ ڪئي. هاڻي جواهر لال 17 تاريخ تي پارلياماني ڪميٽيءَ جي هڪ ميٽنگ گهرائي، اهڙيءَ طرح 16 تاريخ تي مان جهاز تي دهليءَ لاءِ روانو ٿي ويس.

هندستان جي تاريخ ۾ 16 آگسٽ هڪ ڪارو ڏينهن هو. عام تشدد جنهن جو ڪو مثال هندستان جي تاريخ ۾ نہ ٿو ملي، ڪلڪتي جي عظيم الشان شهر کي خونريزي، ۽ قتل ۽ دهشت جي هڪ طوفان ۾ وجهي ڇڏيو. سوين جانيون ضايع ٿيون، هزارين زخمي ڪيا ويا ۽ ڪروڙين رپين جون ملڪيتون تباهہ ڪيون ويون. ليگ طرفان جلوس ڪڍيا ويا، جنهن ۾ قرمار ۽ باهيون لڳائڻ شروع ڪيون ويون. جلدي سڄو شهر ٻنهي فرقن جي غنڊن جي حوالي ٿي ويو.

سرت چندر بوس گزدر ڏانهن ويو ۽ کيس درخواست ڪئي تہ صورتحال کي قابو ۾ آڻڻ لاءِ فوري طور تي ڪجهہ ڪري. هن گورنر کي اهو بہ ٻڌايو تہ هن کي ۽ مون کي ورڪنگ ڪميٽيءَ جي هڪ ميٽنگ لاءِ دهلي وڃڻو هو. گورنر هن کي چيو تہ، هوائي اڏي تائين اسان سان گڏ هو هڪ فوجي دستو موڪليندو. مان ڪجهہ دير تائين انتظار ڪندو رهيس پر جڏهن ڪو بہ نہ آيو، تڏهن مان پنهنجي طور تي هليس. رستا ويران هئا

۽ شهر ۾ موت نظر اچي رهيو هو. ان وقت مان اسٽينڊ روڊ تان گذري رهيو هئس. مون ڏٺو تہ ڪيترائي گاڏن وارا ۽ چوڪيدار هٿن ۾ لٺيون کڻي بيٺا هئا. انهن منهنجي ڪار تي حملي جي ڪوشش ڪئي. ايستائين جو منهنجي ڊرائيور جي رڙ ڪري چوڻ تي تہ هيءَ ڪانگريس جي صدر جي ڪار آهي، جي بہ انهن بلڪل پرواه نہ ڪئي.

بهرحال هوائي جهاز جي روانگيءَ کان ڪجھ منٽ اڳ وڏي مشڪل سان مان هوائي اڏي تي پهتس. مون ڏٺو تہ فوج جو هڪ وڏو دستو ترڪن ۾ انتظار ڪري رهيو آهي. جڏهن مون پڇيو تہ، امن قائم ڪرڻ ۾ هو مدد ڇو نہ ڪري رهيا آهن تہ، انهن جواب ڏنو تہ، انهن کي بس تيار رهڻ جو حڪم مليو آهي، ڪنهن ڪارروائيءَ جو حڪم نہ! سچي ڪلڪتي ۾ فوج ۽ پوليس بيٺل هئي، پر بي عمل رهي. جڏهن تہ معصوم مردن ۽ عورتن کي قتل ڪيو پئي ويو.

16 آگسٽ 1946ع تي صرف ڪلڪتي ۾ ئي ڪارو ڏينهن نہ هو پر سڄي هندستان جي لاءِ هو. واقعن جيڪو رخ اختيار ڪيو هو، ان ڪانگريس ۽ مسلم ليگ جي وچ ۾ ڪنهن پرامن حل جي توقع کي تقريباً ناممڪن بڻايو هو. اهو هندستاني تاريخ جي عظيم ترين المين مان هڪ هو ۽ مون کي انتهائي افسوس سان اهو چوڻو پوي ٿو تہ، انهن واقعن جي جوابداريءَ جو هڪ وڏو حصو جواهر لال جي سر تي وڃي ٿو. هن جي ان بيان تہ ڪانگريس مشن پلان ۾ ترميم لاءِ آزاد هوندي، سياسي فرقيوراڻي سوال کي وري کولي ڇڏيو. مسٽر جناح ان جي غلطيءَ جو پورو فائدو ورتو ۽ مشن پلان قبول ڪرڻ جي پنهنجي پراڻي فيصلي مان پاڻ کي ڪڍي ڇڏيو.

جواهر لال منهنجي عزيز ترين دوستن مان آهي ۽ هندستان جي قومي زندگيءَ کي هن جي عطا ڪنهن کان گهٽ نہ آهي. پر مون کي افسوس سان اهو چوڻو پوندو تہ اهو پهريون موقعو نہ هو، جڏهن هن قومي مقصد کي ڇيهو رسايو. هن 1937ع ۾ تقريباً اهڙي ئي چُڪ ڪئي هئي، جڏهن 1935ع ۾ گورنمينٽ آف انڊيا ايڪٽ تحت پهريون چونڊون ٿيون هيون. انهن چونڊن ۾ بمبئي ۽ يو- پيءَ کان سواءِ سڄي ملڪ ۾ مسلم ليگ کي تمام وڏي ناڪاميءَ جو منهن ڏسڻو پيو هو. بنگال ۾ صوبي جي گورنر عملي طور تي پنهنجي ذهن کي ليگ حڪومت جي جڙڻ لاءِ تيار ڪيو هو، پر ڪرِيشڪ پرجا پارٽيءَ جي ڪاميابي انهن جي قياسن کي درهم برهم ڪري ڇڏيو. ٻين اڪثريتي صوبن، مثال: پنجاب، سنڌ ۽ اتر اولہ سرحدي صوبي ۾ بہ ليگ کي ناڪامي حاصل ٿي. بمبئيءَ ۾ ليگ ڪيتريون ئي سيٽون کٽيون پر ان کي پنهنجي سڀ کان وڏي ڪاميابي يو- پيءَ ۾ ملي، خاص ڪري ان تعاون جي ڪري جيڪو جميعت العلماءِ هند ليگ کي ڏنو هو. جميعت مسلم ليگ جي حمايت ان تاثر تحت ڪئي هئي تہ چونڊن کان پوءِ مسلم ليگ ڪانگريس سان ملي ڪم ڪندي.

ان وقت يو- پيءَ ۾ چوڌري خليق الزمان ۽ نواب اسماعيل خان مسلم ليگ جا اڳواڻ هئا. جڏهن مان حڪومت جي تشڪيل جي لاءِ لکنؤ آيس، مون انهن ٻنهي ءَ سان ڳالهايو. انهن مون کي يقين ڏياريو ته اهي صرف ڪانگريس سان تعاون ئي نه ڪندا پر مڪمل طور تي ڪانگريس پروگرام جي حمايت به ڪندا. انهن کي فطري طور تي توقع هئي ته نئين حڪومت ۾ مسلم ليگ جو ڪجھ حصو هوندو. مقامي صورتحال اهڙي هئي جو ٻنهيءَ مان ڪا به اڪيلي حڪومت نه پئي ٺاهي سگهي. يا ته ٻنهيءَ کي کنيو وڃي يا ڪنهن کي به نه.

ان ڪري مون کي اميد هئي ته ٻئي حڪومت ۾ شامل ڪيون وينديون. جيڪڏهن وزارت کي صرف ستن ميمبرن تي مشتمل ٿيڻو هو ته ٻه مسلم ليگي هوندا، باقي سڀ ڪانگريسي. نَون ماڻهن جي ڪابينه ۾ ڪانگريس جي اڪثريت اجا به واضح هوندي. مون سان ڳالهه ٻولهه کان پوءِ، ان باري ۾ هڪ نوٽ تيار ڪيو ويو ته مسلم ليگ، ڪانگريس سان گڏ جي ڪم ڪندي ۽ ڪانگريس پروگرام کي قبول ڪندي. نواب اسماعيل خان ۽ چوڌري خليق الزمان ٻنهي ڪاغذن تي صحيحيون ڪيون ۽ مان لکنؤ کان پٽنه لاءِ روانو ٿي ويس، ڇو ته بهار ۾ وزارت جوڙڻ لاءِ منهنجي موجودگي ضروري هئي.

ڪجھ ڏينهن کان پوءِ مان الهه آباد واپس آيس ۽ اهو معلوم ڪري مون کي گهڻو افسوس ٿيو ته، جواهر لال خليق الزمان کي ۽ نواب اسماعيل خان کي اهو لکيو هو ته ٻنهيءَ مان بس هڪ کي وزارت ۾ کڻي سگهجي ٿو. هن جو چوڻ هو ته، اهو فيصلو مسلم ليگ کي ڪرڻو آهي ته ڪنهن کي شامل ڪيو وڃي. پر پهرين مان جيڪو عرض ڪري چڪو آهيان، ان جي روشنيءَ ۾ ٻنهيءَ مان ڪو به ان پوزيشن ۾ نه هو ته، اڪيلو شامل ٿي وڃي. اهڙيءَ طرح ٻنهي معذرت ڪئي ۽ چيو ته جواهر لال جي پيشڪش قبول ڪرڻ انهن لاءِ ممڪن نه آهي.

اهو هڪ انتهائي افسوسناڪ واقعو هو. جيڪڏهن ليگ جي تعاون جي پيشڪش قبول ڪئي وئي هجي ها ته عملي مقصدن جي لحاظ کان مسلم ليگ پارٽي ڪانگريس ۾ ضم ٿي وئي هجي ها. جواهر لال جي ان عمل يو- پيءَ ۾ مسلم ليگ کي هڪ نئين زندگي بخشي. هندستاني سياست جا سڀ شاگرد اهو ڄاڻن ٿا ته مسلم ليگ جي نئين تنظيم ڪاري يو پيءَ ۾ ٿي ئي ٿي. مسٽر جناح موقعي جو پورو فائدو ورتو ۽ هڪ جارحاڻي ڪارروائي شروع ڪئي. جنهن جي نتيجي ۾ پاڪستان جڙيو.

مون کي خبر پئي ته، ان سڄي حصي ۾ پرشوتم داس ٽنڊن هڪ نمايان حصو ورتو هو. منهنجي دل ۾ هن جي نظرين جي وڏيڪ عزت نه هئي، پر مون جواهر لال کي آماده ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ته پنهنجي موقف ۾ ترميم ڪري. مون هن کي چيو ته،

ليگ کي وزارت ۾ شامل نہ ڪري، هن وڏي غلطي ڪئي آهي. مون هن کي خبردار بہ ڪيو تہ هن جي ان فعل جي نتيجي ۾ مسلم ليگ ۾ نئون ساهہ پئجي ويندو ۽ اهڙيءَ طرح هندستان جي آزاديءَ جي راهہ ۾ وڏيون ڏکيائيون پيش اينديون. جواهر لال مون سان اتفاق نہ ڪيو ۽ ان تي قائم رهيو تہ سندس فيصلو صحيح آهي. هن اهو دليل ڏنو تہ، صرف چوٽيهن ميمبرن جي طاقت تي مسلم ليگ ڪابينہ ۾ هڪ کان وڌيڪ سيٽن جي دعويٰ نہ ٿي ڪري سگهي.

مون جڏهن اهو ڏٺو تہ جواهر لال ضد ڪيو آهي تہ، مان وارڌا هليو ويس ۽ گانڌيءَ کان صلاح گهريم. مون جڏهن سڄي صورتحال هن جي آڏو واضح ڪئي تہ هو مون سان متفق ٿي ويو ۽ چيائين تہ، هو جواهر لال کي پنهنجي موقف ۾ ترميم جو مشورو ڏيندو. مون کي اها ڳالهہ ريڪارڊ ڪرڻي آهي تہ جواهر لال جڏهن ان معاملي کي ٻئي رنگ ۾ پيش ڪيو تہ، گانڌيءَ هن جو چوڻ مڃي ويو ۽ معاملي تي اهڙي نموني زور نہ ڏنو جهڙي نموني هن کي ڏيڻ گهرجي ها. نتيجو هي نڪتو تہ يو- پيءَ ۾ ڪو بہ سمجهوتو نہ ٿي سگهيو. مسٽر جناح صورتحال جو مڪمل فائدو ورتو ۽ سڄي ليگ کي ڪانگريس جي خلاف ڪيو. جوندن کان پوءِ هن جا گهڻا حامي ان نقطي تي پهچي ويا هئا تہ، جناح کان الڳ ٿي وڃن، پر جناح کي انهن کي پنهنجي حلقي ۾ شامل ڪرڻ جو ڀيهر موقعو ملي ويو.

1937ع جي غلطي تمام وڏي هئي. 1946ع واري غلطي ان کان وڌيڪ مهانگي ثابت ٿي. جواهر لال جي دفاع ۾ شايد اهو چئي سگهجي ٿو تہ، هن مسلم ليگ طرفان سڌو سنئون ڪارروائيءَ جي ڪڏهن بہ توقع نہ ڪئي هئي. مسٽر جناح عوامي تحريڪ جو ڪڏهن بہ قائل نہ رهيو. مون پاڻ اهو سمجهڻ جي ڪوشش ڪئي آهي تہ مسٽر جناح ۾ اها تبديلي ڪيئن آئي. شايد هن کي اها اميد هئي تہ جڏهن مسلم ليگ ڪيبينيٽ مشن پلان رد ڪندي تہ برطانوي حڪومت سڄي سوال جو نئين سري سان جائزو وٺندي ۽ وڌيڪ ڳالهيون ٿينديون. هو شايد سمجهي پيو تہ جيڪڏهن ٻيهر ڳالهہ ٻولهہ ٿي تہ پنهنجي مطالبن تي زور ڏئي هو ڪجهہ فائدو حاصل ڪندو. بهرحال هن جا اندازا غلط ثابت ٿيا. برطانوي حڪومت نئين بحث جي شروعات ڪئي ۽ مسٽر جناح تي نہ پاڙيو.

ان سڄي عرصي ۾ ڪرپس سان منهنجي خط و ڪتابت هلندي رهي. مون هن کي لکيو هو تہ، ڪيبينيٽ مشن ڪانگريس ۽ مسلم ليگ سان ٻن مهينن کان وڌيڪ ڳالهہ ٻولهہ ڪئي هئي ۽ آخر ۾ هڪ پلان ترتيب ڏنو هو، جنهن کي ڪانگريس ۽ مسلم ليگ ٻنهي منظور ڪيو هو. اها ڳالهہ افسوسناڪ هئي تہ ليگ پنهنجي پوزيشن کان الڳ ٿي وئي، پر ان جي ذميواري ليگ تي ئي عائد ٿئي ٿي. پوءِ بہ ان جو نتيجو اهو نہ هئڻ گهرجي

تہ سچو سوال وري چيڙيو ويجي. جيڪڏهن ائين ڪيو ويو تہ ان جو نتيجو هي ٿيو تہ برطانيہ سان اسان جي ڳالهہ ٻولهہ ڪڏهن بہ حتمي شڪل اختيار نہ ڪندي. راءِ عامہ تي ان جو اثر نهايت خراب پوندو ۽ نوان مسئلا پيدا ٿيندا.

ڪرپس جواب ڏنو تہ، هو مون سان متفق آهي ۽ هن جو خيال هي آهي تہ، حڪومت بہ اهوئي رويو اختيار ڪندي. واقعن اهو ئي رخ اختيار ڪيو، جيئن مون کي توقع هئي. مان اهو ذڪر پهرين ئي ڪري چڪو آهيان تہ 12 آگسٽ 1946ع تي وائسراءِ هڪ مراسلو جاري ڪيو، جنهن ۾ جواهر لال کي انٽرم حڪومت جوڙڻ جي دعوت ڏني وئي هئي.

17 آگسٽ تي انهن هنگامن جي پاڇي ۾ جيڪي ڪلڪتي ۽ ڪجهہ ٻين هنڌن تي واقع ٿيا هئا، اسان دهليءَ ۾ گڏ ٿياسين. اسان کي خبر هئي تہ مسٽر جناح، جواهر لال طرفان حڪومت ۾ شامل ٿيڻ جي دعوت گهٽو ڪري قبول نہ ڪندو. حقيقت هي آهي تہ ان جو جواب جنهن ۾ هن ان دعوت کي نامنظور ڪيو هو، 16 تاريخ تي ئي موصول ٿي چڪو هو. جواهر لال پنهنجي تعاون جي پيشڪش ورجائي ۽ چيو تہ مسلم ليگ لاءِ دروازو هميشہ کليل رهندو. پر جناح بلڪل بہ نہ ڇُريو.

# عبوري حڪومت

مان اهو ٻڌائي چڪو آهيان تہ ڪانگريس عبوري حڪومت جي تشڪيل جو ڪم پارلياماني ڪميٽيءَ جي حوالي ڪيو هو. اهڙيءَ طرح جواهر لال، پٽيل، راجندر پرساد ۽ مون 17 تاريخ تي دهليءَ ۾ ملاقات ڪئي. منهنجي ساٿين گهڻو زور ڏنو تہ مان انٽرم حڪومت ۾ شامل ٿي وڃان. گانڌيءَ جو خيال بہ اهو ئي هو. منهنجي لاءِ اهو هڪ نازڪ سوال هو، پر ڏيان سان غور ۽ فڪر ڪرڻ کان پوءِ مان ان نتيجي تي پهتس تہ مون کي حڪومت کان ٻاهر رهڻ گهرجي. ان ڪري مون اها صلاح ڏني تہ آصف علي کي ڪابينہ ۾ کنيو وڃي. جڏهن آصف علي اهو ٻڌو تہ، هن بہ زور ڏنو تہ مون کي شامل ٿيڻ گهرجي، پر مان راضي نہ ٿيس. منهنجي گهڻن دوستن جو ان وقت اهو خيال هو ۽ اڄ بہ آهي تہ، منهنجو فيصلو غلط هو. هو اهو سمجهندا هئا تہ ملڪ جي مفاد ۽ جنهن نازڪ دور مان اسان گذري رهيا آهيون، ٻئي ڳالهيون ان ڳالهہ جي تقاضا ڪن ٿيون تہ، مان حڪومت ۾ شامل ٿي وڃان. ان ئي وقت کان مان ان معاملي تي غور ڪندو رهيو آهيان ۽ اڄ مان يقين سان نہ ٿو چئي سگهان تہ منهنجو فيصلو صحيح هو. جيڪڏهن مان حڪومت ۾ شامل ٿي وڃان ها ۽ ان کان ٻاهر نہ رهان ها تہ، ٿي سگهي ٿو تہ ملڪ جي وڌيڪ مدد ڪري ها. ان وقت مون اهو سوچيو هو تہ ٻاهر رهي مان وڌيڪ خدمت ڪري سگهان ٿو، پر هاڻي مون اهو سمجهيو آهي تہ ان وقت حڪومت جي رڪنيت وسيع تر ميدان فراهم ڪري پئي.

شملہ ڪانفرنس جي موقعي تي مون ڪابينہ ۾ هڪ پارسيءَ کي شامل ڪرڻ تي زور ڏنو هو. هاڻي جڏهن ڪانگريس حڪومت جوڙي رهي هئي، مون پنهنجي راءِ کي مڃائڻ لاءِ دٻاءُ وڌو. ڪجهہ بحث کان پوءِ منهنجا ساٿي راضي ٿي ويا. پارسي فرقو گهڻو بمبئيءَ ۾ هو." اسان سوچيو تہ سردار پٽيل پارسي نمائندي جي چونڊ ۾ مشورو ڏيڻ جي بهتر پوزيشن ۾ آهي. اهڙيءَ طرح اها چونڊ اسان هن تي ڇڏي ۽ ڪجهہ عرصي کانپوءِ هن مسٽر سي - ايڇ - ڀاڀا جو نالو تجويز ڪيو.

بعد ۾ اسان کي خبر پئي تہ، مسٽر ڀاڀا سردار پٽيل جي پٽ جو دوست هو ۽ ڪنهن بہ لحاظ کان هن کي هڪ اڳواڻ، ايستائين جو پارسي فرقي جو سچو نمائندو قرار

نہ ٿو ڏئي سگهجي. اسان جي چوند غلط ثابت ٿي ۽ ڪجھ عرصي کان پوءِ اهو حڪومت کان الڳ ٿيو.

اسان اهو بہ طئہ ڪيو تہ حڪومت کي پهريون هندستاني ميمبر ناڻي جي حيثيت سان ڪنهن تجربيڪار اقتصاديات جي ماهر کي شامل ڪرڻ گهرجي. اسان مسٽر جان مٿائي جي چوند ڪئي، هو ڪنهن بہ معنيٰ ۾ ڪانگريسي نہ هو. حقيقت هي آهي تہ، انٽرم حڪومت جي تشڪيل وقت پارٽيءَ جي ماڻهن جي شموليت تي ڪو بہ بي لوچ اصرار نہ هو.

مسلم ليگ کي نہ صرف مايوسي ٿي، پر اها مشتعل بہ ٿي. ان جو خيال هو تہ، انگريزن انهن کي ڌوڪو ڏنو آهي. انهن دهلي ۽ ڪجھ ٻين هنڌن تي زبردست مظاهرا ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي پر انهن جون ڪوششون ڪامياب نہ ٿي سگهيون. مطلب تہ سڄي ملڪ ۾ تلخي ۽ بدامني ڦهليل هئي. ۽ لارڊ ويول اهو سوچيو تہ ليگ کي حڪومت ۾ شامل ٿيڻ لاءِ راضي ڪرڻ گهرجي. هن مسٽر جناح کي گهرايو، جيڪو دهلي آيو ۽ ان سان ڪيتريون ئي ملاقاتون ڪيون. آخرڪار 15 آڪٽوبر تي مسلم ليگ انٽرم حڪومت ۾ شامل ٿيڻ جو فيصلو ڪيو.

ان عرصي ۾ لارڊ ويول سان مان ڪافي دفعا مليس. هن مون کي چيو تہ، جيستائين ليگ حڪومت ۾ شامل ٿي وڃي، ڪيبينيٽ مشن پلان کي جاري رکڻ جي منصوبي ۾ گڙٻڙ ٿي ويندي. هن اها نشاندهي ڪئي تہ فرقيوراڻي بدامنيءَ جو سلسلو قائم آهي ۽ جيستائين ليگ حڪومت ۾ شامل نہ ٿي ٿي وڃي، ان جو امڪان آهي تہ اهو سلسلو برقرار رهندو. مون هن کي چيو تہ مسلم ليگ جي اشتراڪ تي ڪانگريس جي طرفان ڪو بہ اعتراض نہ ٿيو آهي. اصل ۾ مون ڪافي دفعا ليگ کي حڪومت ۾ اچڻ لاءِ اصرار ڪيو هو. جواهرلال حڪومت ۾ شامل ٿيڻ کان اڳ بہ ۽ پوءِ بہ مسٽر جناح جي نالي تعاون جي اپيل جاري ڪئي.

ان ئي موڙ تي مون هڪ ٻيو بيان شايع ڪيو، جنهن ۾ اها نشاندهي ڪئي هئي تہ ڪيبينيٽ مشن جي تجويز مسلم ليگ جي سيني جائز انديشن کي ختم ڪيو آهي. ان مسلم ليگ کي دستور ساز اسيمبليءَ ۾ ڪم ڪرڻ ۽ پنهنجو نقطہ نظر پيش ڪرڻ جي پوري آزادي ڏني آهي. ان ڪري ليگ کي دستور ساز اسيمبليءَ جي بائڪاٽ جو ڪو بہ جواز نہ آهي. جڏهن مان ان کان پوءِ لارڊ ويول سان مليس تہ هن مون کي ٻڌايو تہ، هن کي منهنجو موقف گهڻو پسند آيو هو ۽ هن منهنجي بيان جو هڪ نقل لياقت عليءَ ڏانهن ان گذارش سان موڪليو هو تہ هو اهو مسٽر جناح کي ڏيکاري. اهو بيان پوئين باب ۾ نقل ٿي چڪو آهي.

مون کي ان موقعي تي ڪجھ لفظ انهن ماڻهن لاءِ چوڻا آهن، جن کي مسٽر جناح

انتظامي مجلس لاءِ نامزد ڪيو هو. لياقت علي خان کان سواءِ، مسلم ليگ جا سڀ کان اهم ۽ تجربيڪار اڳواڻ بنگال جو خواجہ ناظم الدين ۽ يو- پيءَ جو نواب اسماعيل خان هئا. اها هڪ طئہ ٿيل ڳالهہ هئي تہ جيئن بہ ليگ اقتدار ۾ اچڻ قبول ڪيو تہ اهي ٻئي ماڻهو انهن ۾ ضرور شامل هوندا، جن کي ليگ نامزد ڪندي. شملہ ڪانفرنس وقت اِهي ئي اُهي نالا هئا جن جو ذڪر هر هرا چي پيو، هاڻي جڏهن ليگ ڪابينہ ۾ شامل ٿيڻ جو فيصلو ڪيو هو، مسٽر جناح هڪ عجيب ۽ غريب اندازا ختيار ڪيو. ڪانگريس ۽ ليگ جي جهڳڙن ۾ خواجہ ناظم الدين ۽ نواب اسماعيل خان ڪڏهن بہ انتهاپسنديءَ جو رويو اختيار نہ ڪيو هو. ظاهر آهي تہ مسٽر جناح انهن مان ناخوش ٿيو هو. هن جو خيال هو تہ اهي ماڻهو ها ۾ ها ملائڻ وارا نہ آهن ۽ ان ڪري هن انهن کي پنهنجي فهرست مان الڳ رکڻ جو فيصلو ڪيو. جيڪڏهن ان واقعي جي خبر پهرين ئي پئجي وڃي ها تہ، بهرحال ليگ ڪائونسل ۾ ان سبب جي ڪري هڪ هنگامو پيدا ٿي وڃي ها. اهڙيءَ طرح هن ليگ ڪائونسل کي ترغيب ڏني تہ هڪ قرارداد منظور ڪري سڀ اختيار هن کي ڏنا وڃن.

جڏهن هن لارڊ ويول کي پنهنجي فهرست پيش ڪئي تہ جيڪي نالا هن شامل ڪيا اهي لياقت علي، آءِ- آءِ- چندريگر، عبدالرب نشتر، غضنفر علي ۽ جوگندر ناٿ منڊل جا هئا. مون کي جي- اين منڊل جي باري ۾ هڪ ڳالهہ الڳ چوڻي آهي. ليگ جا نامزد ڪيل ٽئي ماڻهو قطعي طور تي غير معروف هئا. انهن جي حيثيت هڪ انگريزي محاوري مطابق ڪارن گهوڙن جي هئي، جن جي باري ۾ ليگ جي ميمبرن جي معلومات بہ محدود هئي. بهرحال اهو صحيح آهي تہ ليگ ڪڏهن بہ ڪنهن سياسي جدوجهد ۾ حصو نہ ورتو هو ۽ اهڙيءَ طرح قومي اهميت جي حامل ڳڻپ جا ڪجهہ اڳواڻ ان وٽ هئا، پر ان جي ميمبرن ۾ خواجہ ناظم الدين ۽ نواب اسماعيل خان جهڙا تجربيڪار منتظم ضرور هئا. انهن سڀني کي مسٽر جناح جي ٽن معتمدن خاطر الڳ ڪيو ويو.

25 آڪٽوبر تي انٽرم حڪومت جي مسلم ليگي ميمبرن جي نالن ۽ گڏوگڏ ان جي حوالي ڪرڻ وارن کاتن جو بہ اعلان ڪيو ويو. خواجہ ناظم الدين، نواب اسماعيل خان ۽ ٻيا مسلم ليگي اڳواڻ امپريل هوٽل ۾ بيچينيءَ سان ان اعلان جي انتظار ۾ هئا. انهن کي پنهنجي شامل ٿيڻ جو مڪمل يقين هو ۽ اهڙيءَ طرح انهن جي حامين کي بہ هو. اهڙي طرح مسلم ليگ جي ميمبرن جو هڪ وڏو تعداد گلن جا هار ۽ گلدستا کڻي آيو هو. جڏهن نالن جو اعلان ٿيو ۽ انهن مان ڪو بہ فهرست ۾ شامل نہ ڪيو ويو، تہ انهن جي مايوسيءَ جو اندازو لڳائي سگهجي پيو. مسٽر جناح انهن جي اميدن تي ٿڌو پاڻي وجهي ڇڏيو هو.

هڪ ان کان بہ وڌيڪ خراب ڳالهہ جيڪا مسلم ليگ ڪئي، اها ان جي فهرست ۾

جوگندر ناٿ منڊل جي شموليت هئي. ڪانگريس انتظامي مجلس ۾ هندو، مسلم، سک، عيسائي، پارسي ۽ شيڊيولڊ ڪاسٽ جا ميمبر نامزد ڪيا هئا، پر اهي حدون جن ۾ رهندي انهن کي ڪم ڪرڻو پوندو هو، اها شيڊيولڊ ڪاسٽ جي صرف هڪ نمائندي کي شامل ڪري سگهي پئي. مسلم ليگ سوچيو ته، شيڊيولڊ ڪاسٽ جي هڪ ٻئي نمائندي کي نامزد ڪري هوءَ ڪانگريس کي شرمندو ڪندي ۽ اهڙي طرح اهو ثابت ڪندي ته شيڊيولڊ ڪاسٽ وارن سان گهري دوستي آهي. مسٽر جناح جي ذهن ۾ اها ڳالهه نه آئي ته هن جي اها وک سندس جي پوين دعوائن سان مطابقت نه ٿي رکي ته ڪانگريس کي صرف هندو نامزد ڪرڻ گهرجن ۽ ليگ کي صرف مسلمان. ان کان سواءِ نامزدگي لاءِ انهن جيڪا چونڊ ڪئي، ان سان ماڻهو خوش به ٿيا ۽ ناراض به.

بنگال ۾ جڏهن مسٽر سهروردي هڪ مسلم ليگ وزارت جوڙي ته ان وزارت ۾ شامل ٿيڻ وارو واحد غير مسلم جوگندر ناٿ منڊل هو. ان وقت هو بنگال ۾ تقريباً غير معروف هو ۽ ڪل هند سياست ۾ ته ان جي ڪا حيثيت ئي نه هئي. مون کي خبر نه هئي ته لارڊ ويول ان سلسلي ۾ ڇا سوچي پيو، پر هو مسلم ليگ جي طرفان نامزد ڪيو ويو هو. ان کي قانون جو ميمبر بڻايو ويو. هندستان حڪومت جا گهڻا سيڪريٽري انگريز هئا. مسٽر منڊل جو به هڪ انگريز سيڪريٽري هو، جيڪو تقريباً هر روز شڪايت ڪندو هو ته مسٽر منڊل جهڙي ڪنهن ميمبر سان ڪم ڪرڻ ڏکيو آهي.

هاڻي جڏهن ليگ حڪومت ۾ شامل ٿيڻ تي راضي ٿي وئي هئي، ڪانگريس کي ٻيهر حڪومت جي تشڪيل ڪرڻ ۽ ليگ جي نمائندن لاءِ جڳهه ڪڍڻي هئي. اسان کي اهو طئه ڪرڻو هو ته حڪومت کان الڳ ڪير ٿين. اهو سوچيو ويو ته، مسٽر سرت چندر بوس، سر شفاعت احمد خان ۽ سيد علي ظهير استعيفيٰ ڏين ته جيئن ليگ جي نامزد ڪيلن لاءِ گنجائش ڪڍي سگهجي. پورٽ فوليوز جي سلسلي ۾ لارڊ ويول جي تجويز هئي ته اهم پورٽ فوليوز مان هڪ ليگ جي نمائندي کي ڏيڻ گهرجي. هن جو پنهنجو مشورو هي هو ته اسان داخلي معاملن جي کاتي تان هٿ کڻي ويون، پر سردار پٽيل جيڪو داخلہ جو ميمبر هو، هن ان تجويز جي ڀرپور مخالفت ڪئي.

منهنجو خيال هو ته، قانون ۽ امن جو مسئلو اصل ۾ هڪ صوبائي مسئلو هو، مشن پلان ۾ جيڪو خاڪو جوڙيو ويو هو، ان مطابق ان ميدان ۾ مرڪز کي نالي ماتر ئي ڪجهه ڪرڻو هو. اهڙيءَ طرح نئين نظام ۾ وزارت داخلہ جي اهميت گهٽي نه هوندي. ان ڪري مان لارڊ ويول جي تجويز قبول ڪرڻ جي حق ۾ هئس، پر سردار پٽيل نه پيو مڃي. هن چيو ته، جيڪڏهن اسان اصرار ڪيو ته داخلہ کاتي کي ڇڏڻ بجاءِ حڪومت تان ئي هٿ کڻي ويندو.

تڏهن اسان متبادل صورتن تي غور ڪيو. رفيع احمد قدوائي تجويز ڪيو ته

مسلم ليگ کي ناڻي جي پورٽ فوليو جي پيشڪش ڪرڻ گهرجي. بيشڪ اهو سڀ کان اهم ڪاتن مان هڪ هو، پر اهو معاملو گهڻ ٽيڪنيڪي نوعت جو هو ۽ ليگ جو ڪوبہ ميمبر اهڙو نہ هو جيڪو مؤثر طريقي سان ان کي سنڀالي سگهي. قدوائيءَ جو خيال هو تہ ان ڪم جي ٽيڪنيڪي مزاج جي ڪري ليگ ان پيشڪش کي نامنظور ڪندي. جيڪڏهن ائين ٿيو تہ ڪانگريس جو ڪو نقصان نہ ٿيندو. ان جي ابتڙ جيڪڏهن ليگ جي نامزد ڪيل رڪن ناڻي جو پوٽ فوليو قبول ڪيو تہ جلدي هو پنهنجو پاڻ کي بيوقوف بڻائيندو. ٻنهي صورتن ۾ ڪانگريس جو ئي فائدو هو.

سردار پٽيل ان تجويز تي خوش ٿيو ۽ ان جي تائيد انتهائي زور شور سان ڪئي. مون اها نشاندهي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي تہ ناڻي جو کاتو حڪومت لاءِ اهم حيثيت رکي ٿو ۽ جيڪڏهن ان کي ليگ جي اختيار ۾ ڏنو ويو تہ تمام گهٽين ڏکيائين کي منهن ڏيڻو پوندو. سردار پٽيل جواب ۾ چيو تہ ليگ ناڻي کي سنڀالي نہ سگهندي ۽ ان کي اها پيشڪش نامنظور ڪرڻي پوندي. مون ان فيصلي تي خوشي محسوس نہ ڪئي، پر ٻيا سڀ راضي هئا تہ مون بہ تسليم ڪيو. اهڙيءَ طرح وائسراءِ کي ٻڌايو ويو تہ ناڻي جي پيشڪش ڪانگريس ليگ جي نامزد ڪيل ميمبر کي ڪندي.

لارڊ ويول جڏهن اهو اطلاع مسٽر جناح کي ڏنو تہ، هن چيو تہ، هو ٻئي ڏينهن ان جو جواب ڏيندو. ائين لڳي پيو تہ پيشڪش جي باري ۾ پهرين مسٽر جناح ٻڏتر ۾ هو. هن ڪابينہ ۾ خاص نمائندي جي طور تي لياقت علي خان کي نامزد ڪرڻ جو فيصلو ڪيو هو، پر هن کي ان ۾ شڪ هو تہ لياقت ناڻي کي مناسب طريقي سان سنڀالي سگهندو. ناڻي جي شعبي جي ڪجھ مسلمان آفيسرن اها خبر ٻڌي ۽ انهن جلدي مسٽر جناح سان رابطو قائم ڪيو. هنن ان کي چيو تہ. ڪانگريس جي اها پيشڪش واقعي هڪ نعمت هئي ۽ ليگ جي عظيم ڪاميابيءَ جي نشاندهي ڪري پئي. هنن ڪڏهن بہ اها توقع نہ ڪئي هئي تہ ڪانگريس ناڻي جو شعبو مسلم ليگ جي حوالي ڪرڻ تي راضي ٿي ويندي. ناڻي جي شعبي جي اختيارن سان ليگ حڪومت جي هر شعبي ۾ داخل ٿي ويندي.

هنن مسٽر جناح کي يقين ڏياريو تہ کيس ڪنهن بہ قسم جو خوف نہ هجڻ گهرجي. هو مسٽر لياقت عليءَ جي هر طرح سان مدد ڪندا ۽ ان جو خيال رکندا تہ هو پنهنجا فرض مؤثر طريقي سان انجام ڏئي سگهي. مسٽر جناح تجويز منظور ڪئي، اهڙيءَ طرح مسٽر لياقت علي ناڻي جو ميمبر بڻجي ويو. جلدي ڪانگريس کي اهو احساس ٿيو تہ ناڻي جي شعبي کي مسلم ليگ جي حوالي ڪري انهن زبردست غلطي ڪئي آهي.

سيني ملڪن ۾ ناڻي جو نگران وزير حڪومت ۾ هڪ اهم ڪردار ادا ڪندو

آهي. هندستان ۾ ان جي پوزيشن اچا بہ وڌيڪ اهم هئي ڇو تہ برطانوي حڪومت ناٽي جي ميمبر کي پنهنجي مفادن جو محافظ سمجهندي هئي. هي هڪ اهڙو پورٽ فوليو هو جيڪو هميشہ کنهن انگريز جي اختيار ۾ رهيو، جنهن کي انهيءَ مقصد لاءِ خاص طور تي هندستان آندو ويندو هو. ناٽي جو ميمبر هر کاتي ۾ مداخلت ڪري سگهندو هو ۽ پاليسي طئہ ڪري سگهندو هو.

لياقت علي جڏهن ناٽي جو ميمبر بڻجي ويو تہ، هڪ طرح سان حڪومت جي چاٻي هن جي قبضي ۾ اچي وئي. هن جي کاتي کي هر کاتي جي هر تجويز جي کوجنا جو اختيار هو. وڌيڪ اهو تہ هن کي ڪابہ تجويز نامنظور ڪرڻ جو بہ اختيار هو. کنهن شعبي ۾ هڪ پٽيوالو بہ هن جي کاتي جي منظوريءَ کان سواءِ مقرر نہ پيو ڪري سگهجي.

سردار پٽيل کي داخلہ جو شعبو پاڻ وٽ رکڻ جو وڏو اونو هو. هاڻي هن کي احساس ٿيو تہ ناٽي جي پيشڪش ڪري هاڻي هو ليگ جي هٿن ۾ کيڏي رهيا آهن. جيڪا بہ هو تجويز رکندا هئا، لياقت عليءَ جي ذريعي يا تہ اها رد ڪئي ويندي هئي يا ان ۾ ايتري ترميم ڪئي ويندي هئي جو ان کي سڃاڻڻ ڏکيو ٿي ويندو هو. ان جي مسلسل مداخلت کنهن بہ ڪانگريسي ميمبر لاءِ مؤثر طور تي ڪم ڪرڻ کي ڏکيو بڻايو. حڪومت جي اندر مقامي اختلاف ڇڙي پيا ۽ انهن ۾ مسلسل واڌارو ٿيندو ويو.

حقيقت هي آهي تہ عبوري حڪومت جي پيدائش ڪانگريس ۽ مسلم ليگ جي وچ ۾ شڪ ۽ بي اعتباريءَ جي ماحول ۾ ٿي هئي. ليگ جي حڪومت ۾ شامل ٿيڻ کان پهرين ڪانگريس تي ان جي بي اعتباري نئين انتظامي مجلس جي جڙڻ تي اثر وڌو هو. جڏهن سيپٽمبر 1946ع ۾ ڪائونسل جو قيام عمل ۾ آيو، هڪ سوال هي اٿيو تہ دفاع جي چارج کنهن جي حوالي ڪئي وڃي. اها ڳالهہ سينيءَ کي ياد رهندي تہ دفاع جي پورٽ فوليو تي اختلاف ڪرپس مشن جي ناڪامين مان هڪ هو. ڪانگريس چاهي پئي تہ اهو شعبو کنهن پروسي جي ماڻهوءَ جي هٿ ۾ هجي، پر لارڊ ويول جو چوڻ هو تہ ان سان ڏکيائيون پيدا ٿيڻ جو امڪان آهي. هو دفاع کي فرقيوراڻي سياست کان مڪمل طور تي ٻاهر رکڻ چاهي ٿو. جيڪڏهن کنهن ڪانگريسي ميمبر کي، دفاع جي چارج ڏني وئي تہ ان سان ليگ کي بي بنياد الزام هڻڻ جو بهانو هٿ اچي ويندو. ان سان گڏوگڏ هن اها ڳالهہ بہ صاف نموني چئي تہ هو مسلم ليگ جي کنهن بہ ميمبر کي، توڙي ليگ اقتدار ۾ اچي وڃي، تڏهن بہ دفاع جي چارج ڏيڻ تي راضي نہ ٿيندو. هن جو مشورو هو تہ دفاع جي ميمبر کي نہ هندو هجڻ کپي نہ مسلمان. ان وقت بلديو سنگھ پنجاب ۾ وزير هو ۽ لارڊ ويول جي تجويز تي اسان اهو محيو تہ ان کي ئي دفاع جي چارج ڏني وڃي.

هتي مان هڪ ٻئي ننڍي واقعي جو ذڪر اهو ڏيکارڻ لاءِ ڪندس ته شڪ ۽ بي اعتباريءَ جو احساس مسلم ليگ جي نامزد ڪيل ماڻهن ۾ ڪيترو گهر ڪري ويو هو. عبوري حڪومت جي جڙڻ کانپوءِ اهو طئه ڪيو ويو ته ڪابينه جي رسمي ميٽنگن کان پهرين سڀ ميمبر غيررسمي طور تي ملندا. اهو خيال ڪيو ويو ته، جيڪڏهن ميمبر پاڻ ۾ غير رسمي ڳالهه ٻولهه ڪندا ته ان رسم جي قائم ٿيڻ ۾ مدد ملندي ته وائسراءِ صرف هڪ آئيني سربراه آهي. اهي رسمي ميٽنگون واري سان ڪائونسل جي مختلف ميمبرن جي ڪمرن ۾ ٿينديون هيون، پر اڪثر جواهر لال ميمبرن کي چانهه تي سڏائيندو هو. عام طور تي دعوت ناما جواهر لال جي پرائيويٽ سيڪريٽريءَ جي ذريعي موڪليا ويندا هئا. مسلم ليگ جي ڪابينه ۾ شامل ٿيڻ کانپوءِ پرائيويٽ سيڪريٽريءَ جي ئي طرفان عام دعوت نامو ڪائونسل جي ميمبرن ڏانهن موڪليو ويو، جنهن ۾ مسلم ليگ جا نامزد ڪيل ميمبر به شامل هئا. لياقت علي کي ان تي سخت اعتراض ٿيو ۽ هن چيو ته، ان ڳالهه تي هن کي پنهنجي بي عزتيءَ جو احساس ٿيو آهي ته جواهر لال جو سيڪريٽري هن کي چانهه لاءِ سڏائي. ان کان سواءِ هن کي ان سان اتفاق نه هو ته ڪائونسل جي نائب صدر جي حيثيت سان جواهر لال کي ان ڳالهه جو ڪو حق نه ٿو پهچي ته هو اهڙي نموني جون غير رسمي ميٽنگيون ڪري. لياقت علي جواهر لال کي ته اهو حق نه ڏنو، پر مسلم ليگ جي نامزد ڪيل ميمبرن سان هو پاڻ اهڙي نموني جون ميٽنگيون ڪرڻ لڳو. اهو هڪ ننڍو واقعو آهي پر ان سان پتو پوي ٿو ته مسلم ليگ جا نمائندا ڪانگريس سان پنهنجي عدم تعاون ۾ ڪيترو پري وڃڻ تي آماده هئا.

آڪٽوبر جي پوئين اڌ ۾، جواهر لال هڪ اهڙي وک کنئي جيڪا غير ضروري هئي ۽ مون ان وقت ان جي مخالفت ڪئي هئي. عام طور تي هو ٻين جي ڳالهه ٻڌڻ لاءِ پنهنجي ذهن کي کليل رکندو هو، پر ڪڏهن ڪڏهن سيني پهلوئن تي غور ڪرڻ کان سواءِ ڪا ڳالهه طئه ڪري ڇڏيندو هو، هڪ دفعو جڏهن ائين ڪندو هو ته ڪنهن جي به پرواه ڪرڻ کان سواءِ اڳتي وڌندو ويندو هو.

اتر اولهه سرحدي صوبي ۾ مسلمانن جي زبردست اڪثريت هئي. 1937ع ۾ ۽ پوءِ 1946ع کان اتي وزارت تي ڪانگريس جو غلبو هو. ان خوش آئينده صورتحال لاءِ خاص طور تي خان عبدالغفار خان ۽ ان جا خدائي خدمتگار ذميوار هئا. اصل ۾ سرحد صوبي متعلق سيني معاملن ۾ اسان خان عبدالغفار خان ۽ ان جي ڀاءُ ڊاڪٽر خان صاحب تي ڀروسو ڪرڻ جا عادي ٿي چڪا هئاسين. گانڌي ڪڏهن ڪڏهن مذاق ۾ چوندو هو ته، سرحد جي سوال تي هن جي پنهنجي ضمير جا نگران اهي ئي خان برادران آهن.

عبوري حڪومت ٺهڻ کان جلدي پوءِ جواهر لال ڏکڻ وزيرستان ۾ قبائلين تي بمباري روڪڻ جا حڪم جاري ڪيا. ان عرصي ۾ هن تائين اهي سرڪاري اطلاع پهچي رهيا هئا تہ سرحدي ماڻهن جو وڏو حصو ڪانگريس ۽ خان ڀائرن جو مخالف آهي. مقامي آفيسون هر هر اهو چونديون هيون تہ ڪانگريس مقامي حمايت کان وڏي حد تائين محروم ٿي چڪي آهي ۽ ماڻهن پنهنجون وفاداريون ڪانگريس کان هٽائي ليگ ڏانهن منتقل ڪيون آهن. جواهر لال جو خيال هو تہ، اهي اطلاع صحيح نہ آهن ۽ انهن کي انگريز آفيسرن گهڙيو آهي، جيڪي ڪانگريس جا مخالف هئا. لارڊ ويول جواهر لال سان متفق نہ هو، توڙي جو هن سرڪاري اطلاعن کي جيئن جو تيئن قبول نہ ڪيو هو. هن جو خيال هو تہ سرحد گهٽ ۾ گهٽ خان ڀائرن ۽ ليگ ۾ هڪ جيترو ورهايل آهي. ڪانگريسي حلقن ۾ اهو تاثر هو تہ عوام جي زبردست اڪثريت خان ڀائرن سان گڏ آهي. جواهر لال چيو تہ، هو سرحد جو دورو ڪندو ۽ صورتحال جو پاڻ جائزو وٺندو.

جڏهن مون اهو ٻڌو تہ مون هن کي چيو تہ هن کي تڪڙ ۾ ڪا بہ ڪارروائي نہ ڪرڻ گهرجي. اهو پتو لڳائڻ ڏکيو هو تہ سرحد صوبي جي حقيقي صورتحال ڪهڙي آهي. هر صوبي ۾ گروه بنديون هيون. اهڙيءَ طرح خان ڀائرن جي خلاف بہ لازمي طور تي هڪ حلقو رهيو هوندو. جواهر لال تازو ئي پنهنجو عهدو سنڀاليو هو ۽ اڃا تائين پنهنجي پوزيشن مستحڪم نہ ڪري سگهيو هو. ان منزل تي هن جو سرحد جو دورو مخالف عنصرن کي اهو موقعو ڏئي سگهي پيو تہ اهي ڪانگريس جي مخالفت ۾ ماڻهن کي منظم ڪن. سرڪاري ملازمن جي اڪثريت ڪانگريس جي خلاف هئي، ان ڪري جيڪڏهن اهي انهن مخالف عنصرن جي حمايت نہ بہ ڪن تڏهن بہ انهن جون همدرديون انهن سان ئي هجن ها. اهڙيءَ طرح بهتر اهو ئي ٿيندو تہ هو هڪ مناسب وقت تائين پنهنجو دورو ملتوي ڪري. گانڌيءَ بہ منهنجي خيال جي تائيد ڪئي، پر جواهر لال چيو تہ، نتيجا ڪهڙا بہ نڪرن، هو ضرور دورو ڪندو.

خان ڀائر اها دعويٰ ڪرڻ ۾ بيشڪ حق بجانب هئا تہ سرحد جي عوام جو هڪ وڏو حصو انهن جي حمايت ڪري ٿو. پر انهن پنهنجي اثر جي اندازي ۾ وڌاءُ کان ڪم ورتو هو. اها فطري ڳالهہ هئي، ڇو تہ عام طور تي هر ماڻهو پنهنجو پاڻ کي حقيقت کان وڌيڪ سمجهندو آهي. شايد هو بہ اهو ئي تاثر ڏيڻ چاهين پيا تہ اهڙي وقت ۾ جڏهن ٻين صوبن ۾ اختلاف آهن، سرحد پوري نموني ڪانگريس سان گڏ آهي. حقيقت هي آهي تہ هڪ وڏو طاقتور حلقو خان ڀائرن جو مخالف هو. وزير اعليٰ جي حيثيت سان ڊاڪٽر خان صاحب جي اقتدار جي دور انهن جي مخالفت کي وڌيڪ تقويت پهچائي هئي. انهن کي سڄي صوبي کي کٽڻ جو موقعو هو، پر انهن کان ڪجهہ غلطيون ٿيون، جن

انهن جي مخالفن جي طاقت کي وڌايو.

انهن مان ڪجھ غلطيون نج شخصي ۽ سماجي نوعيت جون هيون. سرحدي پناڻ پنهنجي ميزبانيءَ لاءِ مشهور آهن. اهي پنهنجي مانيءَ جو آخري ٽڪرو به مهمان سان ورهائڻ لاءِ تيار رهندا آهن. انهن جي اوطاق سينيءَ لاءِ کليل هوندي آهي. هو ٻين کان به، خاص طور تي اهڙن ماڻهن کان جن کي معاشري ۾ ڪو مٿيون درجو حاصل هجي، اهڙي ئي ميزبانيءَ جي توقع رکندا آهن. ڪنهن پناڻ کي ماڻهن کان ڪا به شيءِ اهڙي نموني جدا نه ٿي ڪري، جيترو ڪنجوسي ۽ فياضيءَ جو نه هجڻ. بدقسمتيءَ سان اهو ئي اهو معاملو هو جنهن ۾ خان ڀائر پنهنجي مخالفن جي توقعات کان تمام گهٽ ثابت ٿيا.

خان ڀائر دولت مند هئا پر بدقسمتيءَ سان انهن جي مزاج ۾ ڪنجوسي هئي. هو تمام گهٽ ڪنهن کي دعوت تي سڏائيندا هئا. ايستائين جو جڏهن ماڻهو انهن وٽ چانهه يا مانيءَ جي وقت اچي به ويندا هئا، تڏهن به انهن کي ماني کائڻ لاءِ نه ترسائيندا هئا. انهن جي بخل جو حلقو انهن رقمن تائين به ڦهليل هو جيڪي انهن کي قومي ڪمن لاءِ ٻين کان ملنديون هيون. عام چونڊن دوران ڪانگريس انهن جي اختيار ۾ ڪافي وڏيون رقمون رکيون هيون، پر خان ڀائرن ان مان به جيترو گهٽ ممڪن هو خرچ ڪيو. گهڻا اميدوار چونڊن ۾ پئسن جي گهٽتائيءَ جي ڪري هارائي ويا. پوءِ جڏهن انهن کي خبر پئي ته خان ڀائرن وٽ پئسو بيڪار پيو آهي ته اهي ماڻهو انهن جا سخت دشمن بڻجي پيا.

هڪ موقعي تي، پشاور مان هڪ تمام وڏو وفد اليڪشن جي رقمن جي سلسلي ۾ مون سان ملاقات لاءِ آيو. اهو چانهه جو وقت هو، مون انهن کي چانهه ۽ بسڪوٽ پيش ڪيا. وفد جي ميمبرن بسڪوٽن ڏانهن حيرانيءَ سان ڏٺو. هڪ ماڻهوءَ هڪ بسڪوٽ کنيو ۽ مون کان ان جو نالو پڇيو. ائين لڳي پيو ته، بسڪوٽ انهن کي پسند آيا هئا ۽ پوءِ انهن ٻڌايو ته اهڙائي بسڪوٽ انهن خان صاحب جي گهر به ڏٺا هئا. پر هنن ڪنهن کي به اهي بسڪوٽ ايستائين جو چانهه جي پيالي به پيش نه ڪئي هئي.

1946ع ۾ حقيقي صورتحال اها هئي ته خان ڀائرن کي سرحد ۾ ايتري حمايت حاصل نه هئي جيتري اسان دهليءَ ۾ ويهي سوچيون پيا. جواهر لال جڏهن پشاور پهتو ته ان تي اهو انڪشاف هڪ ناخوشگوار صدمي سان ٿيو. ان وقت ڊاڪٽر خان صاحب صوبي جو وزير اعليٰ هو ۽ ان جي وزارت هڪ ڪانگريسي وزارت هئي. مان اڳ ۾ ئي چئي چڪو آهيان ته انگريز آفيسر ڪانگريس جي خلاف هئا ۽ ان وزارت جي خلاف انهن عام طور تي ماڻهن کي اڪسايو هو. جواهر لال جنهن وقت هوائي اڏي تي لٿو ته هن ڏٺو ته هزارين پناڻ اتي گڏ آهن ۽ مخالف نعرا هڻي رهيا آهن.

ڊاڪٽر صاحب ۽ ٻيا وزير جيڪي جواهر لال جو استقبال ڪرڻ آيا هئا، اهي پاڻ

پوليس جي حفاظت ۾ هئا ۽ پوري طرح غير مؤثر ثابت ٿيا. جيئن ئي جواهر لال ٻاهر نڪتو تہ سندس خلاف نعرا لڳايا ويا ۽ ميڙ مان ڪجھ ماڻهن هن جي ڪار تي حملو ڪرڻ چاهيو. ڊاڪٽر خان صاحب ايترو پريشان ٿيو جو هن پنهنجو ريوالور ڪڍيو ۽ گولي هلائڻ جي ڌمڪي ڏني. ان ڌمڪيءَ جي ڪري ميڙ رستو ڏنو ۽ ڪاروَن پوليس جي حفاظت ۾ ٻاهر نڪري سگهيون.

ٻئي ڏينهن جواهر لال پشاور کان قبائلي علائقن جي دوري لاءِ روانو ٿيو. هن هر جڳھ تي ماڻهن جي وڏي حصي کي پنهنجو مخالف ڏٺو. گهڻو ڪري وزيرستان جا ملڪ هن جي خلاف مظاهرن جا ذميوار هئا. ڪجھ هنڌن تي هن جي ڪار تي پٿرا ڇلايا ويا ۽ هڪ پٿر جواهر لال جي پيشانيءَ تي لڳو. ڊاڪٽر خان صاحب ۽ ان جا ساٿي مڪمل طور تي بيوس نظر اچن پيا. جواهر لال صورتحال کي پنهنجي هٿن ۾ ڪنيو. هن نہ تہ ڪمزوريءَ ڏيکاري ۽ نہ خوف، ۽ انتهائي همت جو مظاهرو ڪيو. هن جي جرئتمندانہ انداز پٺاڻن تي گهرو اثر وڌو. هن جي واپسيءَ ڪانپوءِ لارڊ ويول ان سڄي معاملي تي افسوس جو اظهار ڪيو ۽ اها خواهش ظاهر ڪئي تہ آفيسرن جي رويي جي هڪ انڪوائري ٿيڻ گهرجي. جواهر لال ان جي خلاف ڪنهن ڪارروائيءَ تي رضامند نہ ٿيو. ان ڪري لارڊ ويول گهڻو متاثر ٿيو ۽ مون بہ جواهر لال جي موقف کي ساراهيو.

مسلم ليگ ڪيبينيٽ مشن پلان کي ڊگهي عرصي ۽ گهٽ عرصي وارن انتظامن، ٻنهيءَ سان قبول ڪيو هو. اصل ۾ مسٽر جناح شايد اهو سوچيو هو تہ، ڪانگريس عبوري حڪومت جون تجويزون رد ڪيون هيون، جڏهن تہ مسلم ليگ ٻنهيءَ کي تسليم ڪيو هو، ان ڪري انهن کي ئي حڪومت جوڙڻ جي دعوت ڏني ويجي. ان ڪري جڏهن وائسراءِ اهو بيان ڏنو تہ هڪ نمائنده عبوري حڪومت جي تشڪيل لاءِ ڳالهيون ناڪام ٿي ويون هيون، ۽ هاڻي هو حڪومت جي ملازمن تي ٻڌل هڪ عارضي نگهبان حڪومت ترتيب ڏيندو ۽ دستور ساز اسيمبليءَ جي چونڊن کان پوءِ عبوري حڪومت جي جوڙڻ جي لاءِ ڳالهيون وري شروع ڪندو تہ مسٽر جناح کي ڪافي غصو آيو. وائسراءِ ان ڳالھ تي پنهنجي خوشي ظاهر ڪئي تہ آئين سازيءَ جو سلسلو ٻنهي اهم پارٽين ۽ رياستن جي رضامنديءَ سان اڳتي وڌي سگهي ٿو.

پڙهندڙن کي ياد هوندو تہ ان کان پوءِ جلدي ڪنهن نموني جواهر لال بمبئيءَ ۾ هڪ بيان ڏنو هو، جنهن ڪري جناح کي اهو موقعو مليو هو تہ، ڪيبينيٽ مشن پلان کي رد ڪري. ان جي ئي نتيجي ۾ ليگ جي ميمبرن دستورساز اسيمبليءَ جو بائيڪاٽ ڪيو هو ۽ حقيقت هي آهي تہ ڪانگريس هاڻي جيڪو ڪجھ بہ ڪندي هئي، ليگ عام طور تي ان جي مخالف هوندي هئي.

ڪانگريس ۽ مسلم ليگ ٻنهي شروع ۾ ڪيبينيٽ مشن پلان منظور ڪيو هو،

جنهن جو مطلب هي هو تہ، دستور ساز اسيمبليءَ جي تجويز بہ ٻنهي قبول ڪئي هئي. جيستائين ڪانگريس جو تعلق هو، اها ٻڌا تائين ڪيبينيٽ مشن پلان جي حق ۾ هئي. ڪانگريس طرفان واحد اعتراض آسام جي ڪجهہ اڳواڻن اٿاريو هو. انهن تي بنگالين جو هڪ اڻ ڄاتل خوف مسلط هو. انهن چيو تہ جيڪڏهن بنگال ۽ آسام کي هڪ گروپ ۾ رکيو ويو تہ سڄي علائقي تي مسلمانن جو غلبو ٿي ويندو. اهو اعتراض آسام جي اڳواڻن ڪيبينيٽ مشن طرفان ان جي پلان جو اعلان ٿيڻ کان جلدي پوءِ اٿاريو هو.

گانڌيءَ شروع ۾ پلان قبول ڪيو هو ۽ کليءَ عام اهو چيو هو تہ، ڪيبينيٽ مشن پلان جي تجويز ۾ اهو ٻج شامل آهي، جيڪو هن سرزمين کي آزاديءَ ۾ بدلائڻ جي طاقت رکي ٿو. پنهنجي اخبار هريجن ۾ هن وڌيڪ چيو تہ، برطانوي حڪومت طرفان وائسراءِ ۽ ڪيبينيٽ مشن جي ذريعي جاري ڪيل اعلان نامي تي چئن ڏينهن جي گهري غور ڪان پوءِ، مون کي يقين ٿي چڪو آهي تہ اهو بهترين دستاويز آهي، جيڪو برطانوي حڪومت موجوده حالتن ۾ تيار ڪري سگهي پئي. آسام جو وزير اعليٰ گهوپي ناٿ بردولوئي بهرحال پنهنجي مخالفت تي اڙيل هو ۽ هن ڪانگريس ورڪنگ ڪميٽيءَ کي هڪ ياداشت پيش ڪئي، جنهن ۾ ڪيبينيٽ مشن جي بيان تحت آسام ۽ بنگال کي هڪ گروپ ۾ رکڻ جي مخالفت ڪئي وئي هئي.

ورڪنگ ڪميٽيءَ ۾، اسان جو خيال هو تہ اسان کي گروپنگ جو سوال وري نہ اٿارڻ گهرجي. جزوي طور تي پنهنجي آسام جي ساٿين جي اعتراض کي ختم ڪرڻ لاءِ پر خاص ڪري اصولن جي بنياد تي، اسان دستور ساز اسيمبليءَ جي چونڊن ۾ يورپين ميمبرن جي اشتراڪ جو سوال بهرحال اٿاريو. مون وائسراءِ کي لکيو تہ، جيڪڏهن بنگال ۽ آسام جي ليجسليچر جي ميمبرن دستور ساز اسيمبليءَ جي چونڊن ۾ پاڻ راءِ ڏيڻ جي حيثيت سان يا اميدوارن جي حيثيت سان شرڪت ڪئي تہ ڪانگريس ڪيبينيٽ مشن جي سڄي تجويزن کي رد بہ ڪري سگهجي ٿي. ان اعتراض کي هيئن ختم ڪيو ويو تہ، بنگال اسيمبليءَ جي يورپي ميمبرن اهو اعلان ڪيو تہ، تجويز ڪيل دستور ساز اسيمبليءَ جي اهي نمائندگي نہ چاهيندا.

ان ئي عرصي ۾ گانڌيءَ جا خيال تبديل ٿيا ۽ هن بردولوئي کي پنهنجو تعاون عطا ڪيو. جواهر لال کي مون سان اتفاق هو تہ آسامي اڳواڻن جا خدشا حق تي نہ آهن ۽ اسان انهن اڳواڻن کي سمجهائڻ جون گهڻيون ڪوششون ڪيون. بدقسمتيءَ سان انهن جواهر لال جي يا منهنجي ڳالهہ نہ ميڃي، خاص طور تي ان ڪري بہ تہ گانڌي هاڻي انهن جي طرف هو ۽ انهن جي موقف جي حمايت ۾ هن بيان بہ جاري ڪيا هئا. بهرحال جواهر لال ثابت قدم رهيو ۽ مون کي ٻنهنجو پورو تعاون ڏنو.

مان اڳ ۾ ئي ٻڌائي چڪو آهيان تہ ليگ طرفان ڪيبينيٽ مشن پلان جي

نامنظوري اسان کي گھڻو تشويش ۾ وڌو. مان ان قدم جو ذڪر به ڪري چڪو آهيان جيڪو ورڪنگ ڪميٽي ليگ جا اعتراض ختم ڪرڻ لاءِ ڪيو هو. اسان اهو اهڙي نموني ڪيو هو ته، 10 آگسٽ تي هڪ قرارداد پاس ڪئي، جنهن ۾ اها ڳالهه صاف ڪئي وئي هئي ته ڪيبينيٽ مشن پلان ۾ شامل ڪجهه تجويزن تي پنهنجي بي اطمينانيءَ جي باوجود اسان ان اسڪيم کي جيئن جو تيئن قبول ڪيون ٿا. ان مسٽر جناح کي بهرحال مطمئن نه ڪيو، جو ته هن جو خيال هو ته ورڪنگ ڪميٽي قطعيت سان اهو نه ڪيو آهي ته ڪيبينيٽ مشن پلان ۾ جهڙي نموني گروپ پيش ڪيا ويا آهن، صوبا انهن ۾ اهڙي ئي نموني شامل ٿي ويندا. برطانوي حڪومت ۽ لارڊ ويول ان خاص نڪتي تي عام طور تي ليگ سان اتفاق ڪيو.

ڏهه ورهيه پوءِ تي مُڙي هاڻي مان تسليم ڪيان ٿو ته، مسٽر جناح جيڪو ڪجهه چيو ان ۾ وزن هو. ڪانگريس ۽ مسلم ليگ ٻئي ان سمجهوتي ۾ ٽريون هيون ۽ اهڙو مرڪز صوبن ۽ گروپن ۾ ورهاست جي بنياد تي ئي ٿيو هو جو ليگ پلان کي منظور ڪيو هو. شڪ جو اظهار ڪري ڪانگريس نه ته ڏاهپ جو ثبوت ڏنو ۽ نه ئي اها حق تي هئي. جيڪڏهن اها هندستان جي اتحاد جي حامي هئي ته ان کي هي پلان به رکي ڳالهين کان سواءِ منظور ڪرڻ گهرجي ها. ديرمدار ئي مسٽر جناح کي هندستان جي ورهاڱي جو موقعو ڏنو.

مان هر وقت ان ڪوشش ۾ هئس ته ڳالهه ٻولهه ذريعي اختلافن کي ختم ڪيان، ۽ لارڊ ويول ان باري ۾ منهنجي ڪوشش جي مڪمل حمايت ڪري رهيو هو. اهو هڪ سبب هو جنهن جي ڪري هو مسلم ليگ کي حڪومت ۾ آڻڻ لاءِ بيچين هو. ۽ هن ان بيان جو آڌرياءُ ڪيو، جيڪو مون ان باري ۾ ڏنو هو. هو دل سان اها ڳالهه مڃيندو هو ته، هندستاني مسئلي جو ڪو به حل ڪيبينيٽ مشن پلان ۾ پيش ڪيل خاڪي کان بهتر نه ٿو ٿي سگهي. هن هر هر مون کي اهو چيو ته، مسلم ليگ جي نقطه نظر کان به ڪو بهتر حل ممڪن نه هو. ڪيبينيٽ مشن پلان سچو ان ئي اسڪيم تي ٻڌل هو، جيڪا مون پنهنجي 15 اپريل جي بيان ۾ جوڙي هئي. ان ڪري فطري طور تي مون کي ان سان اتفاق هو.

مسٽر ايٽلي به هندستان جي [illegible] ۾ ذاتي دلچسپي وٺي رهيو هو. 26 نومبر 1946ع تي هن لارڊ ويول، ڪانگريس ۽ ليگ جي نمائندن کي لنڊن ۾ ملي ويهڻ جي دعوت ڏني ته جيئن تعطل ختم ڪرڻ جي هڪ ٻي ڪوشش ڪئي وڃي. پهرين ته ڪانگريس ان دعوت کي قبول ڪرڻ ۾ راضي نه هئي. حقيقت هي آهي ته، جواهر لال لارڊ ويول کي چيو ته، وڌيڪ ڳالهه ٻولهه لاءِ لنڊن وڃڻ جو ڪو به مطلب نه ٿو نڪري. سيني ڏيان طلب مسئلن تي هر هر ڳالهه ٻولهه ٿي چڪي آهي ۽ هاڻي وري اهو دروازو کوليو

ويو تہ فائدي کان وڌيڪ نقصان ٿيندو.

لارڊ ويول جواهر لال سان اتفاق نہ ڪيو ۽ ان مسئلي تي وڌيڪ تفصيل سان مون سان ڳالهہ ٻولهہ ڪئي. هن چيو تہ، جيڪڏهن مسلم ليگ جو موجوده رويو برقرار رهيو تہ نہ صرف اهو تہ انتظاميا جو نقصان ٿيندو، پر هندستاني مسئلي جو پر امن حل بہ وڌ کان وڌ ڏکيو ٿي ويندو. هن جو دليل اهو بہ هو تہ، لنڊن ۾ ڳالهہ ٻولهہ جو فائدو اهو ٿيندو تہ اڳواڻ هڪ کان وڌيڪ معروضي ۽ غير جذباتي رويو اختيار ڪري سگهندا. اهي مقامي دٻاءَ کان ۽ پنهنجي پوئلڳن جي مسلسل مداخلت کان آزاد هوندا. لارڊ ويول ان نڪتي تي بہ زور ڏنو تہ مسٽر ايٽلي هندستان جو دوست هو ۽ ٿي سگهي ٿو تہ ڳالهہ ٻولهہ ۾ ان جي شرڪت مددگار ثابت ٿئي.

مون لارڊ ويول جي ان دليل ۾ طاقت محسوس ڪئي ۽ پنهنجي ساٿين کي نقطہ نظر بدلائڻ جي ترغيب ڏني. وري اهو طئہ ڪيو ويو تہ، ڪانگريس طرفان جواهر لال کي ويڃڻ گهرجي. ليگ جي نمائندگي مسٽر جناح ۽ مسٽر لياقت علي ڪئي، جڏهن تہ بلديو سنگهہ سکن جي طرفان ويو. 3 کان 6 ڊسمبر تائين بحث هلندا رهيا، پر انهن جو ڪوبہ نتيجو نہ نڪتو.

سڀ کان وڏو اختلاف انهن نڪتن جي تعبير جي باري ۾ هو، جيڪي مشن پلان ۾ حلقہ بندي جي معاملي جي باري ۾ هيون. مسٽر جناح جو خيال هو تہ دستور ساز اسيمبليءَ کي پلان جو ڍانچو بدلائڻ جو ڪوبہ حق نہ آهي. گروپنگ پلان جو هڪ لازمي حصو هئي ۽ ان جي سلسلي ۾ ڪابہ تبديلي سمجهوتي جي بنياد کي بدلائي ڇڏيندي. پلان ۾ اها سهولت رکي وئي هئي تہ سڀ گروپ جڏهن آئين جوڙيندا، ان کان پوءِ جيڪڏهن ڪو صوبو چاهي تہ پنهنجي گروپن کان الڳ ٿي سگهي ٿو. مسٽر جناح جو چوڻ هو تہ، ڪوبہ صوبو پنهنجي الاءِ ڪيل گروپ ۾ رهڻ نہ چاهي تہ، ايترو تحفظ ڪافي آهي.

ان جي ابتڙ آسام جي ڪانگريسي اڳواڻن جو خيال هو تہ شروع کان ئي ڪوبہ صوبو الڳ رهي سگهي ٿو. اهو چاهي تہ سري کان ڪنهن گروپ ۾ شامل ئي نہ ٿئي ۽ آزاداڻي طور تي پنهنجو آئين جوڙي سگهي ٿو. ٻين لفظن ۾ مسٽر جناح جو چوڻ هو تہ، صوبن کي پهرين پنهنجي گروپ ۾ شامل ٿيڻ گهرجي ۽ ان کان پوءِ جيڪڏهن اهي چاهين تہ جدا ٿي سگهن ٿا. آسام جي ڪانگريسي اڳواڻن مطابق اهي صوبا پنهنجي شروعات الڳ اڪائين جي طور تي ڪري سگهن ٿا. وري ان کان پوءِ جيڪڏهن هو چاهين تہ پنهنجي گروپ ۾ شامل ٿي سگهن ٿا. ڪيبينيٽ مشن جو چوڻ هو تہ، ان نڪتي تي ليگ جي پيش ڪيل تعبير صحيح هئي.

جناح جو دليل هي هو تہ، مرڪز، صوبن ۽ گروپ ۾ اختيارن جي ورهاست جي

بنياد تي ٺئي هي ٺيو هو تہ انهن ليگ کي پلان قبول ڪرڻ تي آماده ڪيو هو. آسامي ڪانگريسي اڳواڻن کي ان سان اتفاق نہ هو ۽ ڪجھ ېڏتر ڪان پوءِ گانڌي، جيئن مان پهرين چئي چڪو آهيان تہ، آسام جي اڳواڻن جي تعبير جي حمايت شروع ڪئي. ديانتداريءَ جي تقاضا هي آهي تہ مان ان کي تسليم ڪيان تہ ان نڪتي تي مجموعي لحاظ کان مسٽر جناح جو موقف صحيح هو. انصاف ۽ مصلحت ٻنهيءَ جي تقاضا اها هئي تہ ڪانگريس کي ڪنهن بہ اُلڪي کان سواءِ پلان منظور ڪرڻ گهرجي ها.

6 ڊسمبر تي برطانوي ڪابينہ بيان جاري ڪيو، جنهن ۾ هن گروپنگ جي باري ۾ ليگ جي نقطہ نظر کي صحيح قرار ڏنو، پر ان سان ليگ ۽ ڪانگريس جي وچ ۾ جيڪو رخنو پئجي چڪو هو، اهو پر جي نہ سگهيو. دستور ساز اسيمبليءَ جي پهرين ميٽنگ 11 ڊسمبر 1946ع تي ٿي. سوال هي اٿيو تہ اسيمبليءَ جو صدر ڪنهن کي ٿيڻ گهرجي. سردار پٽيل ۽ جواهر لال ٻئي ان خيال جا هئا تہ ڪو بہ اهڙو ماڻهو جيڪو حڪومت ۾ نہ هجي، صدر جي طور تي چونڊ جڻ گهرجي. انهن ٻنهي مون تي دٻاءُ وڌو تہ اهو عهدو قبول ڪيان. پر مان انهن جي ڳالھ مڃڻ تي آماده نہ ٿيس. پوءِ ڪيترائي ناﻻ بحث ميٺ آيا، پر ڪو بہ سمجهوتو نہ ٿي سگهيو. آخر ۾ ڊاڪٽر راجندر پرساد کي چونڊيو ويو ۽ هو حڪومت جو هڪ رڪن هو.

مان اهو پهرين ٺي چئي چڪو آهيان تہ جڏهن سيپٽمبر 1946ع ۾ عبوري حڪومت جڙي، گانڌي ۽ منهنجي ساٿين دٻاءُ وڌو تہ مان ان ۾ شامل ٿي وڃان. منهنجو بهرحال هي خيال هو تہ گهٽ ۾ گهٽ هڪ سينيئر ڪانگريسي اڳواڻ حڪومت کان ٻاهر رهڻ گهرجي. مون سوچيو هو تہ مان عارضي طور تي صورتحال جو جائزو وٺي سگهندس. ان ڪري مون آصف عليءَ کي حڪومت ۾ شامل ڪرايو. ليگ جي عبوري حڪومت ۾ شامل ٿيڻ کان پوءِ انتظامي مجلس اندر نيون ڏکيائيون پيدا ٿيون، اهڙيءَ طرح حڪومت ۾ منهنجي شامل ٿيڻ جو سوال وري اٿيو. گانڌي اڳي کان بہ وڌيڪ زوردار طريقي سان مون تي دٻاءُ وڌو تہ مون کي حڪومت ۾ شامل ٿيڻ گهرجي.

هن ڪليل نموني مون کي چيو تہ، منهنجي پنهنجي راءِ ۽ ذاتي احساس جيڪي بہ هجن، ملڪ جي مفاد ۾ منهنجو فرض آهي تہ حڪومت ۾ شامل ٿي وڃان. هن چيو تہ، منهنجو ٻاهر رهڻ نقصانده ثابت ٿي رهيو آهي. جواهر لال جو بہ اهو ٺي خيال هو ۽ انهن مون تي ايترو زور وڌو تہ مون وٽ راضي ٿيڻ کان سواءِ ڪو چارو نہ رهيو. گانڌيءَ جي تجويز اها هئي تہ تعليم جو شعبو منهنجي لاءِ مناسب ترين هوندو ۽ اهو سچي قومي مفاد ۾ بہ هوندو. هن چيو تہ مستقبل جي تعليم جو نظام آزاد هندستان لاءِ هڪ بنيادي سوال هو. اهڙيءَ طرح 15 جنوري 1947ع تي مون شري راجگوپال آچاريہ کان تعليم جو کاتو ورتو جيڪو ان وقت تائين تعليم جو ميمبر هو.

تعليم جي ميدان ۾، پنهنجي چارج سنڀالڻ کانپوءِ، مون جنهن پروگرام ۽ پاليسيءَ کي اڳيان رکيو، اهو هڪ جدا مطالعي جو موضوع هوندو. تعليم متعلق مختلف معاملن تي منهنجا خيال سهيڙ جي الڳ شايع ٿي چڪا آهن. ان ڪري هن ڪتاب ۾، مان ان باري ۾ ڪجھ به نه ٿو چوڻ چاهيان. هتي مان صرف ملڪ جي عام سياسي صورتحال تي بحث ڪندس. ڪانگريس ۽ مسلم ليگ ۾ پاڻ ۾ اختلاف جي ڪري اها روزانو وڌيڪ ڏکي ٿيندي پئي وئي.

مان اهو پهرين ئي ٻڌائي چڪو آهيان ته انتظامي مجلس جا ليگي ميمبر وک وک تي اسان لاءِ رڪاوٽون پيدا ڪري رهيا هئا. اهي حڪومت ۾ ئي هئا پر ان جا مخالف به هئا. اصل ۾ اهي ان پوزيشن ۾ هئا ته اسان جيڪو به ڪم ڪريون ان کي اهي خراب ڪن. ناڻي جي ميمبر جي اختيارن کي انتها تائين ڦهلايو ويو هو ۽ جڏهن لياقت علي طرفان اڳئين سال جي بجيٽ پيش ڪئي وئي ته اهو نئون صدمو اسان جو انتظار ڪري رهيو هو.

ڪانگريس جي اها ڪليل پاليسي هئي ته معاشي عدم مساوات کي ختم ڪيو وڃي ۽ سرمائيداراڻي سماج جي جاءِ تي سوشلسٽ معاشرو قائم ڪيو وڃي. ڪانگريس جي چونڊ منشور ۾ به ان جو ذڪر هو. ان سان گڏ اسان ۾ھي يعني جواهر لال ۽ مون، جنگ جي ورهين ۾ واپارين ۽ صنعتڪارن جيڪو منافعو ڪمايو هو، ان جي باري ۾ بيان جاري ڪيا هئا. اها ڳالهه سڀنيءَ جي علم ۾ هئي ته ان آمدنيءَ جو ڪجھ حصو لڪايو ويو آهي ۽ انڪم ٽيڪس ڏيڻ کان بچايو ويو آهي. ان جو مطلب هي هو ته حڪومت کي آمدنيءَ جي وڏن وسيلن کان محروم ڪيو ويو هو ۽ اسان اهو محسوس ڪريون پيا ته هندستاني حڪومت کي انهن محصولن لاءِ جيڪي واجب الادا هئا، جيڪي اڃا تائين ادا نه ڪيا ويا هئا، سخت ڪارروائي ڪرڻ گهرجي.

لياقت علي هڪ بجيٽ مرتب ڪئي، جيڪا بظاهر ڪانگريس جي اعلانن تي ٻڌل هئي، پر حقيقت ۾ اهو ڪانگريس کي بدنام ڪرڻ جو هڪ ذهانت آميز طريقو هو. هن ڪانگريس جي ٻنهي مطالبن کي هڪ ناقابل عمل رخ ڏنئي، اهو ئي ڪيو. هن ٽيڪس لاءِ اهڙيون تجويزون پيش ڪيون جيڪي دولت مند ماڻهن کي سيحو ڪري ڇڏين ها ۽ جن جي ڪري واپار ۽ صنعت کي مستقل نقصان برداشت ڪرڻو پوي ها. گڏوگڏ هن هڪ ڪميشن جي قيام جي به تجويز رکي ته جيڪي محصول ادا نه ڪيا ويا آهن، انهن جي باري ۾ الزامن جي جاچ پڙتال ۽ واپارين کان انهن جي اڳاڙي ڪري سگهجي.

اسان سڀنيءَ کي اهو فڪر هو ته دولت جي مساوي تقسيم جي عمل ۾ تيزي اچي ۽ ٽيڪس جي چوري ڪرڻ وارن جو محاسبو ڪيو وڃي. ان ڪري اسان اصولي طور

تي لياقت عليءَ جي خلاف نہ هئا سين. جڏهن لياقت علي ڪابينہ ۾ هي سوال اٿاريو، هن ڪلئي عام اهو چيو تہ، انهن تجويزن جي ذميواري ڪانگريسي اڳواڻن جي انهن اعلانن تي ٻڌل آهي. هن ان جو اعتراف ڪيو تہ جيڪڏهن جواهر لال ۽ مون اهي بيان نہ ڏنا هجن ها تہ تي سگهي ٿو تہ، هن جو ذهن ان معاملي ڏانهن ڪڏهن نہ وڃي ها. بهرحال هن تفصيل نہ ٻڌايو، اهڙيءَ طرح عام بنيادن تي اسان اصولي طور تي هن سان متفق رهياسين. اصولي طور تي اسان جي رضامندي حاصل ڪرڻ کان پوءِ هن اهڙا خاص ضابطا جوڙڻ شروع ڪيا جيڪي نہ صرف اهو تہ انتهاپسندانا هئا، پر انهن ۾ قومي معيشت کي نقصان پهچائڻ جي نيت بہ شامل هئي.

لياقت عليءَ جي تجويزن اسان جي ڪجھ ساٿين کي حيران ڪري ڇڏيو. ڪجھ اهڙا بہ هئا جيڪي خفيہ طور تي صنعتڪارن سان همدردي رکندا هئا. ان کان علاوه اهڙا ماڻهو بہ هئا جيڪي ايمانداريءَ سان اهو محسوس ڪندا هئا تہ، لياقت عليءَ جون خاص تجويزون معاشي نہ پر سياسي مصلحتن تي ٻڌل هيون. سردار پٽيل ۽ خاص طور تي شري راجگوپال آچاريہ ان بجيٽ جا پر جوش مخالف هئا، چو تہ اهي سمجهندا هئا تہ لياقت عليءَ کي ملڪ جي مفادن کان وڌيڪ صنعتڪارن ۽ واپارين کي پريشان ڪرڻ جو فڪر هو. انهن جو خيال هو تہ، لياقت علي اصل ۾ اهو چاهي پيو تہ، واپاري طبقي کي نقصان پهچائي، چو تہ انهن ۾ اڪثريت هندن جي هئي. آچاريہ ڪليل نموني ڪابينہ ۾ چيو تہ، هو لياقت عليءَ جي تجويزن جي خلاف آهي ۽ ان ڳالھ ڏانهن اشارو ڪيو تہ اهي تجويزون فرقيوارائين مصلحتن تي ٻڌل آهن.

مون پنهنجي ساٿين کي ٻڌايو تہ، اهي تجويزون ڪانگريس جي اعلان ڪيل مقصدن سان مطابقت رکن ٿيون، اهڙيءَ طرح اسان اصولاً انهن جي مخالفت نہ ٿا ڪري سگهون، پر اسان کي انهن جو جائزو انهن اوصافن تي وٺڻ گهرجي ۽ جتي اهي اسان جي اصولن سان هم آهنگ ڏسڻ ۾ اچن، اسان کي انهن جي حمايت ڪرڻ گهرجي.

جيئن مون چيو هو، صورتحال مشڪل ۽ نازڪ هئي. مسلم ليگ ڪيبينيٽ مشن پلان کي پهرين منظور ڪيو هو ۽ پوءِ رد ڪيو هو. دستور ساز اسيمبليءَ جو اجلاس هلي رهيو هو پر ليگ ان حقيقت جي باوجود تہ سڄو ملڪ پنهنجي آزاديءَ جي مطالبي ۾ متحد هو، ان اجلاس جو بائيڪاٽ ڪيو هو. هڪ طرف ماڻهو آزادي حاصل ڪرڻ لاءِ بي صبر ٿي رهيا هئا، ٻئي طرف اسان جي بدنصيبي اها هئي تہ فرقيوارائي مسئلي جو ڪو بہ حل نہ هو. واحد حل جي پيشڪش مشن پلان جي هئي ۽ پوءِ بہ پنهنجي اختلافن کي ختم ڪرڻ لاءِ اسان مسئلي کي قابو ۾ آڻي نہ سگهياسين.

برطانيا ۾ ليبر حڪومت جو خيال هو تہ اها هڪ ٻڏتر جو شڪار هئي. ان کي

موجوده صورتحال کي جاري رهڻ ڏنو وڃي يا پاڻ پنهنجي ذميواريءَ تي پيش قدمي ڪرڻ گهرجي؟ مسٽر ايٽلي جو نظريو اهو هو تہ، اها منزل اچي وئي آهي، جتي تعطل انتهائي ناپسنديده هو. صاف ۽ بن لفظن ۾ فيصلو ڪرڻ ضروري هو، تنهن ڪري هن طئہ ڪيو تہ، هندستان کان برطانوي اقتدار ختم ڪرڻ لاءِ برطانوي حڪومت هڪ تاريخ مقرر ڪندي. لارڊ ويول ڪنهن تاريخ جي اعلان جي تجويز سان متفق نہ هو. هن جو خيال هو تہ مشن پلان تي قائم رهجي، ڇو تہ هن جي خيال ۾ هندستاني مسئلي جو اهو ئي ممڪن حل آهي. هن جو خيال هي بہ هو تہ فرقيوراڻي سوال کي حل ڪرڻ کان پهرين جيڪڏهن برطانوي حڪومت سياسي اقتدار منتقل ڪيو تہ اها پنهنجي فرض جي ادائگيءَ ۾ ناڪام رهندي.

هندستان ۾ جذبا ان حد تائين مشتعل ٿي چڪا هئا جو، ذميوار ماڻهو بہ ان جي وهڪري ۾ وهي ويندا هئا. اهڙي ماحول ۾ برطانوي اقتدار واپس وٺڻ سان هن جي خيال ۾ چئني طرفن کان فساد ۽ هنگاما پيدا ٿيندا. ان ڪري هن اها صلاح ڏني تہ صورتحال جيئن جو تيئن برقرار رکي وڃي ۽ ٻنهي وڏين جماعتن جي وچ ۾ اختلافن کي سنوارڻ جي هر طرح سان ڪوشش ڪئي وڃي. هن کي پڪو يقين هو تہ جيڪڏهن ڪانگريس ۽ مسلم ليگ ۾ مصلحت ڪرائڻ کان سواءِ انگريز اقتدار تان هٿ کڻي ويا تہ اهو خطرناڪ بہ ٿيندو ۽ انهن جي نااهليءَ جو اظهار بہ.

مسٽر ايٽلي متفق نہ ٿيو. هن جو خيال هو تہ، هڪ دفعو تاريخ جي حد مقرر ٿي وڃي تہ ذميواري هندستانين جي هٿ ۾ اچي ويندي. جيستائين اهو نہ ڪيو ويندو، اهو مسئلو ڪڏهن بہ حل نہ ٿي سگهندو. مسٽر ايٽلي کي خوف هو تہ، جيڪڏهن صورتحال بدستور اها ئي رهي تہ برطانوي حڪومت مان هندستانين جو اعتماد ختم ٿي ويندو. هندستان ۾ حالتون اهڙيون هيون جو انگريز پنهنجو اقتدار جو ڪم ڪٽڻ کان سواءِ قائم نہ پيا رکي سگهن، ۽ انگريز عوام ان لاءِ تيار نہ هو. هاڻي صرف متبادل صورتون اهي رهجي ويون هيون تہ يا تہ سختيءَ سان حڪومت ڪري هنگامن کي دٻايو وڃي يا وري اقتدار هندستانين جي هٿن ۾ ڏنو وڃي. حڪومت پنهنجو پاڻ کي برقرار رکي سگهي پئي، پر ان لاءِ جدوجهد ضروري هئي، جيڪا برطانيا جي نئين سري سان تعمير ۾ دخل انداز ٿئي پئي. ٻي صورت اها هئي تہ اقتدار جي منتقليءَ لاءِ هڪ تاريخ طئہ ڪئي وڃي ۽ اهڙيءَ طرح سڄي ذميواري هندستانين جي ڪلهن تي اچلي وڃي.

لارڊ ويول قائل نہ ٿيو. هو هاڻي اهو دليل ڏئي پيو تہ جيڪڏهن فرقيوراڻين ڏکيائين تشدد جو رستو اختيار ڪيو تہ تاريخ انگريزن کي معاف نہ ڪندي. انگريزن هندستان تي سئو ورهين کان بہ وڌيڪ حڪومت ڪئي هئي ۽ جيڪڏهن انهن جي رخصت ٿيندي ئي بدامني، تشدد ۽ ابتريءَ جو سلسلو هلي پيو تہ ان جا ذميوار اهي ئي هوندا. جڏهن هن

ڏنو تہ هو مسٽر ايٽلي کي قائل نہ ڪري سگهيو آهي تہ لارڊ ويول پنهنجي استعيفيٰ پيش ڪئي.

ڏهن ورهين کان پوءِ انهن واقعن تي نظر وجهندي ڪنهن وقت مان حيران ٿيان ٿو تہ آخر صحيح ڪير هو؟ حالتون ايتريون پيچيده ۽ صورتحال ايتري نازڪ هئي جو ڪو بہ قطعي فيصلو ڪرڻ ڏکيو آهي. مسٽر ايٽلي جي فيصلي تي هندستان کي ان جي آزادي حاصل ڪرڻ ۾ مدد ڏيڻ جو عزم غالب هو. ننڍڙي شهنشاهيت پسند طبيعت رکڻ وارو ڪو بہ ماڻهو ،هندستان جي ڪمزوريءَ مان سولائيءَ سان فائدو وٺي سگهي ٿو. حقيقت هي آهي تہ هندو مسلم اختلافن سان برطانوي حڪومت هميشہ فائدو ورتو. هندستان جي آزاديءَ جي مطالبي جي خلاف اهو ئي انهن جو سڀ کان وڏو دفاع هو. مسٽر ايٽلي طئہ ڪري چڪو هو تہ ليبر حڪومت خلاف ڪو بہ ماڻهو اهڙي نموني الزام نہ هڻي سگهي.

اسان کي ان ڳالھ جو اعتراف ڪرڻ گهرجي تہ جيڪڏهن هن جي نيت صاف نہ هجي ها ۽ جيڪڏهن هن هندن ۽ مسلمانن وچ ۾ اختلافن مان فائدو وٺڻ چاهيو هجي ها تہ هو سولائيءَ سان ائين ڪري سگهي پيو. اسان جي مخالفت جي باوجود انگريز اڃا تائين ڏهن ورهين لاءِ هن ملڪ تي حڪومت ڪندا رهن ها. بيشڪ هنگاما ۽ ٽڪراءَ ٿيندا رهن ها. هندستانين جي جذبن کي ان حد تائين اياريو ويو هو جو هر وک تي برطانوي حڪومت کي چئلينج ڪيو ويجي. پر جيڪڏهن هو چاهين تہ هندستانين جي اختلافن مان فائدو وٺي اڃا ڪجھ ورهيہ حڪومت ڪري سگهن پيا.

اسان کي اهو نہ وسارڻ گهرجي تہ برطانيا جي پيٽ ۾ ڪمزور هوندي بہ فرانسيسي اقتدار اندو چائنا ۾ تقريباً ڏهن ورهين تائين جاري رهيو. ان ڪري اسان کي گهٽ ۾ گهٽ ليبر حڪومت جي تعريف ڪرڻ گهرجي. اهي پنهنجي فائدي لاءِ هندستان جي ڪمزوريءَ جو استحصال نہ پيا ڪرڻ چاهين. تاريخ ۾ انهن جي فيصلي جو احترام ڪرڻ گهرجي.

ٻئي طرف يقين سان ڪو بہ اهو نہ ٿو چئي سگهي تہ لارڊ ويول غلطيءَ تي هو. هن جن خطرن جي اڳڪٿي ڪئي اهي حقيقي هئا ۽ بعد جي واقعن ثابت ڪيو تہ صورتحال بابت هن جو تجزيو صحيح هو. اهو چوڻ ڏکيو آهي تہ متبادل صورتن ۾ ڪهڙي صورت هندستان لاءِ بهتر آهي. اما جنهن کي مسٽر ايٽلي واقعتاً اختيار ڪيو هو يا اها جنهن جي تجويز لارڊ ويول پيش ڪئي هئي. جيڪڏهن لارڊ ويول جي صلاح مڃي وڃي ها ۽ هندستاني مسئلي جو حل هڪ يا ٻن ورهين لاءِ ٽاريو وڃي ها تہ ممڪن هو تہ مسلم ليگ مخالفت ڪندي ڪندي ٿڪجي پوي ها. جيڪڏهن مسلم ليگ هڪ وڏيڪ ها ڪاري رويو اختيار نہ بہ ڪيو هجي ها تہ گهٽ ڪري هندستان جا مسلمان ئي مسلم

ليگ جي نا ڪاري رويي کي رد ڪن ها. اهو ممڪن آهي ته شايد هندستان جي ورهاڱي جو الميو ٽري وڃي ها. يقين سان ڪو به ڪجهه نه ٿو چئي سگهي، پر ڪنهن قوم جي تاريخ ۾ هڪ يا ٻه ورهيه ڪجهه به نه هوندا آهن. شايد تاريخ ئي اهو فيصلو ڪندي ته وڏيڪ ڏاهپ واري پاليسي اها ئي هئي ته لارڊ ويول جو مشورو مڃيو وڃي ها.

لارڊ ويول جڏهن هليو ويو ته مون هڪ بيان جاري ڪيو، جنهن مان خبر پوندي ته مان هن جي باري ۾ ڇا سوچي رهيو هئس. مون کي خبر هئي ته جواهر لال ۽ منهنجا ٻيا ساٿي مون سان متفق نه هئا. اهي لارڊ ويول جي خلاف هئا. مون ان کي پنهنجو فرض سمجهيو ته لارڊ ويول جي خدمتن جي باري ۾ پنهنجا خيال عوام جي آڏو رکان، مون جيڪو ڪجهه چيو اهو هي هو:

"هندستان جي باري ۾ مسٽر ايٽلي جي بيان منهنجي ذهن ۾ مليل جليل احساس پيدا ڪيا آهن. هڪ پاسي مان اهو ڏسي مطمئن آهيان ته، جون 1945ع ۾ مون صورتحال جو جيڪو اندازو لڳايو هو، ان کي واقعن حق تي ثابت ڪيو آهي. ان سان گڏ مان ان ڳالهه تي به افسوس ڪرڻ کان سواءِ نٿو رهي سگهان ته، لارڊ ويول، جنهن هندستان ۽ انگلينڊ جي تعلقاتن جي تاريخ ۾ هڪ نئين باب جي شروعات ڪئي، هاڻي ان منظر مان موڪلائي رهيو آهي.

شمله ڪانفرنس جي وقت هر سطح تي، انگريزن جي نيت جي باري ۾ شڪ ۽ بي اعتباري عام هئي، مان اقرار ڪيان ٿو ته، مان پاڻ به بدگمان هئس ۽ پوين ٽن ورهين جي واقعن منهنجي ذهن ۾ تلخيءَ جي هڪ ميراث ڇڏي آهي. ان ڪانفرنس ۾ شرڪت لاءِ مان ان ذهني ڪيفيت سان ويس، پر مان جڏهن لارڊ ويول سان مليس ته ذهني تبديليءَ جي هڪ اوچتي تجربي مان گذريس. مون هن کي هڪ اڻ گهڙيل، بي ريا سپاهيءَ جي طور تي ڏٺو جيڪو لفظن جي عيب کان خالي هو ۽ پنهنجي انداز ۽ اسلوب ۾ هڪ کرو هو. هو ڪنهن سياستدان وانگر فريب سان پريل نه هو پر جلدي اصل معاملي تي اچي ويندو هو ۽ ٻين جي ذهن ۾ زبردست خلوص جو تاثر پيدا ڪندو هو، جيڪو مون کي ڏاڍو پسند هو. ان ڪري مون ان کي پنهنجو فرض سمجهيو ته، ملڪ کي پنهنجي سياسي نصب العين جي تڪميل لاءِ هڪ تعميري طريقو اختيار ڪرڻ جو مشورو ڏيان. انهيءَ ڪري ئي شڪ ۽ مخالفت جي عام ماحول جي باوجود مون ان راه کان انحراف ڪڏهن نه ڪيو. سڀ ڄاڻن پيا ته پهرين شمله ڪانفرنس جي وقت کان، گهٽ ۾ گهٽ چئن مختلف موقعن تي ڪانگريس جي اندر ۽ ٻاهر ٻنهيءَ طرفن کان اهي ڪوششون ڪيون ويون ته ڪا به تحريڪ شروع ڪرائي وڃي ۽ ڪانگريس کي سڌو سنئون ڪارروائيءَ تي مجبور ڪيو وڃي، پر مون کي يقين هو ته برطانوي حڪومت جي مفاهمتي رويي جي روشنيءَ ۾ اهو طريقيڪار غير دانشمندانو هوندو.

مون پنهنجا اثر ڪانگريس جي رفتار ڪي مستحڪم رکڻ تي صَرف ڪيا ۽ اڄ مون کي ان تي اطمينان جو احساس ٿئي ٿو تہ، صورتحال تي منهنجو اندازو غلط نہ هو. شملہ ڪانفرنس ناڪام ٿي وئي، پر ان کان پوءِ جلدي انگلينڊ ۾ عام چونڊون ٿيون ۽ ليبر پارٽي اقتدار ۾ اچي وئي. ان اعلان ڪيو تہ هندستان جي باري ۾ پهرين هن جيڪو ڪجهہ چيو هو، هاڻي ان تي عمل ڪندي. تڏهن کان هاڻي تائين جي واقعن ثابت ڪيو آهي تہ ان جي دعوئٰ خلوص تي ٻڌل هئي.

مون کي خبر نہ آهي تہ پوين ٻن يا ٽن هفتن ۾ لارڊ ويول ۽ هزميجسٽيءَ جي حڪومت ۾ ڪهڙي خط و ڪتابت ٿي آهي. بظاهر ڪجهہ اختلاف پيدا ٿي ويا هئا، جيڪي ان جي استعيفيٰ تي پڄاڻيءَ تي پهتا. اسان صورتحال جي باري ۾ هن جي راءِ سان اختلاف ڪري سگهون ٿا، پر اسان مقصد ۾ هن جي خلوص ۽ هن جي ديانتداريءَ تي شڪ نہ ٿا ڪري سگهون. نہ ئي مان اهو وساري سگهان ٿو تہ اڄ هند برطانوي لاڳاپن ۾ بدليل فضا جو سبب هن جي اها وک آهي، جيڪا گهڻو اڳ جون 1945ع ۾ هن نهايت حوصلي سان کنئي هئي. ڪرپس مشن جي ناڪاميءَ کانپوءِ چرچل جي حڪومت اهو طئہ ڪيو هو تہ، جنگ جي عرصي تائين لاءِ هندستان جي مسئلي کي سرد خاني ۾ وجهي ڇڏي. هندستان جي پنهنجي راءِ جي آڏو بہ ڪو رستو نہ هو ۽ 1942ع کان پوءِ جي واقعن تلخي اچا وڌائي ڇڏي هئي. هڪ بند دروازي کي کولڻ جو سهرو لارڊ ويول ڏانهن وڃي ٿو. مليل جليل حڪومت طرفان شروعاتي مخالفت جي باوجود هو هن کي ان تي راضي ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو تہ هو هندستان جي آڏو هڪ نئين پيشڪش رکڻ تي راضي ٿئي. ان جو نتيجو شملہ ڪانفرنس هئي. ڪانفرنس ڪامياب نہ ٿي پر ان کان پوءِ اڄا تائين جيڪو ڪجهہ ٿيو آهي، اهو ان همت ڀرئي وک جو منطقي نتيجو آهي، جيڪا لارڊ ويول کنئي هئي.

مون کي يقين آهي تہ، هندستان لارڊ ويول جي ان خدمت کي ڪڏهن بہ نہ وساريندو ۽ آزاد هندستان جي تواريخدان لاءِ، جڏهن انگلينڊ ۽ هندستان جي لاڳاپن جو جائزو وٺڻ جو وقت ايندو تہ هو لارڊ ويول کي انهن نئي لاڳاپن ۾ هڪ نئون باب کولڻ جي عزّت جو مستحق قرار ڏيندو.“

ان شام هڪ دعوت جو اهتمام ڪيو ويو هو، جنهن ۾ لارڊ ويول وائسراءِ ۽ انتظامي مجلس جي ميمبرن کي الوداع چيو. منهنجي بيان کان هو متاثر ڏسڻ ۾ اچي پيو ۽ هن هڪ دوست کي چيو، مون کي اهو چوندي خوشي ٿي رهي آهي تہ هندستان ۾ گهٽ ۾ گهٽ هڪ ماڻهو تہ اهڙو آهي جنهن منهنجي موقف کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪئي آهي.

موڪلائڻ کان هڪ ڏينهن اڳ لاڊ ويول ڪابينہ جي پنهنجي آخري ميٽنگ جي

صدارت ڪئي. ڪارروائي جڏهن ختم ٿي تہ هن هڪ مختصر بيان ڏنو، جنهن جو مون تي گهرو اثر پيو. لارڊ ويول چيو: "مان هڪ انتهائي ڏکئي ۽ تشويشناڪ وقت ۾ وائسراءِ ٿيس. مون پنهنجي وس آهر پنهنجون ذميواريون پوريون ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. بهرحال هڪ اهڙي صورتحال پيدا ٿي جنهن جي ڪري مون کي استعيفيٰ ڏيڻي پئي. تاريخ اهو فيصلو ڪندي تہ منهنجو استعيفيٰ وارو فيصلو صحيح هو يا نہ؟ توهان کي منهنجي گذارش اها ئي آهي تہ، توهان عجلت ۾ ڪوبہ فيصلو نہ ڪيو. ان تعاون لاءِ جيڪو مون کي توهان کان مليو، مان توهان سڀني جو شڪرگذار آهيان."

ان تقرير کان پوءِ لارڊ ويول جلدي ڪاغذ کنيا ۽ اسان مان ڪنهن کي ڪجهہ چوڻ جو موقعو ڏيڻ کان سواءِ ٻاهر نڪري ويو. ٻئي ڏينهن هن دهلي ڇڏي الوداع چيو.

# مائونٽ بيٽن مشن

لارڊ مائونٽ بيٽن سڀ کان پهرين جنگ جي ورهين ۾ سٺي نموني مشهور ٿيو. هن ڪجهه وقت هندستان ۾ گذاريو هو ۽ پوءِ پنهنجو هيڊ ڪوارٽر سيلون ڏانهن منتقل ڪيو هو. جڏهن لارڊ ويول استعيفيٰ ڏني ته هن کي وائسراءِ ۽ گورنر جنرل مقرر ڪيو ويو. روانگيءَ کان پهرين ليبر حڪومت هن کي سٺي نموني سيني معاملن کان آگاه ڪيو هو ۽ هو مسٽر ايٽلي جي انهن هدايتن سان آيو هو ته 30 جون 1948ع کان اڳ اقتدار لازمي طور تي منتقل ڪيو وڃي.

هو دهلي 23 مارچ تي پهتو ۽ 24 تاريخ تي هن هندستان جي وائسراءِ ۽ گورنر جنرل جي عهدي جو حلف کنيو. حلف کڻڻ جي تقريب کان جلدي پوءِ هن هڪ مختصر تقرير ڪئي، جنهن ۾ هن اڳين ڪجهه مهينن اندر ڪو حل ڪڍڻ جي ضرورت تي زور ڏنو.

ان کان پوءِ جلدي لارڊ مائونٽ بيٽن سان منهنجي پهرين ملاقات ٿي. پهرين ئي ملاقات ۾ هن مون کي ٻڌايو ته، برطانوي حڪومت اقتدار منتقل ڪرڻ جو پڪو پهه ڪيو آهي. ان کان پهرين اهو ٿي سگهي ته فرقيوراڻي مسئلي کي طئه ڪرڻ ضروري آهي ۽ هن جي خواهش اها هئي ته ان مسئلي کي حل ڪرڻ جي هڪ آخري ۽ فيصلائتي ڪوشش ٿيڻ گهرجي. هو مون سان اتفاق ڪري پيو ته ڪانگريس ۽ ليگ جي وچ ۾ اختلاف هاڻي ڪافي گهٽ ٿي چڪا آهن. ڪيبينيٽ مشن پلان آسام ۽ بنگال کي هڪ ئي گروپ ۾ رکيو هو. ڪانگريس جو چوڻ هي هو ته، ڪنهن به صوبي کي ڪنهن خاص گروپ ۾ شامل ٿيڻ تي مجبور نه ڪرڻ گهرجي ۽ هر صوبو اهو ووٽ ڏئي سگهي ٿو ته هو ڪنهن خاص گروپ ۾ ويندو يا نه!؟ ليگ چيو ته هن ڪيبينيٽ مشن پلان ان بنياد تي قبول ڪيو هو ته، مجموعي حيثيت سان گروپ ئي ووٽ ڏيندو ۽ ڪو به صوبو گروپ جو آئين جوڙڻ کان پوءِ ئي ان مان نڪرڻ جو فيصلو ڪري سگهي ٿو. ليگ وڌيڪ اهو چيو ته پلان جي تجويزن جي ڪا به تبديلي معاهدي کي رد ڪري ڇڏيندي ۽ ان ئي بنياد تي ليگ ڪيبينيٽ مشن پلان رد ڪيو هو.

ڪو به ماڻهو اهو نه ٿو سمجهي سگهي ته ليگ آسام جي سوال تي ايترو زور ڇو

ڏنو هو. جڏهن تہ آسام مسلم اڪثريتي صوبو نہ هو. جيڪڏهن ليگ جي پنهنجي پئماني تي ڏنو وڃي تہ آسام کي بنگال ۾ شامل ٿيڻ تي مجبور ڪرڻ جو ڪو بہ معقول سبب نہ هو. سبب جيڪو بہ رهيو هجي، ليگ اصولي طور تي صحيح هئي، پر اخلاقي ۽ سياسي لحاظ کان ان جو ڪيس ڪمزور هو. لارڊ مائونٽ بيٽن سان ڪيترن ئي موقعن تي مون ان سوال تي بحث ڪيو. منهنجو خيال هو تہ ڪانگريس ۽ ليگ جي وچ ۾ اختلاف اهڙي منزل تي پهچي ويا آهن، جتان ڪنهن ٽئين ڌر جي معرفت ئي ڪا مصالحت ممڪن ٿي سگهي ٿي. منهنجي راءِ اها هئي تہ اسان ان معاملي کي لارڊ مائونٽ بيٽن تي ڇڏي سگهون ٿا. ڪانگريس ۽ ليگ کي گهرجي تہ اهو معاملو ان جي حوالي ڪرڻ تي راضي ٿي وڃن ۽ پوءِ ان جو فيصلو قبول ڪن. پر نہ تہ جواهر لال ۽ نہ ئي سردار پٽيل ان تجويز تي متفق ٿيا. انهن هڪ قومي مسئلي تي ڪنهن ٽئين ڌر جي خيال کي پسند نہ ڪيو ۽ مون بہ ان ڳالھ تي وڌيڪ دٻاءُ نہ وڌو.

ان دوران صورتحال هر روز خراب ٿيندي وئي. ڪلڪتي جي فسادن کان پوءِ نواکالي ۽ بهار ۾ بہ فساد ٿيا. ان کان پوءِ بمبئيءَ ۾ گڙٻڙ ٿي. پنجاب ۾ بہ جتي اڃا تائين سڪون هو، هاڻي چڪ ۽ ٽڪراءَ جا آثار ظاهر ٿيڻ لڳا هئا. مَلڪ خضر حيات خان پنجاب جي وزيراعليٰ جي حيثيت سان 2 مارچ تي پنهنجي استعيفيٰ ڏني. لاهور ۾ 6 مارچ تي پاڪستان مخالف مظاهرا ٿيا، جنهن جي نتيجي ۾ تيرهن ماڻهو مري ويا ۽ ڪيترائي زخمي ٿيا. فرقيوراڻا هنگاما صوبي جي ٻين حصن ۾ بہ ڦهلجي ويا ۽ امرتسر، ٽيڪسلا ۽ راولپنڊيءَ ۾ وڏي پئماني تي فساد ٿيا.

هڪ طرف فرقيوراڻا جذبا شدت اختيار ڪري رهيا هئا تہ ٻئي طرف انتظاميا ۾ هيٺائي پيدا ٿي رهي هئي. جيڪي يورپي نوڪرين ۾ هئا، انهن جو جيءُ ڪم ۾ نہ پيو لڳي. هاڻي انهن کي يقين ٿي ويو هو تہ تمام گهٽ وقت ۾ اقتدار هندستانين جي هٿ ڏانهن منتقل ٿي ويندو. اهڙيءَ طرح انهن کي هاڻي پنهنجي ڪم ۾ ڪا دلچسپي نہ رهي هئي ۽ صرف وقت گذاري رهيا هئا. اهي ماڻهن کي ڪلئي عام اهو چوندا هئا تہ انتظام جي ڪا بہ ذميواري انهن تي نہ آهي. ان جي ڪري ماڻهن ۾ وڌيڪ بيچيني ۽ بي اطميناني پکڙيءِ اعتماد ۾ گهٽتائي ايندي وئي.

حالتن ۾ وڌيڪ ڳڙ خرابي انتظامي مجلس جي اندر ڪانگريس ۽ ليگ جي وچ ۾ تعلطل جي ڪري پيدا ٿي رهي هئي. مرڪزي حڪومت مفلوج ٿي وئي هئي. ڇو تہ انتظامي مجلس جا ميمبر هڪٻئي جي ڇنڊاڇٽ ۾ مصروف هئا. ليگ ناڻي جي انچارج هئي. اهڙيءَ طرح هن وٽ انتظاميا جي چاٻي هئي. اها ڳالھ ياد هوندي تہ ائين صرف سردار پٽيل جي ڪري ٿيو هو، جيڪو داخلہ جو کاتو پاڻ وٽ رکڻ جي فڪر ۾ ناڻي جو کاتو ليگ کي ڏئي ويٺو. ناڻي جي کاتي ۾ تمام لائق ۽ پراڻا مسلمان آفيسر هئا

جيڪي لياقت عليءَ کي هر ممڪن مدد ڏئي رهيا هئا. انهن جي مشورن سان لياقت عليءَ کي انتظامي مجلس جي ڪانگريسي ميمبرن جي هر تجويز کي التوا ۾ وجهڻ يا رد ڪرڻ جو موقعو مليو. سردار پٽيل تي اهو انڪشاف ٿيو ته هو هوم ميمبر هو پر لياقت عليءَ جي منظوريءَ کان سواءِ هو هڪ پٽيوالي جي جڳهه به نه ڀيو ڪري سگهي. ڪائونسل جا ڪانگريسي ميمبر مشڪل ۾ هئا ۽ انهن جي سمجهه ۾ نه پيو اچي ته ڇا ڪن؟

مسلم ليگ کي ناڻي جو شعبو ڏيڻ جي اسان جي پنهنجي احمقاڻي ڪارروائيءَ جي نتيجي ۾ هڪ افسوسناڪ صورتحال پيدا ٿي وئي هئي. لارڊ مائونٽ بيٽن ان صورتحال جو مڪمل فائدو ورتو. ميمبرن جي وچ ۾ اختلافن سبب هن آهستي آهستي سڀ اختيار ميڙيا. في الحال هڪ آئيني گورنر جنرل جي صورت ته هن برقرار رکي پر اصل ۾ هن پنهنجو رستو ڪڍڻ لاءِ ڪانگريس ۽ مسلم ليگ وچ ۾ مصلحت جي ڪوشش شروع ڪئي ۽ ڪانگريس ۽ مسلم ليگ کي اهو باور ڪرائڻ جي ڪوشش ڪئي ته پاڪستان جو قيام اٽل هو. هن پاڪستان جي حمايت ۾ وڪالت ڪئي ۽ ان تصور جو ٻج انتظامي مجلس جي ڪانگريسي ميمبرن جي دماغ ۾ وڌو.

اهو تحرير ۾ آڻڻ ضروري آهي ته هندستان ۾ پهريون ماڻهو جيڪو لارڊ مائونٽ بيٽن جي ان خيال جي سحر ۾ گرفتار ٿيو، سردار پٽيل هو. شايد بلڪل آخر تائين، جناح لاءِ پاڪستان سودي بازيءَ جو هڪ ذريعو هو، پر پاڪستان جي جدوجهد ۾ هو پنهنجي حد کان اڳتي نڪري ويو هو. ان طرز عمل سردار پٽيل کي ايترو ناراض ۽ مشتعل ڪيو جو هاڻي هو ورهاڱي ۾ يقين رکڻ لڳو. مسلم ليگ کي ناڻي جو شعبو ڏيڻ جي ذميواري سردار جي هئي. ان ڪري لياقت عليءَ جي آڏو پنهنجي بيوسيءَ تي هن کي ٻين کان وڌيڪ غصو ايندو هو. جڏهن لارڊ مائونٽ بيٽن تجويز ڪيو ته موجوده ڏکيائيءَ جو حل ورهاڱو آهي ته هن ڏٺو ته، سردار پٽيل جو ذهن ان کي جلدي قبول ڪرڻ جي لاءِ تيار هو.

حقيقت هي آهي ته، نقشي تي لارڊ مائونٽ بيٽن جي ظاهر ٿيڻ کان اڳ ئي سردار پٽيل پنجاهه سيڪڙو ورهاڱي جي حق ۾ هو. هن کي يقين ٿي ويو هو ته، مسلم ليگ سان گڏ ڪم نه ٿو ڪري سگهجي. هو کلئي عام اهو چوندو هو ته هن کي مسلم ليگ کان ڇوٽڪارو ملي سگهي ته هو هندستان جو هڪ ٽڪرو به قبول ڪرڻ لاءِ تيار آهي. شايد ان چوڻ ۾ ڪو وڌاءُ نه ٿيندو ته ولڀ ڀائي پٽيل ئي هندستان جي ورهاڱي جو باني هو.

لارڊ مائونٽ بيٽن انتهائي ذهين ماڻهو هو ۽ پنهنجي سيني هندستاني ساٿين جي ذهن کي پڙهڻ جي صلاحيت رکندو هو. هن جيئن ئي پٽيل کي پنهنجو نظريو قبول ڪرڻ

تي آماده ڏنو، هن سردار کي کٽڻ لاءِ پنهنجي شخصيت جو سچو سحر ۽ پنهنجي سڄي طاقت صرف ڪئي. پنهنجي نجي ڳالهه ٻولهه ۾ هو سردار کي اخروٽ چوندو هو، ٻاهران ڪَل تمام سخت پر هڪ دفعو کل لهي وڃي تہ اندر نرم گودو. ڪجهه وقت تي تفريحي موڊ ۾ هو مون کي ائين ئي چوندو هو تہ، هن اخروٽ سان ڳالهايو آهي ۽ اخروٽ هر سوال تي هن سان متفق ٿي ويو آهي.

سردار پٽيل کي قائل ڪرڻ کان پوءِ لارڊ مائونٽ بيٽن جي ڌيان جو رخ جواهر لال ڏانهن مڙيو. پهرين جواهر لال ان خيال کي قبول ڪرڻ تي آماده نہ هو ۽ ورهاڱي جي تصور تي ردعمل جو اظهار ڪندو هو. لارڊ مائونٽ بيٽن ان وقت تائين لڳو رهيو جيستائين ڏاڪي بہ ڏاڪي جواهر لال جي مخالفت ختم نہ ٿي وئي. هندستان پهچڻ جي مهيني اندر جواهر لال جيڪو ورهاڱي جو سخت مخالف هو، جيڪڏهن ان جو حامي نہ بڻجي ويو تہ بہ گهٽ ۾ گهٽ ان تصور کي خاموشيءَ سان تسليم ڪرڻ تي تيار ٿي ويو.

مان اڪثر حيران ٿيندو آهيان تہ، جواهر لال تي پلا ڪهڙي نموني لارڊ مائونٽ بيٽن فتح حاصل ڪئي. هو هڪ اصول پسند انسان هو، پر هو جذباتي بہ هو ۽ ذاتي اثر کي گهڻو آسانيءَ سان قبول ڪندو هو. منهنجو خيال آهي تہ ان تبديليءَ لاءِ هڪ سبب جيڪو ذميوار قرار ڏئي سگهجي ٿو، اها ليڊي مائونٽ بيٽن جي شخصيت هئي. اها نہ صرف تمام گهڻو ذهين هئي پر هن جو مزاج بہ انتهائي پرڪشش ۽ دوستاڻو هو. پنهنجي مڙس کي هوءَ تمام گهڻو پسند ڪندي هئي ۽ گهڻن معاملن ۾ اهڙن ماڻهن لاءِ جيڪي پهرين هن جي مڙس سان متفق نہ ٿيندا هئا، هوءَ پنهنجي مڙس جي خيالن کي واضح ڪندي هئي.

هڪ ٻئي ماڻهوءَ تي بہ، جواهر لال ۾ ان تبديليءَ لاءِ ذميواري عائد ٿئي ٿي. هڪ هندستاني جنهن جو نالو ڪرشنا مينن هو، جيڪو ٽئين ڏهاڪي جي شروع ۾ لنڊن ۾ رهندو هو. جواهر لال سان ان جي ملاقات پهريون دفعو ٽئين ڏهاڪي جي آخر ۾ ٿي هئي ۽ ان جي شخصيت ۾ جواهر لال کي هڪ اهڙي ماڻهوءَ جو سراغ مليو هو جيڪو جواهر لال جي خيالن لاءِ زبردست تحسين جي دعويٰ ڪندو هو. اسان سڀ پنهنجي مداحن کي پسند ڪندا آهيون، پر جواهر لال انهن کي شايد ٻين کان وڌيڪ پسند ڪندو آهي.

ڪجهه عرصي کان پوءِ چوٿين ڏهاڪي جي شروع ۾ ليبر پارٽي هڪ وفد هندستان موڪليو. جنهن جي اڳواڻي مس ايلن ولڪنسن ڪري رهي هئي. ڪرشنا مينن بہ ان وفد سان گڏ هو ۽ هندستان آيو هو. هو لنڊن ۾ انڊيا ليگ جي سرگرمين ۾ دلچسپي وٺندو رهندو هو. ان دوران هن جو رابطو خاص طور تي انهن ماڻهن سان هو جيڪي ڪميونسٽ يا انهن جي ويجهو سمجهيا ويندا هئا. جڏهن جواهر لال ٻيهر

لندن ويو تہ ڪرشنا مينن پنهنجي تعلقاتن جي تجديد ڪئي ۽ جواهر لال لاءِ پهنجي وفاداريءَ جو هرهر اظهار ڪيو.

جڏهن جنگ شروع ٿي تہ، ڪرشنا مينن اها تجويز پيش ڪئي تہ ڪيس رقم مهيا ڪئي وڃي تہ جيئن هو هندستان جي طرفان لندن ۾ پروپيگنڊا جاري رکي سگهي. هٽلر جڏهن روس تي حملو ڪيو ان وقت لندن ۾ سوويت سفارتخاني سان هن جو رابطو قائم ٿيو. هن اسان ڏانهن ڪيترائي پيغام موڪليا تہ هو جواهر لال جي ذاتي نمائندي جي حيثيت سان سوويت سفير سان ملاقات ڪري رهيو هو. هندستان لاءِ دوستاڻا جذبا رکڻ وارن جي مدد حاصل ڪرڻ لاءِ هن ڪيترن ئي قسمن جون تجويزون موڪليون. هن اهڙيون اسڪيمون بہ ٻڌايون تہ ڪانگريس لاءِ رقم جو مطالبو ڪيو وڃي. جواهر لال ان ڪان متاثر هو ۽ هن مون کي درخواست ڪئي تہ ڪجھ رقم منظور ڪيان. مون ائين ئي ڪيو ۽ معاملو ورڪنگ ڪميٽيءَ جي آڏو پيش ڪيو.

گانڌي ۽ سردار پٽيل مون کي صاف چيو تہ، انهن کي منهنجو هي عمل پسند نہ آيو، پر مون خوش اعتماديءَ ۾ ڪرشنا مينن کي اها رقم ڏني هئي، تنهن ڪري اهي ڪجھ نہ چوندا. بهرحال انهن مون کي چيو تہ، هاڻي اڳتي ڪا بہ رقم نہ ڏيان. انهن اها نشاندهي ڪئي تہ، لندن ۾ ڪرشنا مينن جي باري ۾ راءِ جي لحاظ کان هندستاني صاف ٻن حلقن ۾ ورهايل هئا. هن جا ڪجھ حمايتي بہ هئا، پر مخالفن جو هڪ مضبوط حلقو بہ هو، جيڪو هن جي خلاف هر قسم جا الزام لڳائيندو هو. عام تاثر جيڪو مون کي مليو اهو هو تہ، هن جا طور طريقا شڪ ۽ شبهي کان بالاتر نہ هئا.

اهڙيءَ طرح مان هن تي پوري نموني ڀروسو نہ پيو ڪري سگهان. بعد جي ڪجھ واقعن ثابت ڪيو تہ، ڪرشنا مينن جي سلسلي ۾ گانڌي ۽ سردار جا شڪ صحيح هئا. فياضاڻي نظر سان ڏٺو وڃي تہ اهو چئي سگهجي ٿو تہ، هو ڀروسي جي قابل نہ هو ۽ عوامي رقم جي خرچ ڪرڻ جي معاملي ۾ گهٽ محتاط هو. گهڻا ماڻهو هن لاءِ وڌيڪ خراب راءِ رکندا هئا ۽ هن کي مٿان کان هيٺ تائين بي ايمان سمجهندا هئا.

جڏهن عبوري حڪومت جڙي چڪي تہ، جواهر لال ڪرشنا مينن کي لندن ۾ هاءِ ڪمشنر مقرر ڪرڻ چاهيو. لارڊ ويول راضي نہ ٿيو. برطانوي حڪومت بہ اها صلاح ڏني تہ ان جو تقرر مناسب نہ ٿيندو، ڇو تہ هو اشتراڪيت جو حامي سمجهيو ويندو هو. لارڊ ويول جي رخصت ٿيڻ کان پوءِ جلدي ڪرشنا مينن هندستان آيو ۽ جواهر لال سان گڏ رهيو. لارڊ مائونٽ بيٽن جلدي سمجهي ويو تہ جواهر لال ڪرشنا مينن جي معاملي ۾ ڪمزور واقع ٿيو آهي ۽ ان کان متاثر ٿي سگهي ٿو. لارڊ ويول ڪرشنا مينن جي تقرر جي مخالفت ڪئي هئي، پر لارڊ مائونٽ بيٽن هن جو سرپرست بڻجڻ جو فيصلو ڪيو ۽ ڪيترن ئي موقعن تي هن کي وائسراءِ هائوس گهرايو. ڪرشنا

مينن اشتراڪي لاڙو رکندو هو، پر جڏهن هن ڏٺو تہ مائونٽ بيٽن جو رويو ڏانهنس دوستاڻو آهي ۽ ڪو رتبو حاصل ڪرڻ ۾ ان جي مدد ڪري سگهي ٿو تہ، هو هڪ رات ۾ برطانيا نواز ٿي ويو. انگريزن لاءِ پنهنجي دوستاڻن جذبن جي ذريعي هن لارڊ مائونٽ بيٽن کي متاثر ڪيو. لارڊ مائونٽ بيٽن اهو سوچيو تہ هندستان جي ورهاڱي جي اسڪيم کي قبول ڪرڻ تي جواهر لال کي تيار ڪرڻ ۾ ڪرشنا مينن مددگار ثابت ٿيندو.

منهنجو يقين آهي تہ ان سوال تي ڪرشنا مينن جواهر لال جي ذهن کي متاثر ڪيو هوندو. اهڙيءَ طرح مون کي حيرت نہ ٿي جڏهن ڪجھ عرصي کان پوءِ مون اهو ٻڌو تہ جيڪڏهن جواهر لال ڪرشنا مينن کي لنڊن ۾ هاءِ ڪمشنر مقرر ڪرڻ چاهي ٿو تہ لارڊ مائونٽ بيٽن هن کي پنهنجو تعاون پيش ڪندو.

جڏهن مون کي خبر پئي تہ لارڊ مائونٽ بيٽن هندستان جي ورهاڱي جي باري ۾ سوچي رهيو آهي ۽ جواهر لال ۽ پٽيل کي بہ هن آماده ڪيو آهي تہ، مون تي شديد صدمي جي ڪيفيت طاري ٿي. مون سمجهو تہ ملڪ هڪ وڏي خطري ڏانهن وڌي رهيو آهي. مون کي پهرين بہ يقين هو ۽ اڄ بہ آهي تہ، هر نقطہ نظر کان ڪيبينيٽ مشن پلان اسان جي مسئلي جو بهترين حل هو. اهو هندستان جي وحدت جي حفاظت ڪري سگهي پيو ۽ ان هر فرقي کي اهو موقعو فراهم ڪيو هو تہ، عزت ۽ آزاديءَ سان ڪم ڪري سگهي. ايستائين جو فرقيوراڻي نقطہ نظر کان بہ مسلمان ان کان بهتر ڪجھ وڌيڪ ملڻ جي توقع نہ پيا ڪري سگهن. جن صوبن ۾ انهن جي اڪثريت هوندي، انهن صوبن ۾ انهن کي مڪمل اندروني خودمختياري هوندي. مرڪز ۾ بہ انهن جي جيتري نمائندگي هئڻ گهرجي، ان کان وڌيڪ هجي ها. جيستائين فرقيوراڻيون رقابتون ۽ شڪ باقي رهندا، انهن جي حيثيت جو مناسب تحفظ ٿيندو رهندو.

مون کي ان ڳالھ جو بہ يقين هو تہ، جيڪڏهن آزاد هندستان جو آئين ان بنياد تي جوڙيو ويو ۽ ڪجھ عرصي تائين ايمانداريءَ سان ان تي عمل ٿيندو رهيو تہ جلدي فرقيوراڻا شڪ ۽ بدگمانيون ختم ٿينديون وينديون. ملڪ جو اصل مسئلو معاشي هو، فرقيواريت نہ! اختلاف طبقن ۾ هئا، گروهن ۾ نہ. هڪ دفعو ملڪ آزاد ٿي وڃي تہ هندو، مسلمان، سک سڀ انهن مسئلن جي حقيقي نوعيت کي سمجهي سگهندا، جن ۾ هو ورتل آهن ۽ فرقيوراڻا اختلاف ختم ڪيا ويندا.

مون پنهنجي ٻنهي ساٿين کي اهو سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي تہ، ڪابہ آخري وک نہ کڻن، پر مون ڏٺو تہ سردار پٽيل ورهاڱي جو ان حد تائين حامي هو جو ڪنهن ٻئي نقطہ نظر کي ٻڌڻ لاءِ ئي مشڪل سان تيار ٿيندو هو. مون ٻن ڪلاڪن کان وڌيڪ انهن سان بحث ڪيو. مون اها نشاندهي ڪئي تہ جيڪڏهن اسان ورهاڱي کي قبول

ڪيو تہ اسان هندستان لاءِ هڪ مستقل مسئلو پيدا ڪنداسين. ورهاڱو فرقيوراڻي مسئلي کي حل نہ ڪندو، پر ان کي ملڪ جي هڪ مستقل خاصيت بڻائيندو. جناح ٻن قومن جو نعرو بلندو ڪيو هو. ورهاڱي کي قبول ڪرڻ ان نعري کي قبول ڪرڻ جي برابر هو. ڪانگريس ڪڏهن بہ هندن ۽ مسلمانن جي بنياد تي ملڪ جي ورهاڱي جي حمايت ڪيئن ڪري سگهي ٿي. فرقيوراڻن خدشن کي ختم ڪرڻ بجاءِ فرقيوراڻي نفرت تي ٻڌل ٻہ رياستون قائم ڪري، ورهاڱو انهن خدشن کي هميشہ لاءِ قائم رکندو. هڪ دفعو نفرتن تي ٻڌل رياستون وجود ۾ اچي ويون تہ ڪو بہ نہ ٿو چاٽي تہ صورتحال اسان کي ڪيڏانهن وٺي ويندي.

مون کي عجب بہ ٿيو تہ تڪليف بہ، جڏهن جواب ۾ پٽيل چيو، اسان کي اهو پسند هجي نہ هجي، هندستان ۾ بهرحال ٻہ قومون آهن. هاڻي هن کي يقين هو تہ مسلمانن ۽ هندن کي متحد ڪري هڪ قوم نہ ٿو بڻائي سگهجي. هاڻي ڪا بہ صورت نہ هئي سواءِ ان جي تہ اها حقيقت تسليم ڪئي وڃي. صرف ان ئي طريقي سان اسان هندن ۽ مسلمانن ۾ اهو جهڳڙو ختم ڪري سگهون ٿا. هن وڌيڪ چيو تہ، جيڪڏهن ٻہ پائر گڏ نہ رهي سگهن تہ جدا ٿي ويندا آهن. پنهنجي پنهنجي حصي سان الڳ ٿيڻ کان پوءِ اهي دوست بڻجي ويندا آهن. ان جي ابتڙ جيڪڏهن انهن کي زبردستي گڏ رکيو وڃي تہ، اهي هر روز لڙائيءَ لاءِ سندرو ٻڌي بيهندا آهن. هر روز جي بڪ بڪ کان تہ اهو ئي بهتر آهي تہ هڪ دفعو ديانتداريءَ سان لڙائي ڪري الڳ ٿجي. مون کي حيرت ٿي تہ، پٽيل هاڻي ٻہ قومي نظرئي جو جناح کان بہ وڌو حامي هو. ورهاڱي جو عَلَم جناح بلند ڪيو هو، پر هاڻي اصل عَلَمبردار پٽيل هو.

هاڻي مان جواهر لال ڏانهن مڙيس. اهو ان نموني ورهاڱي جي حمايت ۾ نہ ڳالهائيندو هو، جهڙي نموني پٽيل ڳالهائيندو هو. اصل ۾ هو سمجهي پيو تہ پنهنجي نوعيت جي لحاظ کان ورهاڱو غلط هو. بهرحال ليگي ميمبرن جي طور طريقي جو تجربو حاصل ڪرڻ کانپوءِ هاڻي هو اشتراڪي عمل جي سيني اميدن کان مايوس ٿي وينو هو. ڪنهن بہ سوال تي هو هم خيال نہ پيو ٿي سگهي. روزانو انهن ۾ جهڳڙو ٿيندو هو. مايوسيءَ جي عالم ۾ جواهر لال مون کان پڇيو تہ، ورهاڱو قبول ڪرڻ کان سواءِ هاڻي ڪهڙو رستو آهي؟

جواهر لال مون سان ڏک ڀرئي انداز ۾ ڳالهہ ڪئي، پر مون پنهنجي ذهن ۾ ان بابت ڪو بہ شڪ باقي رهڻ نہ ڏنو تہ هن جو پنهنجو دماغ ڪهڙي نموني ڪم ڪري رهيو آهي. اهو صاف هو تہ ورهاڱي جي تصور سان پنهنجي نفرت جي باوجود هو روزانو ان ئي نتيجي تي پهچي رهيو هو تہ ڪا ٻي صورت ممڪن نہ آهي. هو چاٽي پيو تہ ورهاڱو مسئلي جو بهترين حل نہ آهي، ۽ حقيقت بہ هي آهي تہ قطعي طور تي اهو هڪ سٺو حل نہ

هو. پر هن جو خيال هو تہ حالتون اٿر نموني اوڏانهن وڌي رهيون آهن.

ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ جواهر لال وري مون سان ملاقات لاءِ آيو. هن هڪ ڊگهي تعارف سان شروعات ڪئي، جنهن ۾ هن ان تي زور ڏنو تہ اسان کي خوش خياليءَ ۾ مبتلا نہ هئڻ گهرجي. پر حقيقت کي منهن ڏيڻ گهرجي. آخر ڪار هو اصل مطلب تي آيو ۽ مون کي چيائين تہ، ورهاڱي جي مخالفت ختم ڪيان. هن چيو تہ اهو اٿر هو ۽ عقلمندي ان ۾ آهي تہ جيڪو ڪجهہ ٿيڻ وارو آهي. ان جي مخالفت نہ ڪئي وڃي. هن اهو بہ چيو تہ، منهنجي لاءِ اها دانشمنديءَ جي ڳالهہ نہ هوندي تہ ان مسئلي تي لارڊ مائونٽ بيٽن جي مخالفت ڪئي وڃي.

مون جواهر لال کي ٻڌايو تہ، مان هن جي خيالن کي قبول نہ ڪري سگهندس. مون گهڻي صفائيءَ سان اها ڳالهہ ڏني تہ اسان هڪ ٻئي کان پوءِ غلط فيصلا ڪري رهيا آهيون. اسان پنهنجن غلطين کي سڌارڻ بجاءِ هڪ ڌٻڻ ۾ گهرائيءَ تائين ڦاسي رهيا آهيون. مسلم ليگ ڪيبينيٽ مشن پلان منظور ڪيو هو ۽ هندستان جي مسئلي جو هڪ اطمينان بخش حل نظر اچي رهيو هو. اها ئي اها منزل هئي جنهن تي بمبئيءَ جي هڪ پريس ڪانفرنس ۾ جواهر لال پنهنجو ڪميٽائپ وارو اعلان ڪيو هو. جڏهن ڪانگريس جي صدر جي حيثيت سان هن اهو اعلان ڪيو تہ، ڪانگريس دستور ساز اسيمبليءَ ۾ شرڪت کان سواءِ ٻيو ڪجهہ منظور نہ ڪيو هو تہ هن جناح کي اهو موقعو ڏنو تہ، هو ڪيبينيٽ مشن پلان مان پنهنجي اڳين حيثيت کان دستبردار ٿي وڃي.

مون اهو دنيل ڏنو تہ، اسان کان ٻي غلطي ان وقت ٿي جڏهن لارڊ ويول اهو تجويز ڪيو تہ داخلہ جو کاتو مسلم ليگ کي ڏنو وڃي. اهو اسان جي لاءِ ناقابل عبور مشڪل جو سبب نہ بڻجي ها. پر پٽيل ان کاتي کي پاڻ وٽ رکڻ جو اصرار ڪيو. ان ڪري اسان پاڻ ناڻي جو کاتو مسلم ليگ کي ڏنو. اسان جي موجوده ڏکيائين جو سبب اهو ئي هو. هاڻي اهڙي صورتحال پيدا ٿي جنهن ۾ اسان ورهاڱي بابت جناح جا سڀ کان وڏا حامي بڻجي رهيا هئاسين. مون جواهر لال کي چيو تہ، جيڪڏهن اسان ورهاڱي تي رضامند ٿي وياسين تہ تاريخ اسان کي ڪڏهن بہ معاف نہ ڪندي. فيصلو اهو ڪيو ويندو تہ، هندستان کي مسلم ليگ نہ پر ڪانگريس ورهايو هو.

هاڻي جڏهن سردار پٽيل ۽ ايستائين جو جواهر لال بہ ورهاڱي جو حامي بڻجي ويو هو. گانڌي ئي منهنجي اڪيلي اميد رهجي ويو هو. ان ئي دوران گانڌي پٽنہ ۾ رهيل هو. ان کان اڳ هن ڪجهہ مهينا نواکاليءَ ۾ گذاريا هئا، جتي مقامي مسلمانن تي هن گهرو اٿر وڌو هو ۽ هندو مسلم اتحاد جي هڪ نئين فضا پيدا ڪئي. اسان کي توقع هئي تہ لارڊ مائونٽ بيٽن سان ملاقات جي لاءِ هو دهليءَ ايندو ۽ هو 31 مارچ تي اچي ويو. مان جلدي هن سان ملڻ ويس ۽ بلڪل هن جو پهريون جملو هي هو تہ، "ورهاڱو هاڻي خطرو بڻجي

چڪو آهي. ائين لڳي ٿو تہ ولڀڀائيءَ ايستائين جو جواهر لال بہ هٿيار ڦٽا ڪيا آهن. هاڻي توهان ڇا ڪندا؟ توهان منهنجو ساٿ ڏيندا يا توهان بہ بدلجي چڪا آهيو؟"

مون جواب ڏنو: "مان ورهاڱي جي خلاف هئس ۽ هاڻي بہ آهيان، ورهاڱي لاءِ منهنجي مخالفت جيتري شديد اڄ آهي، ايتري ڪڏهن بہ نہ رهي آهي. بهرحال مان اهو ڏسي پريشان آهيان تہ جواهر لال ۽ پٽيل شڪست تسليم ڪئي آهي ۽ منهنجي اڪيلي اميد هاڻي توهان ۾ آهي. جيڪڏهن توهان ورهاڱي جي خلاف اٿي بيهندا تہ اسان اڃا بہ صورتحال کي سنڀالي سگهون ٿا. پر جيڪڏهن بہ توهان چپ چاپ ۾ رهيا تہ مون کي خوف آهي تہ، هندستان برباد ٿي ويندو."

گانڌي ڳالهايو. "اها ڪا پڇڻ جي ڳالهہ آهي، جيڪڏهن ڪانگريس ورهاڱي کي منظور ڪرڻ چاهي ٿي تہ ائين منهنجي لاش تي ئي ٿي سگهندو. جيستائين مان جيئرو آهيان هندستان جي ورهاڱي کي ڪڏهن بہ تسليم نہ ڪندس. نہ ئي مان، جيڪڏهن مون کان اهو ٿي سگهيو، ڪانگريس کي رضامنديءَ جي اجازت ڏيندس."

ان ئي ڏينهن بعد ۾ گانڌي لارڊ مائونٽ بيٽن سان مليو. هو ٻئي ڏينهن بہ ان سان مليو ۽ وري هڪ دفعو 2 اپريل تي مليو. لارڊ مائونٽ بيٽن سان پنهنجي پهرين ملاقات کان پوءِ پٽيل گانڌيءَ ڏانهن آيو ۽ ٻن ڪلاڪن کان وڌيڪ اڪيلائيءَ ۾ هن سان ڳالهائيندو رهيو. مون کي خبر نہ آهي تہ، ان ميٽنگ دوران ڇا ٿيو؟ پر مان جڏهن پيهر گانڌيءَ سان مليس تہ مون کي اهو ڏسي پنهنجي زندگيءَ جو سڀ کان وڏو ڌڪو لڳو تہ هو هاڻي بدلجي چڪو آهي. هو اڃا تائين کليل نموني ورهاڱي جي حق ۾ نہ هو، پر هاڻي هو پهرين واري شدت سان ان جي خلاف نہ ڳالهائي رهيو هو. ان کان بہ وڌيڪ حيران ۽ پريشان ان ڳالهہ ڪيو تہ، هو اهي ئي دليل دهرائي رهيو هو. جنهن جو استعمال سردار پٽيل پهرين ڪري چڪو هو. ٻن ڪلاڪن کان وڌيڪ مون هن سان بحث ڪيو، پر مان ان تي ڪو بہ اثر نہ وجهي سگهيس.

مايوس ٿي مون چيو: جيڪڏهن توهان بہ انهن خيالن کي اختيار ڪري چڪا آهيو تہ مون کي هندستان کي تباهيءَ کان بچائڻ جي ڪا بہ اميد نظر نہ ٿي اچي.

گانڌي منهنجي ان ڳالهہ جو ڪو بہ جواب نہ ڏنو، پر اهو چيو تہ هو پهرين ئي اهو تجويز ڪري چڪو آهي تہ اسان جناح کي حڪومت ناهڻ ۽ ڪابينہ جي ميمبرن کي چونڊڻ جي درخواست ڪيون. هن چيو تہ، لارڊ مائونٽ بيٽن سان هو بہ ان جو ذڪر ڪري چڪو هو ۽ هو ان خيال مان گهڻو متاثر ٿيو هو.

مان ڄاڻان پيو تہ ائين ٿي چڪو آهي. جڏهن گانڌيءَ سان ان ڳالهہ ٻولهہ جي ٻئي ڏينهن مان لارڊ مائونٽ بيٽن سان مليس تہ هن مون کي ٻڌايو تہ جيڪڏهن ڪانگريس گانڌيءَ جي تجويز مڃي وٺي تہ هاڻي بہ ورهاڱي کان بچي سگهجي ٿو. لارڊ

مائونٽ بيٽن انهيءَ سان متفق هو تہ ڪانگريس بطرفان ان قسم جي پيشڪش مسلم ليگ کي قائل ڪري وٺندي ۽ شايد جناح جو اعتماد بہ حاصل ٿي ويندو. بدقسمتيءَ سان اها ڳالھ اڳتي نہ وڌي سگھي، ڇو تہ جواهر لال ۽ سردار پٽيل ان جي شدت سان ان جي مخالفت ڪئي. اصل ۾ هنن گانڌيءَ کي تجويز واپس وٺڻ تي مجبور ڪيو.

گانڌيءَ مون کي اها ڳالھ ياد ڏياري ۽ چيو تہ، هاڻي صورتحال اهڙي هئي جو ورهاڱو اٽر ڏسڻ ۾ اچي پيو. صرف هڪ سوال جنهن جو فيصلو ڪرڻو هو تہ ورهاڱي جي شڪل ڪهڙي هئڻ گهرجي. اهو ئي اهو سوال هو جنهن تي هاڻي گانڌيءَ جي ڪيمپ ۾ ڏينهن رات بحث جاري هو.

مون سڄي معاملي تي گهرائيءَ سان غور ڪيو. اهو ڪيئن ٿيو تہ، گانڌيءَ بہ ايترو جلد پنهنجي راءِ بدلائي ۽ منهنجو اندازو هي آهي تہ اهو سردار پٽيل جي اثر جي ڪري ٿيو. پٽيل کلئي عام اهو چوندو هو تہ ورهاڱي کان سواءِ ڪوبہ چارو نہ آهي. تجربي ڏيکاريو تہ مسلم ليگ سان ڪم ڪرڻ ناممڪن هو. هڪ ٻي مصلحت گهٽو ڪري سردار پٽيل جي حق ۾ وڃي پئي. لارڊ مائونٽ بيٽن اهو دليل ڏنو هو تہ ڪانگريس هڪ ڪمزور مرڪز تي صرف ان ڪري رضامند ٿي وئي تہ، جيئن ليگ جي اعتراض جو جواب ڏئي سگهي. صوبن کي ان ڪري مڪمل صوبائي خودمختياري ڏني وئي. پر هڪ اهڙي ملڪ ۾ جيڪو بولي، فرقي ۽ ثقافت جي بنياد تي ايترو ورهايل هجي، ڪمزور مرڪز لازمي طور تي علحدگي پسند لاڙن کي مضبوط ڪندو. جيڪڏهن مسلم ليگ نہ هجي ها تہ هڪ مضبوط مرڪزي حڪومت جو منصوبو جوڙي سگهون ها ۽ هڪ اهڙو آئين تيار ڪري سگهون ها جيڪو هندستاني اتحاد جي نقطہ نظر کان پسنديده هجي.

لارڊ مائونٽ بيٽن اها صلاح ڏني تہ بهتر هي ٿيندو تہ اتر اولھ ۽ اتر اوڀر ۾ ڪجھ ننڍا ٽڪرا ڏنا وڃن ۽ پوءِ هڪ مضبوط ۽ مستحڪم هندستان جي تعمير ڪئي وڃي. سردار پٽيل ان دليل کان متاثر ٿيو هو تہ مسلم ليگ سان تعاون هندستاني اتحاد ۽ طاقت کي خطري ۾ وجهي ڇڏيندو. مون کي ائين لڳي پيو تہ، انهن دليلن سردار پٽيل کي ئي نہ پر جواهر لال کي بہ متاثر ڪيو هو. اهي ئي دليل جڏهن سردار پٽيل ۽ لارڊ مائونٽ بيٽن جي ذريعي ورجايا ويا تہ گانڌيءَ جي ورهاڱي جي مخالفت بہ ڪمزور پئجي وئي.

منهنجي ڪوشش شروع کان آخر تائين اها رهي هئي تہ مان ڪيبينيٽ مشن جي باري ۾ لارڊ مائونٽ بيٽن کي هڪ اٽل موقف اختيار ڪرڻ تي مائل ڪيان. جيستائين گانڌيءَ جو بہ اهو ئي خيال رهيو، مان نااميد نہ ٿيس. هاڻي گانڌيءَ جو طرز فڪر تبديل ٿي ويو تہ مون اهو سمجهيو تہ لارڊ مائونٽ بيٽن منهنجي تجويز سان اتفاق نہ ڪندو. اهو بہ ممڪن آهي تہ لارڊ مائونٽ بيٽن ڪيبينيٽ پلان جي سلسلي ۾ ايترا شديد

احساس نہ رکندو هجي، ڇو تہ اهو پلان هن جي ذهن جي پيداوار نہ هو. هو تاريخ ۾ هڪ اهڙي ماڻهوءَ جي طور تي ياد ڪيو وڃڻ چاهي پيو جنهن هندستان جو مسئلو حل ڪيو هو. جيڪڏهن اهو حل هن جي جوڙيل منصوبي جي مطابق هجي تہ هن کي اجا وڌيڪ داد ملي ها. ان ڪري اها ڳالھ تعجب واري نہ آهي تہ، جيئن ئي هن ڪيبينيٽ پلان جي مخالفت ٿيندي ڏٺي، هن پنهنجي خيالن مطابق جوڙيل ورهاڱي جو هڪ نئون منصوبو ان جي متبادل جي طور تي پيش ڪرڻ چاهيو.

هاڻي ائين لڳي پيو تہ، ماڻهو عام طور تي ورهاڱي تي راضي آهن. بنگال ۽ پنجاب جي سوال هڪ نئين اهميت حاصل ڪئي. لارڊ مائونٽ بيٽن چيو تہ، ورهاڱو اصل ۾ مسلم اڪثريتي علائقن جي بنياد تي ٿيو آهي ۽ بنگال ۽ پنجاب ٻنهي ۾ اهڙا علائقا آهن، جتي مسلمان واضح طور تي اقليت ۾ آهن. ان ڪري انهن صوبن کي بہ ورهائڻ گهرجي. پر هن ڪانگريس اڳواڻن کي اهو مشورو بہ ڏنو تہ في الحال اهو سوال نہ اٿارين ۽ انهن کي يقين ڏياريو تہ جڏهن مناسب وقت ايندو تہ پاڻ ئي ان سوال کي اٿاريندو.

گانڌيءَ جي پٽنہ روانو ٿيڻ کان پهرين، مون کيس هڪ آخري اپيل ڪئي. مون هن سان اهو بحث ڪيو تہ، موجوده صورتحال کي بہ ورهيہ ائين ئي جاري رکي سگهجي ٿو. عملي طور تي اقتدار پهرين ئي هندستاني هٿن ۾ هو ۽ جيڪڏهن اقتدار جي قانوني منتقلي ٻن ورهين لاءِ ٽاري وئي تہ ان سان ڪانگريس کي ۽ ليگ کي اهو موقعو ملي سگهي ٿو تہ پاڻ ۾ ڪو سمجهوتو ڪن. خود گانڌيءَ ڪجھ مهينا اڳ تجويز ڪيو هو تہ مون هن کي ياد ڏياريو هو تہ ٻن ورهين جو عرصو ڪنهن قوم جي تاريخ ۾ ڪو گهڻو نہ هوندو آهي. جيڪڏهن اسان بہ ورهيہ انتظار ڪيو تہ مسلم ليگ مفاهمت تي مجبور ٿي ويندي. مان سمجهان پيو تہ هاڻي فيصلو ڪيو ويو تہ ورهاڱو اٽر ٿيندو، پر هڪ يا ٻن ورهين کان پوءِ ڪو بهتر حل نڪري سگهي ٿو. گانڌيءَ منهنجي تجويز کي رد نہ ڪيو، پر ان لاءِ ڪنهن پرجوش دلچسپيءَ جو اشارو بہ هن نہ ڪيو.

ان وقت تائين لارڊ مائونٽ بيٽن هندستان جي ورهاڱي لاءِ پاڻ پنهنجو تجويزون جوڙي چڪو هو. هاڻي هن اهو فيصلو ڪيو تہ، برطانوي حڪومت سان ڳالھ ٻولھ لاءِ هو لنڊن ويندو ۽ پنهنجي تجويزن جي سلسلي ۾ ان جي منظوري حاصل ڪندو. هو سمجهي پيو تہ هو پنهنجي تجويزن لاءِ قدامت پسندن (Conservatives) جي تائيد حاصل ڪري وٺندو. قدامت پسند ڪيبنيٽ مشن پلان جي مخالفت خاص ڪري ان بنياد تي ڪئي هئي تہ هن هندستان جي ورهاڱي لاءِ مسلم ليگ جو مطالبو پورو نہ ڪيو هو. هاڻي جڏهن مائونٽ بيٽن جي تجويز ملڪ جي ورهاڱي تي ٻڌل هئي تہ مسٽر چرچل کان تائيد جي توقع فطري هئي.

4 مئي تي جڏهن ورڪنگ ڪميٽيءَ پنهنجو اجلاس مڪمل ڪيو، ان کان پوءِ

مان شملہ هليو ويس. ڪجھ ڏينهن ڪان پوءِ مائونٽ بيٽن بہ اچي ويو. لنڊن لاءِ روانگيءَ کان اڳ ۾ هو ٿورو آرام ڪرڻ چاهي پيو. هن جو ارادو 15 مئي تي دهلي واپس وڃڻ ۽ پوءِ 18 تاريخ تي لنڊن لاءِ روانو ٿيڻ جو هو. مون سوچيو تہ، ڪيبينٽ مشن پلان کي بچائڻ جي هڪ آخري ڪوشش ڪندس. اهڙيءَ طرح 14 مئي جي رات جو وائسريگل لاج ۾ مون هن سان ملاقات ڪئي.

اسان هڪ ڪلاڪ کان وڌيڪ دير تائين ڳالهايو. مون هن کي گذارش ڪئي تہ ڪيبينٽ مشن پلان جي تجويز کي دفن نہ ڪري. مون هن کي چيو تہ، اسان کي صبر کان ڪم وٺڻ گهرجي، ڇو تہ اڃا بہ اها اميد باقي هئي تہ پلان ڪامياب ٿيندو. جيڪڏهن اسان تڪڙ ڪئي ۽ ورهاڱي کي قبول ڪيو تہ اسان هندستان کي هڪ مستقل نقصان پهچائينداسين. هڪ دفعو جيڪڏهن ملڪ ورهائجي ويو تہ ڪو بہ اندازو نہ ٿو ڪري سگهي تہ ان جا نتيجا ڪهڙا نڪرندا ۽ پوءِ واپسيءَ جو ڪو بہ امڪان نہ هوندو.

مون لارڊ مائونٽ بيٽن کي اهو بہ ٻڌايو تہ مسٽر ايٽلي ۽ ان جا ساٿي سولائيءَ سان ان منصوبي تان دستبردار نہ ٿيندا، جنهن کي هنن پاڻ ايتري محنت کان پوءِ جوڙيو هو. جيڪڏهن لارڊ مائونٽ بيٽن بہ راضي ٿي ويو ۽ محتاط رهڻ جي ضرورت تي زور ڏنو تہ ڪابينہ گهٽو ڪري ان تي اعتراض نہ ڪندي. اڃا تائين اهو اصرار ڪانگريس ئي ڪندي رهي هئي تہ هندستان کي جلدي آزاد ڪرڻ گهرجي. ۽ هاڻي ڪانگريس ئي اهو چئي پئي تہ رياستي مسئلي جو حل هڪ ٻن ورهين لاءِ ٽاريو وڃي. بيشڪ انگريز جيڪڏهن ڪانگريس جي درخواست مڃين ها تہ ڪو بہ انهن کي الزام نہ ڏئي سگهي ها.

مون لارڊ مائونٽ بيٽن جو ڌيان ان سوال جي هڪ ٻئي پهلوءَ ڏانهن ڇڪايو. انگريزن جيڪڏهن تڪڙ کان ڪم ورتو تہ غيرجانبدار اهل نظر فطري طور تي اهو نتيجو ڪڍندا تہ انگريزن هندستانين کي اهڙين حالتن ۾ آزادي ڏني جڏهن اهي ان واقعي جو پورو فائدو وٺڻ کان قاصر هئا، هندستانين جي خواهش خلاف زور ڏيڻ ۽ ورهاڱو ڪرڻ اهو ئي شڪ پيدا ڪندو تہ انگريزن جون نيتون صاف نہ هيون.

لارڊ مائونٽ بيٽن مون کي يقين ڏياريو تہ، برطانوي ڪابينہ جي آڏو هو صورتحال جي مڪمل ۽ سچي تصوير رکندو. پوين ٻن مهينن ۾ هن جيڪو ڪجھ ڏٺو ۽ ٻڌو هو، ايمانداريءَ سان ان جو ئي بيان ڪندو. هو برطانوي ڪابينہ کي اهو ٻڌائيندو تہ ڪانگريس جو هڪ اهم حلقو اهڙو بہ آهي، جيڪو هڪ ٻن ورهين لاءِ فيصلو ملتوي ڪرائڻ چاهي ٿو. هن مون کي يقين ڏياريو تہ هو مسٽر ايٽلي ۽ سر اسٽيفرڊ ڪرپس کي ٻڌائيندو تہ ان معاملي ۾ منهنجا خيال ڪهڙا آهن. ڪنهن آخري فيصلي تي پهچڻ کان اڳ برطانوي حڪومت پنهنجي اڳيان اهو سڄو مواد رکندي.

مون لارڊ مائونٽ بيٽن کي هي بہ چيو تہ، هو ملڪ جي ورهاڱي جي ممڪن نتيجن کي بہ ذهن ۾ رکي. ورهاڱي کان سواءِ بہ ڪلڪتي، نواکالي، بهار، بمبئي ۽ پنجاب ۾ فساد ٿيا هئا. هندن مسلمانن تي حملا ڪيا هئا ۽ مسلمانن هندن تي حملا ڪيا هئا. جيڪڏهن اهڙي قسم جي ماحول ۾ ملڪ جو ورهاڱو ڪيو ويو تہ ملڪ جي مختلف حصن ۾ رت جو درياءُ وهي ويندو ۽ خون خرابي جي ذميواري انگريزن تي عائد ٿيندي.

هڪ لمحي جي ڍرڪ کان سواءِ مائونٽ بيٽن جواب ڏنو، ”گهٽ ۾ گهٽ ان سوال تي مان پورو يقين ڏياريندس. مان اهو ڏسندس تہ ڪو بہ خون خرابو ۽ فساد نہ ٿيڻ گهرجي. مان هڪ سپاهي آهيان، عام شهري نہ. هڪ دفعو اصولي سطح تي ورهاڱي کي قبول ڪيو ويو تہ مان ان سلسلي ۾ حڪم جاري ڪندس تہ ملڪ ۾ ڪٿي بہ فرقيوراڻا فساد نہ ٿيڻ گهرجن. جيڪڏهن ٿوري بہ شورش ٿي تہ مان اهڙا طريقا اختيار ڪندس تہ ان کي جلدي دٻايو وڃي. مان تہ هٿياربند پوليس جو استعمال بہ نہ ڪندس. مان سڌو سنئون زميني ۽ هوائي فوج جي مداخلت جو حڪم ڏيندس ۽ ڪو بہ ماٺهو جيڪو شرارت تي آماده هجي، ان جي خاتمي لاءِ ٽئنڪن ۽ جهازن جو استعمال ڪندس.“

مائونٽ بيٽن مون تي اهو تاثر قائم ڪيو تہ هو ورهاڱي جي ڪا واضح تصوير ڪٿي لنڊن نہ وچي رهيو آهي، نئي ڪينبيٽ مشن پلان تان هن مڪمل طور تي هٿ ڌوتا آهن. پوءِ جي واقعن صورتحال جي باري ۾ منهنجو پنهنجو اندازو بدلائڻ تي مجبور ڪيو. هن جيڪو طرز عمل ان کان پوءِ اختيار ڪيو، ان تي منهنجو يقين ٿي ويو تہ هو پنهنجو ذهن پهرين ئي ناهي چڪو هو ۽ هاڻي لنڊن وڃي رهيو هو تہ جيئن برطانوي ڪابينہ کي پنهنجو ورهاڱي جو منصوبو قبول ڪرڻ جي ترغيب ڏئي. هن جي ڳالهين جو مقصد صرف هي هو تہ منهنجا شڪ ختم ٿي وڃن ۽ جيڪو ڪجهہ هو مون کي چئي رهيو هو، ان ۾ خود هن جو يقين نہ هو.

لارڊ مائونٽ بيٽن جي بهادراڻي اعلان جو انجام آڏو آيو. ان جي سڄي دنيا کي خبر آهي. ورهاڱي جي عمل ۾ اچڻ تي ملڪ جي وسيع حصن ۾ رت جا درياءَ وهي ويا. بي گناه مردن، عورتن ۽ ٻارن کي موت جي ننڊ سمهاريو ويو. هندستاني فوج ورهائي وئي ۽ بي گناه هندن ۽ مسلمانن جو قتل روڪڻ لاءِ ڪجهہ نہ ٿي سگهيو.

# هڪ خواب جي پڄاڻي

مون کي هڪ ڪمزور اميد هئي تہ ليبر ڪابينہ ڪيبنيٽ مشن پلان جي نامنظوريءَ کي سولائيءَ سان قبول نہ ڪندي. ڪابينہ جي ٽن ميمبرن ان کي جوڙيو هو، جيڪي ليبر حڪومت جا بہ اهم ميمبر هئا. اهو صحيح آهي تہ ان وقت تائين لارڊ پيٿڪ لارنس هندستان لاءِ سيڪريٽري آف اسٽيٽ جي عهدي تان استعيفيٰ ڏئي چڪو هو، پر سر سٽيفرڊ ڪرپس ۽ مسٽر اليگزينڊر اڃا تائين برطانوي ڪابينہ جا ميمبر هئا. اهڙيءَ طرح مون کي اميد هئي تہ ان پلان کي بچائڻ جي اهي آخري ڪوشش ڪندا. ان ڪري مون کي افسوس ٿيو جڏهن مون اهو ٻڌو تہ مائونٽ بيٽن جي لنڊن پهچڻ کان پوءِ جلدي برطانوي ڪابينہ ان جي تجويز ڪيل اسڪيم منظور ڪئي هئي.

لارڊ مائونٽ بيٽن پلان جو تفصيل اڃا شايع نہ ڪيو هو، پر مون کي خبر هئي تہ سندس ذهن ۾ هندستان جو ورهاڱو آهي. 30 مئي تي هو دهلي واپس آيو ۽ 2 جون تي هن ڪانگريس ۽ مسلم ليگ جي نمائندن سان ڳالهہ ٻولهہ ڪئي. 3 جون تي هڪ اڇو ڇپو جاري ڪيو ويو، جنهن ۾ پلان جو سڄو تفصيل ڏنو ويو هو. برطانوي حڪومت جو بيان ضميمي 5 ۾ موجود آهي ۽ مون کي بس ايترو ئي چوڻو آهي تہ، منهنجا بدترين انديشا صحيح ثابت ٿيا. تلافيءَ جو واحد وسيلو اهو اقرار نامو هو تہ 30 جون 1948ع تائين اقتدار هندستاني هٿن ڏانهن منتقل ڪيو ويندو. پر اهو اعلان مسٽر ايٽلي جي ذريعي پهرين ئي ڪيو ويو هو ۽ ان ۾ ڪا نئين ڳالهہ شامل نہ ڪئي وئي هئي. آزاديءَ جي قيمت ٻن رياستن ۾ هندستان جو ورهاڱو هو.

ان بيان جي اشاعت جو مطلب هندستان جي اتحاد جي حفاظت سان لاڳاپيل سيني اميدن جو خاتمو هو. ائين پهريون دفعو ٿيو هو تہ ڪيبنيٽ مشن پلان کي الڳ ڪيو ويو ۽ ورهاڱي کي سرڪاري سطح تي قبول ڪيو ويو. ان جي تشريح ڪرڻ جي ڪوشش ۾ تہ ليبر حڪومت پنهنجو رويو ڪيئن بدلايو، مان ان ذڪائتي نتيجي تائين پهتس تہ ليبر حڪومت جي اها ڪارروائي هندستاني مفادن کان وڌيڪ برطانوي حڪومت جي مفادن جي تابع آهي. ليبر پارٽيءَ جون همدرديون هميشہ ڪانگريس سان هيون ۽ ان جي اڳواڻن ڪيترائي دفعا ڪليل نموني اها ڳالهہ چئي هئي تہ مسلم ليگ

هڪ رجعت پسند پارٽي آهي. پر هاڻي ليگ جي مطالبن آڏو سر جهڪائڻ جو مطلب منهنجي راءِ ۾ مسلم ليگ کي خوش ڪرڻ جي خواهش کان وڌيڪ برطانوي مفادن جي تحفظ خاطر ان جي پنهنجي تشويش هئي.

جيڪڏهن ڪيبنيٽ مشن پلان مطابق هڪ متحده هندستان آزاد ٿئي ها ته اهو امڪان تمام گهٽ هو ته هندستان جي اقتصادي ۽ صنعتي زندگيءَ ۾ انگريز پنهجي حيثيت قائم رکي سگهن ها. ان جي ابتڙ هندستان جو ورهاڱو، جنهن ۾ مسلم اڪثريتي صوبا ملي هڪ جدا ۽ آزاد رياست جوڙين پيا، برطانيا کي هندستان جي زندگيءَ تي هڪ مضبوط گرفت عطا ڪري پئي. اهڙيءَ رياست جنهن ۾ مسلم ليگ اقتدار ۾ هجي، انگريزن کي هڪ مستقل اثر جو حلقو مهيا ڪندي. هندستان جي رويي تي به ان جو اثر لازمي هو. پنهنجي سرحدن تي هڪ برطانوي اڏي جي ڪري، هندستان کي برطانوي مفادن جو وڌيڪ لحاظ رکڻو پوندو، جيڪو عام حالت ۾ هن کي نه ڪرڻو پوي ها.

گهٽ ڏينهن کان اهو هڪ ڪليل سوال هو ته، آزادي حاصل ڪرڻ کان پوءِ هندستان دولت متحده ۾ شامل رهندو يا نه. ڪيبنيٽ مشن پلان اها چوند آزاد هندستان تي ڇڏي هئي. مون ان ئي وقت ڪرپس کي ٻڌايو هو ته، تي سگهي ٿو ته خود پنهنجي مرضيءَ سان آزاد هندستان دولت متحده ۾ رهڻ جو ئي فيصلو ڪري. هندستان جو ورهاڱو مادي لحاظ کان صورتحال کي برطانيا جي حق ۾ بڻائيندو. مسلم ليگ جي مطالبي جي مطابق وجود ۾ اچڻ واري هڪ نئين رياست جو دولت متحده ۾ برقرار رهڻ لازمي هو. جيڪڏهن پاڪستان اهو ڪندو ته هندستان کي به اهو ئي ڪرڻو پوندو.

ليبر حڪومت تي انهن سيني ڳالهين جو اثر پيو هوندو. ان هندستان جي آزاديءَ جي حمايت جو عهد ڪيو هو، پر اها ان ڳالهه کي وساري نه پئي سگهي ته سياسي جدوجهد دوران ڪانگريس هميشه انگريزن جي مخالفت ڪئي هئي ۽ جڏهن ته ليگ هميشه انهن جي حمايت ڪئي هئي. جڏهن مائونٽ بيٽن هندستان جي ورهاڱي ۽ مسلم ليگ کي مطمئن ڪرڻ لاءِ هڪ نئين رياست جي قيام جي تجويز پيش ڪئي ته ليبر ڪابينه جي گهڻن ميمبرن جي طرفان ان تجويز جو همدرداڻو جواب مليو.

منهنجو اندازو هي آهي ته، لارڊ مائونٽ بيٽن ڪنزرويٽو پارٽيءَ سان مليو. هوندو ته هن انهيءَ پهلوءَ تي زور ڏنو هوندو. مسٽر چرچل ڪڏهن به ڪيبنيٽ مشن پلان جي حق ۾ نه هو. ان جي پيٽ ۾ هو مائونٽ بيٽن کي پنهنجي ذوق سان گهڻو هم آهنگ سمجهندو هو ۽ پوري طرح ان جي حمايت ڪئي هئائين. ان واقعي جو به ليبر حڪومت لحاظ رکيو هوندو، ڇو ته ڪنزرويٽو پارٽيءَ جي حمايت سان هندستان جي آزاديءَ جي بل جي منظوريءَ جو ڪم گهڻو سولو ٿي ويو هوندو.

ڪانگريس ورڪنگ ڪميٽي 3 جون تي پنهنجي ميٽنگ ڪئي ۽ نئين صورتحال جو جائزو ورتو. جيڪي نقطا پهرين بحث هيٺ آيا، انهن ۾ اتر اولهه سرحدي صوبي جو مستقبل بہ هو. مائونٽ بيٽن پلان سرحد لاءِ هڪ عجيب صورتحال پيدا ڪئي هئي. خان عبدالغفار خان ۽ ان جي پارٽي هميشہ ڪانگريس جي حمايت ۽ مسلم ليگ جي مخالفت ڪئي هئي. خان ڀائرن کي ليگ پنهنجو جاني دشمن سمجهندي هئي. ليگ جي مخالفت جي باوجود خان ڀائرن سرحد ۾ هڪ ڪانگريسي حڪومت قائم ڪئي هئي ۽ اها حڪومت اڃا ڪم ڪري رهي هئي. ورهاڱو انهن خان ڀائرن کي ۽ ڪانگريس پارٽيءَ کي هڪ پريشان ڪندڙ صورتحال ۾ وجهي ڇڏيندڙ هو. اصل ۾ ان سبب جي ڪري خان ڀائر ۽ ان جي خدائي خدمتگارن کي پارٽي ليگ جي رحم و ڪرم تي ڇڏيو.

مان پهرين ئي چئي چڪو آهيان تہ، گانڌيءَ جو پنهنجو پاڻ کي بدلائي لارڊ مائونٽ بيٽن پلان جو حامي بڻجڻ منهنجي لاءِ حيرت ۽ افسوس جو سبب هو. ورڪنگ ڪميٽيءَ ۾ هاڻي هو کلئي عام ورهاڱي جي حمايت ۾ ڳالهائيندو هو، مون کي پهرين ئي هن جي ذهن جو ڪجهہ اندازو هو. مون کي ان تبديليءَ تي بلڪل حيراني نہ ٿي، پر اسان سمجهي سگهون ٿا تہ، خان عبدالغفار خان تي ان جو ڇا ردعمل هوندو؟ هو تہ اهو ٻڌڻ کانپوءِ هڪدم سُن ٿي ويو هو ۽ ڪيترن ئي منٽن تائين هن جي زبان مان لفظ بہ نہ نڪتو. پوءِ هن ورڪنگ ڪميٽيءَ کي اپيل ڪئي ۽ ان کي ياد ڏياريو تہ هن هميشہ ڪانگريس جي حمايت ڪئي هئي.

هاڻي جيڪڏهن ڪانگريس هن کي ڇڏي ڏنو آهي تہ سرحد ۾ ان جو ردعمل ڀيانڪ ٿيندو. هن جا دشمن هن تي کِلندا ۽ هن جا دوست بہ اهو چوندا تہ ڪانگريس کي جنهن وقت تائين سرحد کي تعاون جي ضرورت هئي، ان خدائي خدمتگارن جي حمايت ڪئي، پر جڏهن ڪانگريس مسلم ليگ سان سمجهوتو ڪرڻ چاهيو، ان سرحد صوبي ۽ ان جي اڳواڻن سان مشورو تائين ڪرڻ کان سواءِ ورهاڱي جي مخالفت بند ڪئي. خان عبدالغفار خان هر هر چيو تہ، سرحد جا ماڻهو ان کي دغابازيءَ جي حرڪت سمجهندا، جيڪڏهن هاڻي خدائي خدمتگارن کي ڪانگريس بگهڙن جي حوالي ڪيو.

گانڌي ان اپيل کان متاثر ٿيو ۽ چيائين تہ، هو اهو معاملو لارڊ مائونٽ بيٽن وٽ کڻندو. جڏهن هو وائسراءِ سان مليو تہ هن اهو ئي ڪيو ۽ چيو تہ جيستائين هن کي اهو اطمينان نہ ٿو ٿي وڃي تہ مسلم ليگ خدائي خدمتگارن سان منصفاڻو ورتاءُ ڪندي، هو ورهاڱي جي منصوبن جي حمايت نہ ڪري سگهندو. هو انهن ماڻهن جو ساٿ ڪيئن ڇڏي سگهي ٿو، جن ڏکي گهڙيءَ ۾ هن جي مدد ڪئي هئي.

لارڊ مائونٽ بيٽن چيو تہ ان معاملي تي هو مسٽر جناح سان ڳالهائيندو. ان ڳالھ ٻولھ جي نتيجي ۾ مسٽر جناح خان عبدالغفار سان ملاقات جي خواهش ظاهر ڪئي. ٻئي دهليءَ ۾ مليا پر ڳالھ ٻولھ جو ڪو بہ نتيجو نہ نڪتو. اها ڳالھ حيران ڪندڙ نہ هئي. جڏهن ڪانگريس ورهاڱي کي قبول ئي ڪيو هو تہ پوءِ خان عبدالغفار خان جي پارٽيءَ جو مستقبل ئي بہ ڪهڙو سگهي ٿو؟ لارڊ مائونٽ بيٽن پلان ان اصول تي ٻڌل هو تہ مسلم اڪثريتي صوبن کي الڳ ڪرڻ گهرجي ۽ انهن جي هڪ جدا رياست جوڙڻ گهرجي. سرحد ۾ مسلمانن جي زبردست اڪثريت هئي، اهڙيءَ طرح ان کي لازمي طور تي پاڪستان ۾ شامل ٿيڻو هو. جاگرافيائي لحاظ کان بہ سرحد پاڪستان جي تجويز ڪيل علائقن جي اندر هو. اصل ۾ هندستان سان ان جو ڪو بہ لاڳاپو ٿي ئي نہ پيو سگهي.

لارڊ مائونٽ بيٽن چيو تہ، صوبن کي چونڊ جو موقعو ڏنو ويندو، هن اهو بہ اعلان ڪيو تہ حق خود اختياريءَ جي بنيادن تي سرحد کي پنهنجي تقدير جو فيصلو ڪرڻ جو موقعو بہ ملندو. اهڙيءَ طرح اهو فيصلو ڪرڻ لاءِ سرحد پاڪستان ۾ شامل ٿئي يا هندستان ۾، هڪ ريفرينڊم بہ ڪرائي سگهجي ٿو. ڊاڪٽر خان صاحب بہ جيڪو اڃا تائين سرحد جو وزير اعليٰ هو، ورڪنگ ڪميٽيءَ ۾ ان منزل تي اچي شرڪت ڪئي. لارڊ مائونٽ بيٽن پنهنجي ريفرنڊم جي منصوبي جي باري ۾ ان کي ٻڌائي چڪو هو ۽ ڊاڪٽر خان صاحب کان پڇي چڪو هو تہ، ڪيس ان تي ڪو اعتراض تہ نہ آهي. ڊاڪٽر خان صاحب وزير اعليٰ هو، چو تہ هن کي پاڻ سان اڪثريت جي حمايت جي دعويٰ هئي، اهڙيءَ طرح ريفرينڊم جي تجويز تي هو اعتراض نہ پيو ڪري سگهي. هن بهرحال نئون مسئلو اٿاريو. هن چيو تہ جيڪڏهن ڪو بہ ريفرينڊم ٿئي تہ سرحد جي پٺاڻن کي پختونستان جي حق ۾ راءِ ڏيڻ جو بہ اختيار هجڻ گهرجي، جيڪا انهن جي پنهنجي رياست هوندي.

حقيقت هي هئي تہ، خان ڀائر سرحد ۾ ايترا طاقتور نہ هئا، جيترو ڪانگريس سمجهي پئي. ورهاڱي لاءِ تحريڪ شروع ٿيڻ کان پوءِ انهن جو اثر گهٽ ٿي ويو هو. هاڻي جڏهن پاڪستان جي منزل آڏو هئي ۽ مسلم اڪثريتي صوبن مان هڪ آزاد رياست جي تشڪيل جو موقعو ڏيڻ جو واعدو ڪيو ويو هو، سڄي سرحد ۾ هڪ جذباتي انقلاب جي لهر ڊوڙي وئي هئي. پاڪستان جي تحريڪ کي وڌيڪ تقويت انگريز آفيسرن جي سرگرمين سان ملي، جيڪي کليل نموني پاڪستان جي تائيد ڪندا هئا ۽ سرحد جي قبائلي سردارن جي اڪثريت کي اها ترغيب ڏيندا هئا تہ اهي مسلم ليگ جي حمايت ڪن.

ڊاڪٽر خان صاحب ڏٺو تہ، سرحد جي قيادت کي برقرار رکڻ جو واحد موقعو

هن لاءِ ان ۾ هو تہ هو پختونستان جو نعرو بلند ڪري. گهٽ ۾ گهٽ پنهنجي ننڍي رياست کي ترجيح ڏيندا، ڇو تہ انهن کي پنجابين جي تسلط جو خوف هو. بهرحال لارڊ مائونٽ بيٽن ڪنهن نئين مطالبي جي باري ۾ ٻڌڻ لاءِ تيار نہ هو. هو پنهنجي تجويز کي جلد کان جلد عمل ۾ آڻڻ چاهي پيو ۽ هڪ آزاد پختونستان جي سوال تي بحث نہ ڪيو ويو.

اهو آخري موقعو هو جڏهن خان پائرن ڪانگريس سان ڳالهہ ٻولهہ ۾ حصو ورتو. مان ان منزل تي مختصر اهو بيان ڪري سگهان ٿو تہ، ورهاڱي کان ٿورو اڳ ۽ پوءِ انهن سان ڇا ٿيو؟ جڏهن انهن ڏٺو تہ ڪانگريس هاڻي ورهاڱي جي همنوا ٿي چڪي آهي تہ انهن جي سمجهہ ۾ نہ پيو اچي تہ ڇا ڪن؟ ريفرينڊم کان تہ اهي انڪار نہ پيا ڪري سگهن. ان جو مطلب اهو اعتراف هجي ها تہ انهن کي پنهنجي ماڻهن جي حمايت حاصل نہ آهي. اهي واپس پشاور ويا ۽ دوستن جي مشوري کان پوءِ، انهن سرحد جي آزاديءَ جو نعرو بلند ڪيو.

ڪانگريس ورڪنگ ڪميٽيءَ سرحدي ڪانگريس جي فيصلي جي توثيق ڪئي هئي. جنهن تحت خان عبدالغفار خان کي اهو اختيار ڏنو ويو هو تہ پنهنجي صوبي جي صورتحال سان منهن ڏيڻ لاءِ جيڪا ڪارروائي مناسب سمجهي ڪري. سرحدي ڪانگريس هاڻي آزاد پٺاڻ رياست جو مطالبو ڪري رهي هئي، جنهن جو آئين جمهوريت، مساوات ۽ سماجي انصاف جي اسلامي تصور جي بنياد تي جوڙيو ويو هجي. پنهنجي موقف جي وضاحت ڪندي خان عبدالغفار خان چيو تہ، سرحدي پٺاڻن جي پنهنجي هڪ امتيازي تاريخ ۽ ثقافت هئي ۽ ايستائين جو انهن کي پنهنجي ادارن جي برقرار رکڻ ۽ فروغ ڏيڻ جي مڪمل آزادي حاصل هجي، ان کي بچائي رکڻ ممڪن نہ هو. ان ڪري هن اها دعويٰ ڪئي تہ، راءِ شماري صرف پاڪستان ۽ هندستان مان هڪ کي چوندڻ جي بنياد تي نہ هجي، پر ان جي آڏو هڪ ٽيون رستو آزاد پختونستان جي حق ۾ راءِ ڏيڻ جو بہ هجڻ گهرجي. صرف اهڙي نموني ريفرينڊم صحيح ٿيندو ۽ حقيقي معنيٰ ۾ عوام جي رضامنديءَ جو ترجمان هوندو. جيڪڏهن ائين نہ ڪيو ويو تہ، ريفرينڊم بي معنيٰ ٿي رهجي ويندو، ڇو تہ پٺاڻ پاڪستان جي ٻين عنصرن ذريعي جذب ٿي رهجي ويندا. ڪيترن ئي سببن جي ڪري اهو سوچي سگهجي ٿو تہ، جيڪڏهن ريفرينڊم ۾ آزاد پختونستان جو مسئلو شامل ڪيو ويو هجي ها تہ سرحد وارن جي اڪثريت نہ، پوءِ بہ وڏو تعداد ان جي حق ۾ ووٽ ڏئي ها. انهن کي پنجابين جي استحصال جو خوف هو ۽ صرف اهو ئي هڪ واقعو انهن کي پاڪستان جي خلاف ووٽ ڏياري سگهي ها.

بهرحال نہ تہ مسٽر جناح ۽ نہ ئي لارڊ مائونٽ بيٽن ان مطالبي کي تسليم ڪرڻ تي آماده هئا. لارڊ مائونٽ بيٽن اهو واضح ڪيو تہ، سرحدي صوبو هڪ الڳ ۽ آزاد

رياست قائم نہ ٿو ڪري سگهي، پر ان ڪي يا تہ هندستان ۾ شامل ڪرڻ گهرجي يا پاڪستان ۾. تڏهن خان پائرن اعلان ڪيو تہ، انهن جي پارٽي راءِ شماريءَ ۾ حصو نہ ٿي وٺي سگهي ۽ پٺاڻن کي چيو تہ، ان جو بائيڪاٽ ڪن. انهن جي مخالفت سان بهرحال ڪجھ حاصل نہ ٿيو. ريفرينڊم ڪرايو ويو ۽ ماڻهن جي وڏي حصي پاڪستان جي حمايت ۾ ووٽ ڏنو. جيڪڏهن خان پائرن ان جو بائيڪاٽ نہ ڪيو هجي ها ۽ انهن جي حامين دل لڳائي ڪم ڪيو هجي ها تہ يقين سان ڪوبہ نہ ٿو چئي سگهجي تہ نتيجو ڪهڙو هجي ها. بهرحال ان جو نتيجو مسلم ليگ جي حق ۾ ويو ۽ برطانوي حڪومت ان کي جلدي تسليم ڪيو.

ورهاڱي عمل ۾ اچڻ کان پوءِ خان پائرن صورتحال جي تقاضن سان مطابقت پيدا ڪرڻ لاءِ پنهنجي رويي ۾ ترميم ڪئي. انهن اهو اعلان ڪيو تہ، آزاد پختونستان جي سندن مطالبن جو مقصد هڪ جدا رياست قائم ڪرڻ نہ، پر پاڪستان جي هڪ اڪائيءَ جي طور تي سرحد لاءِ مڪمل خودمختياري تسليم ڪرائڻ هو. انهن وضاحت ڪئي تہ انهن جو مطالبو پاڪستان لاءِ هڪ اهڙي آئين جو هو، جيڪو پنهنجي مختلف اڪائين کي مڪمل صوبائي خودمختياري جي ضمانت ڏئي ۽ اهڙيءَ طرح پٺاڻن جي سماجي ۽ ثقافتي زندگيءَ جو تحفظ ڪري. اهڙي نموني جي آئيني تحفظ کان سواءِ پنجابي سجي پاڪستان تي غالب اچي ويندا ۽ پٺاڻن ۽ ٻين اقليتن کي جائز حقن کان بہ محروم ڪري ڇڏيندا.

ان جو اعتراف ضروري آهي تہ، خان پائرن جو اهو مطالبو بلڪل معقول هو. هي ان قرارداد سان بہ هم آهنگ هو، جنهن کي مسلم ليگ پاڻ لاهور ۾ منظور ڪيو هو ۽ جنهن ۾ ان ڪڏهن ڪا ترميم نہ ڪئي هئي. ان ڪري ان جو ڪوبہ جواز نہ هو جڏهن مسٽر جناح اهو چوندي خان پائرن تي الزام لڳايو تہ هو پاڪستان سان تعلق ختم ڪرڻ چاهين ٿا. اصل ۾ خان عبدالغفار خان ڪراچيءَ ۾ هن سان ڪيتريون ئي ملاقاتون ڪيون هيون ۽ هڪ منزل تي ائين لڳي پيو تہ، سمجهوتو ٿي ويندو. حالتن جو مشاهدو ڪرڻ وارن ڪجھ ماڻهن جو چوڻ هو تہ، جناح خان عبدالغفار خان جي خلوص کان متاثر ٿيو هو ۽ پشاور وڃي ان سان ۽ ان جي ساٿين سان ملڻ چاهي پيو، پر اهو نہ ٿي سگهيو. خان عبدالقيوم خان جنهن سرحد ۾ وزارت جوڙي هئي، فطري طور تي جناح ۽ خان پائرن جي وچ ۾ ڪنهن مصلحت جو مخالف هو. ان ڪري هن اهڙو رويو اختيار ڪيو تہ، ڪا بہ مفاهمت ممڪن ئي نہ رهي.

حقيقت هي آهي تہ، هن جي حڪومت شائستگي ۽ انصاف جو ٿورو بہ لحاظ پنهنجي طريقيڪار ۾ نہ رکيو ۽ هر طرح جا غيرقانوني ۽ ناروا ذريعا اختيار ڪري خدائي خدمتگارن کي ڪچليو. جمهوريت کي ڪچليو ويو ۽ طاقت جي عملداري قائم

تي وئي. خان عبدالغفار خان، ڊاڪٽر خان صاحب ۽ خدائي خدمتگارن جا ٻيا سڀ اڳواڻ ڪنهن قانوني الزام يا ڪيس کان سواءِ جيلن ۾ وڌا ويا. تقريباً ڇهن ورهين تائين اهي جيلن ۾ سڙندا رهيا. خان عبدالقيوم خان ايترو ڪميٽو ثابت ٿيو جو مسلم ليگ جو هڪ حلقو هن کان بيزار ٿي ويو ۽ چيو ته، خان ڀائرن تي يا ته ڪيس هلايو وڃي يا انهن کي آزاد ڪيو وڃي. اهڙيون سڀ ڪوششون بهرحال لاحاصل رهيون. قانون جي نالي تي هڪ غير قانوني استبداد جو ارتڪاب ٿيندو رهيو.

14 جون 1947ع تي اي- آءِ- سي- سي جي ميٽنگ ٿي. مون اي- آءِ- سي- سي جي گهڻن ميٽنگن ۾ شرڪت ڪئي هئي، پر هيءَ عجيب ترين ميٽنگن مان هڪ هئي، جنهن ۾ منهنجي بدقسمتي هئي ته مان شريڪ ٿيس. ڪانگريس، جنهن هميشه هندستان جي اتحاد ۽ آزاديءَ جي جنگ وڙهي هئي، هاڻي ملڪ جي ورهاڱي جي هڪ سرڪاري قرارداد تي غور ڪري رهي هئي. پنڊت گووند بلڀ پنت قرارداد پيش ڪئي ۽ جڏهن سردار پٽيل ۽ جواهر لال ان تي ڳالهائي چڪا ته گانڌيءَ کي مداخلت ڪرڻي پئي.

منهنجي لاءِ ڪانگريس جو ان نفرت انگيز طريقي سان هٿيار ڦٽا ڪرڻ ناقابل برداشت هو. پنهنجي تقرير ۾ مون صاف چيو ته، ورڪنگ ڪميٽي جنهن فيصلي تائين پهتي آهي، هڪ انتهائي نياڳي صورتحال جو نتيجو هو. هندستان لاءِ ورهاڱو هڪ الميو هو ۽ اڪيلي هڪ ڳالهه جيڪا ان جي حمايت ۾ چئي سگهجي ٿي، اها هئي ته اسان ورهاڱي کي ٽارڻ جي ڀرپور ڪوشش ڪئي هئي، پر اسان ناڪام رهياسين. هاڻي ڪو ٻيو رستو نه هو ۽ جيڪڏهن اسان ان ئي جڳهه تي آزادي چاهيون ٿا ته اسان کي هندستان جي ورهاڱي جي مطالبي آڏو سر جهڪائڻو پوندو.

اسان کي، بهرحال اهو نه وسارڻ گهرجي ته قوم هڪ آهي، ان جي ثقافتي زندگي هڪ آهي ۽ هڪ رهندي. اسان سياسي سطح تي ناڪام رهياسين ۽ ان ڪري ملڪ ورهائي رهيا آهيون. اسان کي پنهنجي شڪست تسليم ڪرڻ گهرجي، پر ان سان گڏ اسان کي پنهنجي ان يقين کي قائم رکڻ جي ڪوشش ڪرڻ گهرجي ته اسان جي ثقافت جو ورهاڱو نه ڪيو وڃي. جيڪڏهن اسان پاڻيءَ ۾ هڪ ڇڙ رکون ته بظاهر ائين لڳندو ته پاڻي ورهائجي ويو آهي، پر پاڻي جيئن جو تيئن رهندو آهي، پر جيئن ئي ڇڙ هٽائي ويندي آهي ته ظاهري ورهاست به ختم ٿي ويندي آهي.

سردار پٽيل کي منهنجي تقرير سٺي نه لڳي. هن پنهنجي سڄي تقرير ۾ جيڪو ڪجهه مون چيو هو، ان جي ترديد ۾ ڳالهايو. هن اهو دليل ڏنو ته ورهاڱي لاءِ قرارداد ڪنهن ڪمزوري يا مجبوريءَ جو نتيجو نه هئي، پر هندستان جي موجوده حالتن ۾ اهو ئي هڪ صحيح حل هو.

ان عظيم الميي جي وچ ۾ بہ مزاح جا ڪجھ پهلو موجود هئا. ڪانگريس ۾ هڪ گروپ اهڙن ماڻهن جو رهيو آهي، جيڪي قومپرست هجڻ جو ڊونگ رچائيندا آهن، پر پنهنجي رويي ۾ فرقي پرست رهيا آهن. انهن هميشہ اهو دليل ڏنو آهي تہ هندستان جي ڪا بہ گڏيل ثقافت نہ آهي ۽ انهن جو خيال آهي تہ ڪانگريس جيڪو ڪجھ بہ چئي، هندن ۽ مسلمانن جي سماجي زندگي هڪ ٻئي کان بلڪل مختلف آهي. رجعت پرستن جي ان گروہ جو شايد سڀ کان وڏيڪ ڪليل نموني اظهار ڪرڻ وارو رڪن شري پرشوتم داس ٽنڊڻ هو. حيراني اهو ڏسي ٿي تہ، اوچتو هو پليٽ فارم تي هندستان جي اتحاد جو عظيم ترين علمبردار بڻجي ظاهر ٿيو.

شري ٽنڊڻ ڀرپور نموني قرارداد جي مخالفت ڪئي ۽ ان جو سبب هي ٻڌايو تہ هندستان جي ثقافتي ۽ قومي زندگيءَ کي ورهائي نہ ٿو سگهجي. هو جيڪو ڪجھ چئي رهيو هو، ان سان مون کي اتفاق هو. مون کي ان ۾ شڪ نہ هو تہ هن هاڻي جيڪو ڪجھ چيو اهو بہ صحيح هو، پر بهرحال، مان اهو نہ ٿو وساري سگهان تہ هو ۽ ان جا ساٿي سڄي عمر ان نظريي جي مخالفت ڪندا رهيا. اها ڳالھ عجيب هئي تہ هاڻي آخري وقت ۾ هو اڻ ورهايل هندستان جو آواز بلند ڪري رهيا هئا.

پهرين ڏينهن جي بحث کان پوءِ، ورڪنگ ڪميٽيءَ جي قرارداد جي خلاف احساس ڪافي شديد هئا. نہ تہ پنڊت پنت جي ترغيبي صلاحيت، نہ ئي سردار پٽيل جي طاقت لساني ماڻهن کي اها قرارداد منظور ڪرڻ تي مائل ڪري سگهي. اهي ڪري بہ ڪهڙي نموني سگهن پيا، جڏهن تہ هڪ معنيٰ ۾ اهو ان سڀ جي نفي هو، جيڪو ڪانگريس پنهنجي قيام جي ڏينهن کان ئي چوندي آئي هئي. ان ڪري اهو ضروري ٿي پيو تہ، گانڌي بحث ۾ مداخلت ڪري. هن ميمبرن کي اپيل ڪئي تہ ڪانگريس ورڪنگ ڪميٽيءَ جي حمايت ڪن. هن هي بہ چيو تہ، هو هميشہ کان ورهاڱي جا مخالف هو ۽ ڪو بہ ماڻهو ان حقيقت کان انڪار نہ ٿو ڪري سگهي. بهرحال، هو هي محسوس ڪندو هو تہ، اهڙي صورتحال پيدا ٿي وئي هئي تہ، ڪو بہ ٻيو رستو نہ رهجي ويو هو. سياسي حقيقت پسندي مائونٽ بيٽن جي پلان کي قبول ڪرڻ جو مطالبو ڪندي هئي ۽ هو ميمبرن کي اپيل ڪندو تہ پنڊت پنت جي پيش ڪيل قرارداد منظور ڪن.

جڏهن قرارداد ووٽ لاءِ آڏو رکي وئي تہ اٺتيھ ووٽ ان جي حمايت ۾ پيا ۽ پندرهن مخالفت ۾. ايستائين جو گانڌيءَ جي اپيل بہ ان کان وڌيڪ ميمبرن کي ملڪ جي ورهاڱي جي حق ۾ ووٽ ڏيڻ تي مائل نہ ڪري سگهي.

قرارداد بيشڪ منظور ٿي وئي، پر ماڻهن جي ذهني حالت ڇا هئي؟ سيني جون دليون ورهاڱي جي خيال کان صدمي ۾ ورتل هيون. ڪو بہ ماڻهو مشڪل سان ئي

قرارداد کي ذهني تحفظ کان سواءِ منظور ڪري سگهي پيو. ايستائين جو اهي ماڻهو بہ جن ورهاڱي کي قبول ڪيو، انهن جا سڀ احساس بہ ان جي خلاف هئا. اها تمام وڏي ڳالهہ هئي. پر ان کان بہ وڌيڪ وڏي اها فتني انگيز پروپگينڊا هئي جيڪا هر طرف عام ٿي رهي هئي. ڪانگريسي حلقن ۾ کلئي عام اهي ڳالهيون هلي رهيون هون تہ پاڪستان ۾ هندن کي خوفزده ٿيڻ جي ضرورت نہ آهي، ڇو تہ سادا چار ڪروڙ مسلمان هندستان ۾ رهن ٿا ۽ جيڪڏهن پاڪستان ۾ هندن تي ڪو بہ ظلم ٿيو تہ ان جو نتيجو هندستان ۾ مسلمانن کي ڀوڳڻو پوندو.

اي- آءِ- سي- سي جي ميٽنگ ۾ سنڌ جي ميمبرن زور شور سان قرارداد جي مخالفت ڪئي. انهن کي هر قسم جو يقين ڏياريو ويو هو. عوامي پليٽ فارم تي تہ نہ پر نجي ڳالهہ ٻولهہ ۾ انهن کي چيو ويو هو تہ، جيڪڏهن انهن کي پاڪستان ۾ ڪنهن قسم جون رڪاوٽون يا ذلتون پيش آيون تہ، هندستان ان جو بدلو هندستاني مسلمانن کان وٺندو.

جڏهن مون کي اهڙي قسم جي تجويزن جي خبر پئي تہ مون کي صدمو رسيو. مون جلدي سمجهيو تہ اهو خطرناڪ جذبو هو ۽ ان جا نتيجا گهڻا افسوسناڪ ۽ ڏوررس ٿي سگهن ٿا. ان ۾ اهو مفهوم بہ لڪل هو تہ ورهاڱي کي ان بنياد تي تسلم ڪيو ويو هو تہ هندستان ۽ پاڪستان ٻنهي جڳهن تي يرغمال رکيا ويندا، جيڪي ٻي رياست ۾ اقليتي فرقي جي تحفظ جو ذميوار هوندا. انتقام جو هي خيال اقليتن جي حقن جي حفاظت جي هڪ طريقي جي طور تي، مون کي وحشياڻو لڳو. پوءِ جي واقعن ثابت ڪيو تہ، منهنجا انديشا ڪيترو صحيح ثابت ٿيا. رت جو اهو درياءُ جيڪو ورهاڱي کانپوءِ نئين سرحد جي ٻنهي طرفن ڏانهن وهيو، يرغمالن ۽ انتقام جي متعلق ان ئي جذبي سان ظاهر ٿيو هو.

ڪانگريس جا ڪجهہ ميمبر سمجهندا هئا تہ ان قسم جا نظريا ڪيترا خطرناڪ هئا. مون کي خاص طور تي، بنگال جي ڪانگريسي اڳواڻن مان هڪ ڪرن شنڪر رائو ياد آهي، جنهن پهرين مون کي ان طرف ڌيان ڏياريو. هن آچاريہ ڪرپلاڻيءَ سان ڳالهہ ڪئي جيڪو ان وقت ڪانگريس جو صدر هو ۽ ان نشاندهي ڪئي تہ اهو هڪ انتهائي خطرناڪ نظريو هو. جيڪڏهن هڪ دفعو اهڙي قسم جي احساسن کي وڌڻ ڏنو ويجي تہ ان جي نتيجي ۾ پاڪستان ۾ هندو ۽ هندستان ۾ مسلمان جبر ۽ قتل جو شڪار ٿيندا. پر ڪنهن بہ ڪرن شنڪر رائو ڏانهن ڌيان نہ ڏنو. اصل ۾ گهڻن تہ ان جي انديشن تي مذاق بہ اڏايو.

انهن هن کي اهو بہ چيو تہ، هڪ دفعو هندستان ورهائجي ويجي، پوءِ اهو يرغمال بڻائڻ جو نظريو بہ اسان کي ميٺو پوندو. انهن جو دليل هي هو تہ، صرف ان ئي طريقي

سان پاڪستان جي هندن جي حفاظت ڪري سگهجي ٿي. ڪرن شنڪر رائو قائل نہ ٿيو ۽ مون وٽ تقريباً ڳوڙهن ڀريل حالت ۾ آيو. هن انهن يقين دهانين کي بہ قبول نہ ڪيو، جيڪي ڪجھ ڪانگريسي اڳواڻن ڏنيون هون ۽ هو پنهنجي بدترين خدشن کي پورو ٿيندي ڏسڻ لاءِ جيئرو رهي.

شروع ۾ برطانوي حڪومت اقتدار جي منتقليءَ جا انتظام مڪمل ڪرڻ لاءِ پندرهن مهينن جو عرصو مقرر ڪيو هو. اصل ۾ 20 فيبروري 1947ع تي مسٽر ايٽلي وضاحت سان اها ڳالھ ڪئي تہ برطانوي حڪومت جون 1948ع کان پهرين جي ڪنهن تاريخ تائين ذميوار هندستاني هٿن ۾ اقتدار جي منتقليءَ جو پڪو ارادو رکي ٿي. بهرحال 20 فيبروري ۽ 3 جون جي وچ ۾ گهٽو ڪجھ ٿي چڪو هو. هاڻي جڏهن ورهاڱي جو منصوبو مڪمل ٿي چڪو هو، لارڊ مائونٽ بيٽن اعلان ڪيو تہ، ان اسڪيم کي جيترو جلد ٿي سگهي لاڳو ڪيو ويجي. ان جا مقصد شايد مليل جليل هئا. هڪ طرف هو چاهين پيا تہ، انگريزن کي هندستاني هٿن ۾ ذميواري جيترو جلد ممڪن ٿي سگهي سونپڻ گهرجي، ٻئي طرف گهٽو ڪري انهن کي اهي خدشا بہ هئا تہ دير جي ڪري سندن منصوبي ۾ نيون رڪاوٽون پيدا ٿي سگهن ٿيون. ڪيبينيٽ مشن پلان جي انجام ظاهر ڪيو هو تہ ان جي لاڳو ٿيڻ ۾ دير جي ڪري بيهر سوچڻ جو سلسلو شروع ٿي ويو ۽ آخر پلان رد ڪيو ويو.

لارڊ مائونٽ بيٽن پنهنجي لاءِ ٽن مهينن جو عرصو رکيو، جنهن ۾ هن کي ورهاڱي جي ڪارروائي پوري ڪرڻي هئي. اهو ڪو سولو مرحلو نہ هو ۽ مون ايتري گهٽ وقت ۾ هڪ ايڏي ذڪئي منصوبي جي تڪميل جي امڪان بابت ڪليل نموني شڪ جو اظهار ڪيو. مون کي لارڊ مائونٽ بيٽن جي ان چستي ۽ لياقت لاءِ جنهن سان هن اهو مرحلو طئہ ڪيو، خراج تحسين پيش ڪرڻ گهرجي. هن کي تفصيل تي ايتري مهارت حاصل هئي ۽ هو ايتري تيزيءَ سان شين کي سمجهندو هو جو، هن ٽن مهينن کان گهٽ عرصي ۾ سڀ مسئلا حل ڪيا ۽ آگسٽ 1947ع ۾ هندستان ٻن رياستن ۾ ورهايو ويو.

ٻن رياستن جي قيام جي باري ۾ اٿڻ وارن مختلف پيچيده مسئلن کي لارڊ مائونٽ بيٽن جنهن ماهراڻي انداز ۾ حل ڪيو، ان جو بس مان هڪ مثال ڏيندس، جيئن ئي اها خبر پئي تہ هندستان ورهائجڻ وارو آهي، هندن ۽ مسلمانن مبالغہ آميز دعوائون شروع ڪيون. سڄي ملڪ ۾ هرهنڌ هنگاما ٿي رهيا هئا. 1946ع ۾ ڪلڪتي ۾ قتل عام کان پوءِ نواکالي ۽ بهار ۾ فساد ٿيا هئا. پنجاب ۾ فساد مارچ ۾ شروع ٿيا. شروع ۾ لاهور تائين محدد رهڻ کان پوءِ اهي هنگاما ڦهلجي ويا ۽ جلدي راولپنڊيءَ ۽ ان جي چوڌاري وارا وسيع علائقا خون خرابي جي زد ۾ اچي ويا. لاهور تہ واقعي ميدان جنگ بڻجي ويو، جنهن لاءِ هندن ۽ مسلمانن ۾ جيڪي ماڻهو فرقي پرست هئا وڙهڻ لڳا. هندن ۽ سکن

جي نمائندن ڪانگريس کي اهو سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي تہ لاهور کي لازمي طور هندستان ۾ برقرار رکڻ گهرجي. انهن اها نشاندهي ڪئي تہ پنجاب جي سياسي ۽ اقتصادي زندگيءَ کي مرڪزيت لاهور ۾ حاصل آهي ۽ جيڪڏهن اهو پاڪستان کي ملي ويو تہ، پنجاب مستقل طور مفلوج ٿي رهجي ويندو. پر ڪانگريس ان تجويز سان متفق نہ ٿي ۽ اهو خيال ظاهر ڪيو تہ ان سوال جو آباديءَ جي خواهش مطابق فيصلو ڪرڻ گهرجي.

مسلمان، هندو ۽ ان سان گڏ سکن جا ڪجھ حلقا سوچيندا رهيا تہ، لاهور جو مسئلو تشدد جو طريقو اختيار ڪري طئہ ڪري سگهجي ٿو. عام طور تي ڏنو ويجي تہ لاهور ۾ ان جي آسپاس ۾ ملڪيتن جا مالڪ هندو هئا. مسلمانن سوچيو تہ، هندن کي سڀ کان وڏيڪ تڪليف، انهن جون ملڪيتون تباه ڪري ۽ معاشي سطح تي انهن کي نقصان پهچائي ڏئي سگهن ٿا. اهڙيءَ طرح انهن ڪارخانا ۽ گهر ساڙيا ۽ ڪنهن فرق کان سواءِ غير مسلمن جي جائداد لٽي. لاهور ۾ هندن جي ڪجھ حلقن انتقامي طور تي مسلمانن کي قتل ڪيو. انهن وٽ دولت هئي ۽ اهي سمجهندا هئا تہ، اهڙي قسم جا حملا مسلمانن کي لاهور مان ڀڄائي ڇڏيندا ۽ اتي انهن جي اڪثريت يقيني ٿي ويندي. ڪلئي عام اهو چيو ويندو هو تہ، ان جهڳڙي ۾ جتي هڪ ڏرمال تي حملو ڪري ٿي ۽ ٻي جان تي، فرقي پرست جماعتن جا اهم اڳواڻ سڌو سنئون يا اڻ سڌي طرح ملوث هئا. اهڙيءَ طرح اهو اطلاع پيري پيري تائين پهچايو ويو ۽ عام طور تي ان تي يقين ڪيو ويو تہ مسلم ليگ جا اڳواڻ، مرڪزي ٻہ ۽ صوبائي ٻہ ٻئي هندن تي منظم حملا ڪري رهيا آهن. اهڙيءَ طرح هندو مهاسڀا جي اڳواڻن تي مسلمانن جي خلاف هندن کي اڪسائڻ جو الزام هو.

تقريباً اهڙي مساوي صورتحال ڪلڪتي ۾ رونما ٿي چڪي هئي. مسلم ليگ جي حامين جو اصرار هو تہ ڪلڪتو پاڪستان کي ملڻ گهرجي ۽ جڏهن تہ اهي سڀ ماڻهو جيڪي ليگ جي خلاف هئا، انهن کي اهو فڪر هو تہ ڪلڪتي جي شموليت هندستان ۾ برقرار رهڻ گهرجي.

هيءَ اها صورتحال هئي، جهن ۾ لارڊ مائونٽ بيٽن بنگال ۽ پنجاب جي ورهاڱي تي ڌيان ڏنو. فيصلو هي ڪيو ويو هو تہ صوبائي اسيمبليءَ ۾ ووٽن ذريعي اهو طئہ ڪيو وڃي تہ انهن صوبن جو ورهاڱو ٿيڻ گهرجي. بنگال ۽ پنجاب جي ٻنهي اسيمبلين ورهاڱي جي حق ۾ ووٽ ڏنا ۽ اهو طئہ ڪرڻ ضرري ٿي ويو تہ، ٻنهي نون صوبن جون حدون ڪهڙيون هونديون؟ لارڊ مائونٽ بيٽن هڪ حدبندي ڪميشن ان سوال کي نمٽائڻ لاءِ مقرر ڪئي ۽ مسٽر ريڊ ڪلف کي چيو تہ، هو ان ڪم کي سنڀالي. ان وقت مسٽر ريڊ ڪلف شملہ ۾ هو. هن اهو تقرر منظور ڪيو، پر اهو تجويز ڪيو تہ هو

پنهنجي سروي جولاءِ جي اوائل ۾ شروع ڪندو. هن ان ڏانهن به ڌيان ڏياريو ته جون جي گرميءَ ۾ پنجاب جي زمين جو سروري ڪرڻ تقريباً ناممڪن ٿيندو ۽ جيڪڏهن بهرحال اهو ڪم جولاءِ ۾ ڪيو ويو ته صرف ٽن يا چئن هفتن جي دير ٿيندي. لارڊ مائونٽ بيٽن هن کي چيو ته، هو هڪ ڏينهن جي دير لاءِ به تيار ناهي ۽ ٽن يا چئن هفتن جي دير جو ته سوال ئي پيدا نه ٿو ٿئي. هن جي حڪمن جي تعميل ڪئي وئي. اهو صرف هڪ مثال آهي، ان مستعدي جو جنهن سان لارڊ مائونٽ بيٽن ڪم ڪندو هو.

هڪ ٻيو مسئلو جيڪو لارڊ مائونٽ بيٽن جي اڳيان هو، هندستاني حڪومت جي اثاثن ۽ آفيسرن جي ورهاست جو هو. ايستائين ته انهن صوبن جي سلسلي ۾ به ڏکيائون هيون، جيڪي مڪمل طور تي هڪ يا ٻي رياست ۾ شامل ٿي ويا هئا. انهن صوبن متعلق دستاويزن کي جيڪي پاڪستان ۾ هليا ويا هئا، جدا ڪرڻ هو ۽ پاڪستان موڪلڻ هو. اهي صوبا جن کي ورهايو ويو هو، انهن جي معاملي ۾ اهو مرحلو وڌيڪ سخت هو. لارڊ مائونٽ بيٽن شخصي طور تي گهڻن انتظامن جي نگراني ڪئي ۽ ان مقصد لاءِ هن جنهن ڪميٽيءَ جو تقرر ڪيو هو، ان هر سوال کي پيدا ٿيندي ئي طئہ ڪيو.

ان کان به وڌيڪ ڏکيو مسئلو ملڪ جي ناٽي جي ورهاست ۽ فوج جي ورهاست جو هو. لارڊ مائونٽ بيٽن جي معاملي کي سمجهڻ ۽ عمل جي قوت جي آڏو ڪا به رڪاوٽ ايڏي وڏي ثابت نه ٿي. ناٽي جا ڏکيا مسئلا مقرر عرصي جي اندر طئہ ڪيا ويا.

فوج جي سلسلي ۾ فيصلو ڪيو ويو هو ته، پاڪستان وٽ فوج جو چوٿون حصو هئڻ گهرجي ۽ هندستان وٽ باقي ٽي حصا. سوال هي اٿيو ته، ڇا فوج کي جلدي ورهايو وڃي يا ٻن ٽن ورهين لاءِ هڪ متحده ڪمان تحت ڪم ڪرڻ ڏنو وڃي. فوجي ڪمانڊرن صلاح ڏني ته ان عرصي دوران عام اسٽاف گڏيل هئڻ گهرجي. مان انهن دليلن مان متاثر ٿيس ۽ انهن جي تائيد ڪئي. انهن سببن کي ڇڏي جيڪي لارڊ مائونٽ بيٽن پيش ڪيا هئا، مون وٽ ڪجهه پنهنجا دليل به هئا. مون کي خوف هو ته ورهاڱي کان پوءِ بدامني ۽ فساد ڦهلجي ويندا. مون سوچيو ته ان معاملي ۾ هڪ گڏيل فوج هندستان جي گڏيل خدمت ڪري سگهندي. مان پنهنجي ذهن ۾ صاف هئس ته جيڪڏهن صورتحال کي بچائڻو آهي ته اسان کي فوج جي اندر فرقيوراڻو ورهاڱو نه ڪرڻ گهرجي. جيڪڏهن فوج کي سياست کان ٻاهر رکيو ويو ته، ان جو ڊسيپلين ۽ غير جانبداري قائم رهندي. ان ڪري مون هڪ گڏيل ڪمان تي زور ڏنو ۽ مان انهن لفظن کي لکڻ چاهيان ٿو ته، لارڊ مائونٽ بيٽن منهنجي موقف جي حمايت ڪئي. مون کي يقين آهي ته. جيڪڏهن فوج متحد رهي ٿي ته اسان آزاديءَ کان جلدي پوءِ وهڻ واري

رت جي درياءَ کان بچي سگهون ٿا.

اهو چوندي مون کي افسوس ٿئي ٿو ته، منهنجي ساٿين مون سان اتفاق نه ڪيو ۽ پرزور طريقي سان منهنجي مخالفت ڪئي. سڀ کان وڌيڪ حيراني مون کي ان ڳالھ تي ٿي ته ڊا ڪٽر راجندر پرساد منهنجي مخالفت ڪئي. هو امن پسند هو ۽ عدم تشدد هن جو مسلڪ هو. ان اصرار ۾ ته فوج کي ورهايو وڃي، هاڻي اهو ئي پيش پيش هو. هن چيو ته، جيڪڏهن هندستان کي ٻن رياستن ۾ ورهايو ويو ته ڪنهن گڏيل فوج کي هڪ ڏينهن لاءِ به باقي نه ٿو رکي سگهجي ۽ نه ائين ڪرڻ گهرجي.

منهنجو خيال آهي ته اهو هڪ خطرناڪ فيصلو هو. ان فوج کي فرقن جي بنياد تي ورهايو. مسلمان دستا پاڪستان جي حصي ۾ هليا ويا ۽ هندو ۽ سک دستا هندستان ۾ ئي رهيا. ان فوج ۾ به فرقي پرستيءَ جو زهر ڦهلايو. جيڪا اجا تائين ان کان بچيل هئي. جڏهن 15 آگسٽ کان پوءِ بي گناه مردن ۽ عورتن جو رت سرحد جي ٻنهي طرفن وهيو ته فوج خاموش تماشائي بڻيل هئي. ان کان وڌيڪ خراب هي ٿيو ته ڪجھ معاملن ۾ فوجي پاڻ به لڙائيءَ ۾ شامل ٿيا.

لارڊ مائونٽ بيٽن مون کي اها ڳالھ غصي کان وڌيڪ افسوس سان چئي ته، اوپر پنجاب ۾ فوج جا هندستاني ميمبر مسلمانن جي قتل ۾ شريڪ ٿيڻ چاهين پيا، پر انگريز آفيسرن وڏي مشڪل سان انهن کي روڪيو. اها لارڊ مائونٽ بيٽن جي رپورٽ هئي ۽ مان پوري نموني يقين سان نه ٿو چئي سگهان ته انگريز آفيسرن جي باري ۾ اهو بيان ڪيستائين صحيح هو. بهرحال، پنهنجي ذاتي علم جي بنياد تي مون کي پتو پيو هو ته، سابق اڻ ورهايل هندستان جي فوج پاڪستان ۾ هندن ۽ سکن کي قتل ڪيو ۽ هندستان ۾ مسلمانن کي. هندستاني فوج جي شاندار روايت منتشر ٿي وئي ۽ ان جي هيل تائين جي قابل فخر ريڪارڊ تي هڪ داغ لڳي ويو.

سرڪاري ملازمتن جي باري ۾ منهنجي تجويز اها هئي ته انهن کي فرقيوراڻي بنياد تي ورهائڻ نه گهرجي. سياسي احتجاج به اسان کي ملڪ جي ورهاڱي کي تسليم ڪرڻ مجبور ڪيو هو، پر ان جو ڪو به سبب نه هو ته سرڪاري ڪارڪنن کي انهن جي پنهنجن علائقن مان اکاڙيو وڃي. منهنجو خيال هو ته، سيني ملازمت پيشه ماڻهن کي انهن جي پنهنجن صوبن ۾ برقرار رکڻ گهرجي. اهڙيءَ طرح اولھ پنجاب، سنڌ يا اوپر بنگال جي ملازمن کي، پوءِ انهن جو ڪهڙي به فرقي سان تعلق هجي، پاڪستان ۾ رهڻ گهرجي. اهڙيءَ طرح اهي ملازم جن جو تعلق هندستاني صوبن سان هو، پوءِ اهي هندو هجن يا مسلمان، هندستان جي خدمت ڪرڻ گهرجي.

منهنجو خيال هو ته جيڪڏهن اسان گهٽ ۾ گهٽ ملازمتن مان فرقيوراڻن جذبن کي ٻاهر رکي سگهيا سين ته ٻنهي رياستن ۾ هڪ بهتر ماحول برقرار رکي سگهجي ٿو.

اهڙيءَ طرح انتظاميہ فرقيواريت جي زهر کان بچيل رهندي ۽ هر رياست جون اقليتون، پنهنجي تحفظ جو بهتر احساس ڪري سگهنديون. مون کي اهو چوندي افسوس ٿئي ٿو تہ، منهنجون منٿون لاحاصل رهيون. اهو فيصلو ڪيو ويو تہ، سڀني سرڪاري ڪارڪنن کي هندستان يا پاڪستان جي چونڊ جو حق ڏنو وڃي. نتيجو هي نڪتو تہ ڪنهن هڪ کان سواءِ هندن ۽ سکن هندستان جي چونڊ ڪئي ۽ مسلمانن پاڪستان جي.

ان مسئلي تي لارڊ مائونٽ بيٽن سان مون تفصيل سان ڳالهايو. مون ان ڳالھ جي نشاندهي ڪئي تہ فوج کي ۽ سرڪاري ملازمتن کي فرقيوراڻي بنياد تي ورهائڻ ڪيترو خطرناڪ آهي. لارڊ مائونٽ بيٽن مون سان اتفاق ڪيو ۽ منهنجي موقف جي حمايت جي هر ممڪن ڪوشش ڪئي. جيستائين فوج جو تعلق هو، ان کي ڪابہ ڪاميابي نہ ملي. سرڪاري ڪارڪنن جي سلسلي ۾ ان جي ڪوششن جو اڪيلو نتيجو اهو نڪتو تہ ملازمن کي مستقل يا عارضي بنيادن تي چونڊ جو حق ڏنو ويو. اهڙا ماڻهو جن عارضي طور تي پنهنجي حق جو استعمال ڪيو، انهن کي ڇهن مهينن تائين پنهنجي فيصلي تي نظرثانيءَ جو حق بہ ڏنو ويو. ٻنهي رياستن اها ضمانت ڏني تہ، اهي ماڻهو جيڪي ان طريقي سان پنهنجي چونڊ تي نظرثاني ڪندا، انهن کي واپس آندو ويندو.

مون کي اها ڳالھ افسوس سان چوڻي پوي ٿي تہ، اها سنجيده يقين دهاني ڪرائي وئي هئي، پر اهي بدقسمت ماڻهو جن عارضي طور تي اها چونڊ ڪئي، انهن سان ڪنهن بہ رياست ۾ هميشہ منصفاڻو سلوڪ نہ ٿيو.

مون کي اهو چوندي بہ افسوس ٿئي ٿو تہ، مسلم ليگ چوندن ڪرائڻ جي معاملي ۾ ناداني ۽ بي صبريءَ کان ڪم ورتو. ان سڀني مسلمانن کي پاڪستان جي چونڊ ڪرڻ ۽ هندستان کي ڇڏڻ تي اڪسايو. ان وقت مرڪزي آفيسن ۾ گهڻين اهم جڳهن تي مسلمان ڪم ڪري رهيا هئا. مسلم ليگ انهن سڀني تي دٻاءُ وڌو تہ هندستان ڇڏين. جيڪي ماڻهو جلدي تيار نہ ٿيا، انهن کي هر قسم جي رپورٽن کان ڊيڄاريو ويو تہ ڪانگريس جي مڪمل طور تي اقتدار ۾ اچڻ کان پوءِ انهن جو حشر ڇا ٿيندو؟ ان قسم جا افواه مسلمان ملازمن ۾ گهڻي گهٻراهٽ پيدا ڪري رهيا هئا. مون حڪومت هند تي زور ڏنو تہ پنهنجي موقف جي وضاحت ڪندي هڪ مراسلو جاري ڪري. لارڊ مائونٽ بيٽن ۽ جواهر لال منهنجي مڪمل حمايت ڪئي ۽ هڪ سرڪيولر جاري ڪيو ويو، جنهن ۾ مسلمانن ۽ ٻين اقليتن جي ملازمن کي يقين ڏياريو ويو هو تہ جيڪڏهن انهن هندستان ۾ رهي ڪم ڪرڻ چاهيو تہ نہ صرف اهو تہ انهن کي حق ملندو، پر انهن سان فياضيءَ جو ورتاءُ بہ ڪيو ويندو.

ان مراسلي جو نتيجو هي نڪتو تہ، مرڪزي آفيسن جي گهڻن مسلمان آفيسرن

جو اعتماد بحال ٿي ويو ۽ انهن هندستان ۾ ئي قيام جو فيصلو ڪيو. مسلم ليگ جي اڳواڻن کي جڏهن ان جي خبر پئي ته، جيڪي آفيسر اتي رهڻ چاهين پيا ته انهن کي ورغلائڻ جي مهم شروع ڪئي وئي. هڪ طرف اهي پنهنجي مستقبل جي سلسلي ۾ بڏتر جو شڪار هئا ته الائي انهن جو ڪهڙو حشر ٿيندو؟ ٻئي طرف انهن کي اها ڌمڪي ڏني وئي ته جيڪڏهن اهي هندستان ۾ رهندا ته مسلم ليگ ۽ پاڪستان جي حڪومت انهن کي پنهنجو دشمن سمجهندي ۽ هر ممڪن طريقي سان انهن کي پريشان ڪندي.

انهن مان گهڻا آفيسر انهن صوبن مان آيا هئا، جن کي پاڪستان جو حصو بڻجڻو هو. جڏهن هنن اهو ڏٺو ته، مسلم ليگ جا اڳواڻ پاڪستان ۾ انهن جي ملڪيتن ۽ انهن جي مائٽن کان بدلو چڪائڻ چاهين ٿا ته، انهن مان گهڻا پريشان ٿيا. منهنجي پنهنجي وزارت ۾ ڪيترائي مسلمان وڏن عهدن تي ڪم ڪري رهيا هئا. انهن منهنجي يتين دهانين جي بنياد تي هندستان جي چونڊ ڪئي پر جڏهن مسلم ليگ انهن جي خاندانن ۽ ملڪيتن خلاف ڌمڪيون ڏنيون ته انهن مان ڪجھ ڳوڙهن ڀريل اکين سان مون وٽ آيا ۽ چيائون ته. اسان هندستان ۾ رهڻ جو فيصلو ڪيو هو، پر هاڻي مسلم ليگ جي ڌمڪيءَ کان پوءِ، ائين ڪرڻ ناممڪن ٿيندو. اسان جي خاندان وارا اوله پنجاب ۾ آهن، اسان انهن کي تڪليفون ڏيڻ جي اجازت نه ٿا ڏئي سگهون، ان ڪري اسان مجبور آهيون ته پاڪستان جي چونڊ ڪريون.

سيني مسلمان آفيسرن کي هندستان مان ٻاهر ڪڍڻ جي ڪارروائي احمقاڻي ئي نه پر نقصانده به هئي. اصل ۾ اها مجموعي طور تي هندستان جي ڀيٽ ۾ مسلمانن لاءِ وڌيڪ نقصانده هئي. هاڻي جڏهن ورهاڱي کي قبول ڪيو ويو هو ۽ پاڪستان وجود ۾ اچي رهيو هو ته اها ڳالھ صاف هئي ته نئين رياست ۾ مسلمانن کي هر فائدو ملندو، ان سان گڏ جيڪڏهن ڪجھ مسلمان هندستان ۾ ملازمت ڪندا رهيا ته نه صرف اهو ته ان سان انهن کي ذاتي فائدو پهچندو پر سڄي فرقي لاءِ نهايت فائديمند رهندو. ڪجھ ذميوار عهدن تي مسلمانن جي موجودگي ان فرقي ۾ ڀهرين کان وڌيڪ اعتماد پيدا ڪيو هجي ها ۽ گهڻا نامعقول انديشا ختم ٿي وڃن ها. مان ڀهرين ئي چئي چڪو آهيان ته ورهاڱي تي اصرار ڪري ليگ ڪيتري وڏي ناداني ڪئي هئي. مسلمان آفيسرن ڏانهن ليگ جو رويو ان ناداني ءَ جو هڪ مثال هو.

اهو فيصلو ڪيو ويو ته هندستان جي حڪومت 15 آگسٽ 1947ع تي وجود ۾ اچي ويندي. مسلم ليگ طئه ڪيو ته، پاڪستان هڪ ڏينهن ڀهرين 14 آگسٽ تي جڙڻ گهرجي. ٻنهي حڪومتن جي پيدائش تائين جي باري ۾ هڪ اڻ وڻندڙ واقعو پيش آيو. اها رسم قائم ٿي وئي ته هر آزاد ملڪ پنهنجي گورنر جنرل جي چونڊ پاڻ ڪري سگهي

تہ ۽ گھڻن ملڪن ان عهدي تي پنهنجن ئي قومن ڪي مقرر ڪيو هو. اهڙيءَ طرح هندستان ڪي آزادي هئي تہ هندستان جي پهرين آئيني گورنر جنرل جي طور تي ڪنهن هندستانيءَ جي چونڊ ڪري.

بهرحال اسان اهو فيصلو ڪيو تہ، ڪابہ اوچتي تبديلي ڪرڻ مناسب نہ ٿيندو ۽ سوچيو تہ ان عهدي تي لارڊ مائونٽ بيٽن جو تقرر انتظاميا ۽ پاليسيءَ ۾ هڪ تسلسل جي راه ڏيکاريندو. اهو بہ سوچيو ويو تہ، شروعاتي منزلن ۾ ٻنهي ملڪن جو هڪ ئي گورنر جنرل هوندو ۽ بعد ۾ ڪا تبديلي بہ ڪري سگهجي ٿي. عام طور تي اهو سوچيو ويندو هو تہ، پاڪستان بہ انهن ئي ڳالهين جو لحاظ رکندو.

تنهنڪري، اسان اهو اعلان ڪري ڇڏيو تہ، گورنر جنرل جي حيثيت سان اسان جي چونڊ لارڊ مائونٽ بيٽن آهي. اسان ليگ کان بہ اها توقع ڪيون پيا تہ اها بہ ان کي چونڊي، پر آخري گھڙين ۾ ليگ اهو تجويز ڪري تہ، مسٽر جناح کي پاڪستان جو پهريون گورنر جنرل مقرر ڪرڻ گهرجي، سڀني کي حيران ڪيو. لارڊ مائونٽ بيٽن جيئن ئي اها خبر ڏني، هن اسان کي چيو تہ، ان سبب جي ڪري سڄي صورتحال بدلجي وئي آهي. هن مشورو ڏنو تہ اسان پنهنجي فيصلي تي نظرثاني ڪريون ۽ ڪنهن هندستانيءَ کي ان عهدي تي مقرر ڪيون. اسان کي بهرحال پنهنجي چونڊ ۾ تبديليءَ جو ڪوبہ سبب ڏسڻ ۾ نہ پيو اچي ۽ اسان اهو ئي فيصلو ڪيو تہ لارڊ مائونٽ بيٽن انڊين ڊومينين (Indian Dominion) جو پهريون گورنر جنرل ٿيندو.

# ورهايل هندستان

مان جيڪا ڪهاڻي ٻڌائڻ چاهيان ٿو، هاڻي ان جي آخري باب تائين پهچي چڪو آهيان. 14 آگسٽ تي مائونٽ بيٽن پاڪستان جي نئين رياست جو افتتاح ڪرڻ لاءِ ڪراچي ويو. ٻئي ڏينهن هو واپس آيو ۽ 15 آگسٽ 1947ع تي رات جو ٻارهين وڳي هندستان جي آزاد رياست وجود ۾ آئي.

ملڪ آزاد هو، پر ان ڪان پهرين جو ماڻهو آزاديءَ فتح جي احساس جو پورو لطف حاصل ڪري سگهن، انهن بيدار ٿيندي ئي اهو ڏٺو ته آزاديءَ جو سفر هڪ عظيم الميو به آهي. اسان اهو به سمجهيو ته آزاديءَ جي نعمت مان لطف وٺڻ ۽ ساهه پٽڻ ڪان پهرين اسان کي هڪ ڏکوئيندڙ ڏکيو سفر طئه ڪرڻو پوندو.

ڪانگريس ۽ ان سان گڏوگڏ مسلم ليگ به ورهاڱي کي قبول ڪيو هو. ڪانگريس سڄي قوم جي نمائنده هئي ۽ مسلم ليگ کي مسلمانن ۾ وسيع حمايت حاصل هئي، ان ڪري عام طور تي ان مان اهو ئي مطلب ڪڍيو ويندو ته سڄي ملڪ ورهاڱي کي قبول ڪيو آهي. پر اصل صورتحال بلڪل مختلف هئي. جڏهن اسان ورهاڱي کان جلدي پوءِ ملڪ تي نظر وڌي ته اسان ڏٺو ته ورهاڱي کي صرف ڪانگريس ورڪنگ ڪميٽيءَ جي هڪ قرارداد ۾ ۽ مسلم ليگ جي رجسٽر تي تسليم ڪيو ويو هو. هندستان جي عوام ورهاڱي کي قبول نه ڪيو هو.

حقيقت هي آهي ته، انهن جي دل ۾ انهن جو روح ورهاڱي جي تصور جو ئي مخالف هو. مان اهو چئي چڪو آهيان ته مسلم ليگ کي گهڻن هندستاني مسلمانن جي حمايت حاصل هئي پر ان فرقي ۾ هڪ وڏو حصو اهڙو به هو جنهن هميشه ليگ جي مخالفت ڪئي هئي. اهڙن ماڻهن کي قدرتي طور تي ملڪ جي ورهاڱي جي فيصلي سان گهرو گهاءُ لڳو. جيستائين هندن ۽ سکن جو تعلق آهي، انهن جو هڪ هڪ ماڻهو ورهاڱي جي خلاف هو. ڪانگريس جي ان ورهاڱي جي منصوبي کي مڃڻ جي باوجود انهن ماڻهن جي مخالفت ۾ ٿوري به گهٽتائي نه آئي. هاڻي جڏهن ورهاڱو هڪ حقيقت بڻجي چڪي هئي، ايستائين جو اهي مسلمان به جيڪي مسلم ليگ جا پوئلڳ هئا. ورهاڱي جي نتيجي مان خوفزده ٿي ويا ۽ ڪليل نموني اهو چوڻ لڳا هئا ته اهو ته اهو ڪجهه نه هو، جيڪو اهي

ورهاڱي کي سمجهندا هئا.

ڏهن ورهين کان پوءِ صورتحال تي ٻيهر نظر وجهندي اهو ڏسان ٿو تہ واقعن ان جي تصديق ڪئي آهي، جيڪو مون ان وقت چيو هو. ان وقت بہ مون کي صاف نظر اچي پيو تہ ڪانگريسي اڳواڻن ورهاڱي کي هڪ ازاد ۽ ڪليل ذهن سان قبول نہ ڪيو آهي. انهن مان ڪجهہ غصي ۽ ناراضگيءَ ۾ مڃيو هو ۽ ڪجهہ ٻين مايوسيءَ جي هڪ احساس جي ڪري. ماڻهو جڏهن ڏک، غصي ۽ ڊپ جو شڪار هجن تہ معروضيت سان فيصلو نہ ٿا ڪري سگهن. ورهاڱي جا اهي حمايتي جن جذبي جي دٻاءُ ۾ اچي وک کنئي هئي، ڀلا ڪهڙي نموني اهو سوچي سگهن پيا تہ اهي جيڪو ڪجهہ ڪري رهيا آهن، ان جا نقصان ڪهڙا آهن؟

ڪانگريسين ۾ ورهاڱي جو سڀ کان وڏو حامي سردار پٽيل هو. پر ان کي يقين نہ هو تہ هندستان جي مسئلي جو بهترين حل ورهاڱو آهي. هن پنهنجي بيزاريت ۽ گهايل خودپسنديءَ جي ڪري ورهاڱي جي حمايت ۾ پنهنجو پورو زور لڳايو هو. ناڻي جي وزير جي حيثيت سان لياقت علي خان هن جي سيني تجويزن کي جيڪو رد ڪندو هو، ان جي ڪري هر وک تي هن کي شڪست جو احساس تنگ ڪندو هو. ان ڪري صرف غصي ۾ اچي هن طئہ ڪيو تہ جڏهن ورهاڱي کان سواءِ ڪو بہ چارو نہ آهي تہ ان کي قبول ڪيو وڃي. هن کي ان جو بہ يقين هو تہ پاڪستان جي رياست اڳتي وڌڻ واري نہ آهي ۽ وڌيڪ ڏينهن تائين قائم رهي نہ سگهندي.

هن سوچيو تہ پاڪستان جي قبوليت مسلم ليگ کي وڏو سبق سيکاريندي. ٿورن ئي ڏينهن ۾ پاڪستان ڍير تي ويندو ۽ اهي صوبا جيڪي هندستان کان الڳ ٿيا هئا، انهن کي ناقابل بيان ڏکيائين سان منهن ڏيڻو پوندو. سردار پٽيل کي شايد اها اميد هئي تہ انهن صوبن کي شايد هندستان ۾ اچڻ تي مجبور ٿيڻو پوندو. مون کي ان ڳالهہ جو اعتراف بہ ڪرڻ گهرجي تہ مسلم ليگ جي خلاف انهن ايترو شديد تعصب پيدا ڪيو هو جو، ليگ جي پيروي ڪرڻ وارن مسلمانن کي جيڪڏهن تڪليف پهچي ها تہ سردار پٽيل کي ڪو بہ افسوس نہ ٿئي ها.

ملڪ جي ورهاڱي ڏانهن ماڻهن جي رويي جو اصل امتحان 14 آگسٽ 1947ع تي ٿيو، جڏهن آزاد پاڪستان وجود ۾ آيو. جيڪڏهن هندستان جي عوام آمادگيءَ سان ورهاڱي کي مڃي ورتو هجي ها تہ يقيناً پنجاب، سرحد، سنڌ ۽ بنگال جي هندن ۽ سکن بہ اهڙي نموني خوشي ملهائي هجي ها، جهڙي نموني انهن علائقن جي مسلمانن. انهن سيني صوبن مان جيڪي اطلاع اسان تائين پهتا، انهن مان ظاهر ٿي ويو تہ اها دعويٰ ڪيتري کوکلي هئي تہ ڪانگريس جو ورهاڱي کي مڃڻ، هندستاني عوام جي ورهاڱي کي مڃڻ جي برابر آهي.

پاڪستان جي مسلمانن لاءِ 14 آگسٽ عيد جو ڏينهن هو، هندن ۽ سکن لاءِ اهو ماتم جو ڏينهن هو. اهو احساس صرف عام ماڻهن جو ئي نه هو، پر ڪانگريس جي اهم اڳواڻن جو به هو. ان وقت آچاريه ڪرپلاڻي ڪانگريس جو صدر هو. هو سنڌ جو رهواسي هو. 14 آگسٽ 1947ع تي هن هڪ بيان جاري ڪيو ته اهو ڏينهن افسوس جو ۽ هندستان جي بربادي جو آهي. سڄي پاڪستان ۾ هندن ۽ سکن کليل عام ان ئي جذبي جو اظهار ڪيو. يقيني طور تي اها انوکي صورتحال هئي. اسان جي قومي تنظيم ڪانگريس ورهاڱي جي حق ۾ فيصلو ڪيو هو پر سڄو ملڪ ورهاڱي تي ناخوش هو.

هتي فطري طور تي هڪ سوال اٿي ٿو. جيڪڏهن سيني هندستانين جي دلين ۾ جڏهن ورهاڱي غصي ۽ افسوس جا اهڙا احساس پيدا ڪيا ته هندستان جي عوام ان کي ڇو مڃيو؟ ان جي اجا وڏيڪ مخالفت ڇو نه ٿي؟ هڪ اهڙو فيصلو ڪرڻ ۾ ايتري جلدي ڇو ڪئي وئي جنهن کي تقريباً هر ماڻهو غلط سمجهي پيو. جيڪڏهن 15 آگسٽ تائين هندستان جي مسئلي جو صحيح حل نه پيو ڪڍي سگهجي ته هڪ غلط فيصلو ڇو ڪيو ويجي ۽ پوءِ ان تي افسوس ڪيو ويجي؟ مون هر هر اهو چيو هو ته هڪ صحيح حل تي پهچڻ تائين انتظار ڪرڻ بهتر ٿيندو. مون پنهنجي وس آهر ڪوشش ڪئي پر منهنجي دوستن ۽ ساٿين بدقسمتي سان منهنجو ساٿ نه ڏنو. حقيقتاً انهن جي عجيب ۽ غريب بي صبري جو هڪ ئي جواز ملي ٿو ته غصي ۽ مايوسي انهن جي اکين کي ڏندلائي ڇڏيو هو. شايد هڪ تاريخ جي تعين (15 آگسٽ) لارڊ مائونٽ بيٽن جي هر ڳالهه مڃي وڃڻ جي معاملي ۾ انهن تي هڪ سحر جو اثر ڪيو هو.

اها صورتحال اهڙي هئي جنهن ۾ ڏک ۽ سک گڏ ٿي ويا هئا. ورهاڱي کان پوءِ سڀ کان وڏيڪ مذاق واري پوزيشن مسلم ليگي اڳوڻن جي هئي، جيڪي هندستان ۾ ئي رهيا. جناح پنهنجي پوئلڳن جي نالي ان پيغام سان ڪراچي روانو ٿيو ته هاڻي ملڪ ورهائجي چڪو آهي ۽ انهن کي هندستان جو وفادار شهري هجڻ گهرجي. ان پيغام انهن ۾ ڪمزوري ۽ ناڪامي جو هڪ عجيب احساس پيدا ڪيو. انهن مان گهڻا اڳواڻ 14 آگسٽ کان پوءِ مون سان ملڻ لاءِ آيا. انهن جي حالت رحم جي قابل هئي. انهن مان هر هڪ گهري ملال ۽ غصي ۾ چيو ته. جناح انهن کي دوکو ڏنو آهي ۽ کين بي سهارا ڇڏي ڏنو آهي.

مان پهرين اهو سمجهي نه سگهيس ته. اهو ڇو ندي انهن جو مطلب ڇا هو ته، جناح انهن کي دوکو ڏنو آهي؟ هنن مسلم اڪثريتي صوبن جي بنياد تي کليل عام ملڪ جي ورهاڱي جو مطالبو ڪيو هو. هاڻي ورهاڱو هڪ حقيقت هئي ۽ اولهه ۽ اوڀر بنهي ۾ مسلم اڪثريتي علائقا پاڪستان جو حصو بڻجي چڪا آهن. پوءِ مسلم ليگ جي انهن ترجمانن اهو ڇو چيو ته، انهن کي دوکو ڏنو ويو هو؟

انهن سان ڳالھ ٻولھ ڪندي مون سمجهيو تہ انهن ماڻهن ورهاڱي جي اهڙي تصوير جوڙي هئي، جنهن جو حقيقي صورتحال سان ڪوبہ واسطو نہ هو. اهي پاڪستان جي اصل حقيقت کي سمجهڻ ۾ ناڪام رهيا هئا. جيڪڏهن مسلم اڪثريتي صوبن هڪ جدا رياست ٺاهي تہ اهو صاف هو تہ اهي صوبا جتي مسلمان اقليت ۾ آهن، هندستان جو حصو ٿيندا. يو-پي ۽ بهار ۾ مسلمان اقليت ۾ هئا. اهڙيءَ طرح انهن کي ورهاڱي کان پوءِ بہ انهيءَ حال ۾ رهڻو هو. اها ڳالھ عجيب آهي پر حقيقت اها ئي آهي تہ انهن مسلم ليگين کي بيوقوف بڻائي اهو سمجهايو ويو هو تہ، صرف پاڪستان بڻجي وڃي، ان کان پوءِ مسلمان اڪثريتي صوبن جا هجن يا اقليتي صوبن جا، انهن کي هڪ جدا قوم سمجهيو ويندو ۽ انهن کي پنهنجي مستقبل جو فيصلو ڪرڻ جو حق ڏنو ويندو.

هاڻي جڏهن مسلم اڪثريتي صوبا هندستان مان نڪري ويا هئا ۽ بنگال ۽ پنجاب ٽائين کي ورهايو ويو هو ۽ مسٽر جناح ڪراچي وڃي چڪو هو تہ انهن احمقن جي سمجھ ۾ آيو تہ انهن کي ڪجھ بہ نہ مليو، پر اهي هندستان جي ورهاڱي سان سيڪجھ وڃائي ويٺا هئا. جناح جو الوداعي پيغام تمام مختصر هو، پر ان هنن کي پريشان ڪري ڇڏيو. هاڻي انهن تي اهو ظاهر هو تہ ورهاڱي جو واحد نتيجو هي نڪتو تہ هڪ اقليت جي طور تي، انهن جي پوزيشن پهرين کان وڌيڪ ڪمزور ٿي وئي هئي. وڌيڪ اهو تہ، پنهنجي احمقاڻي ڪارروائيءَ سان انهن هندن جي ذهن ۾ غصو ۽ ناراضگي پيدا ڪري ڇڏي هئي. مسلم ليگ جا ميمبر اهو ئي رٽيندا رهيا تہ هاڻي اسان هندو اڪثريت جي رحم و ڪرم تي آهيون. اها ڳالھ ايتري آشڪار هئي جو انهن واقعن جي ڪري انهن جي رنج ۽ ملال تي ڪنهن کي مشڪل سان ئي ترس آيو.

مون انهن کي اها ڳالھ ياد ڏياري جيڪا مون ڪيبينيٽ مشن پلان وقت چئي هئي. پنهنجي 15 اپريل 1946ع جي بيان ۾ غيرمبهم لفظن ۾ مون هندستاني مسلمانن کي خبردار ڪيو هو تہ، هڪ ڏينهن جڏهن انهن کي هوش ايندو تہ هو ڏسندا تہ مسلمانن جي اڪثريت جي پاڪستان وڃڻ کان پوءِ، هندستان ۾ هو هڪ بلڪل ننڍي ۽ غيراهم اقليت بڻجي رهجي ويا آهن.

15 آگسٽ تي آزاديءَ جي صبح جي نشاندهيءَ لاءِ هڪ خاص پروگرام مرتب ڪيو ويو هو. اڌ رات جو آئين ساز اسيمبليءَ جو جلسو ٿيو ۽ هي اعلان ڪيو ويو تہ، هاڻي هندستان هڪ آزاد ۽ خودمختيار رياست آهي. ٻئي ڏينهن صبح جو نائين وڳي ٻيهر اسيمبليءَ جو جلسو ٿيو ۽ لارڊ مائونٽ بيٽن افتتاحي تقرير ڪئي. سڄي شهر ۾ خوشي ۽ هنگامو متل هو، ايستائين جو ورهاڱي جون اذيتون بہ ان وقت وساريون ويون. شهر ۽ ٻهراڙيءَ جا لکين ماڻهو آزاديءَ جو جشن ملهائڻ لاءِ گڏ ٿيا هئا. شام جو چئين

وڳي آزاديءَ جو جهندو ڦڙڪائڻ جو وقت رکيو ويو. آگسٽ جي ٽيهنڊڙ سج جي باوجود لکين ماڻهو آيا. بلڪ حقيقت اها آهي تہ ٽِنهڻ اُس ۾ اهي ڪلاڪن جا ڪلاڪ انتظار ڪري رهيا هئا. ميڙ ايترو وڏو هو جو لارڊ مائونٽ بيٽن پنهنجي ڪار مان نہ نڪري سگهيو ۽ اتي ئي هن کي تقرير ڪرڻي پئي.

اها مسرت وجود آفرين هئي پر مشڪل سان ئي اٺيتاليهہ ڪلاڪ باقي رهي. ان جي بئي ڏينهن فرقيوارائڻ جهيڙن جون خبرون راڄڌانيءَ ۾ اونداهي ڦهلائڻ لڳيون. اهي خبرون قتل، موت ۽ بي رحميءَ جون هيون. اها خبر پئي تہ اوپر پنجاب ۾ هندن ۽ سکن جا هجوم مسلمان ڳوٺن تي حملي آور ٿيا آهن ۽ اهي گهرن کي باهيون ڏئي رهيا آهن ۽ بي گناه مردن، عورتن ۽ ٻارن کي قتل ڪري رهيا آهن. اهڙيون ئي خبرون اولهہ پنجاب مان بہ آيون، مسلمان ڪنهن بہ فرق کان سواءِ هندو ۽ سک فرقي جي مردن، عورتن ۽ ٻارن کي قتل ڪري رهيا هئا. سڄو پنجاب اوپر بہ ۽ اولهہ بہ بربادي ۽ موت جو قبرستان بڻجي رهيو هو. هڪ ٻئي کان پوءِ تيزيءَ سان واقعا ٿي رهيا هئا. پنجاب مان هڪ کان پوءِ ٻيو وزير ڀڄندو دهليءَ آيو، ان جي پٺيان مقامي ڪانگريس جا اڳواڻ آيا، جيڪي حڪومت کان ٻاهر هئا، اهي سڀ انهن واقعن تي پريشان هئا، جيڪي پنجاب ۾ ٿي رهيا هئا، جن ۾ وڏي پئماني تي رت وهيو هو ۽ انهن واقعن هنن جا حواس خطا ڪري ڇڏيا هئا ۽ اهي مايوسيءَ ۾ اهو چوندا هئا تہ انهن کي شايد ڪا شيءِ روڪي نہ ٿي سگهي. اسان هنن کان پڇيو تہ، هنن فوج ڇو نہ گهرائي؟ افسوس سان هنن چيو تہ، پنجاب ۾ جيڪي دستا مقرر آهن اهي اعتبار جي قابل نہ آهن ۽ انهن کان ڪنهن مدد جي توقع نہ ٿي ڪري سگهجي. انهن مطالبو ڪيو تہ، فوجي امداد دهليءَ کان پنجاب موڪلڻ گهرجي.

شروع ۾ دهليءَ ۾ ڪو بہ هنگامو نہ ٿيو، پر هاڻي جڏهن ان غارتگريءَ سان ملڪ جي چئني طرفن باه پڙڪي رهي هئي، اهو ممڪن نہ هو تہ دهليءَ ۾ جيڪا ٿوري ريزرو فوج هئي، ان کي اتان هٽايو وڃي. اسان ٻاهران دستن کي گهرائڻ جو فيصلو ڪيو. پر انهن جي اچڻ کان پهرين راڄڌانيءَ ۾ هنگاما پهتا. پنجاب ۾ خون خرابي جي خبرن جي پٺيان، اولهہ پنجاب کان اچڻ وارن پناهگيرن جو سلسلو بہ شروع ٿي ويو، ان ڪري دهليءَ ۾ تشدد پڙڪي اٿيو. شهر تي موت جو راڪاس ڇانئجي ويو. اهي هنگاما صرف پناهگيرن يا عوام تائين محدود نہ رهيا. ايستائين جو اهي علائقا جتي سرڪاري ملازم رهندا هئا، اهي بہ وڪڙ ۾ اچي ويا. جڏهن اولهہ پنجاب جي خونريزيءَ جون خبرون دهليءَ پهتيون تہ سرڪش ماڻهن جو هجوم شهر جي مسلمانن تي ٽٽي پيو. دهليءَ ۾ انهن قاتلاڻن حملن کي منظم ڪرڻ ۾ سکن نمايان حصو ورتو.

مان پهرين ئي ٻڌائي چڪو آهيان تہ يرغمال بڻائڻ ۽ انتقام وٺڻ جي خطرناڪ

اصول جي غيرمحتاط ڳالهين مون کي ڪيترو پريشان ڪيو هو. دهليءَ ۾ هاڻي ان نئي اصول تي پيانڪ طريقي سان عمل ٿيندو ڏسي رهيا هئا سين. جيڪڏهن اوله پنجاب جا مسلمانن هندن ۽ سکن جي قتل جا ذوهاري هئا تہ ان جو ڪهڙو جواز هو تہ بدلو دهليءَ جي مسلمانن کان ورتو وڃي؟ يرغمال بڻائڻ ۽ بدلو وٺڻ جو اهو اصول ايترو بي رحماڻو آهي جو ڪو بہ هوشمند انسان ان جي مدافعت ۾ هڪ لفظ بہ نہ ٿو چئي سگهي.

فوج جو رويو هاڻي تشويشناڪ مسئلو بڻجي ويو. ورهاڱي کان اڳ فوج فرقيوراڻين نفرتن کان آزاد هئي. جڏهن فرقيوراڻن بنيادن تي ملڪ کي ورهايو ويو تہ فرقيواريت جا جراثيم فوج ۾ بہ داخل ٿي ويا. دهليءَ ۾ فوجين ۾ اڪثريت هندن ۽ سکن جي هئي. ڪجهہ ئي ڏينهن ۾ اهو ظاهر ٿي ويو تہ جيڪڏهن شهر ۾ امن امان جي بحاليءَ لاءِ سخت ڪارروائي ڪرڻي آهي تہ انهن تي ڀروسو نہ ٿو ڪري سگهجي. اهڙيءَ طرح اسان ايا وڏيڪ تيزيءَ سان ڏکڻ کان فوجين کي آڻڻ لاءِ ڪوششون ڪيون. ملڪ جي ورهاڱي سان اهي متاثر نہ ٿيا هئا ۽ سپاهياڻي نظم و ضبط جو احساس انهن ايا برقرار رکيو هو. ڏکڻ جي فوجين صورتحال کي ڪنٽرول ڪرڻ ۽ شهر جو انتظام بحال ڪرڻ ۾ هڪ زبردست ڪردار ادا ڪيو.

خاص شهر کي ڇڏي، آسپاس مثال: قرول باغ، لوڌي ڪالوني، سبزي منڊي ۽ صدر بازار جا علائقا هئا، جن ۾ مسلمانن جي وڏي آبادي هئي. انهن سيني علائقن ۾ هاڻي جان ۽ مال محفوظ نہ رهيو هو، نہ ئي موجوده حالتن ۾ مڪمل فوجي مداخلت ممڪن ٿي سگهي هئي. هڪ مرحلي تي تہ انهن علائقن ۾ صورتحال ايتري خراب هئي جو ڪو بہ مسلمان گهرواروارات جو ان اعتماد سان سمهي نہ پيو سگهي تہ صبح جو هو جيئرو اٿندو.

قرمار، قتل ۽ غارتگريءَ جي انهن ڏينهن ۾، فوجي آفيسرن کي ساڻ ڪٺي مون دهليءَ جي مختلف حصن جو دورو ڪيو. مون ڏٺو تہ مسلمان بلڪل هراسيل هئا ۽ مڪمل بي وسيءَ جي احساس ۾ مبتلا هئا. گهڻن منهنجي گهر ۾ پناه وٺڻ چاهي. شهر جا معروف خاندان مون وٽ ان حال ۾ آيا تہ اهي بلڪل مفلس هئا ۽ جسم تي ڪپڙن کان سواءِ انهن وٽ ڪجهہ بہ نہ هو. ڪجهہ ماڻهن کي ڏينهن جي روشنيءَ ۾ اچڻ جو حوصلو نہ ٿيو ۽ انهن کي فوج جي حفاظت ۾ اڌ رات جو يا صبح جو سوير آندو ويو. جلدي منهنجو گهر پر جي ويو ۽ مون اڱڻ تي خيما لڳرايا. هر قسم جا ۽ هر حال جا مرد ۽ عورتون، غريب ۽ امير، جوان ۽ ڪراڙا فقط ساه جي ڊپ کان ويڙهيا سيڙهيا پيا هئا.

جلدي اها ڳالهہ واضح ٿي وئي تہ نظم ۽ ضبط قائم ٿيڻ ۾ ايا وقت لڳندو. شهر جي مختلف علائقن ۾ انهن گهرن جي حفاظت ممڪن نہ هئي، جيڪي اڪيلا پيا هئا.

جيڪڏهن اسان هڪ علائقي ۾ پهريدارن جو انتظام ڪيون پيا ته حملا ٻين علائقن ۾ شروع ڪيا پيا وڃن. ان ڪري اسان طئه ڪيو ته، مسلمانن کي گڏ ڪري حفاظتي ڪئمپن ۾ پهچائڻ گهرجي. هڪ اهڙي ئي ڪئمپ پراڻي قلعي ۾ قائم ڪئي وئي. اتي ڪابه عمارت بچيل نه هئي، صرف برج باقي هئا. جلدي اهي برج ماڻهن سان ڀرجي ويا. ماڻهن جو هڪ وڏو تعداد قلعي ۾ گڏ ٿي ويو ۽ انهن برجن ۾ ئي تقريباً سڄي سياري جا مهينا گذاريا.

مان لارڊ مائونٽ بيٽن تي ان طريقي جي ڪري اعتراض ڪري چڪو آهيان، جنهن سان هن ورهاڱي جي عمل ۾ مدد ورتي هئي. هاڻي مون کي ان سليقي لاءِ هن کي خراج تحسين به پيش ڪرڻو آهي، جنهن سان هن اسان جي آڏو اچڻ واري بحران تي ڪنٽرول ڪيو. مان هن جي توانائي ۽ سرگرميءَ جو ذڪر پهرين به ڪري چڪو آهيان، جنهن جو اظهار هن هندستان جي ورهاڱي جي ڏکين مرحلن کي طئه ڪرڻ ۾ ڪيو هو. هاڻي هو ان کان به وڌيڪ سرگرمي ۽ توانائيءَ سان ملڪ جي انتظام جي بحاليءَ ۾ لڳي ويو. هن جي فوجي تربيت اسان لاءِ ڪارآمد ثابت ٿي. هن جي قيادت ۽ فوجي حڪومت جي تجربي کان سواءِ اهو مشڪوڪ هو ته اسان ايترو تيزيءَ سان انهن ڏکيائين تي ڪنٽرول ڪري سگهون.

هن چيو ته، صورتحال بلڪل جنگ جهڙي آهي ۽ ان سان اهڙي ئي نموني منهن ڏيڻ گهرجي. جنگ دوران جنگي ڪائونسلون چوويهه ڪلاڪ ڪم ڪنديون آهن. اسان کي به هڪ ڪائونسل آف ايڪشن جوڙڻ گهرجي، جيڪا بنا دير فيصلا ڪندي ۽ اهو به ڏسندي ته ان جي مطابق عمل ڪيو وڃي. هڪ هنگامي بورڊ جڙيو جيڪو ڪابينه جي ڪجهه ميمبرن ۽ وڏن عهدن جي ڪجهه سول ۽ ملٽري حاڪمن تي ٻڌل هو. ان بورڊ جي ميٽنگ روزانو صبح جو ساڍي نائين وڳي گورنمينٽ هائوس جي ڪبينيٽ روم ۾ ٿيندي هئي. اسان پوين چوويهن ڪلاڪن ۾ ڏنل حڪمن ۽ ڪيل ڪمن جو جائزو وٺندا هئاسين. اهو بورڊ ڪنهن وقفي کان سواءِ ان وقت تائين ڪم ڪندو رهيو، جيستائين امن پوري نموني بحال نه ٿي ويو. هر صبح جو بورڊ وٽ جيڪي رپورٽون اينديون هون، انهن مان اسان کي ان خطرناڪ صورتحال کي سمجهڻ ۾ مدد ملندي هئي.

ان سڄي عرصي جي دوران گانڌي هڪ هولناڪ ذهني اذيت ۾ گرفتار رهيو. هن پنهنجي سڄي طاقت ٻنهي فرقن جي وچ ۾ بهتر فضا بحال ڪرڻ ۽ مسلمانن جي جان ۽ مال بچائڻ تي خرچ ڪئي. اهو ڏسي هن کي انتهائي پريشاني ۽ تڪليف جو احساس ٿيو ته سندس ڪوشش کي متوقع ڪاميابي نه ملي سگهي. اڪثر هو جواهر لال، سردار پٽيل ۽ مون کي گهرائي چوندو هو ته، اسان شهر جي صورتحال بيان ڪريون. هن

جي پريشاني وڌي ويندي هئي، جڏهن هو ڏسندو هو تہ جيڪو ڪجھ ٿي رهيو هو ان سلسلي ۾ بہ اسان جي بيانن ۾ اختلاف هو.

حقيقت هيءَ آهي تہ هڪ طرف سردار پٽيل جي ۽ ٻئي طرف جواهر لال جي ۽ منهنجي روين ۾ فرق هو. اهو مقامي انتظامیہ تي اثرانداز ٿي رهيو هو ۽ ڳالھ صاف ٿي رهي هئي تہ انتظاميہ ٻن گروپن ۾ ورهائجي وئي هئي. انهن مان وڏو گروپ سردار پٽيل ڏانهن ڏسندو هو ۽ انهيءَ انداز سان ڪم ڪندو هو، جيڪو سردار پٽيل کي خوش ڪري سگهي. هڪ ننڍو گروپ جواهر لال ڏانهن ۽ مون ڏانهن ڏسندو هو ۽ انهيءَ انداز سان ڪم ڪندو هو تہ، جواهر لال جي حڪمن جي تعميل ٿي سگهي. دهليءَ جو چيف ڪمشنر هڪ مسلمان آفيسر خورشيد احمد هو جيڪو صاحبزادي آفتاب احمد جو پٽ هو. هو مضبوط آفيسر نہ هو. ان کان سواءِ هن کي اهو ڊپ بہ هو تہ جيڪڏهن هن ڪا سخت ڪارروائي ڪئي تہ هن تي مسلمانن جي طرفداريءَ جو الزام بہ اچي سگهي ٿو. نتيجو هي نڪتو تہ هو انتظاميا جو نالي ماتر سربراهہ رهجي ويو ۽ ڊپٽي ڪمشنر پاڻ پنهنجي مرضيءَ جي مطابق سڀ ڪارروايون ڪندو رهيو. اهو آفيسر رنڌاوا جي نالي سان ڄاتو ويندو هو ۽ سک هو، پر سکن جي گهڻين رسمن ۽ روايتن جي پابندي نہ ڪندو هو. هن پنهنجي ڏاڙهي بہ لهرائي ڇڏي هئي ۽ وار بہ ڪترايا هئا ۽ گهڻا سک هن کي هڪ بدعتي سمجهندا هئا. هو ورهاڱي کان اڳ بہ دهليءَ ۾ ڊپٽي ڪمشنر رهي چڪو هو ۽ پندرهين آگسٽ کان ٿورين ڪنهن وقت اها تجويز هئي تہ هن پنهنجي مدت پوري ڪئي آهي، ان ڪري هن کي پنجاب واپس موڪليو وڃي. دهليءَ جي گهڻن مشهور شهرين خاص ڪري مسلمانن جي هڪ وڏي حلقي ان تجويز جي شدت سان مخالفت ڪئي. انهن جو چوڻ هو تہ رنڌاوا هڪ روشن خيال ۽ مضبوط آفيسر آهي ۽ انهن ذڪين ڏينهن ۾ سندس خالي پرڻ ممڪن نہ هوندو.

اهڙيءَ طرح رنڌاوا کي روڪيو ويو، پر ائين لڳي پيو تہ، فرقيوراڻي چڪ جو زور جيڪو سڄي پنجاب ۾ پکڙجي چڪو هو، ان جي اثر ۾ اچي هو بہ بدلجي ويو. مون کي اهڙيون گهڻيون رپورٽون مليون تہ شرپسندن خلاف هو مطلوبہ حد تائين سخت ۽ مؤثر ڪارروائي نہ ڪري رهيو آهي. اهي ئي مسلمان جن هڪ ورهيہ اڳ هن کي دهليءَ ۾ برقرار رکڻ جي درخواست ڪئي هئي، هاڻي ايندي ئي چوندا هئا تہ هو دهليءَ جي مسلمان شهرين جي ضروري حفاظت نہ ڪري رهيو آهي. اهو اطلاع سردار پٽيل کي بہ ڏنو ويو پر ان قسم جي شڪايتن تي هن مشڪل سان ڪو ڌيان ڏنو.

سردار پٽيل داخلہ جو ميمبر هو ۽ اهڙي نموني دهلي انتظاميا سڌو سنئون هن جي ماتحت هئي. جيئن ئي قتل ۽ قرمار جي وارداتن جي فهرست ڊگهي ٿيندي وئي تہ گانڌيءَ سردار پٽيل کي گهرايو ۽ کانئس پڇيو تہ، خونريزي روڪڻ لاءِ هو ڇا ڪري رهيو آهي.

سردار پٽيل اهو چوندي هن کي يقين ڏيارڻ جي ڪوشش ڪئي تہ گانڌيءَ کي ملڻ وارين خبرن ۾ وڌاءُ آهي. هن ان حد تائين چيو تہ، مسلمانن کي شڪايت ڪرڻ يا ڊڄڻ جو ڪو سبب نہ آهي. مون کي هڪ موقعو سٺي نموني ياد آهي تہ، جڏهن اسان ٽئي گانڌيءَ سان ويٺا هئاسين. جواهر لال وڏي ڏک سان چيو تہ، دهليءَ جي صورتحال کي جنهن ۾ مسلمان ڪتن ۽ ٻلين وانگر مارجي رهيا آهن، هو برداشت نہ ٿو ڪري سگهي. هن کي پنهنجو پاڻ تي شرم ٿو اچي تہ هو بيوس آهي ۽ انهن کي بچائي نٿو سگهي. سندس ضمير کيس چين سان ويهڻ نہ ڏيندو، چو تہ جڏهن ماڻهو انهن هولناڪ واقعن جي باري ۾ شڪايت ڪندا هئا تہ هن کان ڪوبہ جواب نہ نهي سگهندو هو. جواهر لال ڪيترائي ڀيرا ورجايو تہ صورتحال هن لاءِ ناقابل برداشت هئي ۽ هن جو ضمير هن کي آرام سان ويهڻ نہ ٿو ڏئي.

سردار پٽيل جي ردعمل اسان کي مڪمل طور تي حيرت ۾ وجهي ڇڏيو. هڪ اهڙي وقت ۾ جڏهن دهليءَ ۾ مسلمان ڏينهن ڏٺي جو قتل ٿي رهيا هئا، هن نهايت اطمينان سان گانڌيءَ کي ٻڌايو تہ، جواهر لال جون شڪايتون هن لاءِ بلڪل ناقابل فهم آهن. ٿي سگهي ٿو تہ، ڪجه هلڪا سلڪا واقعا ٿيا هجن، پر حڪومت مسلمانن جي جان ۽ مال بچائڻ لاءِ هر ممڪن ڪوشش ڪري رهي هئي ۽ ان کان وڌيڪ ڪجه بہ نہ پيو ڪري سگهجي. اصل ۾ هن پنهنجي بي اطمينانيءَ جو اظهار بہ ڪيو تہ وزير اعظم جي طور تي جواهر لال پنهنجي ئي حڪومت جي ڪمن تي ناپسنديدگيءَ جو اظهار ڪري رهيو آهي.

ڪجه گهڙين تائين جواهر لال ڪجه بہ چئي نہ سگهيو، پوءِ هن مايوسيءَ مان گانڌيءَ ڏانهن ڏٺو. هن چيو تہ جيڪڏهن سردار پٽيل جا خيال اهي ئي آهن تہ هن کي ڪجه بہ چوڻو نہ آهي.

هڪ ٻئي واقعي، جيڪو تقريباً ان ئي وقت ٿيو، صاف ظاهر ڪيو تہ، سردار پٽيل جو ذهن ڪهڙي نموني ڪم ڪري رهيو آهي. شايد هن اهو سوچيو تہ، مسلمانن تي هر روز جيڪي حملا ٿي رهيا آهن، انهن جو ڪو جواز ضروري آهي. ان ڪري هن هڪ نظريو هي پيش ڪيو تہ، شهر جي مسلمان علائقن مان خطرناڪ هٿيار برآمد ڪيا ويا آهن. ان جو مطلب هي هو تہ، دهليءَ جي مسلمانن هندن ۽ سکن تي حملو ڪرڻ لاءِ هٿيار گڏ ڪيا هئا ۽ جيڪڏهن هندن ۽ سکن جار حيت ۾ اڳرائي نہ ڪئي هجي ها تہ مسلمان انهن کي برباد ڪري ڇڏين ها.

قرول باغ ۽ سبزي منڊيءَ مان پوليس ڪجه هٿيار هٿ ڪيا هئا. سردار پٽيل جي حڪم سان انهن کي گورنمينٽ هائوس ۾ آندو ويو ۽ اسان جي معائني لاءِ ڪيبينيٽ روم جي اينٽي چيمبر ۾ رکيو ويو. جڏهن اسان پنهنجي روزاني ميٽنگ لاءِ گڏ ٿيا سين،

سردار پٽيل چيو تہ، اسان پهرين اينٽي چيمبر ۾ ويحون ۽ هٿ ڪيل هٿيار ڏسون. اسان اتي پهتاسين تہ چا ڏسون ٿا تہ، بورچيخاني ۾ ڪم آڻڻ وارا ڪيترائي چاقو جن کي زنگ لڳل هو، ڪيسي ۾ رکڻ واري پينسل جو گورو ڪڍڻ وارا چاقو، جن مان ڪن کي هٿيا لڳل هئا ۽ ڪجھ بغير هٿين جي ۽ لوہ جون ڪجھ سيخون جيڪي پراڻن گهرن جي جهنگلن مان ڪڍيون ويون هون ۽ ڪجھ فولاد جا پائيپ رکيل هئا. سردار پٽيل جي قول مطابق اهو ئي اهو اسلحو هو، جيڪو دهليءَ جي مسلمانن هندن ۽ سکن کي نيست ۽ نابود ڪرڻ لاءِ گڏ ڪيو هو. لارڊ مائونٽ بيٽن هڪ يا بہ چاقو کنيا ۽ کِلندي چيو تہ، اهي ماڻهو جن هيءُ سامان گڏ ڪيو هو، اهي جنگي چال جو حيرت انگيز تصور رکندا هوندا، جيڪڏهن اهي سوچين ٿا تہ، دهليءَ شهر تي هنن هٿيارن جي مدد سان قبضو ڪري سگهندا.

مان اهو ٻڌائي چڪو آهيان تہ، شهر جي مسلمانن جي تمام وڏي اڪثريت پراڻي قلعي ۾ گڏ ڪئي وئي هئي. سيارو اچڻ وارو هو. هزارين ماڻهو جيڪي کليل آسمان هيٺان گذاريندا هئا، تنڌ ڪان پريشان ٿيا. کائڻ يا پيئڻ جي پاڻيءَ جو هتي ڪو مناسب انتظام نہ هو. ان کان وڌيڪ خراب هي ٿيو تہ، اتي غلاظت هٽائڻ جو انتظام يا تہ هو ئي نہ يا جيڪڏهن هو تہ، گهڻو نا ڪافي هو.

هڪ صبح جو ڊا ڪٽر ايمرجنسي بورڊ آڏو گواهي ڏني ۽ ٻڌايو تہ، پراڻي قلعي ۾ کهڙي هولناڪ حالت آهي. هن چيو تہ، اهي غريب مرد ۽ عورتون، جن کي او چتو موت کان بچايو ويو هو، هاڻي اهي جيئرا قبر ۾ وڌا ويا آهن. بورڊ مون کي هدايت ڪئي تہ انتظامن جو معائنو ڪيان ۽ ضروري انتظام تجويز ڪيان. پنهنجي اڳئين ميٽنگ ۾ بورڊ طئہ ڪيو تہ پيئڻ جي پاڻي ۽ صفائيءَ جو فوري انتظام ڪرڻ گهرجي. فوج کي بہ چيو ويو تہ، جيترا تنبو هوءِ اادارا ڏئي سگهي ٿي ڏئي تہ، جيئن ماڻهن جي مٿي تي گهٽ ۾ گهٽ تنبوءَ جي ڇت تہ هجي. جڏهن اها ڳالھ ڦهلجي وئي تہ جيستائين دهليءَ ۾ امن ۽ انتظام قائم نہ ٿو ٿي وڃي تيستائين گانڌيءَ روزو رکندو، تہ گهڻن ماڻهن کي جيڪي ان وقت هٿ ٻڌي وينا هئا، انهن کي شرم آيو ۽ هو ڪجھ ڪرڻ تي مائل ٿيا. انهن جو خيال هو تہ، ان عمر ۾ ۽ اهڙي صحت سان گانڌي کي لازمي طور تي روزي کان بچائڻ گهرجي. پهرين انهن هن کي اپيل ڪئي تہ روزي جو خيال ڇڏي ڏئي، پر گانڌيءَ نہ مڃيو.

هڪ ڳالھ جنهن جو گانڌيءَ جي ذهن تي تمام گهڻو بار هو، اهو سردار پٽيل جو رويو هو. سردار پٽيل جو تعلق بہ گانڌيءَ جي اندروني حلقي سان هو ۽ هو هن کي گهڻو عزيز هو. حقيقت هي آهي تہ، سردار پٽيل جو مڪمل وجود گانڌيءَ جي ڪري ئي هو. ڪانگريس جي اهم اڳواڻن مان گهڻن جي سياسي زندگي گانڌيءَ جي منظرِعام تي اچڻ کان اڳ شروع ٿي چڪي هئي، پر بہ ماڻهو سردار پٽيل ۽ را جندر پرساد اهڙا هئا جيڪي بلڪل گانڌيءَ جي تخليق هئا.

ڊاڪٽر راجندر پرساد جو تعليمي رڪارڊ شاندار رهيو هو ۽ گهڻا ماڻهو هن کي بهار جي سياست جو ايرندڙ ماڻهوءَ جي طور تي ڏسندا هئا. پر هن کي وڌيڪ فڪر پنهنجي وڪالت جو هو ۽ شايد هو اهو به سوچيندو هو ته، امام ڀائرن ۽ مظهرالحق جهڙن اڳواڻن جي مقابلي ۾ هن کي وڌيڪ موقعو نه پيو ملي سگهي. جڏهن گانڌي بهار آيو ته هن ڏٺو ته سياسي قيادت مسلمانن جي هٿن ۾ هئي. شروع ۾ ته هڪ به هندو جنهن جي ڪا به حيثيت رهي هجي، هن سان شامل نه ٿيو. هڪ معتبر ذريعي کان مون ٻڌو ته ڊاڪٽر سچانند سنها هڪ ڊنر جو اهتمام ڪيو جتي نسبتاً گهڻن هندن کي گانڌيءَ سان ملڻ لاءِ سڏيو ويو هو. انهن گانڌيءَ کي چيو ته، بهار جا هندو عدم تعاون جي تحريڪ ۾ شامل ٿي ويندا، ان شرط تي ته گانڌي ڪنهن هندوءَ کي انهن جو اڳواڻ چونڊي. گانڌيءَ چيو ته، پنهنجي مرضيءَ سان هو ڪنهن کي به اڳواڻي نه ٿو ڏئي سگهي، ها اهو واعدو ڪري سگهي ٿو ته، جيڪڏهن ڪو به باصلاحيت هندو اڳتي وڌيو ته، هو ان جي ضرور مدد ڪندو. تڏهن گانڌيءَ جي آڏو ڊاڪٽر راجندر پرساد جو نالو تجويز ڪيو ويو ۽ ڪجهه ئي ورهين اندر گانڌيءَ جي مدد ۽ حمايت سان هو هڪ ڪل هند شخصيت بڻجي ويو.

پٽيل جو معاملو ان کان وڌيڪ دلچسپ هو، عدم تحريڪ جي تعاون کان اڳ گجرات جي گهڻن وڪيلن مان صرف هڪ پٽيل ئي هو، جنهن جي ملڪ جي عوامي زندگيءَ ۾ مشڪل سان ڪا جڳهه يا دلچسپي هئي. جڏهن گانڌي احمدآباد کي پنهنجو نڪاتو بڻايو ته هن سردار پٽيل کي چونڊيو ۽ ڏاڪي به ڏاڪي ان جي حيثيت بڻائي. سردار پٽيل دل ۽ جان سان ان جو حمايتي بڻجي ويو ۽ اهو ذڪر ته مان اڳ ۾ ڪري چڪو آهيان ته، کهڙي نموني گهڻن موقعن تي هو صرف گانڌيءَ جي خواهشن کي دهرائيندو هو. اهو گانڌي ئي هو جنهن هن کي ڪانگريس ورڪنگ ڪميٽيءَ جو ميمبر بڻايو ۽ بعد ۾ به اهو گانڌيءَ جي ڪري ئي ٿيو ته، 1931ع ۾ هو ڪانگريس جو صدر بڻيو. گانڌيءَ کي ان ڳالهه سان گهرو زخم رسيو ته هاڻي سردار پٽيل هڪ اهڙي پاليسي اختيار ڪئي جيڪا هن جي سيني اصولن جي ابتڙ هئي، جنهن جو گانڌيءَ کي لحاظ هو.

گانڌيءَ چيو ته، هن پنهنجي اکين آڏو دهليءَ جي مسلمانن کي قتل ٿيندي ڏٺو آهي. اهو انهيءَ وقت ۾ ٿي رهيو هو جڏهن هن جو پنهنجو ولڀ ڀائي داخلا جو ميمبر ۽ راڄڌانيءَ ۾ نظم ۽ ضبط قائم رکڻ جي لاءِ ذميوار هو. سردار پٽيل نه صرف اهو ته مسلمانن جي تحفظ ڪرڻ ۾ ناڪام رهيو، پر ان سلسلي ۾ هن کي جيڪي شڪايتون ڪيون وينديون هيون، انهن کي لاپرواهيءَ سان ٽاري ڇڏيندو هو. گانڌيءَ چيو ته هن وٽ ڪو ٻيو رستو نه بچيو آهي، سواءِ پنهنجي آخري حربي استعمال ڪرڻ جي، يعني اهو ته جيستائين صورتحال بدلائي نه وڃي هو روزي ۾ رهندو. اهڙيءَ طرح 12 جنوري

1948ع تي هن پنهنجو روزو شروع ڪيو، هڪ معنيٰ ۾ ان احتجاج جو رخ سردار پٽيل جي رويي جي خلاف هو ۽ هو ڄاڻي پيو ته ائين آهي.

اسان گانڌيءَ کي ان ڳالهه کان روڪڻ جي ڀرپور ڪوشش ڪئي هئي. ان احتجاج جي پهرئين ڏينهن شام جو جواهر لال، سردار پٽيل ۽ مان گانڌيءَ وٽ ويٺا هئاسين. ٻئي ڏينهن صبح جو سردار پٽيل بمبئيءَ لاءِ روانو ٿيڻ وارو هو. هن رسمي انداز ۾ گانڌيءَ سان ڳالهايو ۽ اها شڪايت به ڪئي ته، اهڙي نموني جي احتجاج جي جواز لاءِ ڪو به حقيقي مسئلو نه آهي. اصل ۾ ان روزي سان سردار پٽيل جي خلاف الزامن کي هٿي ملندي. هن تورو تلخيءَ سان چيو ته، گانڌيءَ جي طرز عمل سان ته ائين لڳي ٿو ته، سردار پٽيل ئي مسلمانن جي قتل جو ذميوار آهي.

گانڌي حسب معمول پنهنجي پُرسڪون انداز ۾ جواب ڏنو ته، مان هن وقت چين ۾ نه، پر دهليءَ ۾ آهيان. نه ئي منهنجون اکيون ۽ ڪن ضايع ٿيا آهن. جيڪڏهن توهان مون کان اهو چاهيو ٿا ته، اکين ۽ ڪَنن جي گواهيءَ تي اعتبار نه ڪيان ۽ مون کي اهو چوندا آهيو ته، مسلمانن وٽ شڪايت ڪرڻ جو ڪو به سبب نه آهي ته مان يقين سان چوان ٿو ته، نه توهان مون کي قائل ڪري سگهو ٿا، نه مان توهان کي قائل ڪري سگهان ٿو. هندو ۽ سک منهنجا ڀائر آهن. اهي منهنجي جسم جو حصو آهن ۽ جيڪڏهن غصي ۾ اچي هن وقت انڌا ٿي ويا آهن ته مان انهن کي الزام نه ڏيندس. بهرحال، مون کي پنهنجو پاڻ کي تڪليف ڏئي ڪفارو ادا ڪرڻ ئي گهرجي ۽ مون کي اميد آهي ته منهنجي روزي سان اصل حقيقتن ڏانهن انهن جون اکيون کلي وينديون.

سردار پٽيل ان جواب سان ناراض ٿيو ۽ گانڌيءَ سان رکائيءَ سان ڳالهايو. جواهر لال ۽ مون کي ان ورتاءَ تي صدمو به ٿيو ۽ حيراني به، ۽ اسان چپ نه رهي سگهياسين. مون احتجاج ڪيو ۽ چيو ته، ولڀ ڀائي تي سگهي ٿو ته توهان کي ان جو انداز نه هجي، پر اسان گهرائيءَ سان اهو محسوس ڪريون ٿا ته، توهان جو رويو ڪيترو توهين آميز آهي ۽ توهان گانڌيءَ کي ڪيترو ڏک پهچائي رهيا آهيو.

سردار پٽيل هڪ لفظ چوڻ کان سواءِ اٿيو ۽ ائين ظاهر ڪيو ته، هو اتان هليو ويندو. مون هن کي روڪيو ۽ چيو ته، هن کي پنهنجو پروگرام منسوخ ڪرڻ گهرجي ۽ دهليءَ ۾ ترسڻ گهرجي. ڪو به نه ٿو چئي سگهجي ته، واقعا ڪهڙو رخ اختيار ڪندا ۽ هن وقت جڏهن گانڌيءَ جو روزو جاري آهي، هن کي وڃڻ نه گهرجي.

سردار پٽيل تقريباً رڙ ڪري جواب ڏنو، منهنجي هتي ترسڻ سان ڪهڙو فائدو ٿيندو؟ گانڌي منهنجي ڳالهه ٻڌڻ لاءِ تيار نه آهي. هو سڄي دنيا جي آڏو هندن جي نالي تي ڪارنهن ملڻ جو فيصلو ڪري چڪو آهي. جيڪڏهن هن جو اهوئي رويو آهي ته، مون کي هن کان ڪجهه ونٿو نه آهي. مان پنهنجو پروگرام نه ٿو بدلائي سگهان ۽ مون کي

بمبئي ويڃڻو ئي آهي.

سردار پٽيل جي لفظن کان وڌيڪ هن جي لهجي مون کي تڪليف پهچائي. مون سوچيو ان جو اثر گانڌيءَ تي ڇا ٿيندو؟ سردار پٽيل گانڌيءَ جي ئي تخليق هو ۽ هن جي مدد کان سواءِ هن جي ڪا به حيثيت نه هئي. اسان سوچيو ته ان کان وڌيڪ ڪجهه چوڻ بيڪار آهي ۽ پٽيل هليو ويو.

سردار پٽيل گانڌيءَ ڏانهن پنهنجو جيءُ ڪڙو ڪيو هو، پر دهليءَ جي ماڻهن نه. جيئن ئي اها خبر ڦهلي ته هن پنهنجو روزو شروع ڪيو آهي، صرف ان ئي شهر ۾ نه پر سڄي هندستان ۾ گهري هلچل مچي وئي. دهليءَ تي ته بجليءَ جو اثر ٿيو. اهڙا گروه جيڪي تازو ئي گانڌيءَ جي خلاف ٿيا هئا، انهن اڳتي وڌي چيو ته گانڌيءَ جي قيمتي زندگي بچائڻ لاءِ هو ڪجهه به ڪرڻ لاءِ تيار رهندا.

ڪيترن ئي قسمن جا ماڻهو آيا ۽ گانڌيءَ کي ٻڌايو ته، دهليءَ ۾ امن بحال ڪرڻ لاءِ اهي ڪم ڪندا، پر گانڌيءَ تي انهن لفظن جو اثر نه ٿيو. اضطراب جا اهي ڏينهن گذري ويا. ٽئين ڏينهن صورتحال تي غور ڪرڻ ۽ اهڙا طريقا اختيار ڪرڻ لاءِ جن سان گانڌيءَ کي پنهنجو روزو ڇڏڻ تي مائل ڪري سگهجي، هڪ عوامي جلسو رٿيو ويو.

جلسي ڏانهن ويندي مان گانڌيءَ سان مليس. مون چيو ته، هو پنهنجو روزو ڇڏڻ جا شرط رکي، ان کان پوءِ اسان انهن شرطن کي عوام آڏو پيش ڪندا سين ۽ چوندا سين ته جڏهن انهن معاملن تي گانڌيءَ کي اطمينان ٿي ويندو ته هو پنهنجو روزو ٽوڙيندو. گانڌيءَ چيو: اها ڪم جي ڳالهه آهي، منهنجو پهريون شرط اهو آهي ته، هندن ۽ سکن جي حملن جي ڪري، اهي سڀ مسلمان جيڪي دهلي ڇڏي ويا آهن، انهن کي واپس گهرايو وڃي ۽ وري پنهنجي گهرن ۾ آباد ڪيو وڃي.

اها هڪ سٺي وک هجي ها، پر مون کي خبر هئي ته، اها تجويز قابل عمل نه آهي. ورهاڱي کان پوءِ پنجاب جي ٻنهي حصن ۾ زندگي درهم برهم ٿي وئي هئي. اولهه پنجاب کان لکين پناهگير هندستان آيا هئا ۽ اوڀر پنجاب کان لکين پاڪستان هليا ويا هئا. هزارين دهليءَ مان هليا ويا هئا ۽ اولهه پنجاب جي گهڻن پناهگيرن انهن جي گهرن تي قبضو ڪيو هو، جن کي مسلمانن خالي ڇڏيو هو. جيڪڏهن اهو صرف ڪجهه سئو ماڻهن جو معاملو هجي ها ته، شايد گانڌيءَ جي خواهش تي عمل ٿي وڃي ها، پر ان معاملي ۾ ته لکين مردن ۽ عورتن جو تعلق هو، اهڙيءَ طرح گانڌيءَ جي خواهش پوري ڪرڻ جي ڪا به ڪوشش، صرف نوان مسئلا پيدا ڪري ها.

اولهه پنجاب کان جيڪي هندو ۽ سک آيا هئا، هڪ دفعو اجڙي چڪا هئا، پر هاڻي دهلي انهن کي هڪ قسم جو ٺڪاڻو هٿ اچي ويو هو. جيڪڏهن انهن کي پنهنجن نون گهرن کي ڇڏڻ لاءِ چيو وڃي ها ته، اهي ڀلا ڪيڏانهن وڃن ها؟ ان کان سواءِ جيڪي

مسلمان دهلي ڇڏي پاڪستان هليا ويا هئا. اهي شايد مختلف حصن ۾ وکريل هئا. انهن کي واپس ڪيئن آندو وڃي؟ نه ته مسلمان واپس آڻي سگهجن پيا نه ئي هندن ۽ سکن کي اهو چئي سگهجي پيو ته، جن گهرن ۾ اهي رهيل آهن، انهن کي خالي ڪن. اهڙي نموني جي سمجهوتي جي ڪوشش جو اصل سبب هي هجي ها ته، جن گهرن مان مسلمانن کي پهريون دفعو ڪڍيو ويو هو، هاڻي انهن جي جڳهه تي ٻيو دفعو هندن ۽ سکن کي ڪڍيو وڃي.

مون گانڌيءَ جا هٿ جهليا ۽ کيس منٿ ڪئي ته، اهو شرط هن کي ڇڏڻ گهرجي. اهو نه ته قابل عمل هوندو ۽ نه ئي شايد اخلاقي اعتبار کان حق تي هوندو ته، دهليءَ ۾ جن هندن ۽ سکن هڪ نئون گهر جوڙيو آهي، اهي وري دربدر ٿين. مون هن کي درخواست ڪئي ته ان معاملي تي اصرار نه ڪري پر سندس پهريون شرط اهو هجڻ گهرجي ته قتل ۽ غارتگريءَ کي جلدي ختم ڪيو وڃي. هو ان تي به اصرار ڪري سگهي پيو ته، اهڙا مسلمان جيڪي اڃا تائين هندستان ۾ آهن، انهن کي عزت ۽ سڪون سان رهڻ جو موقعو ڏنو وڃي ۽ سيني فرقن جي وچ ۾ دوستاڻو تعلق بحال ڪيو وڃي. مون اهو مشورو به ڏنو ته، ان ڳالهه کي به شرط جي طور تي پيش ڪري سگهي ٿو ته، مسلمانن جون درگاهون ۽ عبادتخانا جن ۾ ڀڃ ڊاهه ڪئي وئي هئي يا جن جي بي حرمتي ٿي هئي، اهي مسلمانن کي واپس ڪيون وڃن ۽ انهن جي مرمت ڪرائي وڃي. غيرمسلمن جي ذريعي اهڙن جڳهن تي قبضو مسلمانن جي رنج ۽ دهشت جو باعث هو. گانڌي اها ضمانت به گهري سگهي پيو ته، اهڙيون جڳهيون جيڪي ڪنهن به فرقي لاءِ مقدس هجن، انهن تي ڪو به حملو نه ڪيو ويندو.

پهرين ته گانڌي راضي نه ٿيو ۽ پنهنجن ئي شرطن تي اصرار ڪندو رهيو. پر آخر ۾ هن ميو ۽ چيو ته، جيڪڏهن اهي شرط جيڪي مون تجويز ڪيا هئا، منهنجي لاءِ اطمينان بخش آهن ته هو به قبول ڪندو. مون پنهنجي خيال ڏانهن سندس ڌيان جو شڪريو ادا ڪيو ۽ گذارش ڪئي ته منهنجون تجويزون قبول ڪري.

ان کان پوءِ گانڌيءَ روزي ٽوڙڻ جا جيڪي شرط لکرايا، اهي هيٺ ڏجن ٿا:

(1) هندو ۽ سک جلدي مسلمانن تي حملو بند ڪن ۽ مسلمانن کي محسوس ڪرائين ته، اهي پاڻ ئي ان وانگر گڏ رهندا.

(2) هندو ۽ سک ان کي يقيني بڻائڻ جي ڪوشش ڪن ته هڪ به مسلمان پنهنجي جان ۽ مال جي عدم تحفظ جي ڪري هندستان نه ڇڏي وڃي.

(3) هلندڙ ريل گاڏين ۾ مسلمانن تي جيڪي حملا ٿي رهيا هئا، اهي بند ٿيڻ گهرجن ۽ انهن حملن ۾ جيڪي هندو ۽ سک حصو وٺي رهيا هئا، انهن کي ائين ڪرڻ کان روڪيو وڃي.

(4) اهي مسلمان جيڪي حضرت نظام الدين اولياءَ، خواجہ قطب الدين بختيار ڪاڪي ۽ حضرت نصير الدين چراغ دهلويءَ جي درگاهُن يا زيارت گاهُن جي آسپاس آباد هئا، انهن پريشانيءَ ۾ پنهنجا گهر خالي ڪيا هئا، انهن کي پنهنجي وستين ۾ واپس آندو وڃي ۽ پوءِ انهن کي آباد ڪيو وڃي.

(5) حضرت قطب الدين بختيار ڪاڪي جي درگاه کي نقصان پهچايو ويو هو، حڪومت ان جي مرمت ۽ بحالي ڪرائي سگهي ٿي، پر گانڌي ان مان مطمئن نہ ٿيو. گانڌيءَ اصرار ڪيو تہ، هندو ۽ سک پنهنجي گناه جي ڪفاري جي طور تي درگاه جي بحالي ۽ مرمت پاڻ ڪرائين.

(6) سڀ کان اهم ضررت دلين کي بدلائڻ جي هئي، انهن شرطن جو پورو ٿيڻ ايترو ضروري نہ هو، جيترو اهو ڪم. هندو ۽ سک فرقي جي اڳواڻن کي گهرجي تہ ان سلسلي ۾ گانڌيءَ کي سٺي نموني يقين ڏيارين تہ جيئن اهڙي ڪنهن مسئلي تي ٻيهر روزو نہ رکڻو پوي.

گانڌيءَ چيو: مان چاهيان ٿو تہ، اهو منهنجو آخري روزو هجي.

مون گانڌيءَ کي يقين ڏياريو تہ شرط پورا ٿي سگهن ٿا. مان ڏينهن جو ٻي وڳي جلسي ۾ آيس ۽ شرط انهن جي آڏو رکيا. مون انهن کي ٻڌايو تہ اسان گانڌيءَ کي مطمئن ڪرڻ ۽ پنهنجو روزو ڇڏڻ جي درخواست ڪرڻ جي لاءِ گڏ ٿيا آهيون. خالي قرارداد ن جو هن تي اثر نہ ٿيندو، پر جيڪڏهن دهليءَ جا ماڻهو هن جي جان بچائڻ چاهين ٿا تہ، جيڪي شرط هن رکيا آهن، انهن کي پورو ڪرڻو پوندو. گانڌيءَ مون کي اهو ئي ڏسڻ لاءِ موڪليو آهي تہ، ڇا دهليءَ جا ماڻهو ان ڳالهہ جي ضمانت ڏئي سگهن ٿا.

ان جلسي ۾ تقريباً ويهہ هزار مرد ۽ عورتون موجود هئا. انهن هڪ آواز ٿي چيو، اسان گانڌيءَ جا شرط مڪمل طور تي پورا ڪنداسين. اسان پنهنجي دل ۽ جان جي بازي لڳائينداسين ۽ گانڌيءَ کي ڏک پهچائڻ واري ڪا بہ ڳالهہ ٿيڻ نہ ڏينداسين.

مان اڃا تقرير ڪري ئي رهيو هئس تہ، ڪجهہ ماڻهن شرطن جا نقل تيار ڪيا ۽ ماڻهن کان صحيون ڪرائڻ لڳا. جلسو ختم ٿيڻ کان اڳ ان دستاويز تي هزارين ماڻهن صحيون ڪيون. رنڌاوا جيڪو اجان ڊپٽي ڪمشنر هو، ان هندو ۽ سک اڳواڻن جو هڪ گروپ گڏ ڪيو ۽ حضرت خواجہ قطب الدين بختيار ڪاڪي رحہ جي مزار ڏانهن ويو تہ جيئن مرمت جو ڪم ڪري سگهجي.

دهليءَ ۾ ڪم ڪرڻ واريون ڪيترين ئي سوسائٽين سرعام اهو عهد ڪيو تہ اهي گانڌيءَ جي شرطن کي پورو ڪرڻ جي لاءِ پنهنجي حلقن ۾ پاڻ ڪوششون ڪنديون. انهن سوسائٽين اهو اعلان ڪيو تہ شرطن کي پوري ڪرڻ جي ذميواري هو پاڻ کڻن ٿيون. شام تائين سيني پارٽين ۾ گروپن جا وفد مون وٽ آيا ۽ دهليءَ جي هر

حلقي مان مون کي يقين ڏياريو ويو تہ گانڌيءَ جا شرط انهن کي منظور آهن ۽ هاڻي مون کي گانڌيءَ کي اها درخواست ڪرڻ گهرجي تہ هو پنهنجو روزو ٽوڙي.

ٻئي ڏينهن صبح جو مون دهليءَ جي نمائنده اڳواڻن جي هڪ ميٽنگ گهرائي. اسان ان فيصلي تائين پهتاسين تہ سيني کي برلا هائوس وڃڻ گهرجي ۽ گانڌيءَ کي شخصي طور تي يقين ڏيارڻ گهرجي. مان تقريباً ڏهين وڳي برلا هائوس پهتس ۽ گانڌيءَ کي چيم تہ، مان هاڻي مڪمل طور تي مطمئن آهيان تہ هن جو مقصد پورو ڪيو ويو آهي. ان جي روزي هزارين ماڻهن جون دليون بدلائي ڇڏيون ۽ انهن ۾ انصاف ۽ انسانيت جو احساس وري جاڳايو. هزارين ماڻهن هاڻي اهو عهد ڪيو هو تہ فرضن جي وچ ۾ سٺا تعلقات برقرار رکڻ کي هو پنهنجو اولين مقصد سمجهندا. مون گانڌيءَ کي اپيل ڪئي تہ هو اها يقين دهاني قبول ڪري ۽ پنهنجو روزو ٽوڙي.

صاف نظر اچي پيو تہ، گانڌي خوش هو، پر هن اسان جي درخواست ان وقت تائين قبول نہ ڪئي هئي. اهو ڏينهن بحثن ۽ منٿن ۾ گذري ويو. هن جو وزن ۽ طاقت گهٽجي وئي هئي ۽ هو ويهي نہ پيو سگهي. هو بستري تي ليٽيو پيو هو ۽ جيڪو بہ وفد ايندو هو ان جون ڳالهيون ٻُڌندو هو ۽ اهو اندازو لڳائڻ جي ڪوشش ڪندو هو تہ ماڻهن جون دليون سچ ۾ ڪنهن حد تائين بدليون آهن. آخر ۾ هن چيو تہ ٻئي ڏينهن صبح تائين هو جواب ڏيندو.

صبح جو ڏهين وڳي اسان هن جي ڪمري ۾ گڏ ٿياسين. جواهر لال پهرين ئي اتي هو، ٻيا ماڻهو جيڪي آيا انهن ۾ پاڪستان جو هاءِ ڪمشنر زاهد حسين بہ هو، جنهن گانڌيءَ سان ملڻ جي اجازت گهري هئي. گانڌي هن کي گهرايو ۽ ميڙ ۾ جتي سردار پٽيل کان سواءِ سڄي ڪابينہ موجود هئي، ان ۾ هو بہ شامل ٿي ويو. گانڌيءَ اشاري سان چيو تہ، جيڪي ماڻهو پنهنجي عهد کي دهرائڻ چاهين ٿا، ائين ڪن. دهليءَ جا تقريباً پنجويه اڳواڻ جن ۾ هندن ۽ سکن جي هر سياسي مڪتبہ فڪر سان تعلق رکڻ وارا ماڻهو هيا، هڪ هڪ ڪري اڳتي وڌيا ۽ قسم کنيو تہ گانڌيءَ جيڪي شرط رکيا آهن، انهن کي هو پوري وفاداريءَ سان انجام ڏيندا. گانڌيءَ وري هڪ اشارو ڪيو ۽ انهيءَ حلقي جا مرد ۽ عورتون رام ڌن ڳائڻ لڳا. هن جي پوٽيءَ هڪ گلاس ۾ نارنگيءَ جو رس آندو ۽ هن اشارو ڪيو تہ، اهو گلاس مون کي ڏئي. مون گلاس هن جي چپن سان لڳايو ۽ گانڌيءَ پنهنجو روزو ٽوڙيو.

گانڌيءَ جو روزو شروع ٿيڻ کان پوءِ، اخبار "اسٽيٽسمين" جي سابق ايڊيٽر مسٽر آرٿر مور بہ امپيرل هوٽل ۾ پنهنجو روزو شروع ڪيو هو. هندو مسلم فسادن کان هو گهڻو متاثر ٿيو هو. هن مون کي چيو تہ، جيستائين اهي هنگاما ختم نہ ٿين ها تہ هو بہ مرڻ تائين روزو رکي ها. هو ڪافي ورهين کان هندستان ۾ هو ۽ ان کي پنهنجو وطن

بڻايو هئائين. هڪ هندستانيءَ جي طور تي ان کي هو پنهنجو فرض سمجهي پيو ته، ان انساني بيوسيءَ ۽ پستيءَ کي روڪرائي، جيڪا ان وقت آڏو هئي. هن چيو ته هندستان جنهن هولناڪ الميي ۾ ورتل آهي، ان کان موت بهتر آهي. هاڻي مون هن کي اهو پيغام موڪليو ته گانڌيءَ پنهنجو روزو ٽوڙيو آهي ۽ هن کي به اهوئي ڪرڻ گهرجي.

پنهنجو روزو پيحڻ کانپوءِ، گانڌيءَ کي پنهنجي طاقت بحال ڪرڻ ۾ آهستي آهستي ڪيترائي ڏينهن لڳي ويا. سردار پٽيل بمبئيءَ کان واپس آيو ۽ گانڌيءَ سان ملڻ لاءِ ويو. مان به ان وقت موجود هئس. گانڌيءَ جي عظمت اهڙن موقعن کان وڌيڪ ڪنهن بئي موقعي تي روشن نه ٿيندي هئي. هن سردار پٽيل جو آدرڀاءُ وڏي شفقت سان ڪيو. هن جي منهن تي ناراضگي يا غصي جو بلڪل ذرو به نه هو. صاف پتو پوي پيو ته سردار پٽيل بيچين آهي ۽ هن جو طور طريقو اجان به رکو ۽ رسمي هو. هو گانڌيءَ مان خوش نه هو ۽ گانڌيءَ مسلمانن ۾ پنهنجي تحفظ جو احساس پيدا ڪرڻ لاءِ جيڪو ڪجھ ڪيو هو، ان کي پسند نه ڪيو هئائين.

گانڌيءَ ڏانهن ان رويي ۾ سردار پٽيل اڪيلو نه هو، حقيقت هي آهي ته هندن جو هڪ گروپ ان وقت کان گانڌيءَ جي خلاف تلخيءَ سان پيش اچي رهيو هو، جڏهن کان هن پونا مان آزاديءَ کان پوءِ جناح سان ڳالهه ٻولهه شروع ڪئي هئي. انهن جي ناراضگي روزانو وڌندي وئي. هو کلئي عام گانڌيءَ جي مذمت ڪندا هئا ته هن هندن کي اهڙن مفادن کان محروم ڪيو آهي، جنهن کي هو جائز مفادن جو نالو ڏيندا هئا. اهو راز نه رهيو هو ۽ سڄي ملڪ ۾ ماڻهن کي ان جي خبر هئي. هندستان جي ورهاڱي کان پوءِ بهرحال اها معلومات پوري طرح ايري سامهون آئي. مهاسڀا ۽ راشٽريه سيوم سيوڪ سنگھ (آر-ايس-ايس) جي قيادت ۾ هندن جو هڪ حلقو کلئي عام اهو چوندو وتندو هو ته، گانڌي هندن جي خلاف مسلمانن جي مدد ڪري رهيو آهي. ايستائين جو اهي ماڻهو گانڌيءَ جي پرارٿنا سڀائن جي مخالفت به منظم ڪرڻ لڳا، جن ۾ گانڌيءَ جي هدايت تي هندو صحيفن سان گڏ قرآن ۽ انجيل جون آيتون به پڙهيون ۽يندڀون هيون. سيپٽمبر 1947ع ۾ جڏهن هو دهلي اچي ويو، ان کان پوءِ انهن مان ڪجھ ماڻهن پرارٿنا سڀائن خلاف هڪ باقاعدي تحريڪ شروع ڪئي ۽ اهو چيو ته، اهي قرآن يا انجيل جون آيتون پڙهڻ نه ڏيندا. ان سلسلي ۾ پمفليٽ ۽ هينڊبل ورهايا ويا. اهو چئي به ماڻهن کي گانڌيءَ جي خلاف اڪسايو ته هو هندن جو دشمن آهي. هڪ پمفليٽ ۾ ته ايستائين چيو ويو ته، جيڪڏهن گانڌيءَ پنهنجا طور طريقا نه بدلايا ته کيس قتل ڪرڻ جون تدبيرون ڪرڻ گهرجن.

گانڌيءَ جي روزي ان سڄي گروپ کي اشتعال ڏياريو. هاڻي انهن گانڌيءَ جي خلاف فيصلو ڪيو. پرارٿنا سڀائن جو سلسلو ٻيهر شروع ٿيڻ کان پوءِ، جلدي هن تي

هڪ بم اڇليو ويو. خوشقسمتيءَ سان ڪنهن کي زخم نہ رسيا، پر سڄي هندستان ۾ ماڻهن کي ان تي صدمو پهتو تہ ڪو گانڌيءَ جي خلاف بہ هٿ کڻي سگهي ٿو. پوليس پنهنجي ڪوجنا شروع ڪئي ۽ اها ڳالهہ تمام عجيب لڳي تہ انهن کي اها خبر نہ پئجي سگهي تہ بم ڪنهن رکيو هو ۽ برلا هائوس جي باغ ۾ هو ڪيئن داخل ٿي سگهيو. اهو بہ عجيب هو تہ ان واقعي کان پوءِ بہ هن جي زندگيءَ جي حفاظت لاءِ مناسب انتظام نہ ڪيا ويا. ان واقعي صاف ظاهر ڪيو تہ، تعداد ۾ اهي ڪيترا بہ گهٽ هجن، پر هڪ حلقو گانڌيءَ جي قتل جي ڪوشش ڪري رهيو هو. اهڙيءَ طرح دهليءَ جي پوليس ۽ سي-آءِ- ڊي کان اها توقع فطري هئي تہ گانڌيءَ جي تحفظ لاءِ خاص انتظام ڪرڻ گهرجن. مون کي اهو چوڻو پوي ٿو تہ اها ڳالهہ اسان لاءِ هميشہ شرم ۽ ڏک جو باعث رهندي تہ بهتر نموني حفاظتي انتظام نہ ڪيا ويا.

ڪجهہ وڌيڪ ڏينهن گذري ويا. جيئن جيئن گانڌيءَ جي طاقت آهستي آهستي بحال ٿي رهي هئي، هن پرارٿنا سڀائن جي خاتمي تي ميڙ کي خطاب ڪرڻ ٻيهر شروع ڪيو. هزارين ماڻهو ان پرارٿنا سڀائن ۾ شريڪ ٿيندا هئا ۽ هن جو خيال هو تہ، پنهنجو پيغام عوام تائين پهچائڻ جو سيني ءَ کان مؤثر طريقن مان هڪ طريقو اهو بہ آهي.

30 جنوري 1948ع تي ڏينهن جي ادائي وڳي مان گانڌيءَ وٽ ويس. مون کي هن سان ڪيترن ئي اهم مسئلن تي ڳالهائڻو هو ۽ مان هن سان ڪلاڪ کان وڌيڪ ويٺس. پوءِ تقريباً ساڍي پنجين وڳي مان گهر واپس آيس. اوچتو ياد آيو تہ ڪيترن ئي اهم نڪتن تي مون هن سان مشورو نہ ڪيو آهي. مان برلا هائوس واپس اچي ويس ۽ مان اهو ڏسي حيران رهجي ويس تہ دروازا بند هئا. هزارين ماڻهو چپر تي بيٺا هئا ۽ ميڙ رستي تائين وڌي ويو هو. مان سمجهي نہ سگهيس تہ معاملو ڇا آهي، پر منهنجي ڪار تي نظر پوندي ئي انهن منهنجي لاءِ رستو ڇڏيو. مان گيٽ جي ويجهو ٿيس ۽ هن جي گهر ڏانهن هليس. گهر جي دروازن تي بہ تالا لڳل هئا. دريءَ جي شيشن مان هڪ رهندڙ مون کي ڏٺو ۽ مون کي اندر وٺي وڃڻ لاءِ ٻاهر آيو. مان جنهن وقت داخل ٿي رهيو هئس، ڪنهن روئندڙ آواز ۾ چيو، "گانڌيءَ کي گولي هنئي وئي آهي ۽ هو بي حس پيو آهي."

خبر اهڙي تڪليف ڏيندڙ ۽ غيرمتوقع هئي جو مان انهن لفظن جو مفهوم مشڪل سان ئي سمجهي سگهيس. ائين لڳو تہ حواس معطل ٿي ويا آهن، ۽ مان گانڌيءَ جي ڪمري ڏانهن وڌيس. مون ڏٺو تہ هو فرش تي پيو هو. هن جو منهن ڦڪو هو ۽ اکيون بند هيون. هن جا بہ پوٽا هن جا پير جهلي روئي رهيا هئا. مون اهڙي نموني ٻُڌو، ڄڻ خواب ۾ ڪو چئي رهيو آهي، "گانڌي مري چڪو آهي."

# آخري لفظ

گانڌيءَ جي شهادت هڪ دور جي خاتمي جو اعلان آهي. مان اڄ ڏينهن تائين اهو وساري نہ سگهيو آهيان تہ، اسان جديد هندستان جي شايد عظيم ترين فرزند جي زندگيءَ جي تحفظ ۾ ڪهڙي نموني ناڪام وياسين. بم واري واقعي کانپوءِ اها توقع ڪرڻ فطري هئي تہ دهليءَ جي پوليس ۽ سي - آءِ - ڊي ان جي حفاظت لاءِ خاص تدبيرون اختيار ڪندي. جيڪڏهن ڪنهن عام ماڻهوءَ جي زندگيءَ تي حملو ڪيو وڃي تہ پوليس خاص اهتمام ڪندي آهي، اهو ان صورت ۾ بہ ڪيو ويندو آهي تہ جڏهن ڪنهن کي ڌمڪيءَ سان پريل خط يا پمفليٽ ملي. گانڌيءَ جي معاملي ۾ تہ صرف خط، پمفليٽ ۽ ڪلئي عام ڌمڪيون ئي نہ هيون، پر ان تي هڪ بم بہ اڇليو ويو هو. اهو سوال هو موجوده هندستان جي سڀ کان وڏي شخصيت جي زندگيءَ جو، پوءِ بہ ڪا مؤثر وڪ نہ کنئي وئي. ائين نہ هو تہ ان قسم جا انتظام ڏکيا هئا. پرارٿنا سڀا کليل ميدان ۾ نہ ٿيندي هئي پر برلا هائوس جي چبر تي ٿيندي هئي. اها هڪ اهڙي جڳهہ هئي جيڪا چئني طرفن کان بند هئي. ڪو بہ ماڻهو سواءِ ڦاٽڪ جي ڪنهن ٻئي پاسي کان داخل ٿي نہ ٿو سگهي. پوليس لاءِ اها سولي ڳالهہ هئي تہ جيڪي ماڻهو اندر اچن يا ٻاهر وڃن انهن کي چيڪ ڪيو وڃي.

ان سانحي کان پوءِ عيني شاهدن جي بيان مان صاف ظاهر هو تہ قاتل انتهائي مشڪوڪ انداز ۾ آيو هو. ان جو طرز عمل ۽ لفظ اهڙا هئا جو، سي - آءِ - ڊي ان تي نظر رکي سگهي پئي ۽ ان کي نظر رکڻ گهرجي ها. جيڪڏهن پوليس ڪا ڪارروائي ڪئي هجي ها تہ قاتل جي خبر پئجي وڃي ها ۽ ان کي غير مسلح ڪيو وڃي ها. هو هڪ ريوالور کڻي بنا جاچ پڙتال جي اندر آيو. گانڌي جڏهن پرارٿنا سڀا ۾ پهچي ويو، هو اٿي بيٺو ۽ اهو چوندي گانڌيءَ جو ڌيان ڇڪايو تہ، "اڄ توهان کي دير ٿي وئي آهي." گانڌيءَ جواب ڏنو: "ها!" ان کان اڳ جو هو ڪو ٻيو لفظ زبان تي آڻي، ٽي دفعا گولي هلائي وئي. جن هن جي قيمتي زندگيءَ جو خاتمو ڪيو.

انهن سڀني معاملن ۾ ڌيان طلب ڳالهہ اها ٿي وئي هئي تہ سردار پٽيل گانڌيءَ جي خلاف ٿي ويو هو. جنهن وقت گانڌيءَ مسلمانن جي تحفظ جي سوال تي روزو رکيو، تہ

هو بي نياز رهيو. پٽيل سوچيو ته، ان روزي جو رخ سندس خلاف آهي. ان جي ڪري جڏهن مون هن کي چيو ته، هو بمبئي نه وڃي ته هن ترسڻ کان انڪار ڪيو. مقامي پوليس تي سندس رويي جو انتهائي افسوسناڪ اثر پيو. مقامي ڪارڪن سردار پٽيل ڏانهن ڏسندا رهيا ۽ جڏهن انهن اهو ڏٺو ته گانڌيءَ جي حفاظت لاءِ هن خاص حڪم جاري نه ڪيا ته خود انهن ماڻهن به اهو ضروري نه سمجهيو ته ڪي خاص تدبيرون ڪيون وڃن.

گانڌيءَ جي موت کان پهرين سردار پٽيل جي بي پرواهي ايتري نمايان هئي جو ماڻهن اهو محسوس ڪيو هو. اهو سانحو ٿي ويو ته انهن تي غم ۽ غصي جي لهر ڇانئجي وڃڻ فطري هئي. ڪجھ ماڻهو سردار پٽيل کي نااهلي يا ان کان به وڌيڪ خرابيءَ جو قصوروار سمجهندا هئا. جَي پرڪاش نارائڻ ان مسئلي کي ڪٽڻ ۾ گهٽي همت ڏيکاري. گانڌيءَ جي موت تي دهشت ۽ رنج جي جذبن جو اظهار ڪرڻ لاءِ دهليءَ ۾ جيڪو جلسو ٿيو، ان ۾ پرڪاش نارائڻ صاف چيو ته، هندستاني حڪومت جو وزير داخلہ ان ذميواريءَ کان بچي نه ٿو سگهي. هن سردار پٽيل کان جواب گهريو ته، جڏهن ڪليل پروپيگنڊا ذريعي گانڌيءَ جي قتل تي ماڻهن کي اڪسايو ٿي ويو هو ۽ هن تي اڳ ۾ به هڪ بم اڇليو ويو هو ته آخر خاص تدبيرون ڇو نه اختيار ڪيون ويون؟

ڪلڪتي جي پرفلا چندر گهوش به اهوئي مسئلو کنيو. هن به گانڌيءَ جي قيمتي زندگي بچائڻ ۾ ناڪام رهڻ تي حڪومت هند جي مذمت ڪئي. هن اها نشاندهي ڪئي ته سردار پٽيل پنهنجي سياسي حيثيت لاءِ گانڌيءَ جو مرهون منت هو، ۽ هن کي هڪ مضبوط ۽ مستعد وزير داخلا سمجهيو ويندو هو. هو انهيءَ کان ڪيئن لاتعلق رهي سگهيو ٿي ته گانڌيءَ جي حياتي بچائڻ لاءِ ڪا ڪوشش ڇو نه ڪئي ويئي.

سردار پٽيل پنهنجي خاص انداز ۾ انهن الزامن جو جواب ڏنو. بيشڪ ان سانحي تي هن کي گهرو ڏک پهتو هو، پر ماڻهو جهڙي نموني هن کي کلئي عام ذميوار قرار ڏئي رهيا هئا، ان تي هو ناراض به هو. جڏهن ڪانگريس پارلياماني ڪميٽيءَ جي ميٽنگ تي ته هن چيو ته، ڪانگريس جا دشمن سندس خلاف ان قسم جا الزام لڳائي، تنظيم ۾ نفاق پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيا آهن. هن گانڌيءَ ڏانهن پنهنجي وفاداريءَ جو يقين ڏياريو ۽ چيو ته، پارٽيءَ کي انهن الزامن کان متاثر نه ٿيڻ گهرجي، پر گانڌيءَ جي موت سان پيدا ٿيڻ واري صورتحال ۾ مضبوط ۽ متحد رهڻ گهرجي. هن جي اپيل بي اثر نه رهي. ڪانگريس پارٽيءَ جي گهڻن ميمبرن هن کي يقين ڏياريو ته، هو ان جو ساٿ ڏيندا.

ملڪ جي مختلف حصن ۾ ايڪڙ ٻيڪڙ وارداتون اهو ظاهر ڪري رهيون هون ته موجوده دور ۾ فرقي پرستيءَ جو زهر ڪيتري گهرائيءَ تائين ڦهلجي ويو آهي.

مجموعي حيثيت ۾ ملڪ تي ان قتل جو انتهائي شديد اثر پيو، پر ڪجھ شهرن ۾ ماڻهن مٺائيون ورهايون ۽ جشن جو تقريبون بہ منعقد ڪيون، خاص ڪري گواليار ۽ جئپور ۾. مون کي افسوس ٿيو، جڏهن مون اهو ٻڌو تہ انهن ٻنهي شهرن ۾ کليءَ عام مٺائيون ورهائيون ويون ۽ ماڻهن ۾ ايتري جرئت هئي تہ سرعام خوشيون ملهايون. بهرحال انهن جي اها خوشي جلدي ختم ٿي وئي. مجموعي طور تي سڄي قوم کي رنج ۽ ملال جي احساس پنهنجي لپيٽ ۾ ورتو هو ۽ ماڻهن جي غصي جو رخ انهن سيني ماڻهن ڏانهن ٿي ويو هو، جيڪي گانڌيءَ جا دشمن سمجهيا ويندا هئا. سانحي جي ٻن يا ٽن هفتن کانپوءِ تائين هندو مهاسڀا يا آر- ايس- ايس جا اڳواڻ ٻاهر نڪري ماڻهن کي منهن نہ پيا ڏيکاري سگهن. ان وقت ڊا ڪٽر شياما پرشاد مکرجي هندو مهاسڀا جو صدر ۽ مرڪزي حڪومت ۾ هڪ وزير هو. هن کي پنهنجي گهر کان ٻاهر اچڻ جي همت نہ ٿي ۽ ڪجھ عرصو پوءِ هن مهاسڀا تان استعيفيٰ ڏني. بهرحال آهستي آهستي صورتحال بهتر ٿي ۽ ڪجھ ڏينهن کان پوءِ ماڻهو پنهنجي ڪم ۾ لڳي ويا.

قاتل گوڊسي خلاف ڪارروائي شروع ڪئي وئي، پر هن جي خلاف مقدمو قائم ٿيڻ ۾ وقت لڳو. ائين لڳي پيو تہ، گانڌيءَ کي قتل ڪرڻ جي سازش پري تائين ڦهليل هئي. ان ڪري پوليس کوجنا جي ڪم ۾ ڪيترائي مهينا صرف ڪيا. گوڊسي جي گرفتاريءَ تي عوام جو ردعمل اهو ظاهر ڪري پيو تہ هندو فرقي جو هڪ حلقو فرقي پرستيءَ جي زهر کان ڪيترو متاثر ٿيو هو. هندستانين جي وسيع اڪثريت گوڊسي جي مذمت ڪئي ۽ ان جي پيٽ جوڊاز (Judas) سان ڪئي. پر باعزت گهرائن جي ڪجھ عورتن هن لاءِ سوئيٽر جو تحفو موڪليو، جنهن کي اُنهن پاڻ، هن لاءِ ناهيو هو. هن جي آزاديءَ لاءِ هڪ تحريڪ بہ هلائي وئي. ان جا حمايتي کليل نموني ان فعل جي مذمت نہ ڪندا هئا. اهي چوندا هئا تہ، گانڌيءَ جو مسلڪ عدم تشدد هو، ان ڪري هن جي قاتل جي جان نہ ونڻ گهرجي. جواهر لال کي ان مضمون جا ٽيليگرام موڪليا ويا تہ، گوڊسي کي ڦاسي ڏيڻ گانڌيءَ جي اصولن جي خلاف ورزي ٿيندو. بهرحال قانون پنهنجي رستي تي هليو ۽ هاءِ ڪورٽ ان جي موت جي سزا جي توثيق ڪئي.

گانڌيءَ جي موت کي مشڪل سان ٻہ مهينا گذريا هوندا تہ سردار پٽيل کي دل جو دورو پيو. منهنجو اندازو هي آهي تہ، اهو ان صدمي جو نتيجو هو جيڪو هن کي پهتو هو. جيستائين گانڌي جيئرو هو، هن جي خلاف پٽيل جو غصو برقرار رهيو. جڏهن گانڌي قتل ڪيو ويو ۽ ماڻهن کليءَ عام سردار پٽيل کي غفلت ۽ نااهليت جو قصوروار ڏنو تہ هن کي شديد صدمي ۽ بي عزتيءَ جو احساس ٿيو. هو ان کي وساري نہ پيو سگهي تہ هن وٽ جيڪو ڪجھ هو گانڌيءَ جي ڪري هو. پٽيل لاءِ گانڌيءَ جي بي پناه شفقت ۽ ڏيان صورتحال کي اجاوڏيڪ ڏکيو بڻايو هوندو. انهن سيني ڳالهين جو اثر هن جي دماغ تي

پيو ۽ هو پريشان رهيو. ايستائين جو ڪنهن شريان ۾ رت ڄمڻ جي ڪري ٿرومبوسس جو حملو ٿيو. هو ڪي چار ورهيہ ڪن وڏيڪ جيئرو رهيو پر هن جي صحت ڪڏهن بہ بحال نہ ٿي.

اهڙيءَ طرح هندستان پنهنجي آزادي حاصل ڪئي، پر پنهنجي وحدت وڃائي ويٺو. هڪ نئين رياست پاڪستان جي نالي سان وجود ۾ آندي وئي. پاڪستان مسلم ليگ جي تخليق هو. اهڙيءَ طرح فطري طور تي ان نئين رياست ۾ مسلم ليگ غالب اقتدار جي حيثيت اختيار ڪئي. مان پهرين ئي بيان ڪري چڪو آهيان تہ، ڪهڙي نموني ڪانگريس جي مخالفت لاءِ شروع ۾ مسلم ليگ جو بنياد رکيو ويو هو، ان ڪري ليگ ۾ مشڪل ئي سان ڪو اهڙو ميمبر هو، جنهن ملڪ جي آزاديءَ لاءِ جنگ وڙهي هجي. نہ تہ انهن ڪو اهڙو ايثار ڪيو هو ۽ نہ ئي اهي ڪنهن جدوجهد جي ڊسيپلين مان گذريا هئا. انهن ۾ يا تہ ريٽائر ملازم هئا. يا اهڙا ماڻهو جيڪي انگريزن جي سرپرستيءَ تحت عوامي زندگيءَ ۾ آندا ويا هئا. نتيجو هي نڪتو تہ جڏهن نئين رياست وجود ۾ آئي تہ اقتدار اهڙن ماڻهن جي هٿن ۾ هليو ويو جيڪي خدمت يا قربانيءَ جو ڪو بہ رڪارڊ نہ رکندا هئا. نئين رياست جا گهڻا حڪمران خودغرض هئا، جيڪي صرف ذاتي مفادن لاءِ عوامي زندگيءَ ۾ آيا هئا.

نئين رياست جي اڳواڻن جي اڪثريت يو- پي، بهار ۽ بمبئيءَ سان لاڳاپو رکندي هئي. گهڻن سان معاملو هي هو تہ اهي انهن علائقن جي ٻولي ڳالهائي نہ سگهندا هئا، جن تي هاتي پاڪستان بڻيل هو. ان ڪري ان نئين رياست ۾ حڪمرانن ۽ عوام جي وچ ۾ ويڇو ٿيون رهيون. انهن اڳواڻن کي خوف هو تہ، جيڪڏهن آزاد چونڊون ٿيون تہ انهن مان گهڻن جي واپسيءَ جو تمام گهٽ امڪان آهي. انهن جو مقصد ان ڪري هي هو تہ جيستائين ممڪن ٿي سگهي، چونڊون ملتوي ڪرايون وڃن ۽ ملڪ ۾ بس پنهنجي اقتصادي حيثيت ۽ اقتدار جي تعمير ڪئي وڃي. ڏهہ ورهيہ گذري چڪا آهن ۽ اڃان تازو ئي اتي هڪ آئين جڙي سگهيو آهي. حد تہ اها آهي تہ اها شڪل بہ آخري نہ ٿي لڳي، ڇو تہ جڏهن ڏسو آئين ۾ وڌيڪ تبديلين جون تجويزون پيش ٿينديون رهنديون آهن. اڃا تائين ڪنهن کي بہ خبر نہ آهي تہ نئين آئين تحت پهريون چونڊون ڪڏهن ڪرايون وينديون.

پاڪستان جي تخليق جو واحد نتيجو نڪتو نڪنديو ڪنڊ هندستان جي مسلمانن جي پوزيشن کي گهٽ ڪرڻ هو. ساڍا چار ڪروڙ مسلمان جيڪي هندستان ۾ ئي رهيا، اهي ڪمزور ٿي ويا آهن. ٻئي طرف اڃا تائين ڪو بہ اهڙو اشارو نہ ٿو ملي جنهن سان خبر پوي تہ پاڪستان ۾ هڪ مستحڪم حڪومت قائم ڪري سگهجي. جيڪڏهن ان سوال کي صرف مسلم فرقي جي نقطہ نظر سان ڏٺو وڃي تہ ڇا ڪو اڄ

انڪار ڪري سگهي ٿو تہ، ان لاءِ پاڪستان هڪ افسوسناڪ ۽ نامناسب وڪ رهي آهي؟

حقيقت هي آهي تہ، جيترو مان سوچيندو ويان ٿو، ايترو ئي سوچيندو ويان ٿو تہ پاڪستان ڪوبہ مسئلو حل نہ ڪيو. اهو چئي سگهجي ٿو تہ هندستان ۾ هندن ۽ مسلمانن جي وچ ۾ تعلقات ايترا ڪشيده رهيا هئا جو ورهاڱي کان سواءِ ڪوبہ چارو نہ هو. مسلم ليگ جا گهڻا حمايتي اهو ئي خيال رکندا هئا ۽ ورهاڱي کان پوءِ گهڻن ڪانگريسي اڳواڻن جو بہ اهو ئي خيال رهيو. جڏهن بہ ورهاڱي کان پوءِ مون سردار پٽيل يا جواهر لال سان ان سوال تي ڳالهايو، اهو ئي اهو دليل هو جيڪو انهن فيصلي جي حمايت ۾ ڏنو. بهرحال جيڪڏهن اسان معاملي تي ٿڌي دماغ سان غور ڪيون تہ اسان ڏسنداسين تہ انهن جو تجزيو صحيح نہ آهي. مون کي يقين آهي تہ ڪيبينيٽ مشن جي موقعي تي جيڪا اسڪيم مون مرتب ڪئي هئي ۽ جنهن کي مشن وڏي حد تائين قبول ڪيو هو، هر نقطہ نظر سان اهو مسئلي جو بهترين حل هو. جيڪڏهن اسان ثابت قدم رهون ها ۽ ورهاڱي کي محض ڪان انڪار ڪيون ها تہ مون کي يقين آهي تہ هڪ وڏيڪ محفوظ ۽ ان کان وڏيڪ شاندار مستقبل اسان جو منتظر هجي ها.

ڇا ڪنهن کي انڪار ٿي سگهي ٿو تہ پاڪستان جي تخليق فرقيوراڻي مسئلي کي حل نہ ڪيو، پر ان کي اڃا وڏيڪ شديد ۽ نقصانڪار بڻايو آهي؟ ورهاڱي جو بنياد هندن ۽ مسلمانن جي پاڻ ۾ عداوت هئي. پاڪستان جي تخليق ان کي هڪ مستقل آئيني شڪل ڏني، ان جو حل اڃا وڏيڪ ڏکيو بڻايو. ان صورتحال جو سڀ کان افسوسناڪ پهلو هي آهي تہ برصغير هندستان ٻن رياستن ۾ ورهائجي ويو، جيڪي هڪ ٻئي کي نفرت ۽ خوف سان ڏسن ٿيون. پاڪستان کي يقين آهي تہ ان کي هندستان آرام سان ويهڻ نہ ڏيندو ۽ جڏهن بہ ان کي موقعو هٿ آيو، کيس برباد ڪندو.

اهڙيءَ طرح هندستان کي خوف آهي تہ پاڪستان کي جڏهن بہ موقعو مليو تہ هو هندستان جي خلاف اٿندو ۽ ان تي حملو ڪندو. ان ڳالهہ ٻنهي رياستن کي پنهنجو دفاعي خرچ وڌائڻ تي مجبور ڪيو آهي. جنگ کان پوءِ گڏيل هندستان جي دفاع تي صرف تقريباً هڪ سئو ڪروڙ رپيا خرچ ٿيندو هو. خود لارڊ ويول جو خيال هو تہ دفاعي فوج جي ٺنهي شاخن لاءِ هڪ سؤ ڪروڙ جي رقم ڪافي هجڻ گهرجي. پوءِ ورهاڱو ٿي ويو. گڏيل فوج جو ٽيون حصو پاڪستان هليو ويو. ان جي باوجود، پنهنجي دفاعي فوج جي ضرورتن تي هندستان کي تقريباً اڍائي سئو ڪروڙ روپيا خرچ ڪرڻا پون ٿا. هندستان جي حڪومت جي آمدنيءَ جو تقريباً اڌ حصو دفاع تي خرچ ٿئي ٿو. پاڪستان جي حالت جيڪڏهن ڪجهہ آهي تہ ان کان خراب تر آهي. ان واقعي جي باوجود تہ ان وٽ هندستان جي زمين ۽ فوج جو صرف ٽيون حصو آهي، ان امداد کان

سواءِ جيڪا هن کي آمريڪا کان ملي ٿي، اهو گهٽ ۾ گهٽ سئو سيڪڙو پنهنجي آمدنيءَمان خرچ ڪري ٿو. اسان جيڪڏهن ٿورو ساهپٽي سوچيون ته، اسان کي خبر پوندي ته انهن سببن جي ڪري ڪيتري قومي بربادي ٿي رهي آهي. جيڪڏهن اسان اها رقم معاشي ارتقا لاءِ استعمال ڪري سگهون ته ملڪ جي ترقيءَ جي رفتار تمام گهڻي تيز ٿي سگهي ٿي.

ائين لڳي پيو ته، جناح ۽ ان جي پوئلڳن سمجهيو ئي نه هو ته جاگرافي انهن جي خلاف ٿي سگهي ٿي. هندستاني مسلمان ان طريقي سان وکريل هئا جو هڪ مربوط علائقي ۾ جدا رياست جي تشڪيل ناممڪن هئي. مسلم اڪثريتي علائقا اتر اولهه ۽ اتر اوڀر ۾ هئا. انهن ٻنهي علائقن ۾ طبعي لحاظ کان ڳانڍاپو نه هو. انهن ٻنهي علائقن جا ماڻهو سواءِ مذهب جي هر معاملي ۾ هڪ ٻئي کان مختلف هئا. اهو چوڻ ماڻهن سان سڀ کان وڏو فريب ڪرڻ آهي ته مذهبي هڪجهڙائي انهن علائقن کي متحد ڪري سگهي ٿي، جيڪي جاگرافيائي، اقتصادي، لساني ۽ ثقافتي قدرن کان مختلف هجن. اهو صحيح آهي ته اسلام هڪ اهڙو معاشرو قائم ڪرڻ چاهي ٿو، جيڪو نسلي، لساني، اقتصادي ۽ سياسي حدبندين کان مٿانهون هجي. پر تاريخ بهرحال اهو ثابت ڪيو آهي ته شروع جي ڪجهه ڏهاڪن کان پوءِ يا وڌ کان وڌ پهرين صديءَ کان پوءِ، اسلام سيني ملڪن کي صرف اسلام جي بنياد تي متحد نه ڪري سگهيو.

اِها هئي ماضيءَ جي حالت ۽ اها ئي اڄ به آهي. ڪو به اها اميد نه ٿو ڪري سگهي ته اولهه ۽ اوڀر پاڪستان، پنهنجي سيني اختلافن کي صحيح ڪري ڇڏيندا ۽ هڪ قوم بڻجي ويندا. ايستائين جو اولهه پاڪستان اندر سنڌ، پنجاب ۽ سرحد جا تئي صوبا اندروني بي آهنگي رکن ٿا ۽ پنهنجي الڳ مقصدن ۽ مفادن لاءِ ڪم ڪري رهيا آهن. بهرحال جيڪو ٿيڻو هو ٿي ويو، پاڪستان جي نئين رياست هڪ حقيقت آهي. اهو هندستان ۽ پاڪستان ٻنهيءَ جي مفاد ۾ ٿيندو ته پنهنجي دوستاڻي تعلق کي اڳتي وڌائين ۽ هڪ ٻئي سان ملي ڪم ڪن. ڪو به ٻيو طريقيڪار اڃا وڌيڪ پريشانيون ڏانهن وٺي ويندو.

ڪجهه ماڻهو سمجهن ٿا ته، جيڪو ڪجهه ٿيو سو اٽل هو. ٻئي طرف ايتري ئي شدت سان ماڻهو ان ڳالهه ۾ يقين رکن ٿا ته جيڪو ڪجهه ٿيو غلط ٿيو ۽ ان کان بچي سگهجي پيو. اسان اڄ نه ٿا چئي سگهون ته ڪنهن جو اندازو صحيح آهي. اهو فيصلو صرف تاريخ ڪندي ته ڇا اسان دانشمنديءَ ۽ دوستيءَ سان عمل ڪيو هو.

# ضميمو- 1
## مرتب جو نوٽ

مولانا آزاد جي سوانح حيات جو پهريون مسودو جڏهن تيار ٿي ويو ته، هن سو چيو ته ماڻهن ۽ واقعن بابت ڪجھ رايا اهڙا به آهن، جن جي اشاعت هن وقت مناسب نه هوندي. ان ڪري هن نظرثاني ۽ کان پوءِ هڪ عبارت تيار ڪئي جيڪا هيٺين عنوان تحت شايع ڪري رهيا آهيون:

India wins freedom
An Autobiographical Narrative
by Maulana Abul Kalam Azad

مولانا آزاد سو چيو ته، مستقبل جي تواريخدان لاءِ هو ڪجھ متنازعه معاملن تي پنهنجي فيصلي ۽ راءِ جو مڪمل رڪارڊ به ڇڏڻ چاهيندو، جنهن جو ڪجھ حصو هن ڪتاب کان الڳ ڪيو ويو آهي. اهو مواد جيڪو الڳ نه ڪيو ويو آهي، ان سلسلي ۾ به اصل متن جيڪو هتي محفوظ ڪيو ويو آهي، ان کان ڪجھ جزوي اختلاف موجود آهن. اهو ان واقعي جي ڪري ٿيو ته. جيڪو متن اشاعت لاءِ هو ان ۾ ڪيترائي دفعا ردوبدل ڪئي وئي ۽ هڪ يا ٻن ڳالهين کي ڇڏي، ان جي اصل راين جو لهجو نرم ڪيو ويو ته جيئن ان جي ڪجھ همعصرن ۽ ساٿي ڪارڪن جي احساس کي صدمو نه رسي.

اهي عبارتون جيڪي هن ڪتاب ۾ شامل نه آهن، انهن جي باري ۾ مولانا آزاد جي اصل راءِ ۽ فيصلو انهن ڪاغذن ۾ ملندو جيڪي نيشنل آرڪائيوز ۾ گڏ ڪيا ويا آهن. (مڪمل ۽ نظرثاني شده متن ۾) جيڪي نمايان اختلاف آهن، انهن ڏانهن اشارو هيٺ ڏنل طور تي ڪري سگهجي ٿو:

(1) مولانا آزاد سمجهندو هو ته، ڊاڪٽر سيد محمود کي بهار جو پهريون ڪانگريسي وزير اعليٰ نه بڻائي، هن سان ناانصافي ڪئي وئي آهي. ٻئي طرف هن جو ذهن ان معاملي ۾ به بلڪل صاف هو ته قلعي احمد نگر جيل مان ڊاڪٽر سيد محمود جهڙي نموني پنهنجي آزادي حاصل ڪئي، ان جي مدافعت ممڪن نه هئي. مولانا آزاد ڊاڪٽر سيد محمود جي جيل مان ٻاهر اچڻ کانپوءِ جي ڪجھ ڪارروائين کي به ناپسند ڪيو هو. هن فيصلو ڪيو ته، انهن ٻنهي معاملن متعلق دستاويزن کي متن کان

الگ ڪيو ويو.

(2) مولانا آزاد سمجهندو هو تہ، سردار پٽيل هڪ اهڙو رول ادا ڪيو هو، جيڪو ڪانگريس جي نصب العين سان هميشہ هم آهنگ نہ رهيو. ان متن ۾ جيڪو سردار پٽيل جي باري ۾ ان جي راءِ ڏانهن واضح اشارو ڪري ٿو، هن پنهنجي ڪجھ سخت جملن کي الگ ڪيو آهي، ڇو تہ هو محسوس ڪندو هو تہ قومي مفاد خاطر ان جي اشاعت ملتوي ڪرڻ گهرجي.

(3) مولانا آزاد نہ صرف ڪرشنا مينن کي ناپسند ڪندو هو، پر ان لاءِ مولانا آزاد بلڪل حقارت جو رويو رکندو هو. هن جو خيال هو تہ، ڪرشنا مينن قابل اعتبار نہ آهي ۽ هن جو ارادو هو تہ پنهنجي سوانح حيات جي ٽئين جلد ۾، هو هندستان جي هاءِ ڪمشنر جي حيثيت سان مسٽر مينن جي ڪجھ ڪمن تي ايحان وڌيڪ ڀرپور طريقي سان بحث ڪندو.

مولانا آزاد ان ڳالھ ۾ يقين رکندو هو تہ، مسٽر مينن جي خلاف الزامن جي ڪوجنا ٿيڻ گهرجي تہ، جيئن ان کي بري ڪيو وڃي يا قصوروار قرار ڏنو وڃي. ان مسئلي کي هو ايتري شدت سان محسوس ڪندو هو جو، 1954ع ۾ جڏهن جواهر لال نهرو مسٽر مينن ڪابينہ ۾ شامل ڪرڻ چاهيو تہ، مولانا پنهنجي استعيفيٰ موڪلي. وڏي مشڪل سان بعد ۾ اهو ٿي سگهيو تہ، هو مسٽر مينن جي ڪابينہ ۾ شموليت تي رضامند ٿيو. هن ڪليل نموني چيو تہ، ائين صرف مسٽر نهرو جي خواهش جي احترام ۾ ڪيو آهي ۽ اهو بہ چيو تہ، هو هن وقت پنهنجي خيالن کي عام نہ ٿو ڪرڻ چاهي، ڇو تہ هن جو خيال هو تہ مسٽر نهرو ان سان ڪمزور ٿي ويندو.

(4) مولانا آزاد جي دل ۾ مسٽر جواهر لال لاءِ مليل جليل شفقت ۽ تحسين جا احساس هئا. بيشڪ هن جي ڪجھ ڪارروائين کي هن گهٽو جذباتي ۽ عجلت پسنداٽيون سمجهي ناپسند ڪيو، ۽ ڇپيل متن ۾ مسٽر نهرو جي ڪارروائين کان پنهنجي اختلاف يا ناپسندگيءَ ڏانهن اشارا ڪيا آهن. هو چوندو هو تہ، مسٽر نهرو ۾ خوبيون ايتريون وڌيڪ آهن ۽ هو هندستان جو ايترو سچو خدمت ڪندڙ آهي جو هن جي ڪجھ ڪمزورين تي زور نہ ڏيڻ گهرجي. خاص طور تي هن جي زندگيءَ ۾ ڪابہ اهڙي ڳالھ جيڪا مسٽر نهرو جي حيثيت کي ڪمزور ڪري، مولانا آزاد جي ويجهو قومي مفادن جي لاءِ نقصانڪار هئي. ان سان گڏ هو سمجهندو هو تہ مستقبل جي تواريخدان کي انهن ڪمزورين بابت ڪجھ اطلاع هجڻ گهرجن. اهڙيءَ طرح هن انهن ڳالهين کي پنهنجي سوانح حيات جي مسودي لاءِ ڇڏيو.

مولانا آزاد جي اها خواهش هئي تہ جڏهن پبلشر کي روڪيل ڪاغذ ڏنا وڃن تہ، هن جي سوانح حيات ۾ انهن عبارتن کي شامل ڪيو وڃي.

نئين دهلي
2- اپريل 1958ع

(صحيح)
همايون ڪبير

# ضميمو- 2

## برطانوي حڪومت جون 29 مارچ 1942ع جون تجويزون

سر اسٽيفرڊ ڪرپس هيٺ ڏنل اعلان جو مسودو برطانوي حڪومت ڏانهن جاري ڪيو:

هندستان جي مستقبل بابت واعدن جي تڪميل جي سلسلي ۾ جنهن ترديد جو هن ملڪ ۾ ۽ هندستان ۾ اظهار ڪيو ويو، ان تي غور ڪرڻ کان پوءِ هز ميجسٽيءَ جي حڪومت صاف ۽ واضح لفظن ۾ انهن وکن کي بيان ڪرڻ جو فيصلو ڪيو آهي، جنهن کي اها هندستان ۾ جلد از جلد هڪ خودمختيار حڪومت جي قيام لاءِ ڪرڻ چاهي ٿي. مقصد هي آهي تہ هڪ نئين انڊين يونين جوڙي وڃي، جيڪا هڪ ڊومينين جي حيثيت رکندي ۽ جنهن جو تعلق برطانيا ۽ ٻين ڊومينين سان ان نموني جو هوندو تہ انهن سينيءَ ۾ تاج برطانيا سان وفاداري گڏيل هوندي، پر هر لحاظ کان ان جو درجو ان جي برابر هوندو ۽ اها پنهنجي داخلي ۽ خارجي معاملن جي ڪنهن بہ پهلوءَ ۾ ان جي ماتحت نہ هوندي.

ان ڪري هز ميجسٽيءَ جي حڪومت هيٺيون اعلان ڪري ٿي:

(1) مخالفت جي جلدي ختم ٿيڻ کانپوءِ هڪ گڏيل تنظيم جو قيام عمل ۾ آندو ويندو، ان طريقي سان جنهن جي وضاحت ڪئي وئي آهي ۽ هندستان لاءِ هڪ نئون آئين جوڙڻ جي ذميواري ان کي سونپي ويندي.

(2) هيٺ ڏنل طريقي مطابق، آئين جوڙڻ واري جماعت ۾ هندستاني رياستن جي شرڪت جا انتظام ڪيا ويندا.

(3) هز ميجسٽيءَ جي حڪومت اهو واعدو ڪري ٿي تہ ان طريقي سان جيڪو آئين مرتب ٿيندو اُن کي منظور ڪري جلدي عمل ۾ آڻيندي، صرف انهن شرطن سان تہ، الف: برٽش انڊيا جي هر ان صوبي کي جيڪو نئين آئين کي تسليم ڪرڻ تي آماده نہ هجي، اهو حق هوندو تہ پنهنجي موجوده آئيني حيثيت کي برقرار رکي، پر آئين ۾ اها گنجائش بہ هوندي تہ، جيڪڏهن اهو ان ڳالھ جو فيصلو ڪري تہ بعد ۾ بہ يونين ۾ شامل ٿي سگهي ٿو.

يونين ۾ شامل نہ ٿيڻ وارا ان قسم جا صوبا جيڪڏهن اهو چاهيندا تہ هز ميجسٽيءَ جي حڪومت هڪ نئين آئين تي رضامند ٿيڻ لاءِ تيار ٿيندي، جيڪو انهن کي اهڙي ئي مڪمل حيثيت ڏيندو، جيڪا اندين يونين جي آهي ۽ اهو آئين ان طريقي تي مرتب ٿيندو، جيڪو هتي لکيو ويو آهي. ب: هڪ معاهدي تي صحيحون ٿينديون، جنهن جو فيصلو هز ميجسٽيءَ جي حڪومت ۽ آئين مرتب ڪرڻ واري جماعت جي وچ ۾ ڳالهين کان پوءِ ٿيندو. اهو معاهدو انهن سڀني ضروري معاملن تي ٻڌل هوندو، جيڪي انگريزن کان هندستانين جي هٿن ۾ حڪومت جي ذميوارين جي منتقليءَ جي ڪري رونما ٿيندا؟

هز ميجسٽيءَ جي حڪومت نسلي ۽ مذهبي اقليتن جي تحفظ لاءِ جيڪي واعدا ڪيا آهن، ان معاهدي جون شقون انهن واعدن جي مطابق هونديون، پر ان معاهدي ۾ اندين يونين جي ان اختيار تي اهڙي ڪابہ پابندي نہ هوندي تہ مستقبل ۾ ان کي برطانوي دولت متحده جي ٻين ميمبر رياستن سان ڪهڙو تعلق قائم ڪرڻ گهرجي.

ڪنهن بہ هندستاني رياست لاءِ، پوءِ اها آئين مطابق هلڻ پسند ڪري يا نہ، ڳالهين جي ذريعي ان معاهدي جي انتظامن تي جيڪو ان سان ٿي چڪو آهي، نئين صورتحال جنهن حد تائين بہ ان جي تقاضا ڪندي، نظرثاني ڪرڻ ضروري هوندي.

(4) جيستائين هندستان جي خاص فرقن جا اڳواڻ مخالفتن جي خاتمي کان پهرين ڪنهن ٻي شڪل تي متفق نہ ٿي وڃن، آئين جوڙڻ واري جماعت هيٺين طريقي سان مرتب ڪئي ويندي:

جيئن ئي انهن صوبائي چوندن جو نتيجو معلوم ٿي ويندو، جن کي مخالفتن جي خاتمي تي ڪرائڻ ضروري آهي تہ صوبن جي قانون ساز مجلس جي هيٺين ايوان جا سڀ ميمبر هڪ واحد چوندڙ جماعت جي طور تي، متناسب نمائندگيءَ جي اصول مطابق آئين جوڙڻ واري جماعت جي چوندڙ ڪندا. ان جماعت جا ميمبر پنهنجي تعداد جي لحاظ کان، چوندڙ جماعت جي ڏهين حصي جي برابر هوندا. هندستاني رياستن کي ان ئي تناسب جي لحاظ کان پنهنجا نمائندا مقرر ڪرڻ جي دعوت ڏني ويندي، جيڪا مجموعي طور تي برٽش انديا جي نمائندن جي آهي.

(5) ان تشويشناڪ دور ۾ جنهن ۾ هندستان هن وقت ورتل آهي ۽ ان وقت تائين جيستائين اهو آئين مرتب ڪيو وڃي، هز ميجسٽيءَ جي حڪومت کي اڻٽر طور تي اها ذميواري سنڀالڻي پوندي تہ اها عالمي جنگ ۾ پنهنجي حصي جي جدوجهد جي طور تي، هندستان جي دفاع ۽ اختيار کي پنهنجي هٿ ۾ رکي، پر هندستان جي سمورن فوجي، اخلاقي ۽ مادي وسيلن کي منظم ڪرڻ جو مرحلو هندستاني عوام جي اعانت ڪرڻ سان گڏ، هندستان جي حڪومت جي ئي ذمي هوندو.

هز ميجسٽيءَ جي حڪومت جي اها خواهش آهي ۽ اها ان ڳالهہ جي دعوت ڏئي ٿي تہ، هندستاني قوم جي خاص طبقن جا اڳواڻ جلدي ۽ مؤثر طور تي پنهنجي ملڪ ۽ برطانوي دولت متحده ۽ اقوام متحده جي مشورن ۾ شريڪ هجن. اهڙيءَ طرح اهي هڪ اهڙي مرحلي کي طئہ ڪرڻ ۾ پنهنجو سرگرم ۽ تعميري تعاون ڏئي سگهندا، جيڪو هندستان جي آئنده آزاديءَ لاءِ اهم ۽ لازمي آهي.

# ضميمو-3

## سر اسٽيفورڊ ڪرپس سان خط و ڪتابت

برلاپارڪ

نئين دهلي،10 اپريل1942ع

ڊيئر سر اسٽيفرڊ!

12 اپريل تي مون ڪانگريس ورڪنگ ڪميٽيءَ جي قرارداد توهان ڏانهن موڪلي هئي، جيڪا انهن تجرباتي تجويزن جي باري ۾ هئي، جن کي توهان برطانوي حڪومت جي طرفان پيش ڪيو هو، ڪميٽيءَ جي ميمبرن جي راين تي ٻڌل آهي. ان قرارداد ۾ اسان مستقبل لاءِ ڪيترن ئي اهم ۽ ڏور رس تجويزن ڪان پنهنجي بي اطميناني‌ءَ جو اظهار ڪيو آهي. انهن تجويزن تي وڌيڪ غور ۽ فڪر انهن جي باري ۾ اسان جي يقين کي صرف مستحڪم ئي ڪيو آهي ۽ اسان ان ڳالھ کي ورجائڻ چاهينداسين تہ اسان انهن کي مجوزه صورت ۾ قبول نہ ٿا ڪري سگهون. ورڪنگ ڪميٽيءَ جي قرارداد انهن تجويزن سان لاڳاپيل اسان جي انهن نتيجن کي آڏو آڻي ٿي جن تائين اسان انتهائي سنجيدگيءَ سان سوچ ويچار ڪان پوءِ پهتا آهيون.

ان قرارداد بهرحال موجوده صورتحال جي سنگينيءَ تي زور ڏنو هو ۽ اهو چيو هو تہ، اسان جيڪو بہ آخري فيصلو ڪنداسين، اهو انهن تبديلين جي تابع هوندو، جيڪي ان وقت ڪيون وينديون. سڀ ڪان پهريون جيڪو وڏو مسئلو اسان سڀنيءَ جي آڏو ۽ خاص ڪري سڀني هندستانين جي آڏو آهي، اهو جارحيت ۽ حملي ڪان ملڪ کي بچائڻ جو آهي. مستقبل جنهن جي اهميت ميجيل آهي، ان جو انحصار ان تي هوندو تہ اڳين ڪجھ مهينن ۽ ورهين ۾ ڇا پيش ايندو. اهڙيءَ طرح اسان ان غيريقيني مستقبل لاءِ ڪنهن بہ قسم جي يقين دهانين ڪان سواءِ، پنهنجو ڪم هلائڻ تي آماده آهيون، ان اميد سان تہ، پنهنجي ملڪ جي حفاظت لاءِ پنهنجي قربانين جي ذريعي اسان هڪ آزاد ۽ خومختيار هندستان جا مضبوط ۽ پائدار بنياد قائم ڪنداسين. ان ڪري اسان پنهنجو سڄو ڌيان حال تي ڏنو آهي.

حال جي باري ۾ توهان جون شروعاتي تجويزون، جهڙي نموني اهي تجويز ڪيل اعلان جي شق نمبر-5 ۾ شامل ڪيون ويون آهن، مبهم ۽ نامڪمل هيون، سواءِ ان

جي تہ انھن ۾ اهو واضح ڪيو ويو هو تہ، هز ميجسٽيءَ جي حڪومت ڪي اٿتر طور تي هندستان جي دفاع جي سڄي ذميواري کڻڻي پوندي. انھن تجويزن ۾ اصل ۾ اهو مطالبو ڪيو ويو هو تہ هندستان جي آئينده آزاديءَ کي يقيني بڻائڻ لاءِ اڄ جي مقرر ڪيل ڪمن ۾ شريڪ ٿجي. آزادي هڪ غيريقيني مستقبل لاءِ هئي، اڄ لاءِ نہ، ۽ شق-5 ۾ ان ڏانھن ڪوبہ اشارو نہ ڪيو ويو هو تہ حال ۾ ڪھڙا انتظام يا سرڪاري ۽ ٻيون تبديليون آنديون وينديون. جڏهن ان ابهام جي نشاندهي ڪئي وئي تہ توهان چيو تہ، اهو ارادتاً آهي تہ جيئن ٻين جي مشورن سان توهان کي انھن تبديلين جي تعين جي آزادي ڏني وڃي. اسان جي ڳالھ ٻولھ ۾ توهان اسان کي ڪجھ ان قسم جي ڳالھ سمجھائي تہ توهان جي ذهن ۾ ڪنهن اهڙي قومي حڪومت جو تصور آهي، جيڪا دفاع کي ڇڏي ٻين سڀني معاملن سان تعلق رکندي.

دفاع جو معاملو ڪنهن بہ وقت ۽ خاص طور تي جنگ جي وقت ۾، خاص اهميت رکندو آهي ۽ ان کان سواءِ ڪابہ قومي حڪومت نهايت ئي محدود ميدان ۾ ڪم ڪندي آهي. ان خيال کي ڇڏي، اها ڳالھ ظاهر هئي تہ توهان جي تجويزن ۽ اسان جي ڳالھ ٻولھ جو سڄو مقصد، هندستان تي حملي جي خطري سان پيدا ٿيڻ وارن مسئلن جي فوري حل تي هو. ڪنهن قومي حڪومت جا اهم ترين فرض لازمي طور تي اهي هئڻ گھرجن تہ دفاع کي گھرائيءَ سان ۽ وسيع ترين مقبول عام سطح، مطلب تہ ٻنهيءَ جي لحاظ کان منظم ڪري ۽ ڪنهن حملي آور جي خلاف مزاحمت جي هڪ عام نفسيات پيدا ڪري. صرف هڪ قومي حڪومت ئي جنهن تي اها ذميواري وڌي وئي هجي، اهم ڪم ڪري سگھي ٿي. عام مزاحمت جو هڪ قومي پس منظر آڻڻ ضروي آهي ۽ سپاهي ۽ عام شهري ٻنهيءَ کي اهو محسوس ڪرڻ گھرجي تہ اهي قومي قيادت تحت پنهنجي ملڪ جي آزاديءَ لاءِ وڙهي رهيا آهن.

اهو سوال اسان جي قومي خواهش جي تڪميل جو ئي نہ رهجي ويو آهي، پر اهو جنگ کي مؤثر طريقي سان هلائڻ ۽ هر ان حملي آور سان آخري گھڙيءَ تائين وڙهڻ جو سوال بہ بڻجي ويو آهي، جنهن هندستان جي سرزمين تي قدم رکيو هجي. عام اصولن مطابق قومي حڪومت وزير دفاع جي واسطي سان دفاع کي پنهنجي اختيار ۾ رکندي ۽ ڪمانڊر انچيف هٿياربند فوج کي ۽ جنگي ڪارروائين ۽ ان سان لاڳاپيل ٻين معاملن کي پنهنجي ڪنٽرول ۾ رکندو. هڪ سمجھوتي تائين پهچڻ جي خيال سان، اسان وزير دفاع جي عام اختيارن تي ڪجھ پابندين کي قبول ڪرڻ لاءِ تيار رهيا هئين. اسان کي جنگ جي وچ ۾ موجوده فوجي تنظيم ۽ انتظامن کي بگاڙڻ جي ڪابہ خواهش نہ هئي.

اسان اهو بہ تسليم ڪيو هو تہ جنگ جي اعليٰ تر حڪمت عمليءَ کي لنڊن ۾ جنگي ڪابينہ جي ذريعي ڪنٽرول ڪرڻ گھرجي، جنهن ۾ هڪ هندستاني رڪن بہ

هوندو. اسان جي آڏو فوري مقصد هي هو تہ هندستان جي دفاع کي اجا مؤثر بڻايون. ان کي مستحڪم بڻايون، ان کي عوامي ارادي جي هڪ وسيع سطح سان همنڪار ڪيون ۽ ان سان هر طرح جي سرخ فيتي شاهي کي، دير کي ۽ نااهليءَ کي گهٽ ڪيون. ٽيڪنيڪي ۽ عملي معاملن ۾ اسان جي مداخلت جو ڪو سوال نہ هو. هڪ ڳالھ بيشڪ اسان لاءِ سڀ کان وڌيڪ اهميت رکي ٿي ۽ اها آهي هندستان جي حفاظت ۽ ان جو دفاع. هندستاني عوام جي متفقہ خواهش مطابق موجوده رخنو ان نجات جو رستو ڳولهڻ ۾ ڪنهن ذڪيائيءَ جو ڪو سبب نہ آهي، ان شرط تي تہ ان بنيادي سبب جو لحاظ رکيو وڃي، ڇو تہ ان معاملي تي اسان جي وچ ۾ ڪو بہ اختلاف نہ هو.

دماغ تي زور ڏيڻ جي ڪري توهان معاملي تي نئين سري سان غور ڪرڻ ڏانهن مائل ٿيا ۽ توهان 17 اپريل تي مون کي خط لکيو، جنهن ۾ دفاع جو هڪ فارمولو تجويز ڪيو ويو هو.

ان خط ۾ توهان فرمايو تہ: "جيئن ورڪنگ ڪميٽيءَ سمجهيو آهي، مخالفت جي دور ۾، موجوده آئين ۾ ڪا بہ تبديلي ڪرڻ ناممڪن آهي." ان معاملي ۾ ورڪنگ ڪميٽيءَ جو رويو بلڪل غلط سمجهيو ويو ۽ مون کي ان جي صفائي ڪرڻ گهرجي، توڙي جو اسان ان سان لاڳاپيل نہ آهيون. ڪميٽي ائين نہ ٿي سمجهي تہ جنگ دوران آئيني تبديلين جي رستي ۾ ڪا اڻٽر ذڪيائي هئڻ گهرجي. هر اهو ڪم جيڪو جنگ ۾ مددگار ٿي سگهي، نہ صرف اهو تہ ڪري سگهجي ٿو، پر ان کي اهو ڪرڻ گهرجي ۽ تيزيءَ سان ڪرڻ گهرجي. اهوئي اڪيلو رستو آهي، ڪنهن جنگ کي جاري رکڻ ۽ ان کي کٽڻ جو، ذڪيا ضابطا بڻائڻ ضروري نہ آهن. هندستان جي آزادي ۽ ان جي حق خود ارادیت کي، ۽ ان سان گڏوگڏ ڪجھ ٻين ضمني پر اهم تبديلين کي، جيڪڏهن هن جي خواهش هجي تہ سولائيءَ سان تسليم ڪري سگهجي ٿو. باقي ڳالهين کي آئينده انتظامن ۽ تناسب تي ڇڏي سگهجي ٿو.

مان توهان کي ياد ڏياريان تہ فرانس جي زوال وقت، برطانوي وزير اعظم فرانس ۽ انگلينڊ جي هڪ يونين جوڙڻ جي تجويز ڏني هئي. ان سان وڏي ۽ بنيادي تبديليءَ جو تصور بہ نہ ٿو ڪري سگهجي ۽ اها تجويز هڪ زبردست بحران ۽ بربادي جي وقت ۾ پيش ڪئي وئي هئي. جنگ تبديليءَ جي رفتار کي تيز ڪندي آهي، جمڻ جي تصور ۾ ان جي ڪا بہ جڳھ نہ هوندي آهي.

توهان دفاع جو جيڪو فارمولو اسان ڏانهن اماڻيو هو، ان تي اسان ان جي ضميمي کي گڏ رکي غور ڪيو، جنهن ۾ انهن معاملن ۽ کاتن جي فهرست ڏنل هئي، جيڪي دفاع جي محڪمي ڏانهن منتقل ٿيڻ وارا هئا. ان فهرست گهڻو انڪشاف ڪيو، ڇو تہ ان ثابت ڪيو تہ وزير دفاع نسبتاً گهٽ اهم معاملن سان تعلق رکندو.

اسان ان کي قبول نہ ٿي ڪري سگھيا سين ۽ اسان توهان کي ان کان آگاه ڪيو هو.

ان کان پوءِ دفاع لاءِ هڪ نئين فارمولي جي تجويز اسان جي آڏو رکي وئي، پر ڪاتن جي فهرست کان سواءِ، اهو فارمولو اسان کي هڪ وڏيڪ صحتمند رويي تي ٻڌل محسوس ٿيو ۽ اسان ان جي نشاندهيءَ سان گڏ تہ اسان جي آخري فيصلي جو انحصار لازمي حوالي کان شعبن جي تفويض تي هوندو، ڪجھ تبديليون بہ تجويز ڪيون هيون. پوءِ اسان ڏانهن هڪ نظرثاني ٿيل فارمولو موڪليو ويو، جنهن سان ان ڳالھ ڏانهن اشارو بہ موجود هو تہ جنگ جي شعبي جي ذمي ڪهڙا ڪم هوندا.

اهو فارمولو ايتري شرح سان ترتيب ڏنو ويو هو جو، اسان لاءِ اهو ڄاڻڻ مشڪل ٿي ويو تہ، دفاع جي ڪاتي ۽ جنگ جي ڪاتي جي وچ ۾ ڪمن ۽ شعبن کي ڪهڙي نموني جدا ڪيو ويندو. اسان کي اها گذارش ڪئي وئي تہ انهن معاملن متعلق هڪ وضاحتي فهرست اسان کي مهيا ڪئي وڃي تہ جيئن اسان معاملي تي غور ڪري سگھون. اهڙي ڪا بہ فهرست اسان ڏانهن نہ موڪلي وئي.

ڪالھ، توهان سان جيڪا ڳالھ ٻولھ ٿي هئي، ان ۾ اسان نئين فارمولي تي بحث ڪيو هو ۽ ان باري ۾ پنهنجو نقطہ نظر ظاهر ڪيو هو. ان وقت مون جيڪو ڪجھ چيو هو، ان کي هتي ورجائڻ جي ضرورت نہ آهي. فارمولي جي ٻولي بهرحال هڪ ضمني معاملو آهي ۽ ان کي اسان پنهنجي رستي ۾ رڪاوٽ بڻجڻ نہ ڏيون، ايستائين تہ ڪو بہ اهم اصول خطري ۾ نہ پئجي وڃي. پر ان زبان جي ٻنيان ڪجھ خيال بہ هوندا آهن ۽ اسان کي اهو ڏسي حيرت ٿي تہ گذريل ڪجھ ڏينهن ۾ اسان غلط مفروضن تي اڳتي وڌي رهيا هئاسين.

جڏهن اسان توهان کان ٻنهي ڪاتن جي حوالي ٿيل ڪمن جون وضاحتي فهرستون گهريون تہ، توهان دفاع جي ڪاتي جي ان پراڻي فهرست جو حوالو ڏنو جيڪا توهان اسان کي پهرين موڪلي هئي ۽ جنهن کي اسان قبول نہ ڪري سگھيا هئاسين، گڏوگڏ ئي توهان فرمايو تہ، ان فهرست ۾ باقيات متعلق ڪجھ معاملن جو اضافو ڪري سگھجي ٿو، پر حقيقت ۾ اهڙي ڪنهن ڳالھ جو امڪان نہ رهجي ويو هو، ڇو تہ ڪمن جي حوالي ڪرڻ جو ڪم مڪمل ٿي ويو هو. اهڙيءَ طرح بقول توهان جي پنهنجي مواد جي لحاظ کان پراڻي فهرست ۽ ٻي ڪا فهرست تيار ڪري سگھجي ٿي، ٻنهيءَ ۾ ڪو بہ فرق نہ هو. جيڪڏهن ائين هو ۽ اسان کي آخراتي ئي واپس وڃڻو هو، جتان اسان هليا هئاسين تہ ڪنهن نئين فارمولي جي اسان جي ڳولها جو مقصد ڇا هو؟ لفظن جي ڪنهن نئين مجموعي سان، جنهن جو مفهوم اهو ئي پراڻو رهيو هجي، ڪو بہ فرق نہ ٿيو پوي. اسان جي ڳالھ ٻولھ دوران گهٽا ٻيا معاملا بہ صاف ڪيا ويا. جيڪي بدقسمتيءَ سان اسان لاءِ ناموافق آهن. توهان نجي طور تي بہ ۽ پنهنجي عوامي بيانن دوران بہ هڪ

قومي حڪومت ۽ وزيرن تي ٻڌل هڪ ڪابينه جو ذڪر ڪيو هو. اهي لفظ هڪ خاص معنيٰ رکن ٿا ۽ اسان جي تصور ۾ اها ڳالهه هئي ته، نئين حڪومت هڪ ڪابينه جي طور تي مڪمل اختيارن سان ڪم ڪندي، جنهن جو آئيني سربراهه وائسراءِ هوندو. پر اها نئين تصوير جيڪا توهان اسان جي آڏو رکي، اصل ۾ پراڻي تصوير کان گهڻو مختلف نه هئي. ٻنهي ۾ فرق نوعيت جو نه پر درجن جو هو. ان نئين حڪومت کي سواءِ ان جي ته غلط ۽ مبهم طور تي، نه ته قومي حڪومت چئي سگهجي ٿو ۽ نه اها ان حيثيت ۾ ڪم ڪري سگهندي. صرف اهو ئي وائسراءِ هوندو، ۽ ان جي انتظامي مجلس، جنهن ۾ اهي ئي پراڻا سڀ اختيار وائسراءِ جي هٿن ۾ هوندا. اسان ڪنهن قانوني تبديليءَ لاءِ چيو هو، پر اسان ان نموني جي قطعي واعدن ۽ روايتن جو قيام ضرور چاهيو هو، جيڪو اهو ظاهر ڪري سگهي ته، نئين حڪومت هڪ آزاد حڪومت هوندي، جنهن جا ميمبر ڪنهن آئيني حڪومت جا ڪابينه ميمبر جي طور تي ڪم ڪندا. جنگ کي هلائڻ يا ان متعلق ڪارروائين جي باري ۾ ڪمانڊر انچيف کي آزادي حاصل هوندي ۽ هو وزير جنگ جا فرض انجام ڏيندو.

اسان کي اهو اطلاع ڏنو ويو ته ان منزل تي، مبهم يا مٿاڇري نموني به انهن روايتن جي باري ۾ ڪجهه نه ٿو چئي سگهجي، جن جي تابع حڪومت کي ۽ وائسراءِ کي هجڻ گهرجي. آخر ۾ اهو امڪان هميشه کان هو ته انتظامي مجلس جا ميمبر جيڪڏهن وائسراءِ سان متفق نه ٿين ته استعيفيٰ يا استعيفيٰ جي ڌمڪي ڏئي سگهن ٿا. ان قسم جي سهولت يا علاج جو دروازو بيشڪ هميشه کليل رهندو آهي، پر اها عجيب ڳالهه آهي ته شروع کان ئي، اسان هڪ نئين حڪومت ڏانهن پنهنجي رويي جو بنياد ٽڪراءُ ۽ استعيفيٰ جي بنياد تي رکون.

ان ڪري اها تصوير جيڪا اسان، جي آڏو رکي وئي آهي، ماهيت جي لحاظ کان پراڻي تصوير جي ڀيٽ ۾ مختلف نه آهي. سچو مقصد جيڪو اسان، اسان کي يقين آهي ته، توهان جي به اڳيان آهي، يعني اهو ته عوام ڏانهن هڪ نفسياتي رويو پيدا ڪيو وڃي، انهن کي اهو احساس ڏياريو وڃي ته انهن جي پنهنجي هڪ قومي حڪومت اچي چڪي آهي ۽ اهو ته هو پنهنجي نئين ورتل آزاديءَ جو دفاع ڪري رهيا آهن، اهو مقصد برباد ٿي ويندو جڏهن ماڻهو ڏسندا ته اها ئي پراڻي تصوير، ايستائين جو انهن پراڻن نالن سان وري آڏو آهي. انڊيا آفيس جو باقي رهڻ جيڪو اسان لاءِ بديءَ جي هڪ علامت رهيو آهي، ان تصوير تي تصديق جي مهر لڳائيندو. پوئين ڪجهه عرصي کان اها ڳالهه تقريباً طئه شده سمجهي ويندي هئي ته انڊيا آفيس جلدي ختم ڪئي ويندي. پر اسان کي هاڻي اهو ٻڌايو ويو ته، هڪ گذريل زماني جي اها اڻ وڻندڙ يادگار باقي رکي ويندي.

حڪومت جي اها تصوير، جيڪا پنهنجي سيني اهم وصفن جي لحاظ کان پراڻي تصوير جهڙي آهي، اهڙي آهي جو ان ۾ اسان فٽ نہ ٿا ٿيون. عام حالتن ۾، ان معاملي کي رد ڪرڻ ۾ اسان کي ٿوري ڏکيائي پيش آئي، ڇو تہ اهو ان نصب العين کان، جنهن لاءِ اسان جدوجهد ڪئي آهي، گهڻو وڌيڪ پري آهي. پر اڄ جي حالتن ۾، اسان انهيءَ هر تجويز جو پورو لحاظ رکڻ لاءِ تيار آهيون، جيڪا هندستان جي دفاع جي هڪ مؤثر تنظيم ڏانهن رهنمائي ڪري سگهي. هندستان جنهن بربادي‌ءَ ۾ ورتل آهي، ان جو اثر امڪاني طور تي ڪنهن غير ملڪيءَ تي پئجي سگهي ٿو، ان کان وڌيڪ اهو اثر اسان تي پوي ٿو ۽ اسان پنهنجي وس آهر ان کي منهن ڏيڻ ۽ ان تي ڪنٽرول ڪرڻ لاءِ بي چين ۽ طلبگار آهيون پر جڏهن اسان کي اها آزادي ۽ اختيار نہ ڏنو ويجي تہ اسان مؤثر طريقي سان ان جو بار سنڀالي سگهون ۽ جڏهن هڪ فرسوده ماحول جيڪو قومي جدجهد ۾ رڪاوٽون وجهي ٿو، اڃا تائين برقرار آهي، تہ اسان ذميواريون قبول نہ ٿا ڪري سگهون.

جيتوڻيڪ اسان توهان جي پيش ڪيل تجويزن کي قبول نہ ٿا ڪري سگهون، پوءِ بہ اسان توهان کي اهو ٻڌائڻ چاهيون ٿا تہ اسان کي ذميواري اختيار ڪرڻ قبول آهي، پر شرط اهو آهي تہ حقيقي معنيٰ ۾ هڪ قومي حڪومت جوڙي وڃي. هن وقت اسان مستقبل جي باري ۾ سيني سوالن کي الڳ ڪرڻ لاءِ تيار آهيون، جيئن اسان اشارو ڪيو هو، ان جي باري ۾ اسان متعين خيال رکون ٿا، پر ان وقت بہ قومي حڪومت کي هڪ ڪابينہ حڪومت ئي هئڻ گهرجي، جهن وٽ مڪمل اختيار هجن ۽ ان کي وائسراءِ جي انتظامي مجلس جو صرف هڪ تسلسل بڻجي نہ رهڻ گهرجي. دفاع جي باري ۾ اسان پهرين بہ چئي چڪا آهيون تہ اسان جي خيال ۾ هن وقت ان جي ڪهڙي سورت هجڻ گهرجي. اسان محسوس ڪريون ٿا تہ هڪ قومي حڪومت کي هلائڻ ۽ ان عام اپيل کي اڏو آڻڻ لاءِ جنهن جي فوري ضرورت آهي، اهو انتظام تہ گهٽ ۾ گهٽ اڻٽر هوندو.

اسان توهان کي اهو بہ عرض ڪنداسين تہ جيڪي تجويزون اسان پيش ڪيون آهن، صرف اسان جون نہ آهن، پر انهن کي هندستاني عوام جو متفق مطالبو سمجهڻ گهرجي. انهن معاملن تي مختلف گروهن ۽ جماعتن ۾ ڪو بہ اختلاف راءِ نہ آهي ۽ جيڪو بہ اختلاف آهي، اهو مجموعي طور تي هندستاني عوام ۽ برطانوي حڪومت جي وچ ۾ آهي. اهڙي قسم جا اختلاف جيڪي هندستان ۾ موجود آهن، مستقبل جي آئيني تبديلين سان تعلق رکن ٿا.

اسان ان مسئلي جي التواتي رضامند آهيون تہ جيئن هندستان جي دفاع لاءِ موجوده بحران ۾ وڌ کان وڌ اتحاد قائم ڪري سگهجي. اهو هڪ الميو هوندو تہ اهڙي

وقت ۾ جڏهن هندستان ۾ اتفاق راءِ موجود آهي. برطانوي حڪومت هڪ قومي حڪومت قائم ڪرڻ ۽ ان کي هندستان جي نصب العين، بلڪ ان وسيع تر مقصدن جي خدمت ڪرڻ کان روڪي جنهن جي لاءِ اڄ لکين انسان تڪليفون برداشت ڪري ۽ مري رهيا آهن.

توهان جو مخلص
(صحيح)
ابوالڪلام آزاد

رائيٽ آنريبل سر سٽيفرڊ ڪرپس
3- ڪوئن وڪٽوريا روڊ
نئين دهلي

11- اپريل تي ڪرپس مون ڏانهن هيٺيون جواب اماڻيو:

3- ڪوئن وڪٽوريا روڊ
نئين دهلي، 11 اپريل 1943ع

مائي ڊيئر مولانا صاحب!

مون کي توهان جو 10 اپريل جو خط وصول ڪري، جنهن ۾ توهان ڪانگريس ورڪنگ ڪميٽيءَ جي هز ميجسٽيءَ جي حڪومت جي اعلان جي مسودي جي نامنظوريءَ جو اظهار ڪيو آهي، انتهائي افسوس ٿيو.

مان انهن نڪتن تي بحث نه ڪندس جنهن جو احاطو توهان جي ڪميٽيءَ جي اصل قرارداد ۾ جيڪو توهان مون ڏانهن موڪليو هو، تي ڇڪو آهي، ڇو ته اهو صاف ظاهر آهي ته اهي نڪتا توهان جي فيصلي جو سبب نه هئا.

نه ئي مون کي وزير دفاع ۽ ڪمانڊر انچيف جي وچ ۾ جنگ ۾ فرضن جي ورهاست جي ان سوال ۾ وڃڻ جي ضرورت آهي. جنهن جو توهان تفصيل سان ذڪر ڪيو آهي. ان ورهاست سڀ معاملا وزير دفاع جي حوالي ڪيا هئا، سواءِ انهن معاملن جي جيڪو حقيقي معنيٰ ۾ جنرل هيڊ ڪوارٽر. نيوي هيڊ ڪوارٽر ۽ ايئر هيڊ ڪوارٽر جي متعلق آهن ۽ جيڪي هندستان ۾ جنگ جو فرض انجام ڏيڻ واري فوج جي سربراه جي حيثيت سان ڪمانڊر انچيف جي ماتحت آهن.

دفاع جي محدود دائري ۾ انهن ڪمن کان سواءِ اهو تجويز ڪيو ويو ته ٻيا سڀ پورٽ فوليوز جن جو تعلق هيٺ ڏنل معاملن سان آهي، يعني ته:

داخلا جو کاتو: اندروني انتظام، پوليس، شرنارٿي وغيره.
ناڻي جو کاتو: جنگ متعلق هندستان ۾ سڀ مالي وسيلا.
آمد رفت جو کاتو: سڄي فوج لاءِ عام ضرورت ۽ هٿيارن جي فراهمي.
اطلاعات ۽ نشريات جو کاتو: اي- آر- پي ۽ شهري دفاع جون سڀ صورتون.
قانون جو کاتو: ضابطو ۽ حڪم.

محنت جو کاتو: مين پاور (Man Power).

دفاع جو کاتو: انتظاميہ ۾ هندستاني ملازم وغيره.

انهن کي انتظامي مجلس جي ميمبرن جي حيثيت سان نمائنده هندستانين جي هٿن ۾ ڏيڻ گهرجن.

ڪمانڊر انچيف جي ماتحتيءَ ۾ هندستان جي فوري دفاع کي جوکم ۾ وجهڻ کان سواءِ نمائنده هندستاني ميمبرن جي لاءِ دفاعي کاتن ۾ ذميواريون حوالي ڪرڻ جي نالي تي، ان کان وڌيڪ ٻيو ڪجهہ نہ ٿو ڪري سگهجي. دفاع، جيئن توهان ڄاڻو ٿا هز ميجسٽيءَ جي حڪومت جو اهم ترين فرض ۽ ذميواري آهي، جڏهن تہ اتحادين کان هندستانين کي جيڪا مدد ملي رهي آهي، ان جي مفاد ۾ ڪمانڊر جي وحدت لازمي آهي.

قومي حڪومت ۾ شريڪ ٿيڻ سان توهان جي انڪار جو اصل سبب هي آهي تہ حڪومت جي جيڪا شڪل تجويز ڪئي وئي آهي، اها اهڙي نہ آهي تہ جيڪڏهن توهان چاهيو تہ ان جي بنياد تي هندستاني عوام کي گڏ ڪري سگهو.

توهان مشورا ڏنا آهن. پهريون هي تہ هن وقت آئين کي بدلائي سگهجي ٿو. ان ڳالهہ ۾ مان اها نشاندهي ڪندس تہ توهان جون تجويزن ڏيڻ جي تقريباً ٽن هفتن کانپوءِ، اهو مشورو پهريون دفعو ڪالهہ رات پيش ڪيو ۽ مان اهو بہ چوندس تہ ٻين نمائندن مان هرهڪ جنهن سان مون ان خيال تي بحث ڪيو، اهو محيو آهي تہ جنگ جي وچ ۾ يا اهڙي وقت ۾ جيئن اڄ آهي، اهڙي ڪا قانوني تبديلي عملي طور ناممڪن هوندي.

توهان جو ٻيو مشورو هي آهي تہ، حقيقي معنيٰ ۾ قومي حڪومت جوڙي وڃي، جنهن ۾ لازمي طور تي سڀ اختيار حڪومت جي ڪابينہ کي هجڻ گهرجن.

جيئن توهان سمجهو ٿا، انتهائي پيچيده نوعيت جي، هڪ تمام وڏي سطح تي آئيني تبديلين کان سواءِ، اهو ممڪن نہ هوندو.

موجوده حالتن ۾ ان قسم جو نظام جيڪڏهن آئيني روايت جي واسطي کان آندو ويو تہ نامزد ڪيل ڪابينہ جنهن کي وڏيون سياسي تنظيمون نامزد ڪنديون، پاڻ کان سواءِ ڪنهن ٻئي جي ذميوار نہ هوندي، برطرف نہ ڪري سگهبي ۽ اصل ۾ اها اڪثريت لاءِ نج آمريت بڻجي ويندي.

ان مشوري کي هندستان جون سڀ اقليتون رد ڪنديون، ڇو تہ اهڙي نموني اهي سڀئي ڪابينہ جي مستقل ۽ استبدادي اڪثريت جي تابع ٿي وينديون. نہ ئي اهو مشورو انهن حلفيہ واعدن سان هم آهنگ هوندو، جيڪي هز ميجسٽيءَ جي حڪومت انهن اقليتن جي حفاظت لاءِ ڪيا هئا.

هندستان جهڙي هڪ ملڪ ۾ جتي فرقيورانيون ورهاستون ايجا تائين تمام گهريون آهن، ان قسم جي غيرذميوار اڪثريتي حڪومت ممڪن نہ آهي.

ان کي ڇڏي، ان وقت تائين، جيستائين هندستاني عوام پنهنجو پنهنجو آئين جوڙي، هز ميجسٽيءَ جي حڪومت کي لازمي طور تي اهو ڪرڻ گهرجي تہ هندستاني عوام جي انهن وسيع حلقن ۾ پنهنجون ذميواريون پوريون ڪندي رهي، جن سان ان حلفيہ واعدا ڪيا هئا.

هز ميجسٽيءَ جي حڪومت جون تجويزون ان حد تائين ويون جيستائين وڃڻ ممڪن هو، سواءِ ان جي تہ آئين ۾ مڪمل تبديليءَ جي ڳالھ نہ ڪئي، جنهن کي اڄ جي حالتن ۾ عام طور تي ناقابل عمل تسليم ڪيو ويندو آهي.

ان ڪري مان ۽ هز ميجسٽيءَ جي حڪومت، ٻئي توهان جي ورڪنگ ڪميٽيءَ جي ان شديد آرزومنديءَ کي سمجهون ٿا تہ، پنهنجي اختيار ۾ جيڪي بہ وسيلا آهن، انهن جي مدد سان دشمن جي خلاف جنگ کي جاري رکيو وڃي. پنهيءَ کي اهو افسوس بہ آهي تہ توهان جي ورڪنگ ڪميٽي، انهن شرطن تي جن کي اسان اهڙا واحد شرط سمجهي پيش ڪيو هو جيڪي، هندستاني عوام جي سينې مختلف فرقن ۽ حصن کي هڪ ٻئي جي ويجهو آڻي سگهن پيا، ڪوششن ۾ شرڪت تي آماده نہ ٿي سگهي.

توهان جو مخلص
(صحيح)
اسٽيفرڊ ڪرپس

منهنجو ارادو آهي تہ ان جو جواب شايع ڪريان.

مون ان ئي ڏينهن جواب لکي موڪليو:

برلا هائوس
البوقرق روڊ نئين دهلي
11 اپريل 1942ع

ڊيئر سر اسٽيفرڊ

توهان جو 10 اپريل وارو خط مون کي هاڻي مليو آهي ۽ مون کي اهو اعتراف ڪرڻ گهرجي تہ منهنجا ساٿي ۽ مان، ان خط کي پڙهي گهڻو حيران ٿيا سين. مان توهان کي فوري طور تي جواب موڪلي رهيو آهيان ۽ توهان جيڪي نڪتا کنيا آهن، انهن مان ڪجهہ تي مختصر طور تي لکي سگهان ٿو.

اسان جي اصل قرارداد ۾ جن نڪتن جو احاطو ڪيو ويو آهي، اهم آهن ۽ مجموعي حيثيت ۾ برطانوي تجويزن تي، منهنجي ڪميٽيءَ جي سڀني نموني سوچيل سمجهيل خيالن جي ترجماني ڪن ٿا. پر اسان توهان جو ڌيان ڇڪايو هو تہ ان خطري جي گهڙيءَ ۾، اسان هندستان جي حڪومت ۽ دفاع جي ذميواري سنڀالڻ لاءِ گهڻو بيچين هئا سين، ان ڪري جيستائين انهن تجويزن جو تعلق مستقبل سان آهي، ان کي

جدا رکي سگهجي ٿو. پر بهرحال اها ذميواري صرف ان ئي صورت ۾ سنڀالي سگهجي ٿي، جڏهن اها سچي ذميواريءَ اختيار هجي.

جيستائين وزير دفاع ۽ وزير جنگ جي وچ ۾ ڪمن جي ورهاست جو تعلق آهي، توهان اهي وضاحتي فهرستون مهيا نه ڪيون، جن جي اسان درخواست ڪئي هئي ۽ وزير دفاع جي ڪمن جي پراڻي فهرست جو حوالو ڏنو جنهن بابت توهان کي خبر آهي ته اسان ان کي قبول ڪرڻ کان مڪمل طور تي قاصر هئاسين. توهان پنهنجي جوابي خط ۾ ڪجھ اهڙن معاملن جو ذڪر ڪيو آهي، جيڪي سڌوسنئون يا اڻ سڌيءَ طرح جنگ جي متعلق آهن ۽ جيڪي ٻين کاتن جي انتظام هيٺ رهندا. جيستائين وزير دفاع جو تعلق آهي، اها ڳالھ صاف آهي ته ان جي ڪمن جو دائرو توهان جي موڪليل پهرين فهرست جي مطابق هوندو.

ڪنهن به ڪمانڊر انچيف جي عام اختيارن تي ڪا به پابندي وجهڻ جو مشورو نه ڏنو آهي. حقيقت هي آهي ته اسان ته ان کان به اڳتي وڌي ويا هئاسين ۽ اهو ميڻ لاءِ تيار هئاسين ته وزير دفاع جي حيثيت ۾ ان کي وڏيڪ اختيار ڏنا وڃن، پر اها ڳالھ صاف آهي ته دفاع جي سلسلي ۾ برطانوي حڪومت جيءَ اسان جي خيالن ۾ تمام وڏو فرق آهي. اسان جي لاءِ ان جو مطلب ان کي هڪ قومي ڪردار عطا ڪرڻ ۽ هندستان جي هر مرد ۽ عورت کي ان ۾ شرڪت لاءِ دعوت ڏيڻ آهي. ان جو مطلب هي آهي ته اسان پاڻ پنهنجي ماڻهن تي ڀروسو ڪريون ۽ ان عظيم جدوجهد ۾ انهن جي مڪمل تعاون جي تلاش ڪريون، ان جي ابتڙ برطانوي حڪومت جو خيال هندستاني عوام تي مڪمل عدم اعتماد ۽ اصل اقتدار کان ان کي محروم رکڻ تي ٻڌل لڳي ٿو.

توهان دفاع جي باري ۾ هز ميجسٽيءَ جي حڪومت جي اعليٰ ترين فرض ۽ ذميواريءَ جي ڳالھ ڪريو ٿا. ان فرض ۽ ذميواريءَ کي مؤثر طريقي سان انجام ئي نه ٿو ڏئي سگهجي، جيستائين هندستاني پنهنجي ذميواريءَ کي محسوس ڪرڻ ۽ سمجهڻ نه لڳن ته، سندن حوالي اهي ذميواريون ڪيون ويون آهن ۽ ماضي قريب ان ئي ڳالھ جي شهادت ڏئي ٿو. هندستان جي حڪومت ائين لڳي ٿي ته، اهو سمجهي ئي نه ٿي سگهي ته، جنگ صرف هڪ عوامي بنياد تي وڙهي سگهجي ٿي. توهان جو اهو بيان ته اسان ٽن هفتن کان پوءِ پهريون دفعو آئين ۾ تبديليءَ جو مشورو ڏئي رهيا آهيون، مشڪل ئي سان درست آهي. اسان جي ڳالھ ٻولھ دوران ان جو ذڪر آيو هو، پر اهو صحيح آهي ته اسان ان تي دٻاءُ نه وڌو. ڇو ته اسان نوان مسئلا پيدا نه ٿا ڪرڻ چاهيون. پر جڏهن توهان پنهنجي خط ۾ صراحت سان اهو چيو ته، اسان ان تي رضامند هئاسين ته جنگ جي دوران ڪا به آئيني تبديلي نه ٿي ڪري سگهجي ته اسان کي ان جي ترديد ۽ توهان جي تاثر جي اصلاح ڪرڻي پئي.

اسان کي خاص طور تي جنهن ڳالهه حيران ڪيو آهي ۽ تڪليف پهچائي آهي، اهو توهان جي خط جو آخري حصو آهي. ائين لڳي ٿو تہ، جيئن جيئن اسان جون ڳالهيون اڳتي وڌنديون ويون، برطانوي حڪومت جي رويي ۾ مسلسل خرابي پيدا ٿيندي وئي. توهان سان پهرين ڳالهہ ٻولهہ ۾ اسان جيڪو ڪجهہ چيو هو، هاڻي يا تہ ان کان انڪار ٿي رهيو آهي يا ان جي تاويل پيش ٿي رهي آهي.

ان وقت توهان مون کي چيو هو تہ، هڪ قومي حڪومت قائم ڪئي ويندي، جيڪا هڪ ڪابينہ جي طور تي ڪم ڪندي ۽ اهو تہ وائسراءِ جي حيثيت کي پنهنجي ڪابينہ جي تعلق سان شهنشاه انگلينڊ جي حيثيت جهڙو هئڻ گهرجي. انڊيا آفيس بابت، توهان مون کي ٻڌايو تہ توهان کي ان تي حيرت هئي تہ ايجا تائين ڪنهن ان اهم مسئلي جو ذڪر نہ ڪيو هو ۽ اهو تہ قابل عمل طريقو هي هو تہ، ان کي ڊومينين جي آفيس سان جوڙيو وڃي يا ان ۾ ضم ڪيو وڃي.

اها پوري تصوير جيڪا توهان اسان جي آڏو چٽي آهي، ان کي توهان جي انهن ڳالهين جيڪي توهان اسان جي پوئين ملاقات دوران چيون هيون، هاڻي بلڪل وکيري ڇڏيو آهي.

توهان پنهنجي خط ۾ هڪ اهڙو دليل پيش ڪيو آهي، جنهن جو ذڪر توهان اسان جي ڳالهہ ٻولهہ دوران ڪڏهن نہ ڪيو هو. توهان "اڪثريت جي نہ آمريت" جي ڳالهہ ڪريو ٿا. اها ڳالهہ تعجب واري آهي تہ ان سلسلي ۾، هاڻي ان منزل تي، اهڙي نموني جو بيان ڏنو وڃي. اها ڏکيائي، هنگامي صورتحال سان منهن ڏيڻ لاءِ جوڙڻ واري هڪ مخلوط ڪابينہ جي ڪنهن بہ اسڪيم ۾ خلقي هوندي آهي. پر اهڙا گهڻا طريقا آهن، جن سان ان جو انتظام ڪري سگهجي ٿو. جيڪڏهن توهان اهو سوال اٿاريو هجي ها تہ اسان ان تي ڳالهايون ها ۽ ان جو اطمينان بخش حل ڳولهيون ها. ان سوال ڏانهن پورو رويو اهو رهيو آهي تہ، هڪ مخلوط ڪابينہ جي تشڪيل ٿيڻ گهرجي ۽ ان کي گڏ ڪم ڪرڻ گهرجي، اسان ان کي تسليم ڪيو. اسان کي ان سان دلچسپي نہ آهي تہ ڪانگريس کي ئي اقتدار ملي پر ان سان اسان کي دلچسپي آهي تہ اجتماعي حيثيت سان هندستاني عوام کي آزادي ۽ اختيار ملي وڃي.

ڪابينہ جي تشڪيل ڪيئن هجڻ گهرجي ۽ ان کي ڪم ڪيئن ڪرڻ گهرجي؟ ان سوال تي غور تہ اصل سوال جي فيصلي کان پوءِ بہ ڪري سگهجي پيو. يعني اهو تہ برطانوي حڪومت هندستاني عوام کي ڪنهن حد تائين اختيار ڏيندي. انهيءَ جي ڪري اسان ان تي توهان سان ڪڏهن نہ ڳالهايو، ايستائين جو ان جو ذڪر بہ نہ ڪيو. پر اهو معاملو توهان پهريون دفعو پهنجي خط ۾ اٿاريو آهي جيڪو اسان جي نالي توهان جو شايد آخري خط هوندو ۽ انتهائي خراب نموني اسان جي وچ ۾ جيڪو اصل

مسئلو آهي ان کي پوئتي رکڻ جي ڪشش ڪئي آهي.

توهان کي ياد هوندو تہ، توهان سان پنهنجي ڳالهہ ٻولهہ ۾ مون اها نشاندهي ڪئي هئي تہ ايجا ان منزل تي فرقيوراڻا يا ان نموني جا سوال نہ اٿندا. جيئن ئي برطانوي حڪومت اهو طئہ ڪندي ان کي اصل اقتدار ۽ ذميواري منتقل ڪرڻي آهي تہ پوءِ ٻيا سوال اهي پاڻ ئي ڪاميابيءَ سان حل ڪندا. توهان مون کي اهو تاثر ڏنو هو تہ ان رويي سان توهان متفق آهيو.

اسان کي يقين آهي تہ جيڪڏهن برطانوي حڪومت نفاق کي وڌائڻ جي پاليسي اختيار نہ ڪئي تہ اسان سڀ، پوءِ اسان جو تعلق ڪهڙي بہ گروپ يا جماعت سان هجي، هڪ ٻئي جي ويجهو اچڻ ۾ ڪامياب ٿينداسين ۽ هڪ گڏيل لائحہ عمل ڳولهي وٺنداسين. پر افسوس تہ ان بربادي جي سنگين وقت ۾ بہ برطانوي حڪومت پنهنجي تباہ ڪندڙ پاليسيءَ کان دستبردار ٿيڻ کان قاصر آهي. اسان کي ان نتيجي تي ويڃڻو پوي ٿو تہ ان جي ويجهو جيتري عرصي لاءِ ممڪن ٿي سگهي، هندستان ۾ پنهنجي اقتدار سان چنبڙيل رهڻ ۽ ان مقصد کي اڳيان رکي نفاق ۽ انتشار کي وڌائڻ جي اهميت وڌيڪ آهي، بنسبت ان جي تہ اسان جي مٿان جيڪا جارحيت ۽ حملو نظر اچي رهيو آهي، ان جي خلاف هندستان جو مؤثر دفاع ڪيو وڃي. اسان جي لاءِ ۽ سيني هندستانين جي لاءِ، هندستان جي دفاع ۽ تحفظ جو خيال مقدم آهي ۽ اهو ئي اهو پئمانو آهي جنهن سان اسان سيني ڳالهين کي جاچيون ٿا.

توهان لکيو آهي تہ، توهان منهنجي نالي پنهنجي خط کي شايع ڪرائڻ چاهيو ٿا. منهنجو خيال آهي تہ هاڻي توهان کي اعتراض نہ هوندو، جيڪڏهن اسان بہ پنهنجي اصل قرارداد، اسان نالي توهان جا خط ۽ توهان جا نالي پنهنجا خط شايع ڪرايون.

توهان جو مخلص

(صحيح)

ابوالڪلام آزاد

رائيٽ آنريبل سر سٽيفرڊ ڪرپس

3- ڪوئن وڪٽوريا روڊ

نئين دهلي

# ضميمو- 4

## هندستان خالي ڪريو قرارداد

آل انڊيا ڪانگريس ڪميٽي، ورڪنگ ڪميٽيءَ 14 جولاءِ 1942ع جي قرارداد ۾ پنهنجي طرفان ان جي حوالي ۽ پوءِ جي واقعن جن ۾ جنگ جي صورتحال جي واڌ ويجهه، برطانوي حڪومت جي ذميوار ترجمانن جا بيان ۽ هندستان ۽ ٻاهرين ملڪن ۾ انهن تي ٿيڻ واري تنقيد ۽ تبصرا شامل آهن، انهن سينيءَ تي انهي ئي ڌيان سان غور ڪيو آهي. ڪميٽي ان قرارداد کي منظور ڪري ٿي ۽ ان جي توثيق ڪري ٿي ۽ ان جو خيال آهي تہ پوءِ جي ٿيڻ وارن واقعن ان کي وڌيڪ جواز فراهم ڪيو آهي ۽ اها ڳالھ صاف ڪئي آهي تہ خود هندستان لاءِ ۽ اقوام متحده جي نصب العين، يعني ٻنهيءَ جي لاءِ، هندستان کان برطانوي اقتدار جو فوري خاتمو تمام ضروري آهي، ان اقتدار جو تسلسل توهين آميز آهي ۽ هندستان کي ڪمزور ڪري رهيو آهي، ۽ ان ۾ پنهنجي حفاظت ڪري سگهڻ ۽ دنيا جي آزاديءَ جي مقصد ۾ معاون ٿي سگهڻ جي اهليت روزانو گهٽ ٿي رهي آهي.

ڪميٽيءَ روسي ۽ چيني محاذن تي صورتحال جي ابتريءَ جو مايوسيءَ سان جائزو ورتو آهي ۽ روسي ۽ چيني عوام پنهنجي آزاديءَ جي مدافعت ۾ جيڪي بهادري ڏيکاري رهيا آهن، ان لاءِ ڪميٽي انهن کي خراج تحسين پيش ڪري ٿي. اهو وڌندڙ خطرو انهن سيني ماڻهن لاءِ، جيڪي آزاديءَ لاءِ جدوجهد ڪري رهيا آهن ۽ جيڪي جارحيت جو شڪار ٿين ٿا وارن سان همدردي رکن ٿا، انهيءَ ڳالھ کي لازمي ڪري ٿو تہ اهو اتحادي قومن ايجا تائين جيڪا پاليسي اختيار ڪري رهي هئي، ان جي بنيادن جو جائزو وٺي تہ اهي ئي بنياد ان جي تباهي وارين ناڪامين جو باعث بڻيون آهن. ائين نہ آهي تہ ان قسم جي مقصدن ۽ پاليسين ۽ ٻين طريقن تي قائم رهي ناڪاميءَ کي ڪاميابيءَ ۾ بدلايو وڃي، ڇو تہ پوئين تجربي اهو ڏيکاريو آهي تہ انهن ۾ ناڪامي اٽل آهي. اهي پاليسيون آزاديءَ تي ايترو وڌيڪ ٻڌل نہ آهن، جيتريون محڪوم ۽ نوآبادياتي ملڪن جي تسلط تي ۽ شهنشاهيت جي روايت ۽ طريقي جي تسلسل تي.

سلطنت تي قبضو، حڪمران طاقت جي استحڪام ۾ واڌاري جو سبب بڻجڻ بجاءِ، هڪ بار ۽ عذاب تي رهجي ويو آهي.

جديد سامراجيت جو مثالي نمونو هندستان ان سوال جي ڳنڍ بڻجي ويو آهي، ڇو ته هندستان جي آزاديءَ جي واسطي سان ئي برطانيا ۽ اقوام متحده کي پرکيو ويندو ۽ ايشيا ۽ آفريڪا جو عوام اميد ۽ ولولي سان پرجي ويندو. اهڙيءَ طرح هن ملڪ ۾ برطانوي اقتدار جو خاتمو هڪ بنيادي ۽ فوري مسئلو آهي، جنهن تي جنگ جي مستقبل جو ۽ آزادي ۽ جمهوريت جي ڪاميابيءَ جو انحصار آهي. پنهنجي سيني عظيم وسيلن کي آزاديءَ جي جدوجهد ۾، ۽ نازي ازم، فاشزم ۽ امپيريلزم جي جارحيت جي مخالفت ۾ استعمال ڪري هڪ آزاد هندستان ڪاميابيءَ کي يقيني بڻائي سگهي ٿو. ان سان نه صرف اهو ته مادي لحاظ کان جنگ جا مقصد متاثر ٿيندا، پر اهو سيني محڪوم ۽ مظلوم آبادين کي اقوام متحده جو طرفدار بڻائيندو ۽ انهن قومن کي، جن جو ساٿاري هندستان هوندو، دنيا جي اخلاقي ۽ روحاني قيادت به عطا ڪندو. غلاميءَ جي زنجيرن ۾ جڪڙيل هندستان برطانوي سامراجيت جي علامت بڻيل رهندو ۽ ان سامراجيت جو داغ اقوام متحده جي سيني مسئلن ۾ اثرانداز ٿيندو.

ان ڪري اڄ جو خطرو، هندستان جي آزادي ۽ برطانوي تسلط جي خاتمي کي ضروري بڻائي ٿو. مستقبل جي باري ۾ ڪو به واعدو يا ڪا به ضمانت موجوده صورتحال کي متاثر يا ان خطري کي ختم نه ٿي ڪري سگهي. اهي عوام جي ذهن تي گهربل نفسياتي اثر پيدا ئي نه ٿا ڪري سگهن. هاڻي ته صرف آزاديءَ جي روشني ئي لکين انسانن جي ان توانائي ۽ ولولي کي ختم ڪري سگهي ٿي، جيڪا جلدي جنگ جي مزاج کي بدلائي ڇڏيندي.

اهڙيءَ طرح اي- آءِ- سي- سي پنهنجي مڪمل اصرار سان، هندستان کان برطانوي اقتدار کي واپس ورتڻ جي مطالبي کي ورجائي ٿي. هندستان جي آزاديءَ جي اعلان کان پوءِ، هڪ عارضي حڪومت جوڙي ويندي ۽ آزاد هندستان اقوام متحده جو ساٿي بڻجي آزاديءَ جي گڏيل جدوجهد سان لاڳاپيل آزمائشن ۽ تڪليفن ۾ انهن سان گڏ رهندو. اها عارضي حڪومت ان ملڪ ۾ خاص پارٽين ۽ گروپن جي تعاون سان ئي جڙي سگهي ٿي. اهڙي نموني اها هندستاني عوام جي سيني اهم طبقن جي نمائندن تي ٻڌل مخلوط حڪومت هوندي. ان جا پهريان ڪم اهي هجڻ گهرجن ته، پنهنجي سڀني هٿيار بند ۽ ان سان گڏ عدم تشدد ۾ يقين رکڻ واري ان فوج جي مدد سان جيڪي ان جي حڪمن جي تابع هجن ۽ پنهنجي اتحادي طاقتن جي تعاون سان هندستان جو دفاع ۽ جارحيت جو مقابلو ڪري، زمين، ڪارخانن ۽ ٻين جڳهن تي ڪم ڪرڻ وارن مزدورن جي فلاح ۽ بهبود ۽ ترقيءَ کي فروغ ڏئي، ڇو ته سڀ اختيار ۽ اقتدار اصل ۾ انهن

جو حصو آهي. عارضي حڪومت آئين ساز اسيمبليءَ لاءِ هڪ اسڪيم جوڙيندي، پوءِ اها اسيمبلي هندستان جي حڪومت جي لاءِ آئين تيار ڪندي، جيڪو سيني طبقن جي ماڻهن لاءِ قابل قبول هوندو. ان آئين کي ڪانگريس جي نظرئي مطابق وفاقي هجڻ گهرجي، جهن ۾ وفاق جي اڪائين کي خودمختياريءَ جو سڀ کان وڏو مقدار ڏنل هجي ۽ انهن اڪائين کي ئي باقي بچيل اختيار ڏنا ويا هجن. هندستان ۽ اتحادي قومن جي وچ ۾ آئينده لاڳاپا انهن سيني آزاد ملڪن جي نمائندن جي ذريعي مرتب ڪيا ويندا. اهڙي نموني پنهنجي گڏيل فائدي ۽ جارحيت خلاف مزاحمت جي گڏيل مرحلي ۾ پنهنجي تعاون جي لاءِ انهن جي پاڻ ۾ ڳالهه ٻولهه ٿيندي. آزادي هندستان کي مؤثر طور تي جارحيت جو مقابلو ڪرڻ جي لائق بڻائيندي ۽ انهن جي پٺيان عوام جي متحده گهرج ۽ طاقت هوندي.

هندستان جي آزاديءَ کي، انهن سيني ايشيائي قومن لاءِ جيڪي ٻاهرين تسلط جي تابع آهن، آزاديءَ جي هڪ علامت ۽ ان جو آغاز هجڻ گهرجي. برما، ملايا، انڊو چائنا، ڊچ انڊيز، ايران ۽ عراق کي بہ مڪمل آزادي ملڻ گهرجي. ان ڳالهه کي صاف طور تي سمجهڻ گهرجي تہ، انهن ملڪن مان اهڙا ملڪ جيڪي هن وقت جپان جي قبضي ۾ آهن، انهن کي بعد ۾ ڪنهن بہ نوآبادياتي طاقت جي اقتدار يا ڪنٽرول ۾ هرگز نہ ڏنو ويندو.

جڏهن تہ اي- آءِ- سي- سي کي اڳ ۾ لازمي طور تي، خطري جي ان گهڙيءَ ۾ هندستان جي آزادي ۽ دفاع جو فڪر ڪرڻ گهرجي، ڪميٽيءَ جو خيال آهي تہ مستقبل جو امن، تحفظ ۽ دنيا جي منظم ترقي آزاد قومن جي هڪ عالمي وفاق گهرجائو آهن ۽ جديد هندستان جا مسئلا ڪنهن بہ ٻي سطح تي حل نہ ٿا ڪري سگهجن. اهڙي قسم جو عالمي وفاق پنهنجي ميمبر قومن جي آزادي، هڪ قوم جي هٿان ٻئي جي استحصال ۽ ان جي خلاف جارحيت جي روڪٿام، قومي اقليتن جي حفاظت، سيني پوئتي پيل علائقن ۽ ماڻهن جي ترقي ۽ سڄي دنيا جي وسيلن کي سينيءَ جي گڏيل مفاد لاءِ گڏ ڪرڻ جو ضامن هوندو. اهڙي قسم جي عالمي وفاق جي قيام تي، سيني ملڪن ۾ هٿيارن جو عدم استعمال قابل عمل ٿي ويندو. قومي فوج، بحري ۽ فضائي فوج جي ضرورت باقي نہ رهندي، ۽ هڪ عالمي وفاقي دفاعي فوج عالمي امن کي قائم رکندي ۽ جارحيت کي ختم ڪندي.

هڪ آزاد هندستان خوشيءَ سان ان قسم جي عالمي وفاق ۾ شامل ٿي ويندو ۽ برابريءَ جي بنياد تي، ٻين ملڪن سان بين الاقوامي مسئلن کي حل ڪرڻ ۾ معاون ٿيندو.

ان قسم جي وفاق کي اهڙين سيني قومن لاءِ دروازا کليل رکڻ گهرجن، جيڪي ان

جي بنيادي اصولن سان متفق هجن. بهرحال جنگ کي اڳيان رکنديءَ ان وفاق کي شروع ۾ اڻٿر طور تي اقوام متحده تائين محدود رهڻ گهرجي، اهڙي قسم جي وک هاڻي ڪنئي ويندي ۽ اها جنگ تي، محوري ملڪن جي عوام تي ۽ مستقبل جي امن تي انتهائي زبردست اثر مرتب ڪندي.

بهرحال ڪميٽي افسوس سان اهو سمجهي ٿي تہ، جنگ جي المناڪ ۽ بي پناہ سبقن ۽ دنيا جي مٿان لامارا ڏيندڙ خطرن جي باوجود، ڳڻپ جيترين ڪجھ ملڪن جون حڪومتون اجا بہ عالمي وفاق لاءِ اها اڻٿر وک کڻڻ تي آماده آهن. برطانوي حڪومت جو ردعمل ۽ ٻاهرين ملڪن جون گمراه تنقيدون ان ڳالھ کي واضح ڪن ٿيون تہ، هندستان جي آزاديءَ جهڙي صحيح مطالبي جي خلاف بہ مزاحمت ڪئي وئي آهي. اهو مطالبو بنيادي طور تي ان لاءِ ڪيو ويو آهي تہ، جيئن موجوده خطري جو مقابلو ڪري سگهجي ۽ هندستان کي پنهنجو دفاع ڪرڻ لائق بڻائي سگهجي ۽ ضرورت جي ان گهڙيءَ ۾ چين ۽ روس جي مدد ڪري سگهجي.

ڪميٽيءَ کي ان جو فڪر آهي تہ ڪنهن بہ طريقي سان چين يا روس جي دفاع ۾ ڪا ڏکيائي پيدا نہ ٿئي، جن جي آزادي قيمتي آهي ۽ ان جي حفاظت لازمي طور تي ڪرڻ گهرجي يا اهو تہ اقوام متحده جي دفاعي استعداد ۾ ڪنهن نموني جي ڪمي ٿئي. پر خطرو هندستان ۽ انهن قومن پنهنجيءَ لاءِ وڌي رهيو آهي ۽ ان منزل تي هڪ غيرملڪي انتظاميہ وانگر بي عملي ۽ اطاعت شعاري نہ صرف اهو تہ هندستان کي پست ڪري رهي آهي ۽ جارحيت جو مقابلو ڪرڻ ۾ پنهنجو دفاع ڪرڻ جي ان جي استعداد کي گهٽ ڪري رهي آهي، پر اهو ان وڌندڙ خطري جو ڪو جواب بہ نہ آهي ۽ اقوام متحده جي عوام جي ڪا خدمت بہ نہ آهي. اجا تائين ورڪنگ ڪميٽيءَ جي مخلصاڻي اپيل جو ڪجھ بہ اثر نہ ٿيو آهي ۽ گهڻن غيرملڪي حلقن ۾ جيڪا تنقيد ڪئي وئي آهي، ان سان هندستان ۽ دنيا جي ضرورتن لاءِ هڪ بي خبري ۽ ڪنهن حد تائين تہ هندستان جي آزاديءَ لاءِ مخالفت جو اظهار ٿئي ٿو، جيڪو تسلط قائم رکڻ ۽ نسلي برتريءَ جي احساس ۾ جڪڙيل ذهنيت جو حصو هوندو آهي ۽ جنهن کي پنهنجي طاقت ۽ پنهنجي معاملي ۾ حق بجانب هئڻ تي اعتماد رکڻ واري هڪ مغرور قوم برداشت نہ ٿي ڪري سگهي.

ان آخري گهڙيءَ ۾، آل انڊيا ڪانگريس ڪميٽي هڪ دفعو وري، دنيا جي آزاديءَ جي مفاد ۾ برطانيا ۽ اقوام متحده کي پنهنجي اپيل جي تجديد ڪري ٿي، پر ڪميٽي اهو بہ محسوس ڪري ٿي تہ هاڻي ان جو ڪو بہ جواز نہ رهيو آهي تہ قوم کي هڪ سامراجي ۽ تحڪم پسند حڪومت خلاف پنهنجي عزم تي قائم رهڻ کان روڪيو وڃي، جيڪو ان تي مسلط آهي ۽ ان کي پنهنجي مفاد ۽ انسانيت جي مفاد ۾

ڪم ڪرڻ کان روڪي ٿو.

اهڙيءَ طرح اها ڪميٽي هندستان جي آزاديءَ خودمختياريءَ جي حق کي ثابت ڪرڻ لاءِ وسيع ترين ممڪن پئماني موجب عدم تشدد جي راهه اختيار ڪندي، هڪ عوامي جدوجهد شروع ڪرڻ جي منظوري ڏيڻ جو عزم رکي ٿي تہ. جيئن پنهنجي گذريل ٻاويهن ورهين جي پرامن جدوجهد ۾ گڏ ڪيل آهنسا جي سڄي طاقت کي ڪم آڻي سگهي. ان قسم جي جدوجهد کي اڻٽر طور تي گانڌيءَ جي قيادت جي تابع هئڻ گهرجي ۽ ڪميٽي هن کي درخواست ڪري ٿي تہ اسان کي جيڪا وک کڻڻي آهي، ان سلسلي ۾ هو قوم جي پيشوائيءَ رهبري قبول فرمائي.

ڪميٽي هندستان جي عوام کي اپيل ڪري ٿي تہ، اچڻ وارن خطرن ۽ تڪليفن کي صبر ۽ حوصلي سان منهن ڏين ۽ هندستان جي آزاديءَ جي تربيت يافتہ سپاهين وانگر انهن هدايتن تي عمل ڪن. انهن کي اها ڳالهه ياد رکڻ گهرجي تہ عدم تشدد ان تحريڪ جو ورثو آهي. هڪ اهڙو وقت اچي سگهي ٿو جڏهن هدايتون جاري ڪرڻ، هدايتن کي پنهنجي ماڻهن تائين پهچائڻ ممڪن نہ رهي ۽ جڏهن ڪا ڪانگريس ڪميٽي ڪم نہ ڪري سگهي. جنهن وقت ائين ٿئي، هر مرد ۽ عورت کي جيڪو ان تحريڪ ۾ شامل آهي، جاري ڪيل عام هدايتن جي دائري ۾ رهندي ڪم ڪندو رهڻ گهرجي. هر هندستانيءَ کي جيڪو آزاديءَ جي طلب رکي ٿو ۽ ان لاءِ ڪوشان آهي، پنهنجو پاڻ رهبر هئڻ گهرجي ۽ پاڻ کي ان ڏکئي رستي تي لڳائڻ گهرجي، جنهن ۾ ساهه پٽڻ لاءِ ڪابہ جڳهه نہ آهي ۽ جيڪو آخر ۾ هندستان جي آزاديءَ ۽ ڇوٽڪاري جي منزل تي پهچائيندو.

آخر ۾ اهو تہ، اي- آءِ- سي- سي آزاد هندستان تحت آئينده حڪومت جي باري ۾ پنهنجو نظريو بيان ڪيو آهي. اي- آءِ- سي- سي سيني واسطو رکندڙن تي ان ڳالهه کي سٺي نموني واضح ڪرڻ چاهي ٿي تہ، عوامي جدوجهد شروع ڪرڻ سان، اها ڪانگريس لاءِ اقتدار حاصل ڪرڻ جي ڪابہ نيت نہ ٿي رکي. اقتدار جڏهن بہ ملندو صرف ڪانگريس لاءِ نہ، پر هندستان جي سيني رهواسين جي ملڪيت هوندو.

# ضميمو- 5

## برطانوي حڪومت جو 3 جون وارو بيان

(1) 20 فبروري 1947ع تي هز ميجسٽيءَ جي حڪومت جون 1948ع تائين برٽش انڊيا ۾ هندستانين ڏانهن اقتدار منتقل ڪرڻ جي پنهنجي ارادي جو اعلان ڪيو. هز ميجسٽيءَ جي حڪومت کي اها اميد هئي تہ وڏين پارٽين لاءِ لازمي آهي تہ، اهي 16 مئي 1946ع تي ڪيبينيٽ مشن پلان جو تفصيل طئہ ڪرڻ جي عمل ۾ پنهنجو تعاون ڏين ۽ هندستان لاءِ هڪ اهڙو آئين مرتب ڪن جيڪو سيني واسطيدارن لاءِ قابل قبول هجي، اها اميد پوري نہ ٿي آهي.

(2) مدراس، بمبئي، يوپي، بهار، سي- پي صوبن جي نمائندن جي اڪثريت ۽ برار، آسام، اڙيسہ، اتر اولہ سرحدي صوبن ۽ دهلي، اجمير، مرواڙه ۽ ڪُرگ جي نمائندن پهرين ئي هڪ نئون آئين مرتب ڪرڻ جي ڪم ۾ ترقي ڪئي آهي. ٻئي طرف مسلم ليگ پارٽي جنهن ۾ بنگال، پنجاب ۽ سنڌ جي نمائندن جي اڪثريت شامل آهي ۽ ان سان گڏ برطانوي بلوچستان جي نمائندي آئين ساز اسيمبليءَ ۾ شرڪت نہ ڪرڻ جو فيصلو ڪيو آهي.

(3) هز ميجسٽيءَ جي حڪومت جي هميشہ کان اها آرزو رهي آهي تہ اقتدار جي منتقلي خود هندستان جي ماڻهن جي پنهنجي خواهشن مطابق هجڻ گهرجي. اهو مرحلو گهڻو سولو ٿي ويو هجي ها، جيڪڏهن هندستان جي سياسي پارٽين جي وچ ۾ مفاهمت هجي ها، اهڙي قسم جي مفاهمت جي عدم موجودگيءَ ۾. هڪ اهڙو طريقو جوڙڻ جو مقرر ڪم جنهن جي ذريعي هندستاني عوام جي خواهش جو تعين ٿي سگهي، هز ميجسٽيءَ جي حڪومت جي ذمي ٿي ويو آهي. هندستان ۾ سياسي اڳواڻن سان مڪمل صلاح مشوري کانپوءِ، هز ميجسٽيءَ جي حڪومت ان مقصد لاءِ هيٺيون منصوبو اختيار ڪرڻ جو فيصلو ڪيو آهي. هز ميجسٽيءَ جي حڪومت اهو واضح ڪرڻ چاهي ٿي تہ، هندستان لاءِ قطعي نوعيت جو آئين جوڙڻ جي ڪوشش جو هوءَ ڪوبہ ارادو نہ ٿي رکي. اهو معاملو خود هندستانين جو پنهنجو آهي، نہ ئي ان منصوبي ۾ ڪا اهڙي ڳالھ آهي جيڪا هڪ گڏيل هندستان لاءِ فرقن جي وچ ۾ ڳالهين کان روڪي.

(4) هز ميجسٽيءَ جي حڪومت جي مرضي اها نہ آهي تہ موجوده آئين ساز اسيمبليءَ جي ڪم ۾ اها مداخلت ڪري. هاڻي تہ جڏهن خاص صوبن لاءِ، جن جا نالا هيٺ ڏنا ويا آهن، انتظام ٿي چڪو آهي، هز ميجسٽيءَ جي حڪومت کي اهو پروسو آهي تہ ان اعلان جي نتيجي ۾ انهن صوبن جا مسلم ليگي نمائندا جن جي نمائندن جي اڪثريت ان ڪم ۾ اڳ ۾ ئي شريڪ آهي، هاڻي ان مشقت ۾ پورو حصو ورهائيندي. ان سان گڏ اهو بہ واضح آهي تہ ان اسيمبليءَ جو جوڙيل ڪو بہ آئين ملڪ جي انهن حصن تي لاڳو نہ ٿو ٿي سگهي، جيڪي ان کي قبول ڪرڻ جي خواهش نہ ٿا رکن. هز ميجسٽيءَ جي حڪومت کي اطمينان آهي تہ جنهن طريقيڪار جو خاڪو هيٺ پيش ڪيو ويو آهي، اهو اهڙن علائقن جي ماڻهن جي خواهشن جي تعين جي بهترين طريقي تي ٻڌل آهي، ان مسئلي تي تہ ڇا انهن جي آئين کي:

الف: موجوده آئين ساز اسيمبليءَ ۾،

يا

ب: اهي علائقا جيڪي موجوده آئين ساز اسيمبليءَ ۾ شريڪ نہ ٿيڻ جو فيصلو ڪن، انهن جي نمائندن تي ٻڌل هڪ نئين ۽ علحده آئين ساز اسيمبليءَ ۾ جوڙڻ گهرجي.

جڏهن اهو ڪم مڪمل ڪيو ويجي، تڏهن اهو ممڪن ٿي سگهندو تہ جنهن يا جن کي اقتدار منتقل ڪرڻو آهي، ان عهديدار يا عهديدارن جو فيصلو ڪيو ويجي.

(5) ان ڪري بنگال ۽ پنجاب جي صوبائي قانون ساز اسيمبلين (يورپين ميمبرن کي جدا ڪري) هر هڪ کي اهو چيو ويندو تہ هو پنهنجا ٻہ حصا ڪن، هڪ مسلم اڪثريتي ضلعن جو نمائندو هجي ۽ ٻيو باقي صوبي جو. ضلعن جي آباديءَ جو تعين ڪرڻ لاءِ 1941ع جي مردم شماريءَ جي ڳڻپ کي مستند سمجهيو ويجي. انهن ٻن صوبن جي مسلم اڪثريتي ضلعن جي وضاحت ان اعلان جي ضميمي ۾ ڪئي وئي آهي.

(6) هر قانون ساز اسيمبليءَ جي ٻنهي حصن جي ميمبرن کي، جن جوا جلاس الڳ الڳ ٿيندو، ان راءِ جي اظهار جو اختيار سونپيو ويجي تہ صوبي جو ورهاڱو ٿيڻ گهرجي يا نہ. جيڪڏهن انهن مان ڪنهن بہ حصي جي قطعي اڪثريت ورهاڱي جي حق ۾ فيصلو ڪندي تہ ورهاڱو ڪيو ويندو ۽ ان مطابق انتظام ڪيو ويندو.

(7) ورهاڱي جي سوال کي طئہ ڪرڻ کان اڳ، مناسب اهو ٿيندو تہ هر حصي جا نمائندا اڳ ۾ ئي اهو ڄاڻي وٺن تہ جيڪڏهن ٻنهي حصن بعد ۾ متحد رهڻ جو فيصلو ڪيو تہ مجموعي طور تي صوبو ڪهڙي آئين ساز اسيمبليءَ ۾ شامل ٿيندو. ان ڪري جيڪڏهن ڪنهن بہ قانون ساز اسيمبليءَ جا ميمبر اهو مطالبو ڪن تہ (يورپي

ميمبرن کان سواءِ) قانون ساز اسيمبليءَ جي سيني ميمبرن جو هڪ اجلاس ٿيندو، جنهن ۾ ان معاملي جي باري ۾ فيصلو ڪيو ويندو تہ جيڪڏهن ٻئي حصا متحد رهڻ جو فيصلو ڪن تہ صوبو مجموعي طور تي ڪهڙي آئين ساز اسيمبليءَ ۾ شامل ٿيندو.

(8) ان صورت ۾ ورهاڱي جو فيصلو ٿي وڃي تہ قانون ساز اسيمبليءَ جو هر حصو انهن علائقن جي طرفان جنهن جو هو نمائندو آهي، اهو طئہ ڪندو تہ پئرا 4 ۾ جيڪي متبادل صورتون تجويز ڪيون ويون آهن، انهن مان ڪهڙين کي اختيار ڪري.

(9) ورهاڱي جي مسئلي تي فيصلي جي فوري مقصد تحت بنگال ۽ پنجاب جي قانون ساز اسيمبلين جا ميمبر، مسلم اڪثريتي ضلعن (جيئن ضميمي ۾ ڏنو ويو آهي) ۽ غير مسلم اڪثريتي ضلعن مطابق ٻن حصن ۾ ويهندا. اها نج عارضي نوعيت جي هڪ شروعاتي وک آهي، ڇو تہ اها ڳالهہ ظاهر آهي تہ انهن صوبن جي آخري ورهاڱي جي مقصد سان حدبندين جي سوالن جي تفصيلي ڪوجنا ضروري آهي ۽ جيئن ئي ورهاڱي متعلق فيصلو ڪيو ويندو، گورنر جنرل جي طرفان انهن مان هرهڪ صوبي لاءِ هڪ حدبندي ڪميشن مقرر ڪئي ويندي، جنهن جي ميمبرشپ ۽ حل طلب مسئلا واسطيدار ماڻهن جي صلاح مشوري جي ذريعي طئہ ڪيا ويندا. انهن کي هدايت ڏني ويندي تہ پنجاب جي ٻنهي حصن جي حدبنديءَ جو تعين، مسلمانن ۽ غير مسلمن سان لاڳاپيل اڪثريتي علائقن جي تحقيق جي بنياد تي ڪيو وڃي. اها هدايت بہ ڏني ويندي تہ ٻين پهلوئن جو بہ لحاظ ڪيو وڃي. ان قسم جون هدايتون بنگال حدبندي ڪميشن کي ڏنيون وينديون. جيستائين حدبندي ڪميشن جي رپورٽ تي عمل نہ ٿئي، ان وقت تائين انهن عارضي حدبندين کي قبول ڪيو ويندو، جن ڏانهن ضميمي ۾ اشارو موجود آهي.

(10) سنڌ جي قانون ساز اسيمبلي (يورپي ميمبرن کي جدا ڪري) هڪ خاص اجلاس ۾ طريقيڪار جي انهن متبادل صورتن جي باري ۾ خود پنهنجو فيصلو بہ ڪندي، جيڪا مٿي پئرا-4 ۾ بيان ڪئي وئي آهي.

(11) اتر اولهہ سرحدي صوبي جي صورتحال مختلف آهي. ان صوبي جي ٽن نمائندن مان بہ اڳ ۾ ئي موجوده آئين ساز اسيمبليءَ ۾ شامل آهن. پر اهو واضح آهي تہ پنهنجي جاگرافيائي بيهڪ ۽ ٻين مصلحتن جي پيش نظر، جيڪڏهن پوري پنجاب يا ان جي ڪنهن حصي موجوده آئين ساز اسيمبليءَ ۾ شامل نہ ٿيڻ جو فيصلو ڪيو تہ اتر اولهہ سرحدي صوبي کي پنهنجي صورتحال تي نئين سري سان غور ڪرڻ جو هڪ موقعو فراهم ڪرڻ ضروري ٿي ويندو. اهڙي نموني جيڪڏهن اهڙي ڳالهہ ٿي تہ اتر اولهہ سرحدي صوبي جي موجوده قانون ساز اسيمبليءَ جي چونڊ ڪرڻ وارن کان راءِ ورتي

ويندي تہ پيرا 4 ۾ بيان ڪيل متبادل صورتن مان ڪهڙي صورت کي اختيار ڪيو وڃي، ان جي چونڊ ڪرڻ جو موقعو ڏنو ويندو. هز ايڪسيلينسي گورنر جنرل ان ڳالھ جو جائزو وٺي رهيو آهي تہ سڀ کان وڌيڪ مناسب طريقي سان اهو ڪيئن ڪري سگهجي ٿو.

(13) آسام پنهنجي آباديءَ جي گهڻي حصي جي لحاظ کان هڪ غير مسلم صوبو آهي، پر ضلعو سلهٽ جيڪو بنگال سان لاڳاپيل آهي، ان جي غالب آبادي مسلمان آهي. هڪ مطالبو اهو ڪيو ويو آهي تہ، جيڪڏهن بنگال جو ورهاڱو ٿئي تہ سلهٽ کي بنگال جي مسلم حصي ۾ شامل ڪيو وڃي. اهڙيءَ طرح جيڪڏهن بنگال کي ورهائڻ جو فيصلو ڪيو ويو تہ، گورنر جنرل جي سرپرستيءَ ۾ آسام جي عارضي حڪومت جي مشوري سان سلهٽ ضلعي ۾ هڪ ريفرينڊم ڪرايو ويندو، اهو طئہ ڪرڻ لاءِ تہ سلهٽ ضلعي کي آسام صوبي جي هڪ حصي جي طور تي برقرار رهڻ گهرجي يا اوڀر بنگال جي نئين صوبي ۾ ضم ڪرڻ گهرجي. هڪ حد بندي ڪميشن جنهن جا دريافت طلب مسئلا پنجاب ۽ بنگال جي مسئلن جهڙا هجن، ان غرض سان قائم ڪئي ويندي تہ سلهٽ ضلعي جي مسلم اڪثريتي علائقن ۽ لاڳاپيل ضلعن جي مسلم اڪثريتي علائقن جون حدون مقرر ڪن، جنهن کي پوءِ اوڀر بنگال منتقل ڪيو ويندو. آسام صوبي جو باقي حصو، بهرحال موجوده آئين ساز اسيمبلين جي ڪارروائين ۾ پنهنجي شموليت کي برقرار رکندو.

(14) جيڪڏهن اهو طئہ ڪيو ويو تہ، بنگال ۽ پنجاب کي ورهايو ويندو تہ، ضروري ٿيندو تہ نيون چونڊون ڪرايون وڃن تہ جيئن اهي صوبا پنهنجن نمائندن کي 16 مئي 1946ع جي ڪيبينيٽ مشن پلان ۾ بيان ڪيل اصول مطابق هر ڏهن لکن جي آباديءَ تي هڪ جي حساب سان چونڊي سگهن. اهڙي ئي چونڊ سلهٽ ۾ بہ ڪرائڻ گهرجي، جيڪڏهن اهو فيصلو ٿئي تہ ان ضلعي کي اوڀر بنگال جو حصو هجڻ گهرجي. هر علائقي کي نمائندن جو جيڪو تعداد چونڊڻ جو حق هوندو، ان جو تفصيل هيٺ ڏجي ٿو:

| صوبو | عام | مسلمان | سک | جملي |
|---|---|---|---|---|
| ضلعو سلهٽ | 1 | 2 | 0 | 3 |
| اولهہ بنگال | 15 | 4 | 0 | 19 |
| اوڀر بنگال | 12 | 29 | 0 | 41 |
| اولهہ پنجاب | 3 | 12 | 2 | 17 |
| اوڀر پنجاب | 6 | 4 | 2 | 12 |

(15) انهن کي جيڪي هدايتون ڏنيون وينديون، ان مطابق، مختلف علائقن جا نمائندا يا تہ موجوده آئين ساز اسيمبليءَ ۾ شامل ٿي ويندا يا نئين آئين ساز اسيمبلي جوڙيندا.

(16) ڪو بہ ورهاڱو جنهن جو فيصلو ڪيو ويندو، ان جي انتظامي نتيجن تي جيتري جلدي ممڪن ٿي سگهي، ڳالهيون شروع ڪرائيون پونديون:

(الف) نمائندن ۽ ترتيب ڏنل جانشين عهديدارن جي وچ ۾ انهن سڀني معاملن بابت جيڪو اڃا مرڪزي حڪومت جي انتظام هيٺ آهي، دفاع، ناڻي ۽ آمدرفت سميت.

(ب) مختلف جانشين عهديدارن ۽ هز ميجسٽيءَ جي حڪومت جي وچ ۾ اقتدار جي منتقليءَ جي ڪري پيدا ٿيڻ واري معاملن جي باري ۾ معاهدا.

(ب) انهن صوبن جي سلسلي ۾ جن جو ورهاڱو ٿي سگهي ٿو، سڀني صوبائي معاملن جي انتظام تي جيئن اثاثن ۽ ذميوارين جي ورهاست، پوليس ۽ ٻيون ملازمتون، هاءِ ڪورٽ ۽ صوبائي ادارا وغيره.

(17) هندستان جي اتر اولہ سرحد جي قبيلن سان ناه جي ڳالہ ٻولہ مناسب جانشين حڪومت ڪندي.

(18) هز ميجسٽيءَ جي حڪومت ان ڳالہ کي صاف ڪرڻ چاهي ٿي تہ اهي فيصلا جن جو اعلان مٿي ڪيو ويو صرف برٽش انڊيا سان تعلق رکن ٿا ۽ اهو بہ تہ هندستاني رياستن ڏانهن انهن جي پاليسي جيڪا ڪيبينيٽ مشن جي 12 مئي 1946ع جي ميمورينڊم ۾ ڏنل هئي، بدلي نہ آهي.

(19) ان خيال سان تہ موجوده حڪومت جي جانشين عهديدارن وٽ ايترو وقت هجي تہ هو پاڻ کي اقتدار قبول ڪرڻ لاءِ تيار ڪري سگهن. اهو ضروري هوندو تہ مٿيون سڀيون ڪارروائيون جيترو جلدي ٿي سگهن، مڪمل ڪرڻ گهرجن.

(20) وڏين سياسي پارٽين هر هر پنهنجي ان خواهش تي زور ڏنو آهي تہ، هندستان ۾ جيتري قدر جلد ممڪن ٿي سگهي، اقتدار جي منتقلي ٿيڻ گهرجي. هز ميجسٽيءَ جي حڪومت ان خواهش سان مڪمل همدردي رکي ٿي ۽ اها چاهي ٿي تہ جون 1948ع جي ڪنهن تاريخ تائين يا ان کان بہ پهرين ڪنهن تاريخ تي هڪ آزاد هندستاني حڪومت يا حڪومتون قائم ڪري اقتدار منتقل ڪري. ان ڪري ان خواهش جي پورو ڪرڻ جي سڀ کان وڏيڪ تيز پر واحد قابل عمل طريقي جي طور تي هز ميجسٽيءَ جي حڪومت موجوده سيشن ۾، بلڪ هن ئي سال ڊومينين رياستن جي بنياد تي، ان اعلان جي نتيجي جي طور تي ڪرڻ وارن فيصلن مطابق، هڪ يا ٻن جانشين عهديدارن کي اقتدار جي منتقليءَ لاءِ قانون پيش ڪرڻ جي تجويز رکي ٿي. اها

هندستاني آئين ساز مجلس جي ان حق موجب تہ اهي مناسب وقت ۾ ان جو فيصلو ڪن تہ، هندستان جو اهو حصو جنهن جي باري ۾ انهن کي اختيار حاصل آهي، برطانوي دولت متحده ۾ شامل رهي يا نہ، ڪو بہ تعصب نہ ٿي رکي.

هز ايڪسيلينسي گورنر جنرل مختلف وقتن تي اهڙا وڌيڪ اعلان بہ ڪندو رهندو، جيڪي مٿين ذڪر ڪيل انتظامن کي لاڳو ڪرڻ جي طريقيڪار يا ٻين مسئلن جي سلسلن ۾ ضروري هجن.

پنجاب ۽ بنگال جي مسلم اڪثريتي ضلعن جي 1941ع جي آدمشماري هيٺ ڏجي ٿي:

### 1- پنجاب

لاهور ڊويزن: گجرانواله، گورداسپور، لاهور، شيخوپوره، سيالڪوٽ.

راولپنڊي ڊويزن: اٽڪ، گجرات، جهلم، ميانوالي، راولپنڊي، شالپور.

ملتان ڊويزن: ديره غازي خان، جهنگ، لائلپور، منٽگمري، ملتان، مظفرگڙه.

### 2- بنگال

چٽاگانگ ڊويزن: چٽاگانگ، نواکالي، ٽپيره.

ڍاڪا ڊويزن: باقرگنج، ڍاڪا، فريدپور، ميمڻ سنگھ

پريسيڊنسي ڊويزن: جيسور، مرشدآباد، ندِيا.

راجشاهي ڊويزن: بوگرا، ديناجپور، مالده، پابنہ، راجشاهي، رنگپور.

**تمت بالخير**

ننڍي کنڊ جي آزاديءَ لاءِ وڏي ويڙهه وڙهندڙ عظيم اڳواڻ مولانا ابوالڪلام آزاد آزاديءَ جي مرحلن ۾ هر لمحي جو احوال اوري ٿو، لاڳاپيل ڌرين جي اٽڪل بازين کي وائکو ڪري ٿو، پردي پويان لِڪل حقيقتن کي پڌرو ڪري ٿو ۽ ورهاڱي جي اصل محرڪن جا تفصيل بيان ڪري ٿو.

**سنڌيڪار:**



سنڌيت سان ٽمٽار جاويد ميمڻ، سنڌيت جي حوالي سان ئي ارڙهن سالن جي عمر ۾ جيل پيڙو ٿيو ۽ ائين ست سال جيل ياترا ڪيائين. هڪ روشن دماغ سياسي ورڪر جي طور تي جيل جي زندگيءَ کي سڪارتو بنائڻ لاءِ، هو اتي سڄو عرصو سوچ ۽ مطالعي ۾ متحرڪ رهيو. دنيا جي عظيم ڏاهن، سياستدانن ۽ اڳواڻن کي پڙهيائين، پرجهيائين ۽ ترجمو ڪيائين. هُن جي خيال ۾ مولانا ابوالڪلام آزاد ننڍي ڪنڊ سميت دنيا جي سڀني محڪوم قومن جو اهڙو مسيحا آهي جيڪو قومن کي پنهنجي زندگي آجپي ۽ وقار سان جيئڻ جي ڏاهپ ٻـ ونڊي ٿو ۽ گڏوگڏ عملي طريقا ٻـ ٻڌائي ٿو.



# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڄُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙُ، ڀاڙيو، ڪاٺُو، ڀاڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاغَر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ٺاهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نسل (پَ نَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَ نَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، پَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بِين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي ڪُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽ کي نہ مڃن.

شيخ اَياز علمَ، ڄاڻ، سمجهہ ۽ ڏاهپ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڻڄاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ نادانيءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشش ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

> وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
> پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
> - اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)